# هيٽن هٽان ڏاڍن کي شڪست

(جنگ جي نظريي ۽ عمل جو جائزو)

جاويد راڄپر



# هيٽن هٿان ڏاڍن ڪي شڪست

(جنگ جي نظريي ۽ عمل جو جائزو)

جاويد راڄپر

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
2012ع

**Roshni Book No. 575**

ڪتاب جو نالو: هيٺن هٿان ڏاڍن کي شڪست

ليکڪ: جاويد راڄپر

ڇاپو پهريون: © روشني 2012ع

ڪمپوزنگ: رفيق حسين ڪولاچي

روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ

**قيمت: -/250 رپيا**

# HEENAN HATHAN DADHAN KHY SHIKAST

by: **Jawed Rajper**

Composed by: Rafique Hussain Kolachi
Roshni Composers & Printers Hyder Chowk, Hyderabad
Printed: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
Fist Edition © Roshni 2012

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد. پيڪاڪ بوڪ هائوس اورينٽ سينٽر حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور اردو بازار ڪراچي. حسين عامر نيوز ايجنسي مين بس اسٽاپ، سجاول.
رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو
مدني بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو
اشرف بوڪ اسٽال مسجد روڊ نوابشاهه. سڪندري بوڪ ڊيپو ڪپرو + حافظ ڪتب خانو ڪپرو
المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ. العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر عمرڪوٽ
سليم نيوز ايجنسي نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو
مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + سوجهرو ڪتاب گهر، بدين. ٿر ڪتاب گهر، مٺي
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر + عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر + الفتح نيوز ايجنسي مهراڻ مرڪز سکر
گل ڪتاب گهر، لک در شڪارپور. تهذيب نيوز ايجنسي خيرپور ميرس + نيشنل بڪ ... پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
مڪتبه عزيزيه کهڙا + سچل ڪتاب گهر. درازا قاسميه لائبرير. اسٽان روڊ ڪنڊيارو.

## ارپنا

انهن گمنام هيروز جي نالي
جن سمجهه ۽ سورهيائيءَ سان،
پاڻ جهڙن بين مظلومن،
پنهنجن وطنن،
امن، برابري ۽ آزاديءَ لاءِ
دشمنن سان مقابلا ڪيا.

بهترين جنگ اُها آهي جيڪا ڪڏهن به نه وڙهي وئي هجي.
بهترين بهترين اُها آهي جنهن کي ٽاريو ويو هجي.
ٽين اها آهي جيڪا بغير خونريزي جي کٽي وڃي

۽

خراب جنگ اُها آهي جنهن ۾ گهڻو نقصان ٿيو هجي
بدترين اُها آهي جيڪا هر پيري وري ورجائي وئي هجي.

"سيني لڙائين ۾ (دشمن سان) وڙهڻ ۽ فتح ڪرڻ
وڏي ۽ اعلىٰ فضيلت ناهي،
پر دشمن جي مزاحمت کي، وڙهڻ کانسواءِ، ٽوڙڻ اعلىٰ
فضيلت آهي."

**سن زو**

"هڪ مظلوم طبقو، جيڪڏهن هٿيار حاصل ڪرڻ ۽ مسلح ٿيڻ جي سڪيا
وٺڻ لاءِ ڪوشش نه ٿو ڪري، ته ان سان غلامن جهڙو ورتاءُ ٿيڻ واجبي
هوندو."

**لينن**

صفحو نمبر

# فهرست

**ويهين صدي**

# مهاڳ

جنگ ۽ ويڙهه جي عمل کي انسان پنهنجي ارتقا واري شروعاتي ترقي واري دور کان ڪٺي آيو آهي، ويڙهه جو عمل زندگيءَ جي جانورن واري ڏاڪي تي چڙهيو ملي ٿو. هڪ جاندار جو پنهنجي جسماني گهرجن کي پورو ڪرڻ لاءِ ٻي جاندار جو شڪار ڪرڻ يا ٻين حملي آورن کان بچڻ لاءِ رنگ مٽائڻ، ڪڏهن ۾ لڪي وڃڻ، ڏٺُ هٽڻ ۽ گوهي ڏئي وڃڻ، مختلف آواز ڪڍڻ ۽ طرحين طرحين جو اٽڪلون ڪرڻ سڀ ويڙهه جو حصو رهيون آهن.

انسان جو ابتدائي دور تہ مسلسل حالتِ جنگ جو دور هو، انسان ماحول سان، خون خوار جانورن سان ۽ ٻين قبيلن سان مسلسل جنگ ۾ مصروف رهيو آهي. جيڪڏهن ڪجهه ڏينهن جو اناج ڪنهن قبيلي ذخيرو ڪيو، يا ڪجهه پالتو جانور گڏ ڪيا، تہ ٻيا مفت خور قبيلا انهن تي نظر رکيو ويٺا هوندا هئا، اوچتو حملو ڪري، انهن جو سڀ ڪجهه ڪٺي ويندا هئا، جيڪڏهن مزاحمت ٿِي ٿي، تہ ڦورو قبيلي ٻي قبيلي جا سڀ فرد ئي قتل ٿي ڪري ڇڏيا. انسان کي رڳو ماحول، خونخوار جانورن مان خطرو نہ هو، پر سڀ کان وڌيڪ تہ ڪيس پاڻ جهڙن ٻين انسانن مان ئي خطرو هو. ڪجهه اناج جو ذخيرو، ڪجهه پالتو جانورن ۾ اضافو پنهنجي پاڻ سان گڏ خطري جا گهِنڊَ ڪٺي ٿي آيو، ۽ ڦورو قبيلا مرڻ مارڻ لاءِ تيار.

اڳتي هلي ڪجهه قبيلا تہ مڪمل ڦورو ٿي پيا، جن جو ڌنڌو ئي ٻين جي مال تي قبضو، ڦرلٽ، ماراماري ڪرڻ هو. اهو سڀ ڪجهه انهن جي روز جو معمول هو. ان سڄي صورتحال ۾ ويڙهه جي اهميت سڀ کان اهم هئي. پنهنجي تحفظ لاءِ، پنهنجي قبيلي جي حفاظت لاءِ ضروري ٿي پيو، تہ ٻي جا سر قلم ڪرڻ لاءِ هميشہ تيار رهجي.

انسان جي ٽي هزار سالن جي تاريخ کي پڙهي ڏسبو تہ اها فقط هڪڙن علائقن جي ٻين علائقن مٿان حملن، لڙاين، جنگين سان ڀري پئي آهي، نہ ڄاڻ ڪيترا دفعا هن ڌرتيءَ کي رت سان وهنجاريو ويو آهي. هن ڌرتي جي چپي چپي تي رت وهايل

آهي. ڪانوي ڊبليو هينڊرسن پنهنجي ڪتاب "عالمي قانون جي جاڻ" ۾ لکي ٿو، ته هيستائين قومن جي وچ ۾ ساڍا چوڏانهن هزار جنگيون وڙهيون ويون آهن.

ڪجهه عمل اهڙا آهن، جن جي ٿيڻ يا نه ٿيڻ جو گهڻو تڻو دارومدار ماڻهو، قبيلي، قوم ۽ سماج جي ذاتي خواهش، شوق، ارادي يا فيصلي تي ٿئي ٿو. پر جنگ انهن عملن مان هڪ آهي، جنهن جو دارومدار نه فقط پاڻ پر سامهون واري جي مفاد، خواهش، ارادي يا فيصلي تي ٿيئي ٿو. جڏهن ته صلاحيت ان ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي.

مثال طور ڇا فلسطين جي ماڻهن جي خواهش هئي ته سندن مٿان جنگ مڙهي وڃي؟ ڇا عراق ۽ افغانستان جي عوام جنگ جي گهر ڪئي هئي؟ ڇا آفريڪا جي ننڍي ڪنڊن جي اڌ کان وڌيڪ حصي خواهش ظاهر ڪئي هئي، ته سندن سماج کي ايترو پوئتي موٽايو وڃي، جو هڪ قبيلو ٻي قبيلي جي ماڻهن جا جسم گولين، راڪيٽن ۽ ٻين جديد هٿيارن سان پروڻ ڪرڻ لاءِ تيار هجي؟ سنڌ جيڪا پنهنجي مزاج ۾ امن پسند آهي، ڇا ان جي ڪڏهن خواهش هئي ته سنڌس وجود کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون وڃن، کين اقليت ۾ تبديل ڪيو وڃي، سنڌس وسيلن تي قبضو ڪيو وڃي. سنڌس اتر ۾ قبيلائي ۽ ذاتي جهيڙا ڪرايا وڃن، ۽ ڏکڻ ۾ موجود گادي جي هنڌ کي دهشتگردن جي حوالي ڪيو وڃي؟

جنگ جنهن جودارومدار ذات جي بجاءِ دشمن جي خواهش تي آهي؛ جنگ جنهن تاريخ ۾ انسان ذات تي تمام هاڃيڪار اثر وڌا آهن، جنگ جنهن ترقي يافته قومن ۽ علائقن کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو، ان اهم معاملي کي انسانذات فقط بادشاهن، حڪمرانن ۽ جرنيلن جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏنو آهي. انسانذات جي تمام وڏي گهڻائي جنگ جي الف بي کان به واقف نه آهي. ان ڪڏهن به جنگ کي هڪ علم جي حيثيت نه ڏني آهي. جنگ کي عام ماڻهو پڙهي به سگهي ٿو، اها سوچ به عجيب ڳالهه لڳي ٿي. ٻي طرف رڳو امن جي گهر ڪرڻ تي زور لڳايو وڃي ٿو. پر ساحر لڌيانوي امن جي گهر کي بهتر انداز ۾ پيش ڪيو آهي.

هم امن چاهتي هين مگر ظلم کي خلاف.  
گر جنگ لازمي هي تو پهر جنگ هي سهي.

فطرت جو بنيادي قانون ”ابتڙن جي وچ ۾ چڪتاڻ ۽ ايڪو“ آهي؛ اهو عمل هر هنڌ ۽ هر جاءِ جاري آهي، هميشه نئين ۽ پراڻي جي وچ جي وچ ۾ ٽڪراءُ آهي، هميشه سست ۽ تيز جي وچ ۾ ٽڪراءُ آهي، نئين ۽ پراڻي جي ويڙهه هميشه صحت مند ۽ ديرپا ڪي ڪاميابي ڏياري ٿي. اها چڪتاڻ/ويڙهه/جنگ فطرت، سماج ۽ انسان ۾ جاري آهي. جيڪي قومون فطرت جي ان قانون ”ابتڙن جي وچ ۾ چڪتاڻ ۽ ايڪو“ تي عمل ڪندڙ هونديون، اهي بهتر انداز سان پنهنجو وجود بچائي سگهنديون ۽ ترقي ڪري سگهنديون.

اسان عام طرح چوندا آهيون ته ويڙهه ڪجي ته سڌي، مڙس مري پر ڳالهه نه مري. پڇڻ ڪم وريام جو، شال مَ وجي شان وغيره پر جڏهن جنگ جي موضوع ڪي پڙهجي ٿو ته خبر پوي ٿي ته انسان جي تمام آڳاٽي وقت ۾ سڌي ويڙهه ڪي سازش شڪست ڏئي ڇڏي. اڄ جي جنگ جا اهم اوزار آهن، سازشون، حرفتون، اٽڪلون، دوکا ۽ فريب.

جنگ ۾ ڪڏهن فقط ويڙهو، بهادر جوان شامل هوندا هئا، پوءِ انهن جي جاءِ قبيلن ورتي، جڏهن رياست وجود ۾ آئي، ته قبيلن جي جاءِ رياست ورتي. ۽ هڪ ڌاڪي تي مالِ غنميت تي پلجندڙ هڪ فوج جنم ورتو، جنهن هڪ ڪنڌ کان ٻي ڪنڌ تائين ڪاهون ڪيون ۽ فتحون حاصل ڪيون. اها مال غنيمت تي پلجندڙ مان ڦري تاريخ جي هڪ موڙ تي پگهاردار فوج ۾ تبديل ٿي ويئي. ابتدائي جنگ ۾ استعمال ٿيندڙ اوزارن لٺن، ڪهاڙين، ڀالن، تير ڪمانين ۽ نيزن جي جاءِ ترقي ڪري اڄ رائفلن، راڪيٽن، جهازن، فضائي خودڪار ميزائيلن، ائٽمي ۽ ڪيميائي هٿيارن، خلائي هٿيارن، لهرياتي هٿيارن ورتي آهي. ڪڏهن جنگ فقط زمين جي وڏن ميدانن ۽ ٻعلن تي ٿيندي هئي، اڄ انهن جو ميدان نفسيات، خلا، موسمون، ماحوليات ۽ نه ڄاڻ ڇا ڇا آهي. تنهن ڪري ئي ته آئنسٽائين چيو، ته ”مونکي خبر نه آهي ته ٽين عالمي جنگ ڇا سان وڙهي ويندي پر مونکي خبر آهي ته چوٿين عالمي جنگ لٺين ۽ پٿرن سان وڙهي ويندي.“

جنگ جهڙو اهم مسئلو حڪمرانن جي ڪوشش ۽ بندوبستن ڪري عام ماڻهن جي پهچ کان پري آهي. عام ماڻهو سمجهي ٿو ته اهو مسئلو فقط فوج ۽ رياست جي حوالي هجڻ گهرجي. جتي سڄي دنيا جي ماڻهن جو اهو رويو

هجي اتي اسان سنڌي جن کي تعليم کان ڪوهين ڏور رکڻ لاءِ پيچدار سازشون ڪيو ويون آهن. اهي ڪيئن ان کي اهميت ڏيندا. اهڙي صورتحال ۾ سنڌ ۾ ڪنهن نوجوان جو ان موضوع کي سنجيدگيءَ سان پڙهڻ جي ڪوشش ڪرڻ به حيرت جهڙي ڳالهه آهي. محترم جاويد راڄپر صاحب ته اهڙي موضوع تي همٿ ڪندي. ”ٻي عالمي جنگ: سوشلزم ۽ فاشزم ۾ لڙائي“ جي عنوان سان گذريل سال ڪتاب شايع ڪرايو ۽ هن 2011 جي پڇاڙ ۾ جنگ جي موضوع تي ”ڪمزورن هٿان طاقتورن کي شڪستون“ جي عنوان هيٺ هي ٻيو ڪتاب لکيو آهي. جاويد صاحب ڪوشش ڪئي آهي ته هن ڪتاب ۾ سمنڊ کي ڪوزي ۾ بند ڪري. هن ڪتاب ۾ نه فقط عام جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ ڪيل واڌارن جو ذڪر ڪيو آهي پر پورهيت طبقي ۽ مظلوم قومن لاءِ جنگ جو علم سکڻ چو ضروري آهي، ان جي چڱي طرح وضاحت پڻ ڪئي آهي.

هن ڪتاب کي پڙهڻ کانپوءِ خبر پوي ٿي ته، اسان جو جنگ بابت عام تصور کهڙو نه ٻاراڻو آهي، جنگ رڳو دوبدو وڙهڻ جو نالو نه آهي. پر سڀ کان بهترين جنگ ته اها آهي جيڪا وڙهي ئي نه وڃي ۽ وڙهڻ بغير ئي ان جا سبب ختم ٿي وڃن. هن ڪتاب ۾ سن زو کان وٺي ڪلازيوٽز تائين جي سيني اهم جنگي ماهرن جي نظرين، ڪيل واڌارن ۽ ڏنل حڪمت عملين جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جنگ جو لفظ جيترو اسان لاءِ عام آهي، اوترو ئي جنگ جو علم اسان لاءِ اوپرو آهي. ان اوپرائپ کي نظر ۾ رکندي ليکڪ هن ڪتاب کي دلچسپ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته جيئن پڙهندڙ بور نه ٿيئي. ڪتاب جي مضمونن جا عنوان اهڙا آهن جو هڪڙو عنوان پڙهجي ٿو ته دل چوي ٿي ته ان کي ئي پڙهجي، پر جڏهن ٻئي تي نگاه پوي ٿي ته دل چوي ٿي نه، پهرين هن موضوع کي پڙهجي. سچ پڇو ته هن ڪتاب کي هڪ دفعو پڙهڻ کان پوءِ جنگ جو موضوع عام ۽ سادو ٿيو پوي. جنگ جهڙي موضوع تي ماڻهو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهائڻ جي قابل ٿيو وڃي. هڪ دفعو وري آئون جاويد راڄپر کي جَسُ ڏيندس ته پاڻ محنت ڪري جنگ جي عنوان تي هي ڪتاب لکي، هڪ ڪارنامو سرانجام ڏنو اٿس.

راشد دائودپوٽو
نصرپور (31.12.2011)

# تعارف

فلسفي، سائنس، تاريخ، جاسوسي، سفارتڪاري، اقتصاديات سميت جنگ جهڙن اهم موضوعن بابت سنڌي ٻولي ۾ مواد بلڪل گهٽ ملي ٿو. جيڪڏهن فلسفي، سائنس، تاريخ، جاسوسي، سفارتڪاري، اقتصاديات سميت جنگ جي موضوع تي لکت ۾ مواد ڏسبو ته لکين ڪتاب لکيا پيا آهن هڪ اندازي موجب فقط فرانسيسي انقلاب ۽ نيپولين جي دور جي جنگين جي داستان بابت اٽڪل 3 لک لکتون موجود آهن.[1] پر اهڙيون سڀ لکڻيون ٻين ٻولين ۾ لکيل آهن. ٽيڙ ائين گهرجي ها ته انهن مان چونڊ ۽ ضروري ڪتاب ترجمو ٿيڻ کپن ها. پر هڪ ته ان ۾ تمام گهڻو وقت لڳندو ۽ ٻيو ته ايترا گهڻا ڪتاب خريد ڪرڻ ۾ پيسو به گهڻو خرچ ٿيندو. جيئن هڪ غريب ماڻهو مٺائي جي دُڪان ۾ رکيل مختلف قسم جون مٺايون ڏسي، اندر ئي اندر ۾ سوچيندو ۽ خواهش ڪندو آهي ته اهي سڀ مٺايون وٺان پر ان لاءِ هڪ ته پيسا نه هوندا اٿس ۽ ٻيو ته ايتري مٺائي تڪڙ ۾ کائي نه سگهندو. تنهنڪري اهو غريب ماڻهو سڀني قسمن جي مٺائين مان ٿوري ٿوري (مڪس مٺائي) خريد ڪندو آهي. غربت ۽ خواهشن جو تڪڙو حل ته اهوئي نڪري سگهي ٿو. ساڳئي طرح، هڪڙي پنتي پيل معاشري جو گهٽ پڙهيل (يلي ڊگري يافته هجي) فرد جڏهن ايترا سارا ڪتاب ڏسي ٿو ته سندس دماغ ۽ دل ۾ خواهش ٿئي ٿي ته اهي سڀ خريد ڪيان ۽ پڙهان. پر مسئلو ساڳيو آهي، هڪ ته ايتري رقم نه هوندس ۽ ٻيو ته ايترو وقت به نه هوندس. تنهنڪري، منهنجي خيال ۾ ان جو بهترين حل اهوئي آهي ته دنيا جي علمي خزاني (مٺائي) ۾ موجود سمورين بهترين لکڻين مان ٿورو ٿورو ڪري، ابتدائي طور تي، تعارف ضرور ڪرائجي. هن ڪتاب لکڻ جو هڪڙو مقصد هي آهي ته جنگ بابت ان قسم جي تعارف جي کوٽ جو پورائو ڪجي.

پورهيت انقلابي جنگ جي ماهر مائوزيتنگ جنگ بابت ٽن قسمن جي مطالعي کي لازم قرار ڏنو آهي. ان ۾ (1) عام جنگ (2) عام انقلابي جنگ ۽ (3) مخصوص ملڪ جي انقلابي جنگ شامل آهن. ان مان هر هڪ جا پنهنجا قانون ٿين ٿا. هتي فقط عام جنگ ۽ انقلابي جنگ جي نظريي ۽ عمل جو مختصر جائزو پيش ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ جنگ جي نظريي ۽ عمل جي سموري

تاريخ نہ لکي وئي آهي فقط ان جو جائزو ترتيب وار ورتو ويو آهي جيڪو ڪم تاريخ جي مدد ڪانسواءِ نٿو ڪري سگهجي. جيئن تہ تاريخ جو وڏو حصو حڪمران طبقن ۽ انهن جي پيروڪارن طرفان قلمبند ڪيو ويو آهي. تنهنڪري اُن ۾ مظلوم عوام طرفان ڪيل جدوجهدن، جنگين، لڙائين ۽ ويڙهاند جي حقيقتن کي نظرانداز ڪيو ويو آهي ۽ فقط فاتح حڪمرانن جي ڪارنامن جي داستانن سان تاريخ جا ورق ڀريا ويا آهن. وڏي اهم ڳالهہ تہ جن ماڻهن بهادري، سورهيائي ۽ همت سان مقابلا ڪيا پر ناڪام ٿيا، تاريخ ۾ انهن جو ذڪر پڻ بلڪل گهٽ ٿيل آهي. جيتوڻيڪ، هارايلن طرفان ڪيل ويڙهہ ۽ مزاحمت جي ڪري تاريخ کي نوان موڙ مليا پر لکيل تاريخ ۾ انهن لاءِ ڪابہ جڳهہ نہ آهي. هڪڙو نقطو واضع ڪرڻ ضروري آهي تہ هن ڪتاب جي مواد جو گهڻو حصو پڻ فردن جي ڪيل ڪارنامن تي مشتمل آهي پر الڳ، ڪٺيل ۽ اڪيلا فرد نہ پر سماجي فرد جيڪي پنهنجي دور جي مخصوص حالتن هوندي پيدا ٿيندا آهن ۽ انهن تي اثرانداز بہ ٿيندا آهن. ان حوالي سان اينگلس لکيو هو تہ ”هر وڏو جنرل جيڪو نون ڳانڍاپن (پيداواري رشتن) جي ڪري جنگ جي تاريخ جي هڪ دور تي پنهنجا نشان ڇڏي ٿو، يا تہ هُو پاڻ نوان مادي وسيلا ايجاد ڪري ٿو يا اڳ ۾ ئي ايجاد ٿيل مادي ذريعن جي درست استعمال کي دريافت ڪري ٿو.“[2]
هوئن بہ جنگ جي سائنس ۽ فن سميت سماج جي هر شعبي ۾ ٿيل صفتي ۽ انقلابي تبديليءَ وارن دورن جو ظاهري اظهار مخصوص فردن، گروهن، تيز رفتار ۽ مختصر انقلابي دورن (مخصوص ڏينهن، مهينن يا سالن) جي شڪل ۾ ٿئي ٿو ۽ هن ڪتاب ۾ پڻ جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ ٿيل مقداري تبديلن ۽ واڌارن تي مٿڀرائي مٿاڇري نظر وڌي وئي آهي ۽ گهڻو مواد انهن دورن، خطن ۽ فردن بابت ڏنل آهي جن جي هوندي جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ انقلاب برپا ٿيا ۽ جن ان ۾ صفتي ۽ معياري تبديليون آنديون. هيٺ بيان ڪيل، خطي وار، جنگ جي تاريخ ۾ انفرادي طور تي فقط انهن جنگي جنرلن، ماهرن ۽ نظريدانن جو ذڪر ڪيو ويو آهي جن جي هوندي جنگ جي علم ۽ تجربي ۾ بلڪل نيون ايجادون، تخليقون ۽ ڪارناما سرانجام ڏنا ويا، جن انساني تاريخ يا گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي خطي جي تاريخ ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو، جن جو قد ڪاٺ بين الاقوامي معيار تي پورو لهي ٿو، جن جي ڪارنامن جو اثر اڄ ڏينهن تائين جاري آهي، جن نہ فقط ابتدا ڪئي پر اهڙا بنياد فراهم ڪيا جنهن ڪري

ڪيترن ئي وڏن جنرلن ۽ نظريدانن جنم ورتو ۽ وڏيون ۽ ڪشاديون شهنشاهيتون ۽ بادشاهتون قائم ٿيون.
ڪتاب ۾ جنگ جي اقتصادي، سياسي ۽ خاص ڪري اخلاقي پهلوئن تي روشني بلڪل گهٽ وڌي وئي آهي ۽ گهڻو زور فقط جنگ جي فني ۽ سائنسي پاسن تي ڏنل آهي. ڪتاب ۾ گهڻو بحث جنگ جي نظريي تي ٿيل آهي. پر ان ۾ فقط انهن نظريدانن ۽ جنگي ماهرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي جن پاڻ کان اڳ ٿيل جنگ جي تجربن مان جنگ جا اصول ۽ قانون دريافت ڪيا ۽ مستقبل جي جنگين بابت اصول ترتيب ڏنا. جن تي عمل ڪندي ڪيترن جنرلن سوڀون ماڻيون. جيتوڻيڪ، سن زو، ڪوتليا، ڪلازيوٽز، هينري جومني، جي ايف سي فلر ۽ لڊل هارٽ جهڙن نظريدانن ذاتي طور تي جنگ جي ميدان تي ڪي وڏا ڪارناما سرانجام نہ ڏنا پر ان هوندي بہ هنن جنگ جي تاريخ ۾ ڪيترن وڏن فوجي جنرلن کان وڌيڪ اثر ڇڏيا آهن.
جيتريقدر، جنگ جي عمل جو تعلق آهي تہ فقط انهن جنرلن جي تاريخ کي بيان ڪيو ويو آهي جن جنگ جي فن کان ڪم وٺندي انساني تاريخ تي وڏا اثر ڇڏيا. جيڪي اهڙا مثالي جنرل ثابت ٿيا جن کي صدين تائين ٻيا جنرل ۽ ماهر نقل ڪندا رهيا آهن. جن ۾ سڪندر، چندرگپتا، هيني بال، چنگيز خان، نيپولين بوناپارٽ ۽ روميل جهڙا جنرل شامل آهن.
مٿي بيان ڪيل ٻنهي قسمن جي نظريدانن ۽ جنرلن جنگ جي الڳ الڳ شعبن (نظريي ۽ عمل) ۾ تمام وڏا ڪارناما سرانجام ڏنا پر انهن ٻنهي قسمن جي ماهرن ۽ جنرلن جي پيٽ ۾ اُهي جنرل وڌيڪ اهميت رکن ٿا جن نظريا بہ تخليق ڪيا ۽ جنگيون بہ کٽيون، ۽ وڏي ڳالهہ تہ پنهنجن پنهنجن ملڪن ۽ علائقن جي سياسي ۽ سماجي ڍانچي کي نئي بدلائي ڇڏيائون. ان فهرست ۾ محمد (صلعم)، مائوزيتنگ ۽ گياپ جهڙا جنرل، نظريدان ۽ سياسي رهنما شامل آهن. هن قسم جا فرد ان فن جا بہ ماهر ثابت ٿيا تہ هڪ ڪمزور ڌر طاقتور ڌر کي شڪست ڪيئن ڏئي؟ ۽ وسيع تر عوام کي جنگ ۾ شامل ڪري "عوامي فوج" ناهي "عوامي جنگ" کي ڪيئن عمل ۾ آڻجي.
جيڪڏهن جنگ جي عمل ۽ علم جي ڀيٽ ڪجي تہ جنگ جي فن ۽ سائنس تي لکت ۾ مواد تمام گهٽ آهي پر ان جي ابتڙ، انساني تاريخ ۾ جنگيون ڪيون گهٽيون ويون آهن. جيڪڏهن جنگ بابت ڪجهہ مواد لکت جي صورت ۾ ملي ٿو، سو بہ گهڻو تاريخ نويسن لکيو آهي[1]. مثال طور سڪندر، نيپولين

بوناپارٽ، چنگيز خان، هيني بال، اشوڪ وغيره پنهنجن داستانن کي قلمبند نہ ڪيو پر ويڙهہ تمام گهٽي ڪئي. جيتوڻيڪ، سندن ساٿين ۽ دشمنن، ۽ عام تاريخ نويسن طرفان انهن جنگين جا داستان قلمبند ڪيا ويا آهن.
جنگ جي تاريخ ۾ چار قسمن جي ڌرين ۾ هڪبئي سان لڙائيون ٿينديون رهيون آهن: (1) طاقتور جو مقابلو طاقتور سان (2) طاقتور جو ڪمزور سان ۽ (3) ڪمزورن جو ڪمزورن سان مقابلو. انهن ٽنهي قسمن جي جنگين جا ڪيترائي مثال جنگ جي تاريخ ۾ ملن ٿا. پر سڀ کان اهم ۽ ڏکيو ڪم آهي (4) ڪمزور ڌر هٿان طاقتور ڌر کي شڪست ڏيڻ. عام طور تي اهو ٻڌندا آهيون تہ "فلاڻا (دهشتگرد، فوجي جنرل، جاگيردار، سرمائيدار يا عالمي سامراج) ايڏا تہ طاقتور آهن جيئن چون ٿا تيئن ٿئي ٿو" "انهن سان ڪٽي ٿا وڙهي سگهون!" ۽ "اسين تہ آهيون ئي ڪمزور!" پٺتي پيل سماجن، محروم ۽ ڪمزور طبقن ۽ قومن، تنظيمن ۽ فردن ۾ صدين جي غلامي، احساس محرومي ۽ ڪمتريءَ ۽ جهالت سبب سوچڻ جو انداز، لاشعوري طور تي، منفي ٿي ويندو آهي. اهڙن ماڻهن جي عادت ٿي ويندي آهي تہ اڪثر ڪري دشمن جي طاقتور پهلوئن ۽ پنهنجن ڪمزور پاسن تي وڌيڪ ڌيان ڏيندا آهن، ويڙهہ کان اڳ ۾ ئي شڪست جون اڳڪٿيون ڪندا آهن ۽ ان کي بنياد بڻائي ان مان قطعي ۽ حتمي نتيجا (اسين ڪجهہ بہ نہ ٿا ڪري سگهون!!) ڪڍي ماٺ ڪري ويهي رهندا آهن. پر سوال آهي تہ ڇا ڪمزور سدائين ڪمزور رهندا آهن؟ ڇا اهو ازلي ۽ ابدي قانون آهي تہ طاقتور هميشہ طاقتور رهندو آهي؟ ڇا طاقت ڪمزوريءَ ۾ ۽ ڪمزوري طاقت ۾ نٿي بدلجي سگهي؟ ڇا طاقتور جون ڪمزوريون نہ هونديون آهن ۽ ڪمزورن جون طاقتون نہ ٿينديون آهن؟ ڇا ڪمزور طاقتورن کي شڪستون ڏئي سوڀارا نٿا ٿي سگهن؟ ٻين نقطن سميت هن ڪتاب جو هڪڙو اهم نقطو اهو ثابت ڪرڻ آهي تہ ڪمزور ڌريون ڪيئن طاقتور ڌرين کي هارائين ٿيون؟ ڪتاب جي آخر ۾ انهن سيني جنگي نظرين ۽ عملن جو نچوڙ بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

جاويد راڄپر
حيدرآباد

# جنگ جو علم ڇو پڙهجي؟

علم جي ٻين شعبن، جهڙوڪ سياست، اقتصاديات، فلسفي، سائنس، ادب، سفارتڪاري، جاسوسي، ٻوليون ۽ اخلاقيات وغيره، جي ڀيٽ ۾ جنگ جي علم کي وڌيڪ پيچيده ۽ ڏکيو موضوع سمجهيو وڃي ٿو. ان جو سبب خود جنگ جو علم نہ آهي پر اسان جهڙن معاشرن ۾ جنگ جهڙي موضوع کي بطور هڪ علم سمجهيو ئي نہ ويندو آهي. جڏهن تہ ٻين سماجي، سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي علمن جي باري ۾ ٿوري گهڻي ڳالهہ ٻولهہ ضرور ٿيندي رهندي آهي. مثال طور: ہہ ٽي اکر پڙهيل ۽ اڻپڙهيل ماڻهوءَ کي بہ شاعريءَ جا ہہ ٽي بيت ضرور ياد هوندا. جيڪڏهن ڪو ماڻهو توهان کان پڇي تہ اڄڪلهہ ڇا ٿا پڙهو ۽ اوهين جواب ۾ چئوس تہ ”جنگ پڙهندو آهيان“ تہ اهو ٻڌي هُو حيران ٿيندو تہ ”جنگ بہ پڙهبي آهي ڇا؟“ اُن جو هڪڙو سبب هي بہ آهي تہ جنگ جو واسطو زندگي ۽ موت جهڙي انتهائي اهم معاملي سان آهي. ڪنهن پرامن معاشري ۾ ڪنهن فرد کي ڪهڙي ضرورت پئي آهي جو جنگ جو علم پڙهي؟ هن کي تہ شاهوڪار ٿيڻو آهي يا مانيءَ ڳيپي ۽ اجهي جو بندوبست ڪرڻو اٿس تہ اقتصاديات پڙهي، حڪمراني ڪرڻي اٿس يا سمجهڻي اٿس تہ سياست پڙهي. بيماريءَ کان بچڻو هجيس ۽ صحت ٺيڪ ڪرڻي اٿس تہ علم طب پڙهي. عام ماڻهو سمجهي ٿو تہ جنگ جو عام زندگي سان ڪهڙو واسطو!؟ يا ان مان ڪهڙو فائدو!؟ عام ماڻهوءَ جا وڏا مسئلا تہ ڪاڏ خوراڪ، لٽو ڪپڙو، گهرٻار ۽ روزگار پئي رهيا آهن. سماجي بيمارين جو خاتمو، آزادي، امن ۽ خوشحاليءَ حاصل ڪرڻ جهڙا مقصد اهم پئي رهيا آهن. انهن مسئلن کي حل ڪرڻ ۽ پنهنجن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ تہ ڪين اقتصاديات، سياست، قانون، فلسفو، تاريخ ۽ ادب پڙهڻ گهرجي. پر ماڻهو سمجهي ٿو تہ هن کي جنگ تہ ڪرڻي ڪانهي تہ پوءِ جنگ جو علم ڇو پرائي؟

اصل ۾، مظلومن جي ڪيل جدوجهدن ۾ ناڪاميءَ جو هڪ اهم سبب ويڙهہ جي فن کان اڻواقفيت آهي. دنيا جي تاريخ ۾، مظلوم هميشہ کان سياسي، معاشي ۽ سماجي جدوجهدن سميت هٿياربند بغاوتون، لڙائيون ۽ جنگيون بہ

ڪندا رهيا آهن پر گهٽو ڪري شڪستون کائيندا رهيا آهن. جيتوڻيڪ، انهن ناڪامين جا ڪيترائي معاشي، سياسي ۽ ثقافتي سبب هجن ٿا پر انهن ڪارڻن ۾ هڪڙو اهم عنصر ويڙهه جي فن کان بي خبري به رهيو آهي. چاڪاڻ ته ظالم حڪمران طبقا، صدين کان وٺي هن مهل تائين، ويڙهه جي فن کي انتهائي رازداري ۾ پاڻ وٽ لڪائي رکندا آيا آهن. جنهنڪري، اڄ تائين ڪيترن ماڻهن کي ان قسم جو علم سمجهڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي.

جنگ جي معاملي کي سمجهڻ لاءِ هڪڙي ڳالهه واضع ڪرڻ ضروري آهي ته جنگ ڪرڻ ۽ جنگ جي علم جي ڄاڻ رکڻ به الڳ معاملا آهن. عام زندگيءَ ۾ ڪيترائي علم اهڙا هوندا آهن جيڪي اسين پڙهڻ ۽ ڄاڻڻ چاهيندا آهيون ۽ ڄاڻڻ به گهرجن پر اسين اُنهن کي پنهنجو پيشو نه بڻائيندا آهيون يا انهن خيالن تي عمل ئي نه ڪندا آهيون. مثال طور: ڪيترائي ماڻهو مذهبي علم پڙهن ٿا پر اُن مان گهڻا ماڻهو ان کي پيشو نٿا بڻائين، ۽ ڪيترائي انسان ته انهن عقيدن کي مڃين ئي ڪونه ٿا ۽ نه ئي اُن تي عمل ڪن ٿا. (ته پوءِ ڇا هڪ مذهب سان واسطو رکندڙ يا دهريي قسم جي ماڻهو کي اسلام، هندو ڌرم، عيسائيت ۽ يهوديت ۽ وڏي ڳالهه ته دهريت ۽ ڪافرن جا ڪتاب نه پڙهڻ گهرجن؟ ضرور پڙهڻ گهرجن يلي پوءِ پڙهندڙ انهن جي خيالن ۽ دليلن سان متفق ٿئي يا نه ٿئي، يا انهن کي پنهنجي علمي دليلن جي بنياد تي رد ڪري ڇڏي يا قبول ڪري پر گهٽ ۾ گهٽ مخالفن جي باري ۾ خبر ته پوندس. دشمن (مخالف) جي باري ۾ ڄاڻڻ ۽ سوچڻ جو اهو انداز پڻ جنگ جو علم ڏئي ٿو.) جهڙي ريت، ڪيترائي ماڻهو موسيقي ٻڌن ٿا پر ڳائين نه ٿا، جيڪڏهن اُهي موسيقيءَ بابت علم رکندا ته ان ۾ ڪو عيب ناهي. ائين جيئن ماڻهو فلمون ڏسندا آهن هيروز ۽ هيروئنن کي پسند ڪندا آهن پر ان جو مطلب اهو ناهي ته فلمون ڏسندڙ ماڻهو سڀ اداڪاري ڪندا هجن. گهڻن ماڻهن کي پنهنجي ملڪ جي قانون جي ڄاڻ هجڻ گهرجي، پر اهو ضروري ناهي ته سڀ ماڻهو وڪيل هجن. ساڳئي ريت، جنگ جي علم جي ڄاڻ رکڻ لاءِ ضروري ناهي ته انسان جنگيون به ڪري.

سڀ کان اهم ڳالهه ته جنگ جو انتظام، علم طب وانگر هڪ سائنس ۽ فن آهي. چاڪاڻ ته، جهڙي ريت هڪ ڊاڪٽر جو ڪم آهي ته انساني جسم جي بيمارين کي گهٽائي، روڪي ۽ ختم ڪري. ساڳئي ريت، حڪمرانن ۽ فوجين جو ڪم

آهي ته انساني سماجي معاشري کي لڳل بيماري (جنگين) کي گھٽائين، روڪين ۽ ختم ڪن. پر بدقسمتيءَ سان، علم طب کي ته سائنسي بنياد فراهم ڪيا ويا آهن پر پنتي پيل معاشرن ۾ جنگ جو معاملو اجاتائين حڪيماڻي مرحلي تي بيٺو آهي يا راز رکيو ويو آهي. هڪ ڊاڪٽر بيمارين جو علم، بيماريون وڌائڻ لاءِ نه پر انهن کي گھٽائڻ لاءِ پڙهندو آهي. اهڙي ريت، جنگ جو علم به جنگيون ڪرڻ لاءِ نه پر انهن کي ختم ڪرڻ لاءِ ضرور پڙهڻ گهرجي.

جيتريقدر جنگ جو تعلق ٽين دنيا ۽ خاص ڪري سنڌ جهڙن پنتي پيل علائقن، قومن ۽ مظلوم عوام سان آهي ته انهن جي گهٽائيءَ کي اهو علم ضرور پڙهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته غلام قومون ۽ طبقا جنگ ڪرڻ يا نه ڪرڻ جو فيصلو پاڻ نه ڪندا آهن پر انهن جا ملڪي ۽ بين الاقوامي آقا ڪندا آهن. اهي عالمي سامراجي طاقتون پنتي پيل غلام قومن ۽ طبقن جي وجود کي به ميسارڻ چاهينديون آهن. هنن جو وس پڄي ته سچ پچ مظلومن کي ماري ڇڏين پر هو ائين نٿا ڪري سگهن ڇاڪاڻ ته ڪين سڀ ڪم اهي مظلوم ئي ڪري ڏيندا آهن ۽ هي نوابن واري زندگي گذاريندا آهن. جيئن هڪ اُٺ جو مالڪ اُٺ کان ڪم وٺي به ٿي ڏوڪڙ ڪمائيندو آهي پر انهن مالڪن کي اُٺن ۽ ڳڌهن سان عشق ۽ محبت ڪانه هوندي آهي. (ڪجهه شوقينن ڪانسواءِ) ساڳئي ’ ح، عالمي سامراج لاءِ مظلوم قومون ۽ طبقا اُٺن مثل هوندا آهن جن کي هُو استعمال ڪندا آهن ۽ وقت اچڻ ته اڇلائي، ماري ۽ ڪائي به ڇڏيندا آهن. نتيجي طور، مظلوم قومون ۽ عوام مجبور ٿي پنهنجو دفاع ڪندا آهن. مثال طور ڇا ويٽنام، افغانستان، عراق ۽ فلسطين جهڙن علائقن ۾ رهندڙ پُرامن رهواسين کان پڇيو ويو هو ته آمريڪي ۽ اسرائيلي سامراج اوهانجي ملڪ تي حملو ڪري يا نه؟ بلڪل نه. عالمي سامراج پنهنجن مفادن خاطر انهن ملڪن مٿان جنگيون مڙهيون ۽ لکين ماڻهن جو قتل عام ڪيو. انهن ۽ اهڙن ٻين سوين مثالن کي ڏسي کهڙي پڪ آهي ته دنيا جون سامراجي قوتون اسان کي به غلام بنائڻ ۽ اسانجن وطنن تي قبضي ڪرڻ لاءِ اسان تي حملو نه ڪنديون.

سن زو لکيو ته ”جنگ جو فن سيکاري ٿو ته دشمن جي نه اچڻ جي توقع تي نه ڀاڙڻ گهرجي، پر ان کي منهن ڏيڻ لاءِ اسانکي پنهنجي تياري ڪرڻ گهرجي، ان ڳالهه جي آسري تي نه رهجي ته (متان) هُو حملو نه ڪري، پر ان بدران اسانکي

پنهنجي پوزيشن اهڙي بنائڻ گهرجي جو دشمن ان تي حملو ئي نہ ڪري سگهي." لينن لکيو تہ "هڪ مظلوم طبقو، جيڪڏهن هٿيار حاصل ڪرڻ ۽ مسلح ٿيڻ جي سکيا وٺڻ لاءِ ڪوشش نہ ٿو ڪري، تہ ان سان غلامن جهڙو ورتاءُ ٿيڻ واجبي هوندو. (چاڪاڻ تہ) هر طبقاتي معاشري ۾، پلي اهو غلاميءَ، هاريي، يا موجوده، اُجرت واري مزدوريءَ تي آڌاريل هجي، ظالم طبقو هميشہ هٿياربند هوندو آهي."[34]

دنيا جي مشهور جنرل بسمارڪ چيو هو تہ "بيوقوف ماڻهو چون ٿا تہ اُهي پنهنجن تجربن مان سکندا آهن، آءُ ٻين جي تجربن مان سکڻ کي ترجيح ڏيندس."[35] جهڙي طرح، هڪ فرد پنهنجي ماضيءَ جي ڪيل غلطين ۽ ڪارنامن مان سکي پنهنجي مستقبل کي روشن بنائڻ لاءِ جتن ڪندو آهي. ساڳئي طرح، جيڪي قومون پنهنجي ۽ ٻين جي تجربن مان سکنديون آهن، ويهي حالتن جو انتظار نہ ڪنديون آهن، اُهي ئي سوڀاريون ٿينديون آهن. جنگ جي علم جي اهميت جي حوالي سان، سن زو لکيو تہ "رياست لاءِ جنگ انتهائي اهم معاملو آهي؛ اها زندگي ۽ موت سان واسطو رکي ٿي... لازمي طور تي ان جو مطالعو ڪيو وڃي."[36] ڪلازيوٽز لکيو تہ "جيڪي ماڻهو ملڪ جي عام پاليسيءَ سان واسطو رکن ٿا انهن ماڻهن لاءِ جنگ جي علم جي ڄاڻ رکڻ ضروري آهي." ڪيولير فولارڊ چيو تہ "جنگ جو علم جاهلن لاءِ تجارت آهي ۽ ڏاهن لاءِ سائنس آهي."[37] بهرحال، جنگ جي علم جي ضرورت کي سمجهڻ لاءِ اچو تہ ٻين نقطن ۽ پهلوئن تي بہ غور ڪريون.

<u>نئين ۽ پراڻي جي وچ ۾ تضاد</u>: فطرت، سماج ۽ انساني فڪر جي تاريخ ۾ نئين ۽ پراڻي جي وچ ۾ هميشہ کان ٽڪر ٿيندو رهيو آهي. پراڻا سماجي، معاشي ۽ سياسي نظام پاڻ کي قائم دائم رکڻ لاءِ ۽ نوان سماجي، معاشي ۽ سياسي نظام پنهنجي جاءِ ناهڻ ۽ انهن کي قائم دائم رکڻ لاءِ هڪٻئي سان چڪتاڻ ڪندا رهيا آهن. ٻئي لاڙا (پراڻ پسند ۽ نواڻ پسند رجحان) هميشہ، پُرامن توڙي پُرتشدد صورتن ۾، وڙهندا پئي رهيا آهن. ان تضاد جو اظهار فردن جو هڪٻئي سان مقابلي جي صورت ۾ بہ ٿئي ٿو تہ ڦريندڙ ۽ ڦرجندڙ طبقن ۽ ظالم ۽ مظلوم قومن جي وچ ۾ ٿيندڙ ويڙهہ ۾ بہ ٿئي ٿو.

جاگيردار، سرمائيدار، انهن جون فوجون ۽ انٽيليجنس ادارا، پوليس، جيل ٿاڻا ۽ انهن جون سياسي پارٽيون، پنڊت ۽ پادري، انسان دشمن نظريا، فڪر ۽

فلسفا، صدين کان وٺي اڄ ڏينهن تائين، سڄو ڏينهن ان ڪوشش ۾ هجن ٿا ته ڪيئن نين قوتن ۽ نون خيالن، نظرين ۽ آدرشن کي اُسرڻ کان اڳ يا ان دورن ئي تباھ ڪري ڇڏجي ۽ انقلابين، وطن دوست ۽ پورهيت دوست تنظيمن، فردن ۽ پاليسين کي نيست ۽ نابود ڪجي. ڇاڪاڻ ته هُو سمجهن ٿا ته نوان ماڻهو ۽ نوان رجحان پراڻن ماڻهن ۽ رجحانن جي جاءِ والاريندا ۽ ائين هُو يتيم، محروم ۽ لاچار ٿي ويندا ۽ صدين جون حڪومتون ۽ موجُون ختم ٿي ويندن. تنهنڪري هي ٻن رجحانن جي وچ ۾ ويڙھ آهي جيڪا ابتدائي طور تي اڪثر پرامن نموني هلي ٿي پر جيئن جيئن تضاد نروار ٿين ٿا ۽ انهن ۾ شدت اچي ٿي ۽ هڪ هڪاٽي جو وقت اچي ٿو ته اها ويڙھ پرتشدد ۽ جنگ جي صورت به وٺي سگهي ٿي. ان جي شاهدي سموري انساني تاريخ جو تجربو ڏئي ٿو. انساني تاريخ ثابت ڪري ٿي ته نواڻ پسند خيالن، روين ۽ عملن کي پنهنجي جاءِ والارڻ لاءِ سخت ويڙھ ۽ جدوجهد ڪرڻي پوي ٿي.

<u>عام انقلاب ۽ پورهيت انقلاب</u>: لينن لکيو هو ته ”هر طبقاتي معاشري ۾ گهرو جنگ (Civil War) ٺيٺ فطري عمل آهي ۽ مخصوص حالتن اندر اها طبقاتي جدوجهد جو تسلسل، واڌارو ۽ شدت ۽ اٽنر صورت آهي. ان جي ثابتي هر وڏي انقلاب ۾ ملي ٿي.“ انساني تاريخ جي سفر ڏانهن ٿورو پوئتي نظر وجهنداسين ته خبر پوندي ته دنيا ۾ جيڪي به انقلاب ۽ خاص ڪري پورهيت انقلاب آيا آهن، انهن کي اندروني ۽ بيروني حوالي سان خطرا پئي رهيا آهن ۽ ٻاهرين سامراجي ۽ اندروني حڪمران قوتن انهن انقلابن کي ڪچلڻ جي هميشه ڪوشش ڪئي آهي. مثال طور: اصلاح پسندي جي تحريڪ جي صورت ۾ پراڻي رجعت پرستي ۽ نئين اصلاح پسنديءَ ۾ ٽڪر، نئين جمهوريت ۽ پراڻين آمريتي بادشاهتن جي وچ ۾ جهيڙي جي صورت ۾ فرانسيسي انقلاب (1789_95) ۽ يورپي جمهوري انقلاب (1848)، پراڻي نوآبادياتي نظام ۽ نئين آزادي جي صورت ۾ آمريڪي خانه جنگي (1776)، نين معاشي طاقتن جي اڀرڻ ۽ دنيا تي قبضا ڪرڻ لاءِ پهرين عالمي جنگ (1914_1918) وغيره. اهي لڙائيون پنهنجي پنهنجي دور جي پراڻن ۽ نون معاشي، سياسي ۽ نظرياتي لاڙن ۽ رجحانن جي وچ ۾ ٿيل ٽڪر ۽ جهيڙن جا مثال آهن. ساڳئي ريت، پورهيت انقلابن کي ڪچلڻ لاءِ پڻ جنگيون ڪيون ويون آهن. پهريون انقلاب آيو پئرس ڪميون ۾ (1871ع). ان کي يورپ جي سامراجي ٽولن گڏجي ڪچلي

چڏيو. لينن پئرس ڪميون جي بغاوت بابت هڪ انگريزي اخبار جي تبصري جو حوالو ڏيندي لکيو ته ”جيڪڏهن فرانسيسي قوم ۾ سڀ عورتون هجن ها ته اُها ڪيڏي نه ڀيانڪ قوم هجي ها!“ (ان ويڙهه ۾) مردن سان گڏ عورتون ۽ ٻار به وڙهيا. سرمائيدارن جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ مستقبل ۾ ٿيندڙ لڙائيون ان کان مختلف نه هونديون. (تنهنڪري،) پورهيت عورتن کي ائين ئي مڙئي هٿياربند يا غيرهٿياربند ڪري سرمائيدارن جي منظم هٿياربند فوجن هٿان گوليون کائڻ لاءِ نه ڇڏجي.“[8] لينن جي ڳالهه بلڪل سچ ثابت ٿي جڏهن 1917ع ۾ روس ۾ آڪٽوبر انقلاب آيو ان جي خلاف دنيا جهان جون سموريون سامراجي قوتون صبح شام لڳيون پيون هيون. پورا اٺ نو ڏهاڪا، ڏينهن رات هڪ ڪري، سوويت يونين کي شڪست ڏيڻ لاءِ پرتشدد ۽ پُرامن ڪم ۽ سازشون ڪيائون. وري جڏهن (1949ع ۾) چين ۾ انقلاب آيو تڏهن به آمريڪي سامراج چيانگ ڪائي شيڪ جي مدد ڪئي ۽ جاپاني سامراج چين تي قبضو ڪري چينن کي برباد ڪرڻ لاءِ وسان نه گهٽايو. ساڳئي ريت، ويٽنام ۾ پڻ فرانسيسي، جاپاني ۽ آمريڪي سامراج ننهن چوٽي جا زور لڳايا. يعني تاريخ ثابت ڪري ٿي ته جتي به عام انقلاب ۽ پورهيت انقلاب آيا آهن انهن خلاف سامراجي ملڪن گڏجي سڌي يا اڻسڌي جنگ ڪئي آهي. انهن مثالن کي ڏسي مستقبل جي ڪنهن به نواڻ پسند ۽ انقلابي قوت سان ڇا ٿيندو اهو سمجهڻ ايترو مشڪل نه ٿيندو.

<u>پنهنجو پاڻ ۽ دشمن کي سڃاڻڻ</u>: پوئتي پيل سماجن جا ماڻهو ڏاڍا سادا هُوندا آهن. انهن جي اها حالت معاشي بدحالي سميت رجعت پرست ڌرين، پنڊتن ۽ پادرين جي هزارين سالن جي محنت جو نتيجو هوندي آهي. مخصوص سماجي حالتن ۽ مخصوص سماجي شعور جي ڏاڪي سبب، ايتريقدر جو، سقراط جهڙن ڏاهن پڻ اهو نعرو بلند ڪيو ته ”پنهنجو پاڻ سڃاڻو.“ پر سقراط کان اڳ ۾ گوتم ٻُڌ ۽ مهاوير جين جهڙن فردن اهي نعرا بلند ڪيا. ڇاڪاڻ ته انهن جي دور ۾ ماڻهو کي سُک ۽ خوشي ملي ڪانه پئي، پوءِ اهڙين بدترين حالتن ۾ ماڻهو ڇا ڪري؟ ڏکن ۽ تڪليفن ۾ انسان زنده رهي ته ڪيئن رهي؟ دشمن کي هُو سمجهي ڪونه پئي سگهيو. يا ان دور ۾ انسانن کي خبر نه پئي ته ڪهڙيون شيون ۽ قوتون آهن جنهنڪري سندس زندگي عذاب آهي؟ ٻاهر ڪو دشمن نه ڏسي سگهڻ سبب ان دور جي انسان الٽو پنهنجي اندر ۾ جهاتي پاتي

۽ انسان پنهنجي اندر ۾ سڪون جي تلاش ڪئي. ان جو حل هي ڪڍيائين تہ "پنهنجي خواهشن کي ماريان" "پنهنجي ضرورتن کي گھٽايان" ايتريقدر جو، "پنهنجو پاڻ کي ختم ڪرڻ" "مڪتي" "نرواڻ" ذريعي نجات ماڻڻ جا نعرا پڻ بلند ڪيا.

مارڪس لکيو آهي تہ ايشيا جي تاريخ مذهبن جي تاريخ آهي. ائين ڇو آهي؟ ان جو هن مختصر جواب ڏنو آهي تہ ايشيا جي تاريخ مذهبن جي تاريخ ان ڪري آهي جو "هتي (خاص ڪري ترڪي، ايران ۽ هندستان ۾) ذاتي ملڪيت بہ ناهي، سموري ملڪيت بادشاهہ جي رهي آهي."[9] يورپ ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ ذاتي ملڪيت جو تصور هو. پر هتي (ايشيا ۾) سڄي ملڪيت رياست جي ملڪيت پئي رهي آهي، بادشاهن، شهنشاهن جي ۽ خدائن (سان منسوب ڪيل) مليڪت پئي رهي آهي. مطلب تہ هتي ذاتي ملڪيت نہ هجڻ ڪري ماڻهو جيڪا ٿوري گھڻي وٽ پڪڙ ڪندو آهي ان لاءِ بہ هن وٽ ڪو محرڪ نہ رهيو. هتي ماڻهوءَ جي حالت ائين هُئي ڄڻ تہ ماڻهوءَ کي مڙئي زندگي جا ڏينهن پورا ڪرڻا هُجن.

مطلب تہ پنهنجي بدترين حالت جي ڪارڻن کان اڻڄاڻ ماڻهن، دشمن جي ڄاڻ لهڻ ۽ دشمن قوت سان وڙهڻ بدران پنهنجو پاڻ کي "سڃاڻڻ، خواهشون گھٽائڻ يا مُڪتي" حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن تہ ان جي بلڪل ابتڙ، ذري گهٽ، ابتدا کان ئي، جنگ جو علم ائين نتو سيکاري. جنگ جي فن جي ڄاڻو سن زو لکيو تہ "پاڻ کي سڃاڻو ۽ پنهنجي دشمن کي سڃاڻو"[10] جنگجو هميشہ ان پاسي کي ڏسندا رهيا تہ پاڻ ڇا آهيون ۽ دشمن ڇا آهي؟ اهو نقطہ نگاهہ، انساني تاريخ جي اوائلي دور ۾، عام زندگي ۾ نہ رهيو آهي. ماڻهو سيني عيبن، اوڻاين، خرابين، آفتن، مصيبتن، عذابن ۽ ناانصافين جو بنيادي سبب پاڻ کي يا پاڻ کان مٿانهين ڏنل ۽ اڻ ڏٺل قوتن کي پئي سمجهيو ۽ اصل دشمن جي باري ۾ اڻڄاڻ رهيو. پاڻ ۽ قدرت کي ذميوار قرار ڏئي سڄو وقت عذاب سهندو رهيو ۽ عبادتون ڪندو رهيو. جنگ جي علم، ابتدا کان وٺي، انسان کي اهو سيکاريو آهي تہ "نہ فقط پاڻ کي پر پنهنجي دشمن کي بہ سمجهڻ ضروري آهي."

<u>رويي ۾ تبديلي</u>: اسانجي خطي جا ماڻهو سادا، درويش صفت، "جيڪو آيو سو اگھاميو" "نہ ڪو سڄڻ کي آسرو، نہ دشمن کي پئہ" سڀ ڪم تقدير ۽ نصيب جي آسري تي. "وڏيري کي قدرت نوازيو آهي" جيڪڏهن ڪنهن ظلم ڪيو تہ

"قدرت حساب وٺندس" جيڪڏهن ڪو حادثو ٿيو ۽ فصل سڙي ويو تہ "قدرت واري سزا ڏنس" "مهمان نوازيءَ جي بهاني لڪين ڌارين جا ڪٽڪ اچي ويا تہ ڇا؟ پنهنجا شهر ۽ گهر بہ ويا تہ ڇا؟" "نہ ڪو ڪنهن کي ڏين، نہ ڏڪائين" جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ وڏو نقصان ڏئي ڇڏيو تہ چوندا "ڇڏيوس پنهنجو آ" اهڙا ماڻهو هر ڪنهن تي اعتبار ڪندا آهن. ڪوبہ دشمن هنن کي اچي مٺيون ٻوليون ٻڌائيندو هي ان جا ٿي ويندا. جيڪڏهن ڪو ظالم، جنهن ڀهروپي ۽ عياريءَ سان شرافت جو چوغو پاتو هجي، ان ماڻهوءَ جي باري ۾ عام ماڻهوءَ کي ٻڌائبو تہ اصل ۾ "اهو وڏو بدمعاش آهي." موٽ ۾ اڪثر جواب ملندو تہ "ڏسڻ ۾ اهڙو ڪونہ ٿو اچي!" جيڪڏهن ڪن بہ ٻن ڌرين ۾ جهيڙو ٿي پيو ۽ هڪ کي وڏيڪ مار ملي ۽ هارايل ڌر جڏهن پنهنجي برادري، مائٽن يا دوستن کي ان واقعي بابت حال احوال ڏيندي تہ ٻڌندڙن وٽان اڪثر جواب ملندو "هلو تہ هلي انهن کي ڏسون ٿا" وري جيڪڏهن ڪنهن چيو تہ "تڪڙ نہ ڪريو ۽ چالاڪيءَ کان ڪم وٺي دشمن کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ ٻيا (اٽسڌا) طريقا استعمال ڪريو" ان قسم جي تجويز جو جواب ملندو "اسين ڪو ياڙيا ۽ ڊڄڻا آهيون ڇا؟ سڌو هلي . . . کي نيڪ ٿا ڪريونس." اهڙي تاريخي نفسياتي ماحول ۾ پليل انسان کي شرافت، سادگي ۽ ايمانداري ورثي ۾ مليو وڃي. ساڳئي طرح، اهڙي معاشري ۾ مڪاري، چالاڪي ۽ عياريءَ کي عيب سمجهيو ويندو آهي. (بلڪل عيب هجڻ بہ گهرجي پر اهو تڏهن جڏهن اوهانجو واسطو پنهنجن سڄڻن ۽ محسنن سان ٿئي پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو، گروهہ يا طبقو مڪاري، چالاڪي ۽ عياريءَ سان اوهانکي ذاتي، گروهي، طبقاتي ۽ قومي، نقصان ڏيڻ چاهي يا اوهانجي وجود جو ويري هجي تہ ڇا ان سان چالاڪي ڪرڻ بہ عيب آهي. بلڪل نہ.) اهڙي چالاڪي، مڪاري ۽ عياريءَ جون آخري حدون جنگ جي معاملي ۾ ٿينديون آهن. سن زو چيو تہ "جنگ جو دارومدار دوکي جي فن تي آهي."

اهڙي درويش صفت سماجي نفسيات ۾ جنگ جي علم جو مطالعو انسان جي رويي ۾ تبديلي آڻي ٿو. اهو ائين آهي جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو جي نظر گهٽ هجي ۽ ان کي عينڪ پارائجي تہ سندس نظر ٺيڪ ٿي ويندي. جيڪڏهن اُن وٽ دوربين يا خوردبين هجي تہ ڏورانهين ۽ انتهائي ننڍڙين شين کي ڏسي سگهندو. جيڪي هوئن نہ ڏسي سگهي ها. ساڳئي ريت، جنگ جو علم پڙهڻ سان ماڻهو جو شين، لقائن ۽ معاملن ڏانهن رويو بدلجي وڃي ٿو. جنگ جو

علم حاصل ڪرڻ سان ماڻهو معاملن جي وسعت ۽ اونهائي ڏسي سگهندو. تمام گهڻن لقائن ۽ شين جي پس پرده اصل حقيقتن کي سمجهي سگهندو. دشمن کي دشمن سمجهي ان کي شڪست ڏيڻ جون حڪمت عمليون، چالون، گُر، اٽڪلون، چالبازيون ۽ چالاڪيون سکي ويندو. جنگ جي علم سان انسان جي اندر سورهيائي، بهادري ۽ قرباني جا جذبا وڌيڪ سگهارا ٿين ٿا. انسان جي اندر ۾ دشمن خلاف بغاوت ڪرڻ، ويڙهه ڪرڻ ۽ طاقت حاصل ڪرڻ جا جذبا جاڳن ٿا. جنگ انسان کي موت سان اکيون اکين ۾ ملائڻ سيکاري ٿي. جنگ، دشمن، حڪمت عملي ۽ طاقت جي حوالي سان انساني رويي ۾ تبديلي آڻي ٿي.

<u>دشمن جي آخري حد</u>: جنگ جي علم کي پڙهڻ جو اهم سبب هي به آهي ته جنگ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ سان اها خبر پوندي آهي ته دشمن آخر ڪهڙي حد تائين وڃي سگهي ٿو، ان جو توڙ ڇا آهي. دشمن آخر ڇا ڪندو ۽ ڪهڙو ڏنگ ڪندو؟ اهو علم سياست، سفارتڪاري، تجارتڪاري وغيره ۾ به ملي ٿو پر سڀ کان وڏو علم جنگ آهي جيڪو دشمن جي آخري حدن بابت سوچڻ جي سگهه ڏئي ٿو. ڇاڪاڻ ته هڪ جنگجو جيستائين دشمن کي، دشمن جي جنگ جي سائنس ۽ فن کي نه سمجهندو تيستائين اهو جنگ کٽي نه سگهندو.

<u>انتظام ۽ بندوبست ڪرڻ جو هنر</u>: جنگ جو علم انسان کي انتظام، بندوبست، تنظيم ۽ رٿابنديءَ جهڙن اهم عنصرن بابت نوس ۽ تُز سکيا ڏئي ٿو. اڄڪلهه ته انتظام ۽ بندوبست جا الڳ علمي شعبا به وجود ۾ اچي چڪا آهن پر اُهي انسان کي پرامن حالتن اندر بندوبست ڪرڻ سيکارين ٿا. پر هتي اهڙو بندوبست ڪرڻو آهي جو اوهان به بچي وڃو ۽ دشمن کي به مات اچي. ڪنهن به لڙائي کان اڳ، ڪيترائي معاملا اڳواٽ طئي ڪرڻا پوندا آهن، جتي اتفاق جي آسري ڪابه شي نه ڇڏبي آهي. مثال طور: لڙائيءَ جي ابتدا جو وقت، ابتدائي جاءِ، گهربل فوج، هٿيار، گاڏيون، بارود ۽ وري هلندڙ ويڙهه دوران مرحليوار انهن جي ٿيندڙ گهرج، اڳتي وڌڻ جي ابتدائي حد ۽ ان لاءِ مقرر مدو، آخري هدف، موسم، کاڌ خوراڪ ۽ ڄاڻ ڏيڻ ۽ وٺڻ، مسلسل رسد پهچائڻ، پنتي هٽڻ جا گس ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته پنهنجن سمورن بندوبستن کي لڪائڻ ۽ دشمن جي اهڙن سڀني بندوبستن ۽ انتظامن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ (جاسوسي) سميت محاذ جي ويڪر ۽ ڊيگهه ۽ محاذ جي مهڙ ۽ پچڙ ۾ لاڳاپو، زميني، بحري ۽ هوائي فوجن ۾ لاڳاپو، حڪمت عملي، اٽڪلون ۽ تدبيرون، بچت فوج ۽

هٿيارن وغيره بابت اڳواٽ انتظام ڪرڻو پوندو آهي. جڏهن ته ٻين شعبن ۾ عام طور تي ايتري تفصيلي ۽ جامع ۽ گهڻ رخي رٿابندي نه ڪئي ويندي آهي. هي علم ٿورڙن توڙي لکين ماڻهن جي تنظيم ۽ انتظام ڪرڻ جو هنر سيکاري ٿو ۽ انهن فوجين کي موت ۽ زندگيءَ جهڙي اهم معاملي تائين وٺي وڃڻ لاءِ اتساهڻ جو فن سيکاري ٿو.

14 هزار پيرا جنگ: چيو وڃي ٿو ته گذريل ساڍن پنج هزار سالن جي انساني تاريخ ۾ اٽڪل 14 هزار پيرا انسان جنگ وڙهندو رهيو آهي. جيڪڏهن حساب لڳائجي ته اهو ٽيندو روزانو ٽي جنگيون. ذري گهٽ انساني تاريخ جو سمورو سفر ئي جنگين جو داستان لڳندو. رڳو ڦرلٽ، ڌاڙا، قتل و غارت گري ئي آهي ٻيو ڪجهه آهي ئي ڪونه شايد! مشهور تاريخ نويس ايڊورڊ گبن لکيو ته ”تاريخ، عام طور تي انسانذات جي فقط ڏوهن، غلطين ۽ بيوقوفين جو کاتو (رڪارڊ) آهي.“[11]

هن وقت به کربين اربين روپيا هٿيارن، بارود ۽ فوجن تي خرچ ڪيا وڃن ٿا، قدرتي وسيلن ۽ انساني محنت جو وڏو حصو هٿيار ناهڻ تي خرچ ٿئي ٿو. ايتريقدر، خطرناڪ ۽ هاڃيڪار هٿيار ۽ بارود تيار ٿي چڪو آهي جو هي ڌرتي شايد چوٿين عالمي تائين قائم ئي نه رهي سگهي. ان حوالي سان البرٽ آئن اسٽائين جهڙي عظيم سائنسدان چيو ته ”آءٌ نٿو ڄاڻان ته ٽين عالمي جنگ ڪهڙن هٿيارن سان وڙهي ويندي پر چوٿين عالمي جنگ لٺين ۽ پٿرن سان وڙهي ويندي.“ اهڙي خطرناڪ صورتحال ۾ جيڪڏهن ڪو انسان سماجي نظام کي بدلائڻ ضروري سمجهي ٿو ۽ جنگ کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ چاهي ٿو ته اُن کي انساني تاريخ ضرور پڙهڻ گهرجي جنهن جي داستان جو هڪ اهم حصو جنگ پئي رهي آهي.

# جنگ جو مقصد

**جنگ ۽ امن جي وچ ۾ لاڳاپو**

انسان پنهنجي ابتدا کان وٺي هن مهل تائين انتهائي خطرناڪ فطري ۽ سماجي مصيبتن، آفتن ۽ مسئلن سان ويڙهه ڪندو اڄوڪي منزل تي پهتو آهي. ان سموري سفر دوران انساني زندگي جي سرگرميءَ جون طرحين طرحين، رنگ برنگي خوبصورت ۽ بدصورت مختلف مظهر ۽ صورتون پيئي رهيون آهن. انهن ۾ فطري ۽ انساني حُسن، سماجي، سياسي ۽ معاشي سرگرميون، اخلاقي قدر، ثقافتي ريتون رسمون، ادب، فن، رقص، شاعري، فلمون، ڊراما، موسيقي، گفتگو، ڏاڙا ڌڪاءَ، چرچا ڀوڳ، پيار محبت، رانديون، ٻوليون، خانداني، قبيلائي ۽ قومي رشتا ناتا، خوشي، غم، خواب ۽ ارادا، علم ۽ سمجهه ۽ ٻيو گهڻو ڪجهه شامل آهي. پر عام تاثر هي آهي تہ فقط جنگ ئي بدصورت ۽ گندي سرگرمي آهي جيڪا انسان کي فقط نقصان ۽ هاڃا رسائي ٿي. توڙي جو اهو خيال دُرست آهي. پر ڪنهن بہ عمل جي سُٺي ۽ خراب هجڻ بابت وقت ۽ حالتون طئي ڪنديون آهن. جنگ بذات خود خراب يا سُٺي شي نہ هوندي آهي اصل ڳالهہ ان جي مقصدن جي هوندي آهي. مثال طور هڪڙو عام ماڻهو جيڪڏهن ڪنهن ٻئي انسان کي قتل ڪري تہ اُن کي ٻيا ماڻهو خوني ۽ قاتل سڏين ٿا پر جيڪڏهن اُهو ساڳيو ماڻهو پنهنجي ملڪ جي سرحد تي گهڻن دشمن کي ماري ٿو تہ اُن کي پنهنجي مُلڪ جا ماڻهو هيرو سڏين ٿا. جيتوڻيڪ، ماڻهو ساڳيو آهي عمل جو اظهار بہ ساڳيو آهي پر فقط مقصد، وقت ۽ حالتون مختلف هُجڻ ڪري هڪڙي کي قاتل ۽ ٻئي کي هيرو سڏيو وڃي ٿو. بهرحال، ائين بہ ناهي تہ رڳو جنگ ئي آهي جنهن ۾ تباهي ٿئي ٿي ۽ ماڻهو مرن ٿا ۽ پُرامن سرگرمي انسانن کي هميشہ فائدو رسائي ٿي. ان حوالي سان اينگلس پنهنجي دوست ڏانهن خط ۾ لکيو تہ ”انساني تاريخ انتهائي سفاڪ ۽ بيرحم آهي، ان پنهنجي ڪاميابيءَ جو سفر، رڳو جنگين ۾ نہ پر پُرامن اقتصادي حالتن ۾ بہ، انساني لاشن جي ڍيرن تان گذري طئي ڪيو آهي.“[12] مثال طور هن وقت پاڪستان ۾ ڪا جنگ تہ ڪانهي، پر هزارين انسان هيپاٽائيٽس سي ۽ بي

وڳهي مري وڃن ٿا. ڪيترائي ٻار پيدائش واري مرحلي ۾ ئي موت جو ڪاچ بڻجن ٿا، آفريڪا ۾ هن وقت بہ لکن جي تعداد ۾ ماڻهو مليريا، بخار ۽ ڪنگهہ سبب مرن ٿا، ڇاڪاڻ تہ اُتي دوائون موجود ناهن. هن وقت بہ لکين انسان اهڙا آهن جن وٽ گذر سفر ۽ ڪائڻ پيئڻ جون بنيادي ضرورتون پوريون ناهن. يورپ ۽ جاپان جا ماڻهو ستر يا اسي سالن تائين زندهہ رهن ٿا، جڏهن تہ ايشيا جي اڪثر ملڪن جي ماڻهن جي زندگيءَ جو ڏيئو چاليهہ يا وڌ ۾ وڌ سٺ سال تائين ٻري ۽ وسامي وڃي ٿو. مطلب تہ انهن ماڻهن جي زندگين جا 20 کان 30 سال ڪيڏانهن وڃن ٿا. اهو عرصو ڪير ڪائي ويو؟ يورپ جا ماڻهو اسي اسي سال زندگي گذارين ٿا تہ پوءِ ايشيا جو ماڻهو جهٽ پٽ ڇو مريو وڃي. آفريڪا ۾ ٻار ڄمن ٿا تہ سندن سيني جا هڏا ظاهر نظر اچن ٿا. آخر ڪار ائين ڇو؟ هي تہ "پرامن اقتصادي دور" آهي، ڪا جنگ ڪانہ پئي ٿئي (سواءِ چند ملڪن ۾ علائقن جي)، ڪي هٿيار ڪونہ پيا استعمال ٿين، تہ پوءِ ماڻهو روز مرن ٿا، ڇو؟ سنڌ ۾ روز ڪارو ڪاري تحت عورتون ماريون وڃن ٿيون، روزانو دهشتگرد عام ماڻهن کي نشانو بڻائين ٿا، ڪيترائي ماڻهو پاڻ ۽ ٻارن ٻچن سميت خودڪشيون بہ ڪن ٿا ۽ روز انسان بک، بدحالي ۽ بيروزگاري سبب مرن پيا. جيڪڏهن اهي سڀ انگ اکر گڏ ڪبا تہ روزانو هزارين انسان بغير ڪنهن گولي لڳڻ جي، بغير ڪنهن هٿيار هلائڻ جي، بغير ڪنهن جنگ ۽ لڙائيءَ جي، "پرامن" حالتن ۾ غيرفطري موت جو ڪاچ بڻجن ٿا. تنهنڪري، اهو تاثر هڪ طرفو آهي تہ فقط جنگ دوران ئي قتل عام ٿئي ٿو، اصل ۾ فرق هي آهي تہ پُرامن حالتن جي ڀيٽ ۾ جنگ دوران وڌيڪ خونريزي ۽ نقصان ٿئي ٿو. پُرامن حالتن دوران ٿيندڙ هاڃن جي پٺيان اهو ظالم طبقاتي نظام آهي جنهنڪري اهي سڀ ڪلوُر ۽ ڪوس ٿين پيا. اهي سڀ غلامداري، جاگيرداري ۽ سرمائيداري نظام جون ٻچڙايون ۽ "ڪرامتون" آهن جو لکين انسان قتل بہ ٿين ۽ انهن مقتولن ۽ سندن وارثن کي اها خبر بہ نٿي پئي تہ ڇا اُهي فطري موت مئا يا ڪين ڪنهن قتل ڪري ڇڏيو؟

نہ خنجر پي ڪوئي ڇينٽ، نہ دامن پي ڪوئي داغ
تم قتل ڪرو هو، ڪي ڪرامات ڪرو هو

ان حوالي سان ڪارل مارڪس لکيو تہ "حقيقت ۾، رت پياڪ (سرمائيداري) تيستين هٿ نہ ڪيندي جيستائين هڪ بہ ڏنورو، هڪ بہ رڳ، ۽ رت جو آخري قطرو بہ،

چوسي نہ ٿي وٺي. انساني ”رت ۽ گوشت“ سندن (سرمائيدارن لاءِ) ”ڏوڪڙ“ آهن. سرمايو، هر پاسي کان پروڙ، مٽي کان پيرن تائين، ڦڙو ڦڙو ٿي ٽمندڙ رت ۽ گند ڪچري سان آيو آهي.“[13]

جيتريقدر جنگ جي مقصد جو تعلق آهي تہ انسان جنگ ڇو ٿو ڪري؟ ان جنگ جو مقصد ڪهڙو آهي؟ ڇا انسان جنگين کانسواءِ نٿو رهي سگهي؟ اُها ڪهڙي شي آهي جيڪا انسان کي جنگ جهڙو خطرناڪ ڪم ڪرڻ تي مجبور ٿي ڪري؟ انسان جي صدين جي سفر ۾ انسان بنيادي طور تي پنهنجي ”وجود جي بقا“ لاءِ وڙهندو رهيو آهي. انسان پنهنجي ابتدا کان وٺي هن مهل تائين موت کان ڊڄندو ۽ نفرت ڪندو ۽ زندگيءَ سان پيار ڪندو رهيو آهي. انهيءَ موت کان بچڻ لاءِ هن ڪيترائي جتن، محنتون ڪيون ۽ ڪشالا ڪٽيا آهن، عقيدا بہ تخليق ڪيا آهن ۽ شاعريون بہ ڪيون. پر هن دنيا ۾ مختصر زندگي جي سفر ۾ هزارين خواب، خواهشون ۽ تمنائون اڻپوريون رهجيو وڃن تنهنڪري انسان زندگيءَ کانپوءِ واري حياتيءَ جا درس بہ ڏنا آهن تہ جيئن فاني انسان کي ازلي ۽ ابدي زندگيءَ ملي سگهي. بهرحال، انسان مرڻ نہ چاهيندو آهي ۽ هُو زنده رهڻ چاهيندو آهي. بُک کي منهن ڏيڻ لاءِ کاڌي جو بندوبست ڪندو رهيو آهي، سج جي گرميءَ کان بچڻ لاءِ گهر ٺاهيندو رهيو آهي، پنهنجو نسل وڌائڻ لاءِ ميل ميلاپ ڪندو رهيو آهي، بيمارين کان بچڻ لاءِ دوائون کائيندو رهيو آهي، اونداهيءَ کان بچڻ لاءِ باھ ۽ روشنيءَ جا ٻيا ذريعا ڪتب آڻيندو رهيو آهي، پيداوار ڪرڻ لاءِ سخت محنت ۽ پورهيو ڪندو رهيو آهي، گڏيل تحفظ لاءِ سماج اڏيندو رهيو آهي، ٻوڏن کان بچڻ لاءِ بند اڏيندو رهيو آهي، پنهنجي ڳالهہ ٻئي تائين پهچائڻ لاءِ ٻوليون ٺاهيندو رهيو آهي، ڏورانهن پنڌن لاءِ گڏھ گاڏا، اُٺ گاڏا، سائيڪلون، ڪارون ۽ جهاز ٺاهيندو رهيو آهي، ۽ انهيءَ زندگيءَ جي ڏکن ۽ تڪليفن کي گهٽائڻ ۽ زندگيءَ کي حسين ۽ خوبصورت بنائڻ لاءِ شاعري، رقص، موسيقي، مصوري، فلمون، ڪهاڻيون، رانديون، ڪچهريون، پيار محبت، سير سياحت، ايجادون ۽ علم ماڻڻ جهڙا ڪم ڪندو رهيو آهي. پر جڏهن اهوئي انسان پنهنجي زندگيءَ کي خطري ۾ ڏسندو آهي ۽ موت کي پاڻ مٿان لامارا ڏيندي ڏسندو آهي تہ نہ صرف فطرت جي انڌين قوتن سان مهاڏو اٽڪائيندو آهي پر جانورن سميت پاڻ کي ۽ پاڻ جهڙن ٻين انسانن کي بہ ماري ڇڏيندو آهي. زندگي انسان توڙي جانورن کي بہ پياري هوندي آهي. انسان جون سموريون سياسي، معاشي، ثقافتي سرگرميون پاڻ کي زنده رکڻ ۽ پوءِ خوش

رهڻ، لطف ماڻڻ، علم حاصل ڪرڻ، چڱائي ڪرڻ، مطلب تہ فقط زندهہ رهڻ نہ پر سٺي زندگي گهارڻ لاءِ ڪندو رهيو آهي. پر بربريت واري دور مان تهذيب واري دور ۾ داخل ٿيڻ وارو عمل ايترو آسان نہ هو. (ءِ ڪٿي ڪٿي اڃاتائين انسان پنهنجي بربريت مان جان نہ ڇڏائي سگهيو آهي.) جيئن هڪ نئين انسان جي پيدائش هڪ تڪليف ڏيندڙ عمل هوندو آهي، تيئن بربريت مان تهذيب جو ڦٽڻ اذيت ناڪ عمل پئي رهيو آهي جنهن لاءِ اڄان تائين انسان جاکوڙ ۽ ڪوشش ۾ مصروف آهي. هزارين سالن جي تهذيب جي سفر ڪانپوءِ بہ انسان جنگيون ڪري رهيو آهي. پر جتي جنگين ۾ انسانن هٿان بين لکين ڪروڙين انسانن جو قتل عام ٿيو آهي، اُتي ئي جائز ۽ منصفاڻين جنگين ذريعي مظلوم ۽ مهذب انسان، ظالم ۽ بالادست وحشي صفت انسانن کان پاڻ کي بچائيندا بہ رهيا آهن. جنگ بنيادي طور تي (جائز ۽ ناجائز) ”وجود جي بقا“ ۽ باشعور، حسين ۽ خوشگوار باهمي بقا لاءِ ٿيندڙ هزارين سرگرمين مان فقط هڪ سرگرمي جي صورت آهي.

انسان صدين کان جنگ ڪندو پيو اچي. جنگ انسان کي موت سان اکيون اکين ۾ ملائڻ سيکاري ٿي. جنگ جو علم انسان کي جرائت، همٿ ۽ بهادريءَ جي گٿن جي تعليم ڏئي ٿو. جنگ جو علم انسان کي انتظام، بندوبست، تنظيم ۽ رٿابنديءَ جهڙن اهم عنصرن بابت نوس ۽ ٺُز سکيا ڏئي ٿو. جنگ انسان کي پُرامن زندگي جي اهميت جو احساس ڏياري ٿي. جنگ جي تاريخ جو علم ماڻهو ۾ شانتي ۽ امن جو قدر ڪرڻ سيکاري ٿو. جنگ جو علم انسان کي انتهائي ۽ آخري حدن تائين وڃڻ، وڙهڻ ۽ سوچڻ جي صلاحيت پيدا ڪري ٿو. جنگ انسان ۾ سهپ، بردباري ۽ برداشت جو بہ درس ڏئي ٿي. پر ڪجهہ بہ هجي جنگ هڪ بڇڙي سرگرمي آهي جيڪا انسانن هٿان انسانن جو قتل عام ڪرائي ٿي. پر جهڙي طرح هن ڪائنات، سماج ۽ انساني سوچ ۾ ڪابہ شي حتمي، آخري ۽ قطعي نہ ٿيندي آهي ساڳئي طرح جنگ بہ قطعي ۽ حتمي طور تي، هر هنڌ ۽ هر حالت ۾ بڇڙي سرگرمي ناهي. اهم ڳالهہ جنگ نہ آهي پر جنگ جا مقصد (وقت ۽ حالتون) آهن جيڪي ان جي جائز ۽ ناجائز هجڻ جو تعين ڪن ٿا.

قبضو ڪرڻ ۽ قبضو ڇڏائڻ، غلام بنائڻ ۽ آزادي وٺڻ، ڦرلٽ ڪرڻ ۽ پنهنجي گڏيل ملڪيتن جو تحفظ ڪرڻ، پنهنجا خيال ٻين تي مڙهڻ ۽ انسان دشمن نظرين سان ويڙهہ ڪرڻ ۽ بدلي وٺڻ سميت جنگ جا ڪيترائي جائز ۽ ناجائز

مقصد پئي رهيا آهن. پر ٿلهي ليکي خالص جنگ جي حڪمت عمليءَ جو مقصد "دشمن کي بي هٿيار ڪري، زخمي ڪري يا نقصان ڏيئي، يا وري ان کي بلڪل ختم ڪري، آڻ مڃائڻ ۽ پنهنجي مرضي مڃائڻ هوندو آهي." ان مرضي جو تعين فوجي جنرل نه ڪندا آهن پر حڪومتون ڪنديون آهن.
جيڪي به جنگي نظريدان ۽ جنرل رهيا آهن اُهي جنگ کي ڪن مفادن جي حاصلات جو ذريعو سمجهندا رهيا آهن. پر جنگي علم جي ماهر مائوزيتنگ لکيو ته "جنگ جو مقصد، بذات خود، جنگ جو خاتمو آڻڻ آهي." "جنگ، انسانن جي وچ ۾ باهمي ڪوس جو پوت آهي، جيڪو آخرڪار انساني معاشري جي ترقيءَ ذريعي ختم ڪيو ويندو ۽ اهو مستقبل تمام گهڻو پري ناهي." "پر اُن کي ختم ڪرڻ جو فقط هڪڙو طريقو آهي ۽ اهو آهي ته جنگ جي مخالفت جنگ سان ڪرڻ، انقلاب دشمن جنگ جي مخالفت انقلابي جنگ سان، قومي انقلاب دشمن جنگ جي مخالفت قومي انقلابي جنگ سان ۽ انقلاب دشمن طبقاتي جنگ جي مخالفت انقلابي طبقاتي جنگ سان ڪجي." "تاريخ فقط ٻن قسمن جي جنگين جي ڄاڻ ڏئي ٿي، جائز ۽ ناجائز. اسين جائز جنگين جي حمايت ڪريون ٿا ۽ ناجائز جنگين جي مخالفت ڪريون ٿا." "انقلابي جنگ جي قانونن بابت اسانجو مطالعو ان خواهش مان ڦٽي نڪتو آهي ته سمورين جنگين جو خاتمو آڻجي." "اسان ڪميونسٽن ۽ سمورن استحصالي طبقن جي وچ ۾ اهوئي فرق آهي."[14]

**عام جنگ بابت مختلف نظريا**

دنيا جي تاريخ ۾ جيڪي به جنگيون ٿيون آهن، ۽ اُنهن جنگين ۾ هزارين ۽ لکين انسان پاڻ جهڙن ٻين لکين انسانن جو قتل ڪندا رهيا آهن پر اهو تڏهن ئي ممڪن آهي جڏهن انهن ماڻهن وٽ ڪي نه ڪي حقيقي ۽ هٿرادو نظرياتي جواز هجن. جيڪي انسان جي ذهن ۽ ضمير کي ڪوڙو ۽ سچو اطمينان ڏين ۽ ان کي ان حد تائين تيار ڪن ته هُو پنهنجي دشمنن ۽ پاڻ جهڙن ٻين انسانن جو قتل ڪري. جنگ ڇو ٿي ٿئي؟ ان حوالي سان ڪيترائي نظريا پيش ڪيا ويا آهن. جن مان ڪجھ هيٺ بيان ڪجن ٿا:

(1) مذهبي نظريو: ان نظريي مطابق جنگيون بُراين جو نتيجو هُجن ٿيون. مافوق الفطرت قوت انسانن طرفان غلط ڪم ڪرڻ سبب ڪين جنگ و جدل جي صورت ۾ سزا ڏيندي آهي. عام طور تي مذهبي جنگ جا ظاهري سبب مذهبي اختلاف پيش ڪيا ويندا آهن جيڪي انهن جنگين ۾ شامل سپاهين کي

"اخلاقي جواز" مهيا ڪري ڏيندا آهن پر اهڙا خيال ۽ نظريا ته انهن جنگين جا فقط نظرياتي هٿيار هجن ٿا. اصل ۾ انهن جي تهه ۾ معاشي مفاد هوندا آهن. نظرياتي جدوجهد معاشي مفادن جي اظهار جي هڪ صورت هوندي آهي اها بذات خود ڪا الڳ شي ناهي. مثال طور گنريل ڏهاڪي کان آمريڪا ۽ افغانستان ۽ عراق جي وچ ۾ جنگ هلي ٿي پئي. جنهن لاءِ ڪجهه ماڻهن طرفان چيو وڃي ٿو ته اها عيسائين ۽ مسلمانن جي وچ ۾ جنگ آهي. ظاهري طور تي بلڪل ائين آهي پر ڇا آمريڪا عراق ۽ افغانستان مان سڀ مذهبي جايون ڊهرائي ڇڏيون آهن؟ ڇا آمريڪا عراق مان سمورا مقدس ڪتاب ڪٺائي ڇڏيا آهن؟ ڇا آمريڪا عراق ۾ مذهبي رسمون ادا ڪرڻ تي پابندي وجهي ڇڏي آهي؟ نه ائين ناهي. اصل ۾ (آمريڪي عيسائي نه پر) آمريڪي سامراج عراق ۾ (اسلام نه پر) تيل جي ذخيرن تي قبضو ڪرڻ چاهي ٿو. پوءِ جيڪڏهن ان قسم جي مفادن (قبضي) آڏو اسلام يا عيسائيت رڪاوٽ ٿين ٿا ته پوءِ سامراج انهن کي بي اثر ڪرڻ يا ختم ڪرڻ لاءِ ويڙهه به ڪندو ۽ هيئنر ڪري به ٿو.

(2) حياتياتي نسلي نظريو: ان نظريي مطابق انسان فطرت جو جاندار حصو آهي ۽ فطرت "جيڪو ڏاڍو سو گابو" واري اصول تي عمل ڪري ٿي. دنيا جي تاريخ برتر ۽ ڪمترن نسلن جي وچ ۾ ٽڪر ۽ جهيڙي جو داستان آهي. اهو نظريو انسانذات کي ڪمتر ۽ برتر نسلن ۾ فرق جو درس ڏئي ٿو. ان نظريي جي خالقن مطابق نسلن ۾ ٿيندڙ ويڙهه تاريخ جي ڌڪيندڙ قوت آهي. انساني تاريخ جنگين، لڙائين، ڦرلٽ، فتحن جو داستان آهي. مطلب انسان پيدائشي طور تي تشدد ڪرڻ بئي تي غالب پوڻ جي خاصيتن جو مالڪ هجي ٿو.

حقيقت ۾ حياتيات (Biology) جي سائنس ثابت ڪيو آهي ته ڪو به نسل ڪنهن بئي نسل کان فطري طور تي برتر ناهي. سمورن انسانن ۾ رت، رڳون، دل، ڦڦڙ، مغز، چمڙي ۽ گوشت وغيره ساڳيا آهن باقي چمڙي جي رنگ ۽ قد بت ۾ فرق سان انسان جي سماجي ۽ معاشي حيثيت ۾ فرق نه ٿو پوي. سماجي حيثيت ۾ فرق فطري ناهي. جانورن ۾ ٿيندڙ ويڙهه بنيادي طور تي حياتياتي قانونن جي بنياد تي ٿيندي آهي. جيڪي قانون انڌا هوندا آهن جڏهن ته انسان فطرت جي قانونن جي تاريخي ۽ گڏيل سمجهه رکي ٿو جنهن بنياد تي فطرت جي صورت کي بدلائي سگهي ٿو.

(3) مالٿس جو نظريي مطابق آبادي وڌڻ ۽ پيداوار گهٽجڻ سبب دنيا ۾ جنگيون لڳن ٿيون. ان سبب ئي بُک، بيماريون ڦهلجن ٿيون. مالٿس وٽ دنيا جي

سمورن مسئلن جو حل اهو آهي آباديءَ کي ڪنهن بہ طرح گهٽايو وڃي. مالٿس چيو تہ دنيا جي جيڪي مسئلا، مصيبتون، بک، بدحاليون، عذاب، ظلم ۽ جبر آهي ان جو بنيادي سبب آبادي جو وڌڻ ۽ گهٽجڻ آهي. شيون پيدا گهٽ ٿين ۽ خرچ گهڻيون ٿين ٿيون ڇاڪاڻ تہ انساني آبادي وڌندي رهي ٿي جڏهن تہ پيداوار ساڳي رهي ٿي. مثال طور: اڳ ۾ ڪجهہ ڪروڙ آبادي هئي ۽ هاڻي 7 ارب کان وڌيڪ آبادي آهي پر پوک لائق زمين تہ ساڳي جا ساڳي رهي. اها تہ ڪانہ وڌي. مطلب تہ وات گهڻا آهن ۽ کاڌ خوراڪ گهٽ آهي جنهن ڪري دنيا ۾ جنگيون، بک، بدحالي ۽ ڦڏا فساد ٿين ٿا.

(4) ڪٽر قومپرست نظريي مطابق ڪنهن علائقي جي آبادي پنهنجي ملڪ ۽ وطن جي دفاع لاءِ ويڙهہ ڪري ٿي ۽ قومي بيعزتي يا توهين جي صورت ۾ ٻين ملڪن تي بہ حملا ڪري ٿي.

(5) جاگرافيائي ۽ سياسي لالچن سبب هڪڙا حڪمران پنهنجين پاڙيسري رياستن تي قبضا ڪرڻ لاءِ جنگيون ڪن ٿا.

(6) تشدد ۽ طاقت جو نظريو: سمورا سرمائيدار نظريا چون ٿا تہ تشدد تاريخ ۾ فيصلاڪن ڪردار ادا ڪيو آهي. جنگ تاريخ جي ڦيٿي کي ڌڪيندڙ قوت آهي. سمورن سماجي واقعن ۾ تشدد بنيادي عنصر آهي. ايتريقدر، هنن جي دعوىٰ آهي تہ انساني تاريخ جو سمورو سفر، ڪن سماجي واڌاري جي قانونن واري عمل سان نہ، پر جنگي جهيڙن سان طئي ٿيو آهي. تاريخ جنگين، قبضن، ڦرلٽ، مهمن ۽ لڙائين، فوجي جنرلن ۽ فاتحن، بادشاهن ۽ شهنشاهن جو داستان آهي. نطشي پڻ ان قسم جي فلسفي جو پرچار ڪيو جيڪو اڳتي هلي فاشزم جو بنياد بڻيو. اسپنگلر جو خيال هو تہ "جنگ اعلىٰ انسانذات جي دائمي صورت آهي." ڊبليو. پچ جي خيال مطابق "سمورين عظيم تهذيبن جنگين منجهان جنم ورتو آهي."

انسان جي تاريخي سفر ۾ طاقت جو ڪهڙو ڪردار رهيو آهي؟ ان سوال جي جواب ۾ اينگلس لکيو تہ "ڪجهہ ماڻهو چون ٿا تہ ملڪيت جو بنياد طاقت آهي. اصل ۾، ڪو ڦورو ڪنهن ٻئي جي ملڪيت تي تڏهن ئي قبضو ڪري سگهندو جڏهن ان کان اڳ ۾ ذاتي ملڪيت جو وجود هجي. (ڪا شي هوندي تہ ان تي قبضو بہ ٿيندو پر جي هوندي ئي ڪانہ تہ قبضو ڪيئن ٿيندو!) ائين ٿي سگهي ٿو تہ طاقت ڪنهن جي ملڪيت کي ٻئي جي قبضي ۾ ڏياري سگهي ٿي پر اها ملڪيت تخليق نٿي ڪري سگهي. خود هٿيار بہ اوزار آهن پر انهن

اوزارن کي تخليق ڪرڻ ۾ انهن کي اها شڪل ڏيڻ لاءِ ڀرپائين پورهيو گهرجي ٿو جيڪو هڪ پورهيت ڪري ٿو."[15] "مختصر هي ته، هر هنڌ ۾ هميشه اقتصادي حالتون ۾ طاقت جا اوزار ئي هوندا آهن جيڪي فتح حاصل ڪرڻ ۾ "طاقت" جي مدد ڪن ٿا ۽ جن کانسواءِ طاقت طاقت نه رهندي."

جيتوڙيڪ، جنگ بابت سرمائيدار نظريا هڪٻئي کان مختلف آهن پر انهن سيني ۾ هڪڙي شي ساڳي آهي، ته اُهي سڀ سامراجي جنگ کي جائز قرار ڏين ٿا. جنگ کي خيال پرستي، عقيدن ۾ مافوق الفطرت قوتن سان ڳنڍين ٿا ۽ جنگ کي دائمي ۽ اٽلر شي سمجهن ٿا. جنگ (سُني هجي يا خراب) هي ان کي فطري طاقت سمجهن ٿا. حقيقت ۾، سماجي تاريخ جو رستو، جنگ يا تشدد سان نه پر معروضي سماجي قانون طئي ڪن ٿا. سامراجي انهن قانونن کي بندوقن ۾ بمن سان ختم نٿا ڪري سگهن. تشدد ڪڏهن به مقصد نه رهيو آهي پر مقصد تائين پهچڻ جو ذريعو پئي رهيو آهي.

ان حوالي سان دنيا جي عظيم سائنسدان ارسطو لکيو ته "اسين جنگ ان لاءِ ڪريون ٿا ته جيئن امُن سان رهي سگهون."[16] جنرل رسل اي ڊگورٽي چيو ته "معاملو جنگ ۾ امن جو ناهي، پر اهم ڳالهه هي آهي ته اسان پنهنجي آزاديءَ کي بهترين نموني ڪيئن ٿا بچائي سگهون." رابرٽ اي هينلن چيو ته جنگ جو مقصد حڪومت جي فيصلن جي طاقت ذريعي حمايت ڪرڻ آهي. جنگ مرڻ مارڻ لاءِ نه ڪئي ويندي آهي پر جنگ هڪ منظم ۽ بامقصد پرتشدد ويڙهه آهي. انقلابي جنگ جي عظيم سائنسدان مائوزيتنگ لکيو ته "جنگ جو مقصد امُن قائم ڪرڻ آهي." ٿامس جيفرسن چيو ته "محب وطن ماڻهن کي پنهنجي رت سان آزاديءَ جي وڻ کي وقت بوقت تازو ۽ توانو ڪرڻو پوي ٿو." ڪينيڊي چيو ته "يا ته انسانذات جنگ جو خاتمو آڻي نه ته جنگ انسانذات جو خاتمو آڻي ڇڏيندي." جديد عام جنگ جي عظيم نظريدان ڪلازيوٽز لکيو ته "جنگ هٿياربند ذريعن سان سياست جو تسلسل آهي. جنگ عظيم مفادن جي وچ ۾ ٽڪراءُ آهي جنهن جو نبيرو خونريزيءَ سان ٿئي ٿو."

ڪارل مارڪس ٻڌايو ته انساني سماجي تاريخ طبقاتي جدوجهد جي تاريخ آهي. جڏهن کان ذاتي ملڪيت وجود ۾ آئي تڏهن کان پورهيي جي ورڇ شروع ٿي. جنهن معاشري کي هڪٻئي جي مخالف طبقن ۾ ورهائي ڇڏيو. ان ڪانپوءِ مٿيون طبقو پنهنجي ڦرلٽ ۾ بالادستي کي قائم رکڻ لاءِ هيٺين طبقي کي ڦريندو، دٻائيندو ۽ ايتريقدر جو ماريندو به رهيو آهي. ان جي ردعمل ۾، هيٺيان طبقا

پنهنجو بچاءُ ڪرڻ لاءِ مٿين طبقن سان وڙهندا رهيا آهن. نتيجي طور دنيا جي تاريخ ۾ سماجي تبديليون ۽ انقلاب ايندا رهيا آهن. انهن طبقن جي وچ ۾ ٽيندڙ ويڙهه ۽ ڇڪتاڻ تاريخ جي ڦيٿي کي ڌڪيندي آهي. اها ويڙهه ۽ ڇڪتاڻ ڪڏهن پرامن صورت ۾، ته ڪڏهن جنگ جهڙي پرتشدد صورت ۾ ٿيندي رهي آهي.

مارڪسزم موجب طبقاتي معاشري ۾ جنگ سماجي واڌاري جي دشمناڻن تضادن کي حل ڪرڻ جو ذريعو هجي ٿي. اڳاٽي زماني ۾ هٿياربند جهيڙا ۽ ٽڪراءُ ٿيندا هئا پر انهن کي جنگ نٿو چئي سگهجي. انهن ٽڪرائن جو مقصد ٻئي قبيلي کي مڪمل طور تي تباهه ڪري ڇڏڻ هوندو هو. پر ان مهل تائين اهڙي سماجي قوت جيڪا پنهنجن سياسي ۽ اقتصادي مفادن کي حاصل ڪرڻ لاءِ جنگ کي منظم ڪري ۽ ان جو انتظام ڪري، اُها نه هئي ۽ ان لاءِ هٿياربند ماڻهن جي خاص تنظيم به نه هئي. جنگ، هڪ سماجي سياسي لقاءَ طور غلامداري نظام جي پيدا ٿيڻ سان ظاهر ٿي.

سياست، رياستي نظام کي حاصل ڪري ان کي مضبوط ۽ قائم رکڻ لاءِ يا ان کي ختم ڪرڻ لاءِ، طبقن جي جدوجهد آهي. سياست اقتصاديات جي عموميت ۽ ان جو مرڪوز (concentrated) اظهار آهي. تنهنڪري، سياست مختلف سماجي قوتن جي جهيڙن، طبقن، رياستن ۽ بين الاقوامي اتحادن جي جدوجهدن ۾ مکيه ڪردار ادا ڪري ٿي. پر سمورن هٿياربند جهيڙن کي جنگ نٿو چئي سگهجي، سياسي مقصدن ڪانسواءِ ٿيندڙ جهيڙن کي ويڙهه چئي سگهجي ٿو. طبقن ۽ رياستن جا سياسي مفاد جنگ جي مقصدن جو تعين ڪن ٿا جڏهن ته هٿياربند جدوجهد انهن کي حاصل ڪرڻ جو ذريعو هجي ٿي. جنگ ٻين (پرتشدد هٿياربند) ذريعن سان مختلف طبقن ۽ رياستن جي سياست جو تسلسل آهي. جنگ جدوجهد جي هڪ خاص صورت آهي. اها ساڳئي جدوجهد پرامن دور ۾ به ٿئي ٿي پر ان جا ذريعا پرتشدد (هٿيار) نٿا هجن. مارڪسي نظريي موجب "نوس تاريخي حالتن ۾، جنگ، هٿياربند طريقن سان، هڪ رياست، يا طبقي، جي پاليسين جو تسلسل آهي."[17]

# جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ واڌارا

**يوريشيا: جنگ جو ميدان**

جيتريقدر، جنگ، ويڙهه ۽ لڙائي جي ابتدا جو تعلق آهي تہ انسان جي انسان سان لڙائيءَ جي شروعات ذاتي ملڪيت ۽ پورهيي ۽ اجوري جي غيرمنصفاڻي ورڇ سان ٿي. باقي فطرت سان انسان جي ويڙهہ جي ابتدا تہ انسان جي پيدائش کان جاري رهندي پئي اچي. ان ويڙهہ ۾ انسان بين انسانن، جانورن، قدرتي آفتن، اوندهہ، بُک ۽ بين فطري مصيبتن سان اجاتائين ويڙهہ ڪندو پيو اچي. اينگلس لکيو تہ "اها حقيقت آهي تہ انسان وحشي جيوت مان نڪتو آهي. نتيجي طور، پنهنجو پاڻ کي ان بربريت مان ڪيڻ لاءِ کيس وحشياڻا ۽ ظالماڻا ذريعا ئي استعمال ڪرڻا پوندا."[18]

دنيا جي موجوده نقشي تي نظر ڦيرائي ڏسبي تہ سوين ننڍا وڏا رنگ برنگي ٽڪرا (مُلڪ) نظر ايندا جيڪي مختلف ملڪن جي سرحدن جي نشاندهي ڪن ٿا. پر دنيا جي موجوده جديد نقشي جي تاريخ فقط پنجاهہ يا سوءُ سال پراڻي آهي. ڇاڪاڻ تہ اج کان سٺ يا سوءُ سال اڳ دنيا جا اڪثر ملڪ، چند سامراجي قوتن (برطانيہ، فرانس، جرمني، اٽلي، روس، آسٽريا، ترڪي) جي قبضي هيٺ هئا ۽ دنيا جي گولي تي سندن نقشا اهڙا نہ هئا جيڪي هن وقت نظر اچن ٿا. بهرحال، موجوده دنيا جي نقشي کي اها صورت وٺڻ ۾ هزارين سالن جو سفر ڪرڻو پيو آهي، ۽ ان سموري سفر دوران ڪيترائي ڀيرا دنيا جي مختلف ملڪن جون سرحدون تبديل ٿينديون رهيون آهن، ڪيترين ئي سلطنتون ڊهنديون ۽ نيون ٺهنديون رهيون آهن.

دنيا ۾ گهڻي کان گهڻيون جنگيون جنهن پٽ (ميدان) ۾ ٿيون آهن اُن کي يوروشيا (يورپ ۽ ايشيا جا علائقا) سڏيو وڃي ٿو. پورا بہ هزار (400 ق م کان 1400ع) سالن تائين جنگيون ان خطي ۾ ٿيون آهن. اُن پٽ ۾ ٿورو حصو آفريڪا (ڪارٿيج ۽ مصر) جو بہ آهي. دنيا جي ان حصي ۾ انسان پورا بہ هزار سال وڙهيو آهي پر ان سموري پٽ تي مخلتف دورن ۾ مکيہ طور تي ٽي وڏا جنگي

حملا ۽ ڪاهون ٿيون آهن، پر اهي ٿئي ڪاهون مختلف هنڌن تان نہ پر ڪنهن هڪ هنڌان ٿيون آهن اُهو اڄ جي دنيا جي نقشي ۾ وچ ايشيا جو علائقو سڏجي ٿو.




دنيا جو نقشو

پهريائين اوارس (Avars)، پوءِ هُن (Huns)، ٿيان ترڪ (Turks) ۽ منگول هيا جن مختلف دورن ۾ مختلف رخن (ايشيا، يورپ وغيرہ) ۾ ڪاهون ڪيون چوٿين صدي قبل مسيح کان چوڏهين عيسوي صديءَ تائين يوريشيا جي ميدان ۾ خانہ بدوش ۽ مستقل رهائش پذير ماڻهن جي وچ ۾ دشمنانا تضاد پئي رهيا آهن. اسڪاٿين، هُن، اوارس، مگيارس، ترڪ ۽ منگول، پنهنجي جنگي گهوڙن تي سوار ٿي پوري يوريشيا جي علائقي ۾ ڦرندا رهيا آهن حقيقت ۾، مرڪزي ايشيا جي ميداني علائقن جا رهواسي مرحليوار اٽڪل ٻن هزار سالن تائين ڪاهون ڪندا رهيا آهن ساڳئي طرح، وري عرب خانہ بدوشن پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي جيڪي هڪ صديءَ اندر اسپين، شام، ايران، مصر، مغيرب، ۽ هندستان جي هماليا جبل تائين پهتا انين صدي عيسوي کان ويندي سترهوين صديءَ تائين ايشيا ۽ آفريڪا جي مختلف علائقن ۾ سلطنتون قائم ڪيائون."

تنهن کان علاوه دنيا ۾ ٿيل جنگين ۽ فتحن جي نقشن تي نظر وجهنداسين ته ايران طرفان يونان (يورپي ملڪ) سان لڙائين جو داستان ملندو ان کانپوءِ وري مقدونيا (يورپ) جي سڪندر ايشيا تي ڪاهون ڪيون بعد ۾ عربن جي حملن جا نشان نظر ايندا جن فقط ڏهن سالن جي عرصي اندر 640ع ۽ بيو 650ع ۾ يعني مسلمانن وچ جي تيزي وانگر فقط ڏهن سالن جي عرصي ۾ دنيا جي وڏي حصي کي فتح ڪري ورتو 12 صدي ۾ منگول حملي آور چنگيز خان، هلاڪو خان، تيمور لنگڙو، قبلائي خان، بابر وغيره جي اڪوائي ۾ ايشيا ۽ يورپ جي مختلف ملڪن تي ڪاهي آيا. جيڪي وچ يورپ تائين پهچي ويا هئا هوڏانهن چين، هندستان ۽ عرب علائقن تائين هنن فتحون حاصل ڪيون. منگولن سڪندر کانپوءِ دنيا جي وڏي ۾ وڏي سلطنت کي جنم ڏنو. سڪندر جي ناهيل سلطنت جلد ٽٽي وئي پر عربن جي سلطنت ان کان وڏيڪ جٽادار ثابت ٿي يورپ منگولن جي هٿان فتح ٿي چڪو هجي ها ۽ هن وقت يورپ جو نقشو ٻيو هجي ها جيڪڏهن چنگيز خان جو پٽ نه مري وڃي ها مسلمان ڪجهه عرصي اندر ڏسندي ڏسندي دنيا جي وڏي حصي، ايران، هندستان، چين، انڊونيشيا، آفريڪا وغيره تائين پکڙجي ويا ان سموري عرصي ۾ مسلمانن جون ٽي وڏيون سلطنتون به وجود ۾ آيون. عثمانيه سلطنت، مغل سلطنت ۽ ترڪ سلطنت 1453ع ۾ مسلمانن قسطنطنيه تي قبضو ڪري يورپ جي واپار ۽ تجارت جا رستا بند ڪري ڇڏيا

17/16 هين صدي ۾، يورپ ۾ پهريون ڀيرو فرانس وٽ ڪا وڏي منظم فوج پيدا ٿي (جيڪا اٽڪل 3/2 لک سپاهين تي مشتمل هئي ، چاڪاڻ ته اُن کان اڳ يورپ ۾ اڪثر ڪري ياڙي جون فوجون هونديون هيون پر ان جي بلڪل ابتڙ، ايشيا ۾ ڪيترين صديون اڳ ٿي ٿي چار چار لک فوجون هونديون هيون ڪارل مارڪس ان جا سبب ڄاڻائيندي لکيو ته جيتوڻيڪ ايشيا جي پيٽ ۾ يورپ تمام ننڍو خطو آهي، پر يورپ اندر بارشون مسلسل پونديون رهن ٿيون ايشيا هڪ ته تمام وڏو خطو آهي ۽ اهم ڳالهه ته هتي بارشون تمام گهٽ پونديون هيون، ۽ جيئن ته ماڻهو جي گذرسفر جو ذريعو زراعت رهيو آهي تنهنڪري هتان جو ماڻهو پوک ڪرڻ لاءِ هٿرادو آبپاشي سرشتي تي ڀاڙڻ تي مجبور هو جيئن ته هتي دريا وڏا آهن ۽ برساتون گهٽ پون ٿيون تنهنڪري هتي ڪينال ۽ بئراج سرشتو ۽ وڏن دريائن جي سنڀال ۽ انتظام لاءِ وڏين

رياستن ۽ وڏين سلطنتن جنم ورتو. دنيا جي پهرين وڏي سلطنت ايراني سلطنت خود ايشيا ۾ هئي، گذريل 25 سو سالن جي تاريخ ۾ ڪيترين ئي سلطنتن جنم ورتو (جڏهن تہ يورپ ۾ وڏي ۾ وڏي سلطنت رومي سلطنت هئي هوئن بہ يورپ ننڍو خطو هو ان ڪري اهو ممڪن بہ نہ هو.) اهڙي ريت ايڏن وڏن علائقن تي حڪومتون ڪرڻ ۽ انهن جي تحفظ ۽ ڦرلٽ ڪرڻ لاءِ وڏين فوجن جنم ورتو."[20]

جڏهن مسلمان فوجن قسطنطنيہ تي قبضو ڪري يورپ جا رستا بند ڪري ڇڏيا، تنهن ڪانپوءِ دنيا جي نقشي ۾ وڏيون تبديلون آيون. يورپي قومون (پورچوگيز، اسپيني، ڊچ، انگريز، فرانسسي وغيره) نون علائقن جي ڳولا ۾ نڪري پيون. ڏسندي ڏسندي پوري دنيا کي وڪوڙي ويون. هڪڙي پاسي هندستان تائين وڃي پهتيون تہ ٻئي پاسي آمريڪا ۾ وڃي لٿيون. ائين گذريل 5 سو سالن کان يورپي ۽ آمريڪي پوري دنيا تي حاڪميت ڪندا رهيا آهن. پر تاريخ جو ڦيرو وري الٽو ٿيڻ شروع ٿيو آهي. صدين کان سُتل ايشيا گذريل ڇهن ڏهاڪن کان اٿڻ شروع ڪيو آهي.

ان سموري جنگ جي عملي تاريخ ۾ جنگ جي سائنس ۽ فن جو واڌارو مختلف مرحلا طئي ڪندو اڄي هاڻوڪي صورت ۾ پهتو آهي. جيڪو هن وقت هڪ وڏو ۽ اهم علم آهي. مختلف دورن ۽ علائقن ۾ جنگ جي سائنس جون حڪمت عمليون، تدبيرون، اٽڪلون ۽ طريقا مختلف پئي رهيا آهن. جن ۾ مکيہ طور تي چين، عربستان، هندستان ۽ يورپ جي ڪجھ علائقن جو وڏو ۽ اهم ڪردار پئي رهيو آهي. جنگي علم جي ابتدا ڪڏهن کان ٿي اهو معلوم ڪرڻ انتهائي ڏکيو آهي. چاڪاڻ تہ جنگ انساني سرگرمين جي آڳاٽين سرگرمين مان هڪ آهي، ۽ لکڻ جي ايجاد کان بہ گهڻو اڳ جنگيون ڪيون وينديون هيون، جنهن جي ڄاڻ لوڪ گيتن ۽ قصن ڪهاڻين مان ملي ٿي. ڪيترن ئي قبيلن ۾ جنگي گيت اڄاتائين ڳايا وڃن ٿا. اهو سلسلو اڳتي هلي، گلگاميش جي جنگي داستان (Gilgamesh Epic)، هومر جي گيتن ۽ مهاڀارت جي منظم لکڻين جي صورت ۾ ابتدائي طور تي ظاهر ٿيو. بهرحال، گيت ڪيترائي اتساهيندڙ ۽ توانائي سان ڀرپور ڇو نہ هجن پر اهي جنگي نظريي جو متبادل نہ ٿا ٿي سگهن. نثري صورت ۾ انفرادي مهمن ۽ لڙائين جو ذڪر مصري، عراقي ۽ اسرين نوادرات (monuments) تي اُڪريل آهي. جڏهن تہ چين ۾ جنگ جي موضوع تي منظم لکڻين ترقي ڪئي. ايشيا جي جنگي تاريخ ۾

جن جنرلن ۽ نظريدانن اهم ڪردار ادا ڪيو انهن ۾ سن زو، چندرگپت موريا، ڪوتليه چانڪيه، اشوڪ، حضرت عمر، خالد بن وليد، صلاح الدين ايوبي، چنگيز خان، اڪبر، سليمان، مصطفیٰ ڪمال، چيانگ ڪائي شيڪ، مائوزيتنگ، لن پيائو، ڪم ال سنگ، اسورڪو ياماموتو، گياپ ۽ ٻيا شامل آهن. ايشيا جي مختلف علائقائي جنگي ثقافتن (Military Strategic Cultures) جو مختصر حال احوال هيٺ بيان ڪجي ٿو.

جيتوڻيڪ، ايشيا ڪيترن معاملن ۾ يورپ کان اڳتي رهيو آهي، پر هن وقت ايشيائي معاشري جي تصوير ڪشي اهڙي ڪئي وڃي ٿي جو ان کي نيشنل جيوگرافي جي پروگرامن ۾ جاءِ ملي ٿي. جنهن مان اهو تاثر ملي ٿو تہ شايد ايشيا هميشہ کان ”غيرمهذب“ ۽ ”وحشي“ پئي رهيو آهي. اصل ۾، گذريل پنج صدين کان يورپي ۽ آمريڪي سامراج، ايشيا کي چاڙهي واڙهي پنتي پئي رکيو آهي. ساڳي صورتحال جنگ جي فن سان بہ آهي. جيئن تہ گذريل پنج صدين کان، مالي، سياسي، ثقافتي ۽ فوجي حوالي سان يورپ جو غلبو رهيو آهي. تنهنڪري، دنيا بابت پيش ٿيل نظريا، ۽ ان بابت جيڪا تاريخ لکي وڃي ٿي، ۽ جيڪو ڪجھ ٻڌايو وڃي ٿو، اهو پڻ اولهہ (يورپي ۽ آمريڪي تهذيب) جي چشمي سان ڏٺو، لکيو ۽ ڏيکاريو وڃي ٿو. جنهن علم ۽ ثقافت کي اولهہ ۾ مڃتا مليل هُجي ٿي انهن کي ئي عظيم خيال ۽ نظريا تصور ڪيو وڃي ٿو. جنگ جي فن ۽ جنگ جي عملي صورت ۾ ايشيا يورپ کان تمام گهٽو متاثهون رهيو آهي. پوري تاريخ پڙهي ڏسو يورپ پوري تاريخ ۾ ايشيا تي وقت ۾ وقت بہ پيرا وڌيون ڪاهون ڪيون ۽ ان ۾ ڪاميابيون ماڻيون، باقي ڪل خير! يورپ جيڪو هن وقت دنيا جهان جو لٽ سردار ۽ ابو ٽيو وينو آهي، جنهن جي اڳيان اسين ميسوڻا لڳا وينا آهيون، ان تي تمام گهٽيون ڪاهون ايشيا کان ٿينديون رهيون آهن.

ٻئي طرف، انساني تاريخ جي ڏاڪي بہ ڏاڪي ترقي جي حوالي سان ڏسبو تہ ايشيا اوائلي تهذيبن جو گهر بہ رهيو آهي ۽ هڪڙي دور ۾ جڏهن مذهبن ترقي پسند لاڙي (نواڻ پسند فڪر) جي نمائندگي پئي ڪئي، اهي پڻ ايشيا ۾ پيدا ٿيا. ساڳئي ريت، ايشيا جنگ جي فن ۾ بہ دنيا ۾ سڀ کان اول ترين ۽ بلندترين حيثيت ۾ رهيو آهي. جنگ جي فن ۾ سڀ کان وڏو بنيادي ڪم، تاريخي ڪم، يعني جنهن جنگ جي فن ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيا، اُهو چين ڪيو آهي.

# چين، سن زو ۽ ”جنگ جو فن“

جهڙي ريت يونان سائنس ۽ فلسفي ۾، يورپ جي حوالي سان، سڀ کان آڳاٽو بنيادي ڪم ڪندڙ علائقو رهيو آهي. اهڙي ريت ايشيا ۾، آڳاٽي دور ۾ به ۽ هن جديد دور ۾ به، يعني عام جنگ جي اصولن جي حوالي سان سن زو، ۽ موجوده انقلابي جنگ جي حوالي سان مائوزيتنگ جي صورت ۾. يعني ماضي توڙي حال ۾ به، روايتي ۽ انقلابي جنگ، انهن ٻنهي ۾ چين تمام وڏيون انقلابي پيش رفتون ڪيون آهن. پر اُنهن کي اُها واجبي مڃتا نہ ملي. فرانس ۾ پهريون پيرو 1772ع ۾ سن زو جو ڪتاب ”ويڙهہ جو فن“ ترجمو ٿيو. ايتري عرصي تائين يورپي ماڻهو جنگ جي فن جي بادشاهہ سن زو کان آشنا ئي نہ هئا. پر تڏهن بہ ان کي ايتري اهميت ڪانہ ملي. ان حوالي سان، جنگ جي تاريخ نويس Gerard Chaliand لکيو تہ ”اسين جنگي فن سميت هر شي کي مغرب جي نظر سان ڏسندا آهيون ۽ ٻين معاشرن جي ڪيل ڪارنامن کي ڪنهن بہ ڪم جو نہ سمجهندا آهيون. مائوزيتنگ جي غيرمتوقع فتح سن زو کي ٻيهر دريافت ڪيو، نہ تہ يورپ تہ غيرمغربي جنگي نظرين جي مطالعي کي تہ ڌيان ۾ ئي نہ ٿي آندو.“[21] پر جڏهن مائوزيتنگ سن زو جي جنگي اصولن کي بنياد بڻائي چين ۾ انقلاب آندو تڏهن يورپ وارن پڻ سن زو کي کولي پڙهيو تہ ”هي ڪهڙي مصيبت آهي!“

چين ۾ جنگ نہ ئي پاليسي ناهيندڙن جي هٿن ۾ هڪ اوزار (وسيلو) هئي ۽ نہ ئي اُها پنهنجو پاڻ ۾ ڪو مقصد هئي. جنگ کي هڪ بڇڙائي سمجهيو ويندو هو، پر دنيا جي اوڻاين سبب ان کي استعمال ڪرڻ ضروري سمجهيو ويندو هو. سن زو لکيو تہ ”هٿيار نياڳ جا اوزار آهن.“ ۽ سن پن ان کي وڌائيندي چيو تہ ”رياست ڀلي ڪيتري بہ وڏي ڇو نہ هجي، جيڪو بہ جنگ مان لطف اندوز ٿيندو اهو تباهہ ٿي ويندو.“ وو تزو پنهنجي بادشاهہ کي هدايت تہ ”هڪ حڪمران کي جنگي معاملن ۾ لڳاءُ نہ هجي، پر جيڪڏهن هُو جنگ لاءِ تيار نہ هوندو تہ پوءِ اها سندس فرض ۾ ناڪامي سمجهبي.“ سن زو چيو تہ ”جنگ رياست لاءِ انتهائي اهم معاملو آهي.“

جيتريقدر هڪ ملڪ طرفان ڪنهن ٻئي ملڪ سان جنگ ڪرڻ جو تعلق آهي تہ چين پنهنجي پوري تاريخ ۾ ٽلهي ليکي دفاعي حڪمت عملي تي عمل ڪيو آهي، انهن پنهنجي علائقي کان ٻاهر نڪري ڪنهن ٻئي ملڪ يا خطي تي مسلسل ڪاهون نہ ڪيون آهن. خود سن زو بہ جنگ کي خارجہ معاملو نہ پئي سمجهيو پر ان کي اندروني معاملو سمجهيو. جڏهن تہ يورپ جي جنگ جي سموري تاريخ ۾ جنگ کي خارجہ اسم (معاملو) سمجهيو ويندو رهيو آهي. چين دفاعي حڪمت عملي ان ڪري اختيار ڪئي چاڪاڻ تہ ڪيس هميشہ ڌارين حملي آورن کان خطرو هوندو هو، ايتريقدر جو، ديوار چين پڻ دفاع جي حوالي سان تيار ڪئي وئي هئي.

چين هڪ تہ وڏو علائقو آهي جتي مختلف قبيلائي سلطنتون هڪٻئي سان وڙهنديون رهيون آهن. جنهنڪري اُنهن جو گهڻو ڌيان، اندروني تڪرارن کي منهن ڏيڻ تي مرڪوز رهيو. مطلب تہ جيڪڏهن چين جي جنگ جي فن کي فقط ٻاهرين ملڪن تي ڪاهون ڪرڻ جي حوالي سان ڏسبو تہ اُهو دفاعي نوعيت وارو پئي رهيو آهي، پر پنهنجي اندروني تڪرارن ۾ هڪٻئي کي فتح ڪرڻ جي حوالي سان ڏسبو تہ اُهو فقط دفاعي حڪمت عمليءَ وارو نہ پئي رهيو آهي. ٻيو تہ چين زرعي طور تي، يورپين، منگولن ۽ عربن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ خوشحال علائقو رهيو آهي. جنهن ڪري هتان جي ماڻهوءَ کي مُلڪ کان ٻاهر حملا ڪري ٻين علائقن تي قبضا ڪرڻ جي ضرورت گهٽ محسوس پئي ٿي آهي.

چُو حڪومت (400 ق م) جي زوال کانپوءِ چين جي سلطنت مختلف ٽڪرن ۾ ورهائجي وئي جنهنڪري، ڏينهن رات هڪٻئي سان ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي وڙهندا رهيا. ان جي نتيجي ۾، اُتي پيشور (Professional) فوجون پيدا ٿيون ۽ ماهرن ۽ جنرلن پنهنجي ويڙهہ جي فن کي لکت جي صورت ڏني. پر چين ۾ جنگي علم کي رياستي راز سمجهيو ويندو هو جيڪو فقط شاهي خاندان تائين محدود هوندو هو. مثال طور ”تائي ڪنگ جون ڇهہ ڳجهيون لڪٽيون“، ”سسو ما جا طريقا“، ”هئانگ شهہ ڪنگ جون ٽي حڪمت عمليون“ ۽ سن پن جو ”جنگي طريقا“ وغيره. فقط وچين دور (سنگ حڪومت) ۾، ٻچيل ست مسودن جو نقل ڪيو ويو ۽ انهن کي ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.[22] چين گهڻو وقت اڳ، جنگ جي سائنس ۾ انقلاب برپا ڪري چڪو هو، اُتي چيريوٽ (chariots) جي جاءِ ڪيولري (cavalry) وٺي رهي هئي، پيادا فوج جي وڏن جٿن جو استعمال وڌي

رهيو هو، برونز (ronzeb) جي جاءِ تي لوهه جا هٿيار استعمال ٿي رهيا هئا، ڊيگرس (Daggers) جي جاءِ تي تلوارن ڪتب آنديون پئي ويون جڏهن تہ يورپ ۾ ڏيڍ هزار سالن کانپوءِ "جنگي سائنس ۾ انقلاب" بابت ڪتاب لکيا پئي ويا.

## سن زو ۽ جنگ جو فن


سن زو

سن زو (330_400 ق م) وُو بادشاھ جي فوج ۾ ڪم ڪيو. سن زو هڪ ويڙهاڪ، هڪ فلسفي ۽ جنگ جي فن جو تخليق ڪار هو. "جنگ جو فن" اڳاٽو مسودو آهي جنهن ۾ جنگ ۽ زندگيءَ جي بين شعبن ۾ فتح حاصل ڪرڻ جي ڪنجي ڏنل آهي. ڪتاب بلڪل سادن لفظن ۾ آسانيءَ سان پڙهڻ جهڙو ۽ هر فوجي تربيتي اداري ۽ سپاهي لاءِ مناسب آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان کي غور سان پڙهندو تہ کيس معلوم ٿي ويندو تہ آمريڪي گهرو ويڙھ ۽ پهرين عالمي جنگ ۾ ٿيل ناڪامين ۽ ڪاميابين جا سبب ڪهڙا هئا؟ ٻي عالمي جنگ ۾ نازي فوج ۽ ويٽنام ۾ آمريڪا کي شڪستون ڇو مليون؟ اهڙي قسم جي جنگين جي نتيجن بابت سن زو اٽڪل ٻہ هزار سال اڳ ۾ ئي پيشن گوئيون ڪري ڇڏيون آهن. يونانين ۽ رومن جي اڳاٽين جنگي لکڻين ۾ جنگ جي نظريي تي بحث بدران مختلف لڙائين جي مثالن جي سهيڙ ٿيل آهي جڏهن تہ سن زو جي لکت ۾ ڪجھ مبهم ۽ الهامي قسم جون خبرون بہ ملن ٿيون پر ان ۾ مثالن جي بنياد تي نوس نظريو ڏنل آهي. جنهن کي اجاتائين پڙهيو ۽ استعمال ڪيو وڃي ٿو.

چوٿين صدي قبل مسيح ۾، سن زو "جنگ جي فن" جهڙو مستند ڪتاب لکيو جيڪو جنگي نظريي ۽ حڪمت عملي بابت سڀ کان اڳاٽو مسودو آهي. جديد دور ۾، مائوزيتنگ ۽ گياپ جهڙن روايتي ۽ انقلابي جنگي رهنمائن سن زو جي ڏنل هدايتن تي عمل ڪري دنيا آڏو هن جي اصليت ۽ اهميت کي پڌرو ڪيو. پر انهن کان اڳ ۾، منگولن ان جو مطالعو ڪيو هو. بعد ۾ اٽڪل 760ع ۾ جاپاني ٻولي ۾ ان جو ترجمو ڪيو ويو. پر اولهہ جي دنيا "جنگ جي فن" کان 1722ع تائين بي خبر هئي. "جنگ جو فن" پهريون رڪارڊ آهي جيڪو جنگ جي رٿابندي ۽ انتظام بابت عقلي بنياد فراهم ڪري ٿو. پر دنيا جي

صدين جي جنگي فن جي تاريخ سن زو کان اڻواقف هجڻ ڪري ان جي ڏنل انتهائي بنيادي اصولن جي پيچيدگي ڪندي نظر اچي ٿي.
سن زو پنهنجي ڪتاب ۾ جنگ کي نہ ڪو اخلاقي نقطہ نظر کان ڏٺو ۽ نہ ئي ان جو اتفاقي يا اٽڪر عنصر طور جائزو ورتو. سن زو جنگ کي رياست جي هڪ اهم حصي طور پيش ڪيو ۽ ان بابت هڪ عقلي سرگرمي طور چنڊڇاڻ ڪئي. سن زو ۽ ڪلازيوٽز ان ڳالھ تي متفق آهن تہ جنگ هڪ سياسي معاملو آهي. سن زو جنگ جي حڪمت عملي ۽ پاليسيءَ سان ان جي لاڳاپي کي بہ ظاهر ڪيو آهي.
سن زو جي ڪتاب جو عنوان "جنگ جو فن" آهي پر اصل ۾ ان مسودي ۾ سن زو جنگ جي سائنسي پهلو تي پڻ روشني وڌي آهي. سائنس مان مراد اهڙا اصول يا عنصر جيڪي جنگ کي هلائين ٿا، اهڙا عنصر ۽ بندوبست جيڪي اڳواٽ پڪا پختا ڪري سگهجن. انهن سائنسي اصولن ۽ عنصرن جي ڄاڻ فتح جا بنياد مهيا ڪري ٿي ۽ ان کي يقيني بڻائي ٿي. ان حوالي سان سن زو لکيو تہ "جنگ جي فن کي پنج عنصر هلائين ٿا (1) اخلاقي قانون (2) آسمان (ڏينهن رات، تڏ گرمي، وقت ۽ موسم وغيره) (3) ڌرتي (مفاصلو، خطرو، تحفظ، ڪليل ۽ سوڙهو لنگھ، زندگي ۽ موت جا امڪان وغيره) (4) سپہ سالار (5) طريقو ۽ ضابطو (فوجي تنظيم، رسد، خرچ). جيڪو بہ فوجي رهنما انهن عنصرن کان واقف هوندو اهو فاتح ٿيندو. پنهنجي ۽ دشمن جي وچ ۾ طاقت جو توازن معلوم ڪرڻ لاءِ "انهن ئي عنصرن جي ڀيٽ ڪرڻ گهرجي." انهن عنصرن مان سن زو فوجن ۾ هم آهنگي ۽ اخلاقي سگھ تي وڌ کان وڌ زور ڏنو ۽ سربراهن ۽ عوام جي وچ ۾ هم آهنگي جي اهميت کي پڻ بيان ڪيو آهي. اخلاقي سگھ مان مراد اهڙي شي جيڪا عوام کي اڳواڻن سان هم آهنگ بڻائي، تہ جيئن اُهي بغير ڪنهن خوف جي، جنگ جهڙي خطرناڪ ۽ موتمار ڪم ۾ اُنهن سان گڏ هُجن. انتهائي نظم و ضبط واري فوج، جنهن کي نہ انعامن جي ۽ نہ ئي سزا جي گهرج هجي، جيڪا پنهنجي ڪمانڊر جي پوئواري ڪري، فوج ائين هجي جيئن هڪ جسم.
سن زو جنگ کي سماج جي ٻين شعبن، خاص ڪري معيشيت، کان الڳ، جدا ۽ خالص فوجي معاملو نٿو سمجهي. جنگ ۾ اقتصادي عنصر جي ڪيتري اهميت آهي ان حوالي سان سن زو لکي ٿو تہ "ايڏي وڏي تعداد جي فوجن جو

خرچ رياست جي خزاني کي ختم ڪري ڇڏيندو. جنگي سامان پنهنجي علائقي مان ڪٽي اچو، باقي گاهه پنو ۽ ڪاڻ خوراڪ دشمن کان ڪسيو. ڏگهن مفاصلن تائين فوج کي مسلسل رسد پهچائڻ سان عوام غريب ٿي ويندو. جنگ جي ڪري شيون مهانگيون ٿي ويندون جنهن سان عوام سُڃو ٿي ويندو. تنهنڪري دشمن جي علائقي مان حاصل ڪيل هڪ شي پنهنجي علائقي مان آندل 20 شين جي برابر هوندي." ان قسم جي ڳري خرچ کان بچڻ لاءِ سن زو ڊگهين مهمن جي فائدي ۾ نه هو. ان لاءِ هن جو چوڻ هو ته "توڙي جو جنگ ۾ بيوقوفاڻي تکڙ به ٿيندي آهي پر ڊگهي مهمن ۾ ڪابه ذهانت نه آهي." "ڊگهي جنگ مان ڪنهن به ملڪ کي فائدو نه مليو آهي." تنهنڪري هن تيز ۽ فيصلاڪن حملن جي وڪالت ڪئي. هن جو خيال هو ته جنگي مهم کي مختصر عرصي ۾ اُڪلائجي نه ته اها ٿڪائي ڇڏيندي. هي گهيرن ڪرڻ جي خلاف هو ۽ گشتي جنگ ڪرڻ جو حمايتي هو.

"جنگ جي فن" ۾ ٻن مکيه اصولن تي بحث ٿيل آهي، هڪ، ڪنهن به حملي کي روڪڻ لاءِ مناسب دفاعي تياريون ڪرڻ ۽ ٻيو، دشمن کي شڪست ڏيڻ جا گس تلاش ڪرڻ. پر سن زو سڀ کان اهم ڳالهه اها ٻڌائي ٿو ته ڪنهن حقيقي لڙائيءَ ۾ ڦاسڻ کانسواءِ دشمن کي ڪيئن شڪست ڏجي؟ يا گهٽ ۾ گهٽ نقصان سان فتح ڪيئن ماڻجي؟ ان لاءِ هي هٿيارن ۽ اوزارن جي ججهي رسد، سٺي تنظيم ۽ فولادي ضابطي کي بنيادي عنصر سمجهي ٿو جيڪي ڪنهن مهم کي ڪامياب بڻائين ٿا پر ان سان ڳرو نقصان به ٿئي ٿو. هن جي نظر ۾ انتهائي سگهارو ۽ ڪامياب ترين عمل اهو آهي جيڪو سڀ کان سستو ترين هُجي.

هن جي خيال ۾ بهترين حڪمت عملي جو ماهر اهو هجڻ گهرجي جيڪو دشمن جي فوج سان وڙهڻ کانسواءِ ان کي آڻ مڃائي، ان جي شهرن کي گهيرا ڪرڻ کانسواءِ حاصل ڪري وٺي، ۽ خونخوار تلوارن کانسواءِ ان جو حڪومتي تختو انتو ڪري ڇڏي. ان لاءِ "بهترين طريقو هي آهي ته دشمن جي فوج نه پر ان جي حڪمت عمليءَ کي نشانو بڻائجي." سن زو مطابق جنگ آخري حربو آهي تنهنڪري ان کان اڳ ٻين اٽڪلن کان ڪم وٺڻ گهرجي. ان لاءِ دشمن جي ڪيمپ ۾ افواهون ڦهلائڻ، مخالف اڳواڻن کي اثرانداز ڪرڻ ۽ رشوت ڏيڻ، دشمن جي اخلاقي سگهه ۽ صلاحيتن کي ڪاٽ هڻڻ جهڙا ڪم ڪرڻ گهرجن. ۽ ان

لاءِ هي جنگ جي فن، دوکي، جاسوسي، اچرج ۽ وجهڻ ۽ لچڪداريت کان ڪم وٺڻ جي تجويز ڏئي ٿو.
سن زو جي خيال ۾ جنگ جو فن دوکي تي منحصر ڪري ٿو. دشمن ويجهو هُجي تہ اُن کي تاثر ڏجي تہ اوهين ان کان پري آهيو، جڏهن پنهنجين فوجن کي استعمال ڪريو، ائين لڳي تہ اوهين غيرمتحرڪ (غيرسرگرم) آهيو، جتي ڪمزور هُجو، اُتي طاقتور هجڻ جو ڏيک ڏيو. (عام طور تي ماٺهو چوندو عجيب ڳالهہ آ، جيڪڏهن اسين طاقتور آهيون تہ پوءِ دشمن کي اهو ڏيک چونہ ڏيون. پر سن زو چوي ٿو تہ) جتي طاقتور هُجو اُتي ڪمزور هُجڻ جو ڏيک ڏيو. (چاڪاڻ تہ دشمن اُن جاءِ کي ڪمزور سمجهي حملو ڪندو پر اصل ۾ اها جاءِ مضبوط هوندي آهي، تنهنڪري جيئن ئي دشمن حملو ڪندو تہ اوهانجي جي مضبوط علائقي ۾ ڦاسي پوندو ۽ اُن کي شڪست ڏيڻ آسان ٿي پوندي. مطلب تہ دشمن کي دوکو ڏيڻ ڪانسواءِ جنگ ۾ ڪاميابي نٿي حاصل ڪري سگهجي.) دشمن کي اڪسايو، ان جي صفن ۾ انتشار ڦهلايو ۽ ان کي تباهہ ڪريو. جيڪڏهن دشمن هر حوالي کان محفوظ آهي تہ ان جي حملي لاءِ تيار رهو. جيڪڏهن طاقتور آهي تہ ان کان نٽايو، جيڪڏهن جذباتي آهي تہ ان کي چيڙايو، ڪمزور هجڻ جو بهانو ڪري ان کان اجائي هام هٽايو. جتي (دشمن جي) تياري نہ هجي اتي حملو ڪريو، جتي توقع نہ ڪري اتي ظاهر ٿيو."[23]
سن زو طئي ٿيل، مروج، صدين کان آزمايل طريقن ۽ اٽڪلن کي رد ڪندي "بدليل حالتن مطابق پنهنجن منصوبن کي بہ تبديل ڪرڻ" جي هدايت ڪري ٿو. سن زو هڪ عقيدي پرست ۽ روايتي نظريدان نہ هو جيڪو سدائين اڳ ۾ آزمايل ۽ تجربي هيٺ آيل طريقن تي عمل ڪرڻ کي ترجيح ڏيندو آهي هي مستقبل جي اڻڏٺل حالتن سان نهڪي هلڻ تي زور ڏئي ٿو. ان حوالي سان هن لکيو تہ "جيئن پاڻيءَ جي ڪا مستقل صورت نہ هوندي آهي، ساڳئي طرح جنگ ۾ بہ ڪا مستقل حالت نہ هوندي آهي." سن زو جنگي چالن ۽ اٽڪلن کي پاڻيءَ سان پيٽ ڏيندي سمجهائي ٿو تہ "جنگي اٽڪلون (چالون) پاڻيءَ وانگر هونديون آهن، جيئن پاڻي فطري طور تي، اونچائي کان هيٺائين ڏانهن پنهنجو رستو پاڻ ناهيندو آهي. پاڻي زمين جي نوعيت مطابق وهندو ۽ جاءِ ناهيندو آهي، ساڳئي طرح، سپاهي پنهنجي فتح لاءِ دشمن کي سامهون رکي ڪم ڪندو آهي."[24] "انهن تدبيرن ۽ اٽڪلن کي نہ ورجائجي جن سان اوهانکي هڪ

(پيرو) فتح حاصل ٿي (چڪي) آهي." "جنگ ۾ مضبوط ڪان لنوايو ۽ ڪمزور جاءِ تي ڌڪ هڻو." "طوفان وانگر تيز ۽ جهنگ وانگر گهاٽا هجو."

سن زو هر حال ۾ جنگ کي جاري رکڻ ۽ اڳتي وڌڻ کي رد ڪري ٿو ۽ وقت ۽ حالتن مطابق بنتي هڻڻ ۽ ايتريقدر جو پٺي وڃڻ کي به عيب نٿو سمجهي. هي لکي ٿو ته "جنگ جو قانون آهي ته جيڪڏهن اوهانجي طاقت، دشمن کان، ڏهوڻي آهي ته ان جو گهيرو ڪريو، جيڪڏهن پنجوڻي آهي ته حملو ڪريو. جيڪڏهن ٻيڻي آهي ته پنهنجي فوج کي ٻن حصن ۾ ورهايو، جيڪڏهن برابر آهيو ته لڙائي جي آڇ ڏيو، جيڪڏهن عددي حوالي سان ڪمتر آهيو ته وڙهڻ کان ٽاريو، جيڪڏهن بلڪل اڻبرابري آهي ته پٺي وڃو."

هن جي جنگي فن ۾ "پنهنجي ۽ دشمن جي باري ۾ ڄاڻ" حاصل ڪرڻ تي تمام گهڻو زور ڏنل آهي. "جيڪڏهن اوهين پاڻ کي ۽ دشمن کي سڃاڻو ٿا ته توهانکي 100 لڙائين جي نتيجن کان ڊڄڻ جي ضرورت ناهي. جيڪڏهن اوهين پاڻ کي سڃاڻو ۽ دشمن نٿا سڃاڻو ته هر فتح ڪانپوءِ توهانکي شڪست پوڻي پوندي. جيڪڏهن نه دشمن کي ۽ نه ئي پاڻ کي سڃاڻو ٿا ته هر لڙائي ۾ ڍير ٿي ويندو." دشمن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ جو بهترين ذريعو جاسوسي آهي ۽ ان جي مدد سان دشمن جي طاقت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هن جي خيال ۾ فقط (گهڻو) تعداد فتح جي ضمانت نٿو ڏئي پر ان لاءِ دشمن جي ارادن ۽ ان جي اخلاقي سگهه جو اندازو لڳائڻ به ضروري هجي ٿو. اها ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجن ۽ دشمنن جي جاسوسن ۽ ٻه طرفن جاسوسن کي استعمال ڪرڻ ضروري سمجهي ٿو ڇاڪاڻ ته دشمن بابت ڄاڻ اوهانکي فتح ڏانهن وٺي ويندي.

يورپ ۾ نظرياتي حد تائين حڪمت عمليءَ جي سطح تي "اڻسڌي رسائي" جو تصور 20 صديءَ ۾ لڊل هارٽ ڏنو. پر سن زو اڍائي هزار سال اڳ لکيو هو ته "سڀني ويڙهن ۾، لڙائين ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سڌو طريقو استعمال ڪيو ويندو آهي، پر فتح کي يقيني بنائڻ لاءِ اڻسڌي طريقي جي ضرورت پوندي. اڻسڌيون اڻکلون، جيڪڏهن سهڻي نموني ڪتب آنديون وڃن، ته اُهي زمين ۽ آسمان وانگر اڻ کُٽ، دريائن ۽ واهن جي نه ڪٽندڙ وهڪرن وانگر، سج ۽ چنڊ وانگر، گُم ٿي وري نئين سر اڀرندڙ، چئن موسمن وانگر، گذري وري اچڻ وانگر مسلسل ڪارائتيون هونديون آهن." "جيئن پنج رنگ ۽ پنج ذائقا گڏجي لاتعداد بين رنگن ۽ ذائقن کي جنم ڏيندا آهن. ساڳئي ريت، لڙائيءَ ۾ سڌا ۽ اڻسڌا

حملا گڏجي گوهين گتن جي اڻ کٽ سلسلي کي جنم ڏيندا آهن." "جنگ ۾ حڪمت عمليءَ جو ماهر فاتح سوپ حاصل ڪرڻ کانپوءِ ئي لڙائيءَ جي تلاش ڪندو آهي، جڏهن تہ اهو جنهن جي مقدر ۾ شڪست آهي اهو پهريائين ويڙهہ ڪندو ۽ ان کانپوءِ فتح جي ڳولا ڪندو."

سن زو جي سموري علم کي پڙهڻ کانپوءِ اهو اندازو لڳائڻ ڏکيو نہ ٿيندو تہ بهترين جنگ اُها آهي جيڪا ڪڏهن بہ نہ وڙهي وئي هجي. ٻي بهترين اُها آهي جنهن کي ٽاريو ويو هجي. ٽين اها آهي جيڪا بغير خونريزي جي کٽي وڃي، ۽ خراب جنگ اها آهي جنهن ۾ ڳرو نقصان ٿيو هجي، ۽ بدترين اُها آهي جيڪا هر ڌيري وري ورجائي وئي هجي. لڊل هارٽ لکيو تہ "ماضيءَ جي سمورن جنگي مفڪرن ۾، فقط ڪلازيوٽز ئي هن سان ڀيٽ لائق آهي، ايتريقدر جو هي (ڪلازيوٽز) سن زو کان وڌيڪ جديد دور جو آهي. پر سن زو وٽ وڌيڪ چٽو تصور، وڌيڪ گهري نظر ۽ دائمي تازگي آهي."[25]

سن زو کانپوءِ، چين ۾ ٻيو جنگ جي فن جو ماهر ۽ نظريدان وو قي (Wu Qi) هو جيڪو 440 ق م ۾ پيدا ٿيو هن پڻ "جنگ جي فن" بابت ڪتاب لکيو جيڪو گفتگو واري انداز ۾ قلمبند ٿيل آهي. ان ۾ بادشاهہ جنگ بابت سوال ڪري ٿو ۽ وو قي ان جا جواب ڏئي ٿو. وو قي مختلف جنگي سردارن خلاف وڏيون لڙائيون ڪيون ۽ اٽڪل 76 لڙائين ۾ فتح ماٺي. هن لکيو تہ "جنگ ۾ فتحون ماڻڻ آسان آهن جڏهن تہ انهن فتحن ۾ حاصل ٿيل ميون جو تحفظ ڪرڻ ڏکيو هوندو آهي."[26] بادشاهہ پڇيس تہ "اُها ڪهڙي شي آهي جيڪا فتح ڏياري ٿي؟" وو قي جواب ڏنس تہ "ضابطو ڪاميابي ڏياري ٿو." بادشاهہ وري پڇيس تہ "ڇا تعداد ايترو اهم نہ آهي؟" وو قي چيس تہ "جيڪڏهن قانون ۽ حڪم چٽا نہ هجن، جيڪڏهن سزا ۽ جزا تي عمل نہ ٿئي، حڪمن جي تعميل نہ ٿئي تہ پوءِ پلي کٽي ڏهہ لک فوج هجي ڪهڙي ڪم جي؟" تنهنڪري، "جنگ جو فن، تربيت ۽ ضابطي کي وڌيڪ ترجيح ڏئي ٿو."[27]

سن زو جي هوندي چين جي پاڙيسري ملڪ (انڊيا) ۾ هڪ برهمڻ پنڊت جنم ورتو جنهن نہ صرف جنگ پر سياست، معيشيت، سفارتڪاري ۽ جاسوسي جهڙن موضوعن کي بہ قلمبند ڪيو.

# هندستان: چندرگپتا، چانڪيا ۽ ارٿ شاستر

هندستان جنگ ۽ سفارتڪاري جي حوالي سان عالمي پايي جا انسان پيدا ڪيا آهن جن ۾ چندر گپت موريا، ڪوتليا چانڪيا، اشوڪ، اڪبر وغيره شامل آهن. آڳاٽي زماني ۾ جنگ ۽ خاص ڪري سفارتڪاري جي حوالي سان ڪوتليا چانڪيا جو لکيل ڪتاب "ارٿ شاستر" عالمي معيار جو هڪڙو شاهڪار ڪتاب آهي.

جاگرافيائي حوالي سان انڊيا جي ابتدائي تاريخ ۾ مختلف علائقائي بادشاهتون هونديون هيون انڊيا جي پهرين وڏي سلطنت موريا سلطنت هئي. ان جي بادشاهه چندرگپتا جي فوج ۾ اٽڪل ڇهه لک پيادا، ٽيهه هزار گهوڙا، اٺ هزار رٿ ۽ نو هزار هاٿي هئا.[28] هن جي گاديءَ جو شهر پٽالي پترا، جيڪو ان دور جو سڀ کان وڏو شهر هو. جنهن ۾ 570 ٽنيا ۽ 64 دروازا هئا. يورپ اندر پهريون پيرو فرانس وٽ 17/16 صدي ۾ 3 کان ساڍا 3 لک فوج هئي، جڏهن تہ ايشيا ۾ ڪيترين ئي سلطنتن وٽ لکن جي تعداد ۾ فوجون رهيون آهن. مطلب تہ هتي ايڏين وڏين فوجن جو هجڻ خير جهڙي ڳالهہ هئي. ان حوالي سان مارڪس لکيو تہ "لکين فوجون! هي ڪيئن اُنهن فوجن کي منهن ڏيندا هئا؟ انهن جو گذر سفر ڪٿان ٿيندو هو؟ انهن جي رسد ڪيئن ٿيندي هئي ۽ ويهنديون ڪٿي هيون؟ اُن جي جواب ۾ لکي ٿو تہ هن خطي جا ماڻهو گوشت وغيره کائين ڪونہ ٿا ۽ رڳو (جيڪا ڇانورن مان ناهبي آهي جنهن کي ڪچٽي بہ چئبو آهي. اُن جو بندوبست ڪرڻ ايترو ڏکيو ڪونہ هو.) ان تي ئي گذارو ڪري ڇڏين ٿا."[29] مارڪس هندستان جي حوالي سان وڌيڪ لکي ٿو تہ "هن جا شهر (مثال طور آگرا، دهلي، ملتان، لاهور) ڪاروباري شهر نہ رهيا آهن (جيئن مانچسٽر، لنڊن وغيره.) پر اهي جنگي جنرلن جا ناهيل شهر آهن. ڇاڪاڻ تہ هر دور ۾ هر سلطنت جو ڪونہ ڪو شهر هيڊ ڪوارٽر رهيو، هاڻي اهڙي شهر ۾ جتي لکين لشڪر هجن اُتي بازارون وغيره ساڻ ڪٿي هلندا هئا. مطلب تہ جتي ويهندا هئا اُتي شهر ٺهي ويندو هو. اڄُ سوڏو بہ فرانس، برطانيہ، جرمني جا شهر جنگي شهر نہ پر ڪاروباري شهر رهيا آهن." ايتريقدر جو، بعد ۾ انڊيا ۾

ٻولي بہ لشڪري (اردو) زبان طور پيدا ٿي چاڪاڻ تہ جتي لکن جي تعداد ۾ مختلف علائقن جي ماڻهن تي مشتمل فوج هجي اتي رابطي لاءِ ٻولي تہ گهربل هئي.

**چندرگپتا موريا** (318_289 ق م): چندرگپتا موريا انڊيا جهڙي وڏي علائقي کي پهريون ڀيرو منظم ۽ متحد ڪيو. پکيڙ جي حوالي سان موريا سلطنت ٻہ هزار سالن ڪانپوءِ قائم ٿيندڙ مغل سلطنت ۽ ايتريقدر جو، بعد واري انگريز سلطنت کان بہ وڏي هئي. موريا سلطنت موجوده ايران، افغانستان ۽ بنگال تائين پکڙيل هئي.

چندرگپتا جو موريا گهراڻي جي ڪشتري قبيلي سان تعلق هو. هن جو پيءُ پنهنجي قبيلي جو سردار هو جنهن کي نندا راجا مارائي ڇڏيو. جنهن ڪانپوءِ گپتا جي ماءُ، جيڪا ڳورهاري هئي، اُتان ڀڄي نڪري وئي ۽ ويس مٽائي پٽاليپترا ۾ رهائش ڪئي[30] ۽ ائين بہ چيو وڃي ٿو تہ گپتا کي هڪ ڌراڙ جي حوالي ڪيو جنهن ان جي پالنا ڪئي ۽ هن کي ڪوتليہ چانڪيا ان ڌراڙ کان خريد ڪيو.[31] چندراگپتا نندا بادشاهہ جي عدالت ۾ بہ ڪجهہ وقت ڪم ڪيو ۽ اُن خلاف سازش ڪيائين پر ناڪام ٿيو ۽ ڀڄي ويو.[32] ساڳئي ريت، چانڪيا، جيڪو برهمڻ هو، جنهن کي هڪ ڀيرو نندا عدالت ۾ هڪ مذهبي تقريب لاءِ گهرايو ويو پر اتي سندس بي عزتي ڪئي وئي جنهن ڪري هن جي اندر ۾ بدلي جي باهہ هئي. پوءِ هنن ٻنهي گڏجي نندا جي بادشاهت کي ختم ڪرڻ جو وچن ڪيو. فوج ٺاهي جنگ شروع ڪئي پر ڪامياب نہ ٿيا ۽ ڀڄي جان بچائي، ۽ پوءِ ڪجهہ عرصي تائين رُلندا ۽ ڀٽڪندا رهيا.[33] وري هنن ڌاڙيلن جي گروهہ کي ڀرتي ڪري[34] هڪ فوج ٺاهي ۽ پنجاب کان ويڙهہ جي شروعات ڪئي. جتي راجا پورس جي حڪومت هئي، جنهن کي سڪندر شڪست ڏني پر بعد ۾ وري ان کي ئي مقرر ڪيو هئائين پر 317 ق م ۾ يوناني حاڪم Eudemos راجا پورس کي ٺڳيءَ سان قتل ڪري ڇڏيو جنهنڪري، علائقي ۾ ڌارين خلاف نفرت بہ هئي. چندرگپتا انهن يوناني قبضاگيرن خلاف بغاوت جي سرواٽي ڪئي ۽ انهن کي انڊيا ڇڏڻ تي مجبور ڪيو. پنجاب ڪانپوءِ هڪ هڪ ڪري ٻين صوبن تي بہ قبضو ڪيو. تنهن ڪانپوءِ، اٽڪل 314 ق م ۾، نندا بادشاهہ جي فوج ۽ گپتا ۾ جنگ لڳي جنهن ۾ هن سوڀ ماڻي. وري 305 ق م ۾، يوناني سليوڪوس نڪٽور، سڪندر جي اڳوٽي جنرل، انڊيا ڏانهن رُخ ڪيو پر سنڌو دريا کان اڳتي وڌي نہ سگهيو چاڪاڻ تہ چندرگپتا ۽ نڪٽور جي وچ

۾ جنگ لڳي ۽ ان ۾ گپتا جي برتري کي مڃيندي نڪنور هڪ معاهدي تحت وڏو حصو گپتا جي حوالي ڪيو (جنهن ۾ اڄوڪا افغانستان ۽ بلوچستان جا علائقا شامل هئا.)”[35] ائين 12 سال اڳ، غريب، يتيم، بي گهر، ڌاراڙ، جلاوطن ۽ رولاڪ ماڻهو (چندرگپتا) هڪڙي برهمڻ پنڊت (چاڻڪيا) سان گڏجي، انڊيا جي بادشاهت حاصل ڪئي. گپتا جي حڪومت ۾ فوجي انتظام لاءِ باقائده هڪ آفيس هوندي هئي جتي بحريہ، پيادا، ٽرانسپورٽ، گهوڙي سوار، هاٿي، رٿ سميت پيادا فوج جي سارسنڀال جو انتظام هلندو هو.[36] هن جي حڪومت ۾ بيوروڪريسي سان گڏ هڪ منظم جاسوسيءَ جو سرشتو هو. هن جي حفاظت لاءِ هٿياربند عورت گارڊ هونديون هيون.[37] موريا سلطنت چندرگپتا ڪانپوءِ هن جي پٽ بندسارا سنيالي ۽ بعد ۾ اشوڪ ان کي وسيع بڻايو.

چندر گپتا فقط فوجي جنرل نہ هو ۽ نہ ئي هن جي وڏائي فقط جنگي ڪارنامن تي منحصر آهي. هي هڪ وڏو فاتح ۽ منتظم بہ هو، هن وڏي ايراضيءَ کي فتح ڪيو، پنهنجي ملڪ کي آزادي ڏياري ۽ هڪ وڏي سلطنت قائم ڪئي. هي سڪندر، نيپولين ۽ اڪبر جهڙن دنيا جي وڏن فاتحن ۽ بادشاهن جهڙو ڪردار هو. پر سڪندر کي سندس پيءُ جي ٺاهيل زبردست فوج ۽ بادشاهت ورثي ۾ ملي هئي. ساڳئي طرح، اڪبر وٽ پڻ موروثي طور تي اهي وسيلا هئا جن سان هن سلطنت ٺاهي. پر ان بابت ڊاڪٽر ونسينٽ سمٿ لکيو تہ ”اڪبر جي حڪومتي مشينري، ان کان اٽڪل 18 يا 19 صديون اڳ واري موريا سلطنت جهڙو، اثرائتو معيار نہ ماڻي سگهي.“[38] نيپولين ۽ چندرگپتا ۾ هڪجهڙائپ ان حوالي سان هئيَ تہ نيپولين بہ گپتا وانگر پنهنجي صلاحيتن جي آڌار تي اڀري آيو. پر هي فتحن جي لالچ ۾ پنهنجي سلطنت کي قائم رکي نہ سگهيو. گپتا جي پيدائش ۽ پرورش ڏکين حالتن ۾ ٿي ۽ غربت ۽ جوانيءَ ۾ ئي جلاوطن ڪيو ويو. پر ان باوجود انتهائي مختصر عرصي (12 سالن) ۾ نہ رڳو وڏي ايراضي کي فتح ڪيو پر هڪ سلطنت کي منظم بہ ڪيو. پر ان جو اُستاد ۽ صلاحڪار چاڻڪيا هو جنهن جي خواهش هئي تہ چندرگپتا کي دنيا جو فاتح بڻايان.

**ڪوتليا چاڻڪيا** (350_283 ق م): ڪوتليا اٽڪل 300 ق م ۾ ”ارٿ شاسترا“ (جنهن جي معنيٰ آهي ”سياسي معاشيات جي سائنس“) نالي ڪتاب لکيو جنهن ۾ هي هوشيار بادشاهہ کي حڪومت ڪرڻ جو ڍنگ سيکاري ٿو. ڪوتليا جو ارٿ شاسترا آڳاٽي دنيا جي سڀ کان عظيم ترين سياسي ڪتابن منجهان هڪ آهي.

هن ڪتاب ۾ ڪوتليا سياست، اقتصاديات، سفارتڪاري ۽ جنگ جي قانونن تي روشني وڌي آهي. پر ڪوتليا "جنگ ۽ سفارتڪاري" تي دلچسپ بحث ڪيا آهن. ڪوتليہ جي نظر ۾ رياست جي پاليسيءَ جون ڇهہ صورتون آهن (1) امُن (ٺاهہ ڪرڻ) (2) جنگ (حملو ڪرڻ) (3) غيرجانبداري (لاتعلقي ڏيکارڻ) (4) مارچ (تياري ڪرڻ) (5) اتحاد (تحفظ جي تلاش ڪرڻ) (6) هڪ سان امن ۽ ٻئي سان جنگ ڪرڻ (ٻٽي پاليسي). پر اهي ڇهئي صورتون بنيادي طور تي ٻن عنصرن، امن ۽ جنگ، مان ڦٽي نڪرن ٿيون.[39]


ڪوتليا چانڪيا

ڪلازيوٽز چيو تہ جنگ اندروني سياست جي اضافي شڪل آهي. پر ڪوتليا جي راءِ آهي تہ "سفارتڪاري جنگ جو حرفتي (مڪاري وارو) عمل آهي." ڪوتليا جي نظر ۾ پرڏيهي پاليسي هڪ قوم جي جنگ جي اضافي شڪل آهي، پرڏيهي پاليسي جو مقصد جنگين کي ختم ڪرڻ نہ پر شڪستن کي ٽارڻ ۽ ايندڙ جنگ ۾ ڪاميابيءَ کي يقيني بنائڻ آهي. هي پُرتشدد طريقن ذريعي ويڙهہ ڪرڻ سان گڏ پُرامن طريقن سان مقابلا ڪرڻ جي بہ ڳالهہ ڪري ٿو. هي چوي ٿو تہ "سفارتڪاريءَ جي هٿيار سان ويڙهہ ڪرڻ گهرجي"[40] ڪوتليا پنهنجي بادشاهہ کي جنگ جي معاملن ڏانهن ڌيان ڏيڻ جي تلقين ڪري ٿو. جيئن (اٽڪل 1800 سال بعد ۾) ميڪياولي پنهنجي شهزادي کي صلاح ڏئي ٿو. ڪوتليا موجب "فوج جي ڪمانڊر کي ويڙهہ ۽ هٿيارن جي سمورين سائنسن، گهوڙن، هاٿين يا رٿن تي سواريءَ جي تربيت وٺڻ گهرجي."[41]

هن جو خيال هو تہ "جنگ ۽ امن کي فقط منافعي جي حوالي سان غور ويچار هيٺ آندو وڃي." "فاتح وٽ جيڪڏهن برتر قوت آهي تہ اڳتي وڌڻ گهرجي، نہ تہ ٻي صورت ۾ خاموش ويهڻ گهرجي."[42] جڏهن هڪ ڪمزور ۽ هڪ طاقتور دشمن کي منهن ڏيڻو پوي، تہ ٻنهي مان پهريائين ڪنهن تي حملو ڪجي؟ هڪڙو خيال هي رهيو آهي تہ آسان فتح جي معاملي ۾ پهريائين ڪمزور دشمن خلاف ويڙهہ ڪرڻ گهرجي. ڪوتليا چيو نہ، پهريائين طاقتور خلاف مارچ ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن طاقتور کي ڇڏي ڏبو تہ اُهو ڪمزور سان يا ڪنهن

بئي دشمن سان اتحاد ڪري پنيان ڪان اچي ڪڙڪندو. پيو اهو ٿيندو تہ طاقتور ڪي شڪست ڏيڻ ڪانپوءِ، ڪمزور، بغير ڪنهن لڙائيءَ جي، آڻ مڃيندو.“[43]
هن جنگ، سفارتڪاري ۽ جاسوسيءَ جي هڪبئي سان لاڳاپي تي تفصيلي روشني وڌي آهي. اڳاڻي زماني جي سمورن ڪتابن ۽ مسودن ۾ جاسوسي جي موضوع تي ايتري گهڻ طرفي ڇاڻ ڏنل ناهي. پنهنجي ڪتاب جي پرڏيهي پاليسي واري باب ۾ ڪوٽليا حيران ڪندڙ ”خاموش جنگ“ جهڙو اصطلاح ڪتب آندو آهي. هن جي نظر ۾ جنگ جا ٽي قسم آهن جن ۾ ”ڪليل جنگ، لڪل جنگ ۽ خاموش جنگ“. کُليل جنگ مان مراد آهي ظاهر ظهور ٿيندڙ عام روايتي جنگ، ۽ لڪل جنگ مان مراد آهي گوريلا جنگ، پر خاموش جنگ، ويڙهہ جو اهڙو قسم آهي جنهن جي باري ۾ ڪنهن بہ بحث نہ ڪيو. ڪوٽليا جي خيال ۾ خاموش جنگ اهڙي قسم جي ويڙهہ آهي جنهن ۾ عوام سمجهندو آهي تہ خير خيريت لڳي پئي آهي پر ان دوران جاسوس ۽ ايجنٽ بين بادشاهتن جي اهم رهنمائن کي قتل ڪندا رهندا آهن، اهم وزيرن، گروهن ۽ طبقن ۾ ڏڦيڙ پيدا ڪرڻ، پروپيگنڊا ڪرڻ ۽ غلط ڇاڻ ڏيڻ وارا ڪم ڪندا رهندا آهن. ڪوٽليا ان قسم جي ”ڳجهي جنگ“ ۾ عورتن کي جنگ جي هٿيار طور استعمال ڪرڻ جي بہ وڪالت ڪئي. ڪوٽليا لکيو تہ ”جڏهن اوهان جي فوج برتر هجي، جڏهن (دشمن جي ڪيمپ ۾) رازداريءَ سان ڏڦيڙ پيدا ٿي چڪو هجي، جڏهن موسم بابت سمورا احتياطي بندوبست ڪيا ويا هجن، ۽ جڏهن زمين مناسب هجي، تہ پوءِ ڪليل لڙائي ڪرڻ گهرجي. پر جيڪڏهن ائين ناهي تہ لڪل ويڙهہ ڪرڻ گهرجي.“[44]
اڳاڻي زماني ۾ هاٿين جي اهميت جديد دور جي جديد ٽينڪ جهڙي هئي. ان حوالي سان ڪوٽليا لکيو تہ ”دشمن جي قوت کي تباهہ ڪرڻ جو دارومدار هاٿين تي آهي.“[45] ميڪياولي ۽ مائوزيتنگ کان گهڻو اڳ ۾، ڪوٽليا ان ڳالهہ تي زور ڀريو تہ عوام وٽ مقبوليت هجڻ گهرجي ۽ ڀهراڙين تي ڀاڙڻ گهرجي. ”جيڪڏهن طاقت ۾ ڪمزور هجو تہ (هڪ بادشاهہ) کي گهرجي تہ عوام جي ڀلائيءَ لاءِ ڪوشش ڪري. ڀهراڙيون سمورن ڪم ڪارن جو ذريعو آهن، اتان کان ئي طاقت ملي ٿي.“[46] ”اتي ئي بهادري، ثابت قدمي، هوشياري ۽ گهڻي تعداد ۾ ماڻهو ملن ٿا.“[47] ان دور ۾ اها ڳالهہ ڪري ڪوٽليا فوجي تنظيم ۾

انقلاب برپا ڪري ڇڏيو چاڪاڻ تہ ان ڪان اڳ ۾ انديا ۾ چار ذاتن جي حوالي سان فقط ڪتري (ويڙهاڪ) ئي ان ڪم جي لائق سمجهيا ويندا هئا.
بهتر هٿيارن سان مسلح بهادر فوجي جنگ ۾ ڪاميابي تہ ڏياري سگهن ٿا پر ڪوتليا چيو تہ "تيرانداز جو تير هڪ ماڻهوءَ کي ماري يا نہ ماري، پر سياڻين ماڻهن طرفان ناهيل هنرمند سازش، ايتريقدر جو، پيٽ ۾ پلجندڙن کي بہ ماري سگهي ٿي."[48] ان لاءِ هن وٽ، جنگي دوکي جي عنصر جي بنيادي ۽ وڏي اهميت آهي. تنهنڪري هي پنهنجي بادشاهہ کي "دوکي، ڪوڙي ڏيک ۽ ناٽڪ" ڪرڻ جا سبق سيکاري ٿو. قاتلن، پنڊتن، جادوگرن، عورتن، ايجنٽن ۽ جاسوسن ذريعي دشمن کي دوکا ڏيڻ جا گُر ٻڌائي ٿو. "غلط ڄاڻ ڏئي يا پروپيگنڊا ڪري دشمن جي فوج کي ديڄارڻ ۽ ان کي ڪمزور ڪرڻ" ۽ "دشمن جي ڪيمپن ۾ ڪوڙين فتحن ۽ شڪستن جون خبرون هلائڻ" سميت "جڏهن دشمن جي فوج مشڪل ۾ هجي، يا اوهان جي پوزيشن فائديمند هجي، تہ حملو ڪرڻ گهرجي، يا جنهن کي پنهنجي رياست جي عنصرن تي ضابطو هجي، تہ دشمن جي غدارن جي مدد سان، دشمن ۽ وحشي قبيلن، جيڪي خندقن ۾ مضبوط پوزيشن ۾ هجن تہ انهن کي پنهنجي شڪست جو ڪوڙو تاثر ڏيڻ گهرجي، ۽ ائين دشمن کي اهڙي جاءِ تي وٺي اچجي جيڪا ان جي حق ۾ نہ هجي، پوءِ ان کي ڌڪ هڻجي. جڏهن سامهون ڌڪ هڻڻ فائديمند نہ هجي تہ پٺيان کان حملو ڪرڻ گهرجي، جڏهن پٺيان کان حملو ڪرڻ فائديمند نہ هجي تہ اڳيان کان ڌڪ هڻڻ گهرجي، جڏهن هڪ پاسي کان حملو ڪرڻ فائديمند نہ هجي تہ ٻئي پاسي کان ڪرڻ گهرجي. جڏهن دشمن پنهنجن غدارن، دشمنن ۽ وحشي قبلين سان وڙهڻ ۾ ڦاسي پئي تہ حملي آور کي پنهنجين تازين فوجن سان دشمن تي حملو ڪرڻ گهرج، يا تڏهن حملو ڪرڻ گهرجي جڏهن هو ٿڪل هجي. يا جڏهن پنهنجي مضبوط ترين فوج کي هڪ ڪمزور فوج وانگر ڏيک ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃجي تہ پوءِ دشمن تي وار ڪرڻ گهرجي. يا جڏهن دشمن کي سڄي رات پريشان ڪري آرام ڪرڻ نہ ڏنو هجيس تہ ڏينهن جو حملو ڪجي. يا منجهند ٽاڪ جو جڏهن دشمن جي فوج ٿڪجي چڪي هجي ان وقت حملو ڪجيس." "دشمن کي لالچائي ريگستان، خطرناڪ جاءِ، دٻڻ، جبلن، ندين، غيرمتوازن بيٽن، ڍڳن، ڌوڙ ۽ رات جي اونده ۾ ڦاسائجي." "فوج جي صف بندي ٻين نمونن سان گڏ نانگ وانگر ور وڪڙن واري هجي."[49]

ڪوتليا جي پڙهڻ ڪانپوءِ اها ڳالهه ظاهر ٿي وڃي ٿي تہ ميڪياولي کي جنگ بابت ڪجهہ ٻڌائڻ جي ضرورت ناهي. جنگ بابت ڪوتليا ۽ سن زو جي لکڻين جي ميڪياوليءَ سان ڀيٽ ڪجي تہ ميڪياوليءَ جون ڳالهيون ٽڪل ۽ بيڪار لڳن ٿيون جيڪي هزار سال اڳ مري ويل رومي فوجين کي مانُ ڏيارڻ لاءِ ڪيون ويون آهن. ميڪياوليءَ جي ڀيٽ ۾ سن زو ۽ ڪوتليا ڪنهن بہ قسم جي شهرت ۽ شان جي پرواهہ نٿا ڪن. هي ڪٽڻ چاهين ٿا پر ڪلازيوٽز جي ابتڙ هنن جي سڀ کان اهم ڳالهہ هي آهي تہ هي ٻنهي پاسي گهٽ ۾ گهٽ نقصان ڪرڻ چاهين ٿا. مثال طور سن زو چيو تہ ”ويڙهہ ڪرڻ ڪانسواءِ جنگ ڪٽڻ ئي اعليٰ ترين فضيلت آهي.“ ساڳئي طرح ڪوتليہ بہ اهڙن طريقن ۽ اٽڪلن (افواهون ڦهلائڻ، جاسوسي، سفارتڪاري، قتل وغيره) سان دشمن کي شڪست ڏيڻ واري طريقي کي ترجيح ڏئي ٿو. آمريڪي پروفيسر روگر بوئسچي لکيو تہ ميڪياولي وٽ ايتريقدر جو گوريلا جنگ بابت ڪوبہ منظر بحث ناهي، هي سن زو ۽ ڪوتليا جي لکڻين سان ميچ ئي نٿو ڪري.[50] ڪوتليا جنگ سان گڏ پنهنجي بادشاهہ کي عوام جو خيال رکڻ جو بہ درس ڏئي ٿو ”جيڪو ڪجهہ هن (بادشاهہ) کي وڻي ان کي سٺو نہ سمجهڻ گهرجي، پر جيڪو ڪجهہ هن جي رعيت کي پسند هجي ان کي سٺو سمجهڻ گهرجي.“[51] ڪوتليا نہ صرف جنگ ۽ سفارتڪاري پر سماجي ۽ سياسي معاملن بابت ايترو وقت اڳ جيڪي خيال ۽ ويچار ونديا، سي هزارين سالن کان اڄ ڏينهن تائين هندستاني سماج ۾ عيب سمجهيا وڃن ٿا. مثال طور ڪوتليا هڪ ئي وقت گهڻين زالن، بيوهہ جي ٻيهر شادي،[52] ٻين ذاتين ۾ شادي، ۽ ايتريقدر جو، باهمي طلاق[53] جي پڻ حمايت ڪئي آهي. ۽ سخت مجبوريءَ واري حالت ڪانسواءِ غلام ٿيڻ جي بہ خلاف هو.[54]

چندر گپت موريا ڪانپوءِ هندستان جي تاريخ ۾ اشوڪ (جيڪو چندرگپت جو پوٽو هو) ان جي شخصيت پڻ وڏا ڪارناما سرانجام ڏنا. جنهن کي دنيا جي بهترين بادشاهن ۾ ڳڻيو ويندو آهي. جيتوڻيڪ، اشوڪ جنگيون بہ ڪيون پر شايد هي دنيا جو پهريون بادشاهہ هوندو جنهن جنگ خلاف آواز بلند ڪيو. هن ڪالنگا جي لڙائيءَ ڪٽڻ ڪانپوءِ چيو تہ ”مون ڪالنگا کي فتح ڪيو ۽ هڪ لک پنجاهہ هزار ماڻهن کي قيدي بڻايو، هڪ لک ماڻهن کي زخمي ڪيو ۽ هڪ لک ماڻهو ماريا. ڪالنگا جي فتح ڪانپوءِ، مونکي پڇتاءُ ٿيو ڇاڪاڻ تہ هڪ آزاد ملڪ کي فتح ڪرڻ ۾ ضرور قتل عام ٿيندو ۽ ماڻهو قيد ٿيندا. هاڻي منهنجي

خواهش آهي تہ سموريون جاندار شيون، ڪنهن بہ خوف ڪانسواءِ، امن سان رهن.[55] اشوڪ جنهن بعد ۾ ٻڌ ڌرم قبول ڪيو ۽ عدم تشدد جو حامي ٿي ويو. هن مذهبي رواداري جو بنياد وڌو. اشوڪ جو دور انڊيا جي تاريخ جو سڀ ڪان سونهري دور سڏيو ويندو آهي.[56] هن پنهنجن اصولن کي مختلف ٽڪرين تي لکرايو. جن تي لکيل هو تہ "ٻين فرقن کي مان ڏيڻ گهرجي" "بزرگن ۽ (ايتريقدر جو) جانورن سان فضيلت سان پيش اچڻ گهرجي." "جيڪو ماڻهو آزاديءَ جي ڳالهہ ڪري پر ان کي پنهنجو پاڻ تي ضابطو نہ هجي، دماغ جي پاڪائي، ارپنا ۽ بردباري نہ هجي، اهو خسيس آهي."[57] هن سماجي ڀلائي جو سرشتو جوڙيو جنهن ۾ انسانن ۽ جانورن لاءِ ميڊيڪل سينٽر، رستا، کوهہ، وڻڪاري، غريبن جو خيال ڪرڻ جهڙا ڪم شامل هئا.[58]

عربن ۽ منگولن جي پيٽ ۾، هندستان ۾ گهٽ ڪري دفاعي ويڙهہ جي روايت رهي آهي ۽ تاريخي طور تي، ٻاهرين ملڪن کي فتح ڪرڻ ۽ حملي آور ٿي اڳرائيون ڪرڻ جي روايت بلڪل گهٽ رهي آهي. ايتريقدر جو هتي جنم وٺندڙ فڪر ۽ فلسفا بہ عدم تشدد جو درس ڏيندا رهيا آهن مثال طور ٻڌمت، جين مت، اشوڪ، سک مت ۽ گانڌي وغيره. اهو ضرور ياد رکڻ گهرجي تہ جاگرافيائي حوالي سان انڊيا پاڻ هڪ ننڍو کنڊ رهيو آهي تنهنڪري ان ايڏي ايراضيءَ کي فتح ڪرڻ پڻ وڏو ڪارنامو هو. يورپي تاريخ نويس ايرين جو خيال هو تہ آڳاٽن انڊين بادشاهن کي انصاف جي تصور پنهنجن علائقن کان ٻاهر ٻين ملڪن کي تابع بنائڻ کان روڪي رکيو.[59]

هندستان خوشحال زرعي علائقو هجڻ سبب هميشہ حملي آورن جو شڪار ٿيندو رهيو آهي. انهن حملي آورن ۾ آريا، يوناني، منگول، تُرڪ، مُغل ۽ انگريز شامل هئا. انهن حملي آورن خلاف ننڍي کنڊ جا رهواسي ويڙهون ۽ بغاوتون بہ ڪندا رهيا. يونانين کان اٽڪل بہ هزار سال پوءِ ٻيو ڀيرو، انگريزن جي صورت ۾، هڪ يورپي طاقت ننڍي کنڊ تي ڪاهہ ڪئي ۽ اُنهن اڇي هندستان ۾ سوين سالن حاڪميت ڪندڙ مسلمانن کي شڪست ڏني. پر انگريزن بہ هندستان کي نپوڙي رهيل ڪسر ڪڍي ڇڏي. ان بابت اينگلس (مارڪس ڏانهن موڪليل خط ۾) لکيو تہ "اوڀر جي ملڪن جي حڪومتن وٽ ٽن کان وڌيڪ کاتا نہ رهيا آهن (1) ماليات (گهر اندر ڦرلٽ) (2) جنگ (گهر اندر ۽ ٻاهر ڦرلٽ ڪرڻ) ۽ (3) پبلڪ ورڪس (پيهر پيدوار جو بندوبست). انڊيا ۾

انگريز حڪومت پهرئين (1) ۾ ٻئين (2) ڪاتي جا انتظام ڪيا پر ٽئين (3) کي مڪمل ريت ڦٽو ڪري ڇڏيو، ائين انڊيا جي زراعت کي تباھ ڪيو ويو. اهو ئي سبب آهي تہ جيڪڏهن هنن علائقن (مصر، ايران ۾ هندستان جي ضلعن وغيره) ۾ ڪا جنگ ٿئي ۾ هتان جي آبپاشي سرشتي کي نقصان پهچي تہ هي علائقا صدين تائين غيرآباد ٿي وڃن ٿا."[60]

جديد دور ۾ انگريزن جي انهيءَ تاريخي غلاميءَ خلاف ڪيترين ئي هٿياربند بغاوتون ٿيون پر طاقتور انگريزن کي هندستان مان تڙي ڪڍڻ جو ڪم گانڌي سرانجام ڏنو. موهن داس ڪرمچند گانڌي هڪ عجيب قسم جو ماڻهو هو جنهن طاقتور انگريز سامراج خلاف صدين جي ماريل، ڏتڙيل ۾ دٻايل هندستانين کي ويڙھ لاءِ تيار ڪيو. هن دنيا ۾ "عدم تشدد" جي فلسفي کي عام ڪري ڪمزورن کي طاقتورن سان وڙهڻ جي نئين حڪمت عملي ڏئي دنيا کي ويڙھ ۾ جدوجهد جو هڪ نئون گس سيکاريو.

نندي ڪند جي سموري تاريخ ۾ هتان جا رهواسي مختلف دورن ۾ آرين، يونانين، منگولن، ترڪن، مُغلن ۾ انگريزن سان جنگيون ڪندا ۾ وڙهندا رهيا. پر ان جنگ جي داستان ۾ عرب بہ شامل هئا جيڪي انتهائي مختصر عرصي ۾ پوري دنيا تي وچ جي تيزيءَ وانگر ڇائنجي ويا هئا.

# عربستان: عظيم جنرل محمد (صلعم)

عرب پنهنجي سر زمين کي جزيره العرب ”عربن جو ٻيٽ“ سڏيندا آهن چاڪاڻ تہ اهو علائقو ٽن پاسن کان پاڻي ۾ ۽ چوٿين پاسي کان ريگستان ۾ گهيريل آهي. جديد دور جي موٽر واري ٽرانسپورٽ جي فائدي کان اڳ تائين، تاريخ ۾ ڪوبہ حملي آور ان ملڪ جي ريگستاني رڪاوٽن کي پار ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيو. عربستان اٽڪل 15 لک چورس ميل وارياسي پٽ تي پکڙيل آهي جيڪو اولهندي يورپ جي برابر ٿيندو. يمن ڪانسواءِ هتان جي آبهوا گرم، خشڪ ۽ سخت آهي، جتي برساتون بلڪل گهٽ پونديون آهن. گرمي، اڻچٽا رستا، ڪاڌي جي کوٽ ۽ پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب ريگستاني علائقي ۾ زندگي عذاب هوندي آهي. پر ٻاهرين حملي آور طرفان جنگ ڪرڻ وقت اها کوٽ، تڪليف ۽ اٺهوند بدوي (خانہ بدوش) قبيلن جي ساٿاري ٿي ڪين فائدو پهچائيندي آهي. چاڪاڻ تہ عرب ڪارڪن ۽ پاڻيءَ جي ٿوري مقدار تي بہ گذارو ڪري ويندا آهن جيڪو مقدار ڪنهن بہ ٻي فوج کي گوڏن پر ڪيرائي سگهي ٿو. شايد اهوئي سبب هو جو 1973ع ۾ شاهہ فيصل، آمريڪي رياست جي سيڪريٽري، ڪسنجر جي ڌمڪيءَ جو مشڪندي جواب ڏنو هو تہ ”اسين عرب آهيون. اسين ريگستان ۾ واپس هليا ويندا سين ۽ اُتي اُٺ جي کير ۽ ڪارڪن تي بہ گذارو ڪري سگهون ٿا ۽ اُتان کان توهان سان وڙهندا رهنداسين.“ ڪارڪُن تي گذارو ڪندڙ، پاڻي جي اٺهوند کي برداشت ڪندڙ ۽ اُٺن تي سوار، عرب فوجون پنهنجي مخالفن کان گهڻو وڌيڪ متحرڪ (گشتي) خاصيتون رکندڙ رهيون آهن.[61]

ڪارل مارڪس (ايراني سلطنت ۽ خاص ڪري) عربن بابت لکي ٿو تہ ”اُهي جنگ ۾ اُٺ استعمال ڪندا هُئا، اهو اهڙو جانور آهي جيڪو ڏهہ ڏهہ ڏينهن ڪاڌي ۽ پاڻي جي رسد ڪانسواءِ بہ هلي سگهندو آهي. ٻيو هي اُهو جانور آهي جنهن کي جيڪو گاهہ ڏيو سو کائيندو ۽ تمام دير تائين وڙهندو آهي.“[62]
سياسي، اقتصادي سببن کي پاسيرو رکندي، خالص جنگ سان لاڳاپيل عنصرن جو جائزو وٺجي تہ عربستان جوُ علائقو وارياسو پٽ آهي. اهڙي وارياسي پٽ

۾ پرورش ورتل عربن ۾ برداشت، تحمل، بردباري ۽ بهادريءَ جهڙيون خاصيتون موروثي طور تي منتقل ٿين ٿيون.

**محمد (صلعم): هڪ عظيم جنرل**

چين ۽ هندستان جهڙن اوائلي تهذيبي خطن جي ڀيٽ ۾، تاريخي طور تي منگول ۽ عرب گهٽو ڪري حملي آور حڪمت عملي تي عمل ڪندا رهيا آهن. عربن جي تاريخ تہ گهٽي آڳاٽي آهي پر ان عرب دنيا ۾ ڦهريون ڀيرو انقلاب برپا ڪرڻ واري ڪم کي محمد (صلعم) سرانجام ڏنو. جنهن کي ورثي ۾ ڪا بادشاهت، ڪا فوج يا وڏي ملڪيت نہ ملي هئي، پر هي هڪ يتيم، غريب، ڌراڄ ۽ هجرت ڪندڙ ڪردار هو. جنهن جي ڪم کي ڪارل مارڪس "مذهبي انقلاب" يا "محمدي (ص) انقلاب"[63] سڏيو. محمد (صلعم) جي لاڏاڻي (632ع) کانپوءِ فقط ٻن ٽن ڏهاڪن اندر عرب دنيا جي وڏي حصي تي وچ جي تيزيءَ وانگر ڪڙڪي پيا ۽ ڇانئجي ويا. وڏي اهم ڳالهہ هي آهي تہ ان دور جي ٻن وڏين طاقتور (ايراني ۽ بازنطيني) سلطنتن جي ڀيٽ ۾ عرب بلڪل ڪمزور هئا. پر هنن سڪندر کانپوءِ دنيا جي نقشي تي سڀ کان وڏي سلطنت قائم ڪئي جيڪا اٽڪل ٻہ اڍائي صديون قائم رهي. ايتريقدر جو، عربن ڪجهہ سالن کانپوءِ (638ع ۾) يورپي بازنطيني سلطنت تي ڪاهہ ڪئي پر بازنطيني سلطنت وٽ بحري طاقت هئي جنهن ڪري اها بچي وئي. پر عرب اوپر ۽ اولهہ پاسي پنهنجي فتحن جو سلسلو جاري رکندي انڊيا (710ع)، وسطي ايشيا ۽ مصر تائين وڃي پهتا. وري 670ع ۽ 717ع ۾ قسطنطنيہ تي حملو ڪيو پر ناڪام ٿيا.

محمد (صلعم) کان اڳ جيڪي بہ پيغمبر ۽ مذهبي رهنما پيدا ٿيا انهن جو گهڻو زور فقط تعليم ۽ تبليغ تي هو. مثال طور حضرت عيسىٰ چيو تہ "جيڪڏهن ڪو ماڻهو توهان جي هڪ ڳل تي چماٽ هڻي تہ ان کي جوابي چماٽ هڻڻ بدران پنهنجو ٻيو ڳل ڏيوس." ساڳئي ريت، گوتم ٻڌ، مهاوير جين مت وغيره پڻ ان قسم جي تعليم ڏني. جڏهن تہ محمد (صلعم) نہ رڳو اخلاقي تعليم ۽ تبليغ تي زور ڏنو پر ان سان گڏ سياست ۽ جنگ بہ ڪئي. هتي اُن جي ڪردار کي هڪ مذهبي رهنما واري حيثيت ۾ نہ پر تاريخ جي هڪ فرد ۽ هڪ جنگي سربراهہ جي حيثيت ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

سموئل پي هنٽنگٽن جي راءِ هئي تہ ”فقط محمد (صلعم) ئي اهڙو ڪردار هو جيڪو هڪ مذهب جو بانيڪار بہ هو ۽ هڪ فوجي ڪمانڊر بہ هو.“ جيمز ايل پيني 1899ع ۾ چيو تہ (تاريخ ۾) ”محمد (صلعم) کي هڪ ويڙهاڪ ۽ هنرمند فوجي ڪمانڊر طور ياد ڪيو ويندو.“ آمريڪا ۽ ڪينيڊا جي ملٽري ڪاليجن ۾ پڙهائيندڙ پروفيسر ۽ ليکڪ رچرڊ اي گبرائيل لکيو تہ ”محمد (صلعم) جي حيثيت هڪ وڏي جنرل ۽ تدبيرن جي ماهر کان وڌيڪ هئي. هي هڪ جنگي نظريدان، تنظيمي اصلاح ڪار، اسٽرٽجڪ ٿنڪر (Strategic Thinker)، ڪمانڊر، سياسي ۽ فوجي رهنما، هيروئڪ (Heroic) سپاهي، هڪ انقلابي ۽ بغاوت جي نظريي جو موجد هو ۽ تاريخ جو پهريون ڪامياب تجربو ڪري ڏيکاريندڙ ڪردار هو.“[64]

ڏهن سالن جي عرصي ۾ هن ڏهہ وڏيون لڙائيون وڙهيون، 18 ڇاپن (Raids) جي رهبري ڪئي ۽ 38 فوجي آپريشنن جي رٿابندي ڪئي ۽ جنگي هدايتون ۽ حڪمناما جاري ڪيا، بہ ڀيرا زخمي ٿيو ۽ شڪستون توڙي سوڀون بہ ماڻيون. تاريخ جي ڪجهہ ٻين عظيم ڪمانڊرن حضرت موسىٰ، سبوتائي ۽ گياپ، وانگر محمد (صلعم) کي ڪا فوجي تربيت مليل نہ هئي. هن پاڻ کي جنگ ۽ جاسوسيءَ جو بہ ماهر ثابت ڪيو. هي ڪلاڪن جا ڪلاڪ سياسي اٽڪلن ۽ تدبيرن کي ٺاهڻ ۾ گذاريندو هو ۽ هڪ ڀيرو راءِ ڏنائين تہ ”سموري جنگ حرفت (عياري) آهي.“[65] جيئن سن زو جو خيال هو تہ ”سموري جنگ دوکي تي آڌار رکي ٿي.“ هي عظيم حڪمت عمليءَ جو ماهر هو جنهن غيرجنگي طريقا (اتحاد، مذهبي تبليغ، رحم ۽ سياست) استعمال ڪري، پنهنجي حالت کي ديرپا عرصي تائين مضبوط ڪيو. جهڙي طرح، مقدونيا جي فلپ سدارا آٽي يوناني فوج کي ان لائق بڻايو تہ جيئن سڪندر پنهنجين فتحن لاءِ ان کي اوزار طور ڪتب آڻي سگهي. ساڳئي ريت، محمد (صلعم) عربن جي فوج کي بدلائي اهڙو بڻائي ڇڏيو جو هن کانپوءِ ايندڙ عرب حڪمرانن آڏو صديون پراڻي ايراني ۽ بازنطيني سلطنتن جا اڏوهي کاڌل محل ڍير ٿي پيا.

محمد (صلعم) عربن جي آڳاٽي جنگي انتظام ۾ وڏي ۽ بنيادي تبديلي آندي. عرب اڳ ۾ ننڍين ننڍين مسئلن تي پاڻ ۾ وڙهندا هئا، هن ان روايت کي ختم ڪري انهن مان هڪ تربيت يافتہ وڏي فوج ٺاهي. جيڪڏهن محمد (صلعم) عربن جي جنگي طريقن ۾ انقلاب نہ آڻي ها، تہ ائين ممڪن هو تہ عربستان ۾ اسلام نہ بچي سگهي ها. هن جي لاڏاڻي کانپوءِ هڪ سال اندر ڪيترن ماڻهن

اسلام کي چڙي ڏنو. اها سندس قابل فوجي جنرلن جي ويڙهاڪ صلاحيت هئي جنهن اسلام کي ان حادثي کان بچائي ورتو.

هن ٻيو وڏو ڪم اهو ڪيو ته عرب فوجن جو سماجي وجود، جيڪو ڇڙوڇڙ قبيلن، گروهن ۽ خون جي رشتن سان وفاداري تي ٻڌل هو، ان کي هڪ قومي سماجي وجود (اُمه، يا خدا جي مڃيندڙن جي گروهه) سان وفادار بڻايو.[1] هن عربستان جي شهرن ۽ ٻهراڙين جي گهوڙي سوار خانه بدوش سپاهين ۽ پيادا سپاهين کي ڳنڍي هڪ فوج ٺاهي. هن ٽيون اهم ڪم اهو ڪيو ته اڳ ۾ عرب فوجي جٿا فقط پنهنجن قبيلائي سردارن جي اڳواڻيءَ ۾ وڙهندا هئا، هن هڪ گڏيل ڪمانڊ قائم ڪئي جيڪا فقط سندس هٿن ۾ هئي.[66] جيئن ته جنگ بذات خود پنهنجو پاڻ ڪو مقصد نه ٿي هجي پر اها ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ جو ذريعو هجي ٿي. ان حوالي سان محمد (صلعم) جي سڌارن کان اڳ عربن وٽ جنگ ۾ ويڙهه فقط مان مرتبي يا ڦرلٽ لاءِ ٿيندي هئي. ان ۾ دشمن کي مڪمل طور تي ختم ڪرڻ يا ان جي زمين تي قبضو ڪرڻ وغيره شامل نه هوندو هو. عربن جي جنگ فقط لڙائين جي سطح جي ويڙهه هئي. انهن جا ڪي وڏا ۽ ڊگها جنگي مقصد نه هوندا هئا جن کي حاصل ڪرڻ لاءِ لڙائيون ڪيون وڃن. هن پهريون ڀيرو وڏن ۽ ڊگهن جنگي مقصدن جو تصور ڏنو. انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هن پرتشدد (لڙائيون ۽ جنگيون) ۽ پُرامن ذريعا به استعمال ڪيا. ان کان اڳ جو، دشمن ڪي اتحاد جوڙي مسلمانن کي تباهه ڪن، هن اهڙن قبيلن ۽ فوجي ڇانوڻين جا گهيرا ڪيا، دشمن کي اڪيلو ڪرڻ لاءِ ان جي اقتصادي رسد ۽ رابطن کي ڪٽڻ لاءِ جنگي بندوبست ڪيا.[67] هن فوج جي تربيت، تنظيم ۽ ضابطي، جنگي سامان جي بندوبست، تجربيڪار آفيسرن جي چونڊ ۽ مقرري جهڙن اهم ۽ بنيادي ڪمن ۾ پڻ ڪمال ڪري ڏيکاريو.

محمد (صلعم) اڳاٽي دنيا جو، سڀ کان اول هڪ انقلابي ۽ مذهبي گوريلا قسم جو رهنما هو جنهن آڳاٽي دنيا ۾ پهرين خالص قومي بغاوت (Insurgency) پيدا ڪئي ۽ ان جي اڳواڻي ڪئي. عام روايتي جنرلن وانگر هن جو مقصد، فقط ڌارين دشمنن يا حملي آورن کي شڪستون ڏيڻ نه هو پر ان دور جي عرب سماجي نظام جي جاءِ تي هڪ نئون نظام رائج ڪرڻ به هو. پنهنجي ان مذهبي

---

[1] اُمه مان مراد هڪ قوم ناهي ۽ نه ئي ان جي معنيٰ ڪا جديد رياستي قومي وجود آهي، پر مذهبي عقيدي جي مڃيندڙن جو اهو گروهه جيڪو محمد (صلعم) جي ڪمانڊ ۽ حڪمراني هيٺ گڏ ٿيو.

مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هن سمورا ذريعا ڪتب آندا جيڪي جديد دور جي تجزيي نگار جي نظر ۾ ڪامياب بغاوت لاءِ ضروري هوندا آهن. جيتوڻيڪ، ابتدا ۾ ان جدوجهد لاءِ هن وٽ ٿورو گوريلا ڪيڊر هو جيڪو فقط محدود سطح جي ڌڪ هڻڻ ۽ پڇي وڃڻ جهڙا ڇاپا هڻڻ جي قابل هو، پر ڏهن سالن جي مختصر عرصي اندر ان ننڍي گوريلا قوت کي وڏي روايتي هٿياربند فوج، گهوڙي سوار ۽ پيادا يونٽن سان گڏ، وڏيون مهمون سرانجام ڏيڻ جي قابل قوت بڻائي ڇڏيو. اها سچ پچ عرب تاريخ جي پهرين حقيقي قومي فوجي قوت هئي.[68] ڪيترن سالن جي گوريلا لڙائين ڪانپوءِ محمد (صلعم) آخرڪار پنهنجن دشمنن کي مختلف لڙائين جي مرحلن ۾ شڪستون ڏئي، نيٺ مڪي کي فتح ڪري ورتو. هن سياسي اتحاد قائم ڪري دشمنن کي فوجي طاقت جي ذريعن کان محروم ڪري ڇڏيو. ڪنهن به بغاوت جي ڪاميابيءَ جي پهرين گهرج اها آهي ته رهنما اهڙو هجي جنهن جا پوئلڳ اُن کي خاص ماڻهو سمجهن. ٻي گهرج آهي ته بغاوتن جي ڪاميابيءَ لاءِ هڪ منصوبو هجي جيڪو موجوده سماجي، سياسي ۽ معاشي نظام کي غيرمنصفاڻو سمجهي، هڪ نئين نظام جي دعوىٰ ڪري. ڪامياب بغاوتن لاءِ سچن مڃيندڙن جو ضابطي وارو ڪيڊر گهرجي جيڪو نون ميمبرن کي ڀرتي ڪرڻ ۽ انهن کي منظم ڪرڻ جو ڪم ڪري. هن اهي نئي شرط پورا ڪيا. مدينو هن جو فوجي اڏو هو جتان مخالفن خلاف جنگي آپريشن ڪيا ويا. انهن جنگي آپريشنن ذريعي مڪي ۽ ٻين تجارتي شهرن کي ٻين قبيلن کان الڳ ڪيو جيڪي هن جا مخالف هئا. محمد (صلعم) سمجهيو پئي ته مڪي وارن سان جنگي لڙائيون نه پر بدوي قبيلن سان اتحاد ۽ مذهب جي تبديلي ذريعي ئي ابتدائي ڪاميابيءَ حاصل ڪري سگهجي ٿي.

محمد (صلعم) شايد تاريخ ۾ پهريون ڪمانڊر هوندو جنهن اتر ويٽنام جي جنرل گياپ واري "عوامي جنگ، عوامي فوج" واري اصول کي عمل ۾ آڻڻ جي ابتدا ڪئي. محمد (صلعم) چيو ته "ايمان لاءِ ويڙهه ڪرڻ سمورن مسلمانن جي ذميواري آهي. هر هڪ، مرد، عورت ۽ ايتريقدر جو ٻارن لاءِ ايمان ۽ امت (جيڪا ڌرتيءَ تي خدا جي چونڊيل ماڻهن جي برادري آهي) جي دفاع ۾ فوجي خدمت ڪرڻ فرض آهي."

محمد (صلعم) جو اقتدار ۾ اچڻ هڪ ڪامياب بغاوت جو ڪتابي مثال آهي. جديد باغي، جهڙوڪ مائوزيتنگ، هوچي منه، جومو ڪينياتا، فيدل ڪاسترو،

۽ شايد واشنگٽن آسانيءَ سان هن جي حڪمت عملي ۽ طريقن کي پنهنجين جدوجهدن ۾ ڪتب آڻي سگهيا پئي. مغربي دنيا ۾ عربن جي فتحن کي عام روايتي جنگي تناظر ۾ ڏٺو ويندو آهي. پر جن فوجن اِهي فتحون حاصل ڪيون اُهي محمد (صلعم) کان اڳ عرب دنيا ۾ هيون ئي ڪونه. اها ته هن جي ڪامياب غيرروايتي گوريلا آپريشنس ۽ ڪامياب بغاوت هئي جنهن اهڙي فوج کي وجود ۾ آندو. بعد ۾ عرب فتحون، جنگي تصور، نيون فوجون، جنگي ويڙهه جا طريقا، اهي هن جي جنگي ڪاميابين جو نتيجو هئا. پر هتي فقط ڪجهه اهم لڙائين جو مختصر احوال هيٺ ڏنو آهي.

بدر جي لڙائي (مارچ 624ع): جيتوڻيڪ هيءَ لڙائي جنگ جي تاريخ ۾ ايتري اهميت واري نه هئي پر هيءَ لڙائي محمد (صلعم) جي پهرين جنگي ۽ سياسي فتح هئي، جنهن جو مڪيہ مقصد اقتصادي هو (جيڪو حاصل نہ ٿي سگهيو) چاڪاڻ ته حملي جو هدف مڪي جي قريشن کي معاشي طور تي ڪمزور ڪرڻ هو ۽ ان لاءِ ابوسفيان جي سربراهيءَ ۾ تجارتي سامان سان ڀريل هڪ هزار اُٺن جو قافلو ڪسڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر اتفاق سان اهو قافلو صحيح سلامت نڪري ويو باقي ان قافلي کي بچائڻ لاءِ ڀهتل مڪي جي فوج سان بدر جي علائقي ۾ مسلمانن جي لڙائي ٿي. محمد (صلعم) فقط مان مرتبي، وڙهڻ يا ڦرلٽ ڪرڻ جي ارادي سان نہ پر قريشن (دشمن) کي تباهہ ڪرڻ جي ارادي سان وڙهيو. يعني اها هن لاءِ سياسي جنگ هئي.

هن لڙائيءَ ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ مڪي جي فوج ۾ اٽڪل 900 کان 1000 سپاهي هئا (جنهن مان اٽڪل 300 واپس هليا ويا هئا) جڏهن ته مسلمان فوج ۾ ڪل 314 سپاهي ۽ 70 اُٺ ۽ فقط 2 گهوڙا هئا. جانور گهٽ هئڻ سبب مسلمان فوج واري واري سان سواري ڪري سخت گرمي ۽ مشڪل ريگستاني علائقي مانْ پنڌ ڪري لڙائيءَ جي ميدان تي پهتي هئي.

لڙائيءَ ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ، ابن عشاق جي مطابق، مسلمان فوج اٿسڏي ۽ گولائيءَ واري رخ ۾ بدر ڏانهن وڌي. حضور (صلعم) ان لڙائيءَ ۾ جاسوسن جو بهتر نمونو استعمال ڪيو ۽ دفاعي حڪمت عملي ڪتب آندي. مسلمان فوج اڳ ۾ ئي مضبوط دفاعي پوزيشن ناهي ورتي ۽ دشمن جي اچڻ جو انتظار ڪيو ۽ واريءَ جي اهڙن دڙن جي پٺيان جاءِ والاري جتي پهچڻ کان اڳ مڪي وارن کي نرم واريءَ واري ميدان مان لنگهڻو هيو ۽ مٿان وري رات

جو برسات مڪي وارن جي ڪيمپ کي ڏيڻ بٺائي ڇڏيو. ريگستاني علائقن ۾ پاڻيءَ جي اهميت بنيادي نوعيت جي هوندي آهي. مسلمان فوج اڳتي وڌي بدر جي پسگردائيءَ ۾ موجود کوهن تي قبضو ڪري ورتو ۽ هين کي پُوري ڇڏيو. ائين مسلمانن وٽ ڪافي مقدار ۾ پاڻي موجود هو، جڏهن ته مڪي وارن وٽ هڪ ته فوج گهٽي هئي ۽ پاڻي گهٽ هو. ٻيون ته عربن جون لڙائيون صبح جو سوير شروع ٿينديون هيون ته جيئن سج جي تپش کان بچي سگهجي. ان ۾ به مسلمانن اهڙي جاءِ والاري جتان اڀرندڙ سج جا ڪرڻا مڪي وارن جي منهن ۾ پيا. چوٿين اهم ڳالهه هيءَ هئي ته مسلمان فوج ڪمانڊ جي منظم سرشتي هيٺ عمل ڪري رهي هئي. اولهه جي جنگي روايت مطابق سيزر، اسڪپيو ۽ ٻيا جنرل جنگ جي ميدان پرسان بيهي انتظام هلائيندا هئا اهي پاڻ بذات خود لڙائي نه ڪندا هئا. جڏهن ته عربن جي جنگي روايت مطابق جنگي اڳواڻ بذات خود ويڙهه ۾ حصو وٺندا هئا پر حضور (صلعم) نئون طريقو متعارف ڪرايو ۽ لڙائي جي ميدان جي پرسان بيهي ويڙهه جي نگراني ڪئي. مڪي وارن جي نفسياتي پوزيشن مسلمانن کان بلڪل مختلف هئي. بدلي جي باهه، ٻڪ، عزيزن کان جدائي ۽ جنت جي انعام سبب مسلمانن جي اخلاقي سگهه برتر هئي. ان عنصر بدر جي لڙائي جي نتيجي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

عربن ۾ ڪنهن به لڙائي شروع ٿيڻ کان اڳ هڪبئي کي للڪاريو ويندو هو ۽ به ٽي قابل ويڙهاڪ هڪبئي سان انفرادي لڙائي ڪندا هئا ۽ پوءِ فوجن ۾ ويڙهه شروع ٿيندي هئي. ان ۾ به مسلمان ڪامياب ٿيا. ائين باقائده لڙائي شروع ٿي. گرمي، اُڃ ۽ خوف مڪي وارن جي ويڙهه جي جذبي کي اڳ ۾ ئي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. چيو وڃي ٿو ته ان وچ ۾ زوردار طوفان آيو جنهن ڪري خشڪ واري مڪي وارن کي منهن ۾ لڳي. ائين مسلمانن جي حملي ۽ طوفان مڪي وارن جي چيله ڇڃي ڪري ڇڏي ۽ هُو ڀڄي ويا. مسلمانن وٽ ڪا بهتر گهوڙي سوار فوج نه هئي جنهنڪري مڪي وارن جو پيڇو نه ڪري سگهيا. ائين مڪي وارن کي شڪست ملي.

بدر جي لڙائيءَ ۾ مسلمانن کي مليل فتح جي جنگي اهميت پلي ڪهڙي به هجي پر اها محمد (صلعم) جي سڀ کان پهرين جنگي ۽ سياسي سوڀ هئي. ان لڙائيءَ ڪانپوءِ مديني ۾ مستقبل جي جنگي خطري کي اڳ ۾ ئي ختم ڪرڻ ۽ پنهنجي جنگي اڏي کي محفوظ رکڻ لاءِ مسلمانن مديني جي يهودين (بني قنياقه)

جو گهيرو ڪري انهن کي مدينو ڇڏڻ تي مجبور ڪيو. بدر جي لڙائيءَ ۾ مسلمانن کي پهتل جاني نقصان جو ازالو ڪرڻ لاءِ چار شادين جي اجازت ڏني وئي ان فيصلي تاريخي طور تي مسلمان معاشرن تي تمام وڏا اثر وڌا آهن.

ان کانپوءِ مارچ 625ع ۾ احد جي لڙائي ٿي جنهن ۾ مسلمانن کي شڪست ملي. جيتوڻيڪ عددي حوالي سان دشمن جي قوت چوڻي هئي پر فيصلاڪن ڪردار تعداد نه پر مسلمانن جي بي صبري ۽ لالچ ادا ڪيو. ان لڙائيءَ ۾ جيڪڏهن جنگ ۽ سياست ڏانهن قريش سردارن جو نقطہ نظر حضور (صلعم) جهڙو هجي ها تہ شايد مسلمان تحريڪ مڪمل طور تي ختم ٿي چڪي هجي ها.

خندق جي لڙائي (مارچ 623ع): مڪي جي سردارن کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ محمد (صلعم) اٽڪل سچو سال مختلف بدوي قبيلن (جن جا مڪي سان تجارتي لاڳاپا هئا ۽ جيڪي مستقبل ۾ مڪي سان جنگي اتحاد ڪري سگهيا پئي.) انهن تي ڇاپا مار حملن جو انتظام ڪيو. ان ڪوشش ۾ سياست کي برتر حيثيت حاصل هئي. ايتريقدر جو بُت پرستن سان بہ اتحاد ڪيا ويا.

ذُڪار ۽ تجارتي رستن جي ڪنجڻ سبب مڪي ۾ ڪاڌي جي کوٽ پيدا ٿي پئي جنهن ڪري مڪي جي سردارن ٻين اتحادين سان گڏجي مسلمانن کي تباھ ڪرڻ لاءِ اٽڪل ڏھ هزار فوج ٺاهي جنهن ۾ 600 گهوڙي ۽ اُٺ سوار بہ شامل هئا. جڏهن تہ مسلمان فوج ۾ اٽڪل 3 هزار فوجي ۽ 35 گهوڙا ۽ اُٺ هئا. اهڙي حالت ۾ مڪي وارن سان کنهن کليل ميدان تي دوبدو وڙهڻ جو سوال ئي پيدا نہ پئي ٿيو. محمد (صلعم) جاگرافي ۽ موسم مان وڌ ۾ وڌ فائدو وٺڻ جو منصوبو ٺاهيو. ان لاءِ اٽڪل چار مهينا تياري ڪئي وئي. سمورو فصل ۽ ڪارڪون شهر ۾ محفوظ ڪري رکيون ويون جيڪي حملي جي صورت ۾ مڪي جا گهوڙا ۽ اُٺ کائي سگهيا پئي.

مديني جي چوڌاري زمين جا ٽي پاسا دفاع لاءِ بلڪل مناسب هئا. فقط اترئين پاسي کان مسئلو ٿي سگهيو پئي. ان لاءِ مسلمان تاريخ نويسن موجب سلمان فارسي دفاعي خندق کوٽڻ جي تجويز ڏني. جيڪا عرب جنگي روايتن ۾ بلڪل نئين ڳالھ هئي. اها خندق اٽڪل ساڍا ٽي ميل ڊگهي هئي ۽ اٽڪل ويھ فٽ اونهي هئي (تہ جيئن حملو ڪندڙ فوجي يا گهوڙي سوار ٽپ ڏئي ٻئي پاسي نہ وڃي سگهي.) جڏهن تہ خندق مان نڪتل مٽيءَ کي هڪڙي پاسي اُيو

ڪري رکيو ويو تہ جيئن دفاع ڪندڙ ڌر آسانيءَ سان حملي آور کي نشانو بڻائي سگهي. محمد (صلعم) سميت سڀني ڪوٺائيءَ جي ڪم ۾ حصو ورتو.
مسلمان فوج وٽ کاڌي پيتي جو سٺو مقدار موجود هو جڏهن تہ مکي واري فوج ۽ گهوڙن لاءِ محدود رسد هئي. بيو تہ مسلمانن کي اندرين لائين جو فائدو هو جنهن ڪري اهي تيزيءَ سان پنهنجين فوجن کي خطري هيٺ آيل جاءِ تي گڏ (يا منتقل) ڪري سگهيا پئي. توڙي جو مسلمانن وٽ فقط 35 گهوڙي سوار هئا. ان لڙائيءَ ۾ اهم ترين عنصر وقت جو هو تہ ڪهڙي ڌر وڌ کان وڌ وقت پاڻ کي بچائي سگهندي؟
مکي وارن طرفان خندق پار ڪرڻ جون انفرادي ڪوششون ڪيون ويون پر ڪامياب نہ ٿيون. اٽڪل ٽن هفتن تائين بئي ڌريون پنهنجين پنهنجين جاين تي وينيون رهيون ۽ هڪبئي کي للڪارينديون رهيون ۽ تير وسائينديون رهيون. ائين مديني جي گهيري کي چوٿون هفتو بہ گذري ويو پر بنهي طرفن کان ڪوبہ نتيجو نہ نڪتو. مهيني کان مٿي عرصو گذرڻ جي ڪري مکي وارن جا ڪجھ گهوڙا ۽ اُٺ گاھ جي کوٽ جي ڪري مري رهيا هئا ۽ فوج لاءِ بہ کاڌو گهٽجندو رهيو. خندق کي پار ڪرڻ جو ڪوبہ گس نظر نہ پئي آيو ۽ قرلٽ ۽ فتح جا امڪان غائب ٿيندا پئي ويا. مکي وارن جي توقع هئي تہ ڪليل ميدان ۾ لڙائي ٿيندي ۽ هنن طرفان ڊگهي گهيري لاءِ تياري نہ ڪئي وئي هئي. ايتريقدر جو موسم بہ مکي وارن جي خلاف ٿي پئي. هڪ رات تيز هوائن ۽ گڏي جي برسات سان شديد طوفان بہ مکي وارن کي تباھ ڪري ڇڏيو. آخرڪار مکي وارن کي ناڪامي ملي.
بعد ۾، محمد (صلعم) مکي وارن سان صلح حديبيہ جو معاهدو ڪيو توڙي جو اهو هڪ سياسي ڪارنامو هو پر ان معاهدي مستقبل جي جنگ ۽ دشمن کي تباھ ڪرڻ جي مهم ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ڇاڪاڻ تہ ان ڪانسواءِ مسلمان ڪڏهن بہ مکي وارن کي جنگي طور تي شڪست نہ ڏئي سگهن ها. (توڙي جو معاهدي عارضي طور تي مسلمانن کي نقصان پهچايو.) ان معاهدي ۾ شامل هڪ نقطي تہ "سڀ قبيلا ڪنهن سان بہ اتحاد ڪرڻ لاءِ آزاد هوندا" ان مسلمانن کي سڀ کان وڏي فتح ڏياري. ان ڪانپوءِ محمد (صلعم) پنهنجن دشمنن کي الڳ الڳ نموني منهن ڏنو جنهن سان مکي جا اتحادي گهٽجندا رهيا.

خيبر جي لڙائي (628ع): بعد ۾، محمد (صلعم) خيبر ۾ يهودين جي آبادي تي حملي ڪرڻ لاءِ 1400 فوجي ۽ 200 گهوڙي سوار فوج گڏ ڪئي. جڏهن ته انهن جي مقابلي ۾ 5 يا 6 هزار فوج هئي. مسلمانن خيبر ڏانهن اٺسٽو ۽ ڦيريدار رستو ورتو ۽ الرا جي واديءَ وٽ پڙائو ڪيو جيڪا خيبر ۽ ان جي مدد ڪندڙ (پرتي ڪندڙ) گفتان قبيلي جي وچ ۾ واقع هئي. ائين گفتان جي رستا روڪ ڪري ان کي ڪٽي خيبر کي ملندڙ امڪاني مدد جو گس بند ڪري ڇڏيو.

تيزيءَ سان ڪجھ گهوڙي سوارن کي گفتان ڏانهن اماڻيو ويو جنهن جي نتيجي ۾ گفتان وارن سمجهيو ته مسلمان اسانجي علائقي تي قبضو ڪندا. ائين هُو پنهنجو علائقو بچائڻ لاءِ واپس موٽي ويا. ان ڪانپوءِ خيبر تي حملو ڪيو ويو جتي ڪيترائي مضبوط فوجي قلعا هئا. محمد (صلعم) پنهنجي مکيہ فوج ذريعي دشمن جي الڳ الڳ قلعي تي قبضو ڪرايو. هڪ طرف يهودين سخت مزاحمت ڪئي ته ٻئي طرف ٽن هفتن کان مٿي عرصو گذرڻ سبب رسد جي کوٽ جو مسئلو بہ پيدا ٿي پيو. نتيجي طور (چيو وڃي ٿو ته) مسلمانن پنهنجا ويڙهاڪ جانور بہ کائڻ شروع ڪيا. نيٺ، مهيني کان وڌيڪ مسلسل ويڙھ کانپوءِ آخري مضبوط قلعي تي بہ قبضو ڪيو ويو.

يهودين جي شڪست جو مکيہ ڪارڻ هي هو ته هنن پنهنجي فوج کي کنهن کليل ميدان تي گڏيل نموني ڪتب آڻڻ بدران ڇڙوڇڙ دفاعي قلعن واري انداز ۾ استعمال ڪيو. جنهن ڪري مسلمانن لاءِ کنهن بہ هڪ جاءِ تي برتر قوت گڏ ڪرڻ آسان ٿي پيئي. ٻيو ته ڊگهي عرصي تائين دفاعي ويڙھ ڪرڻ لاءِ يهودين کاڌي، پاڻي ۽ گاھ جو ذخيرو ڪافي مقدار ۾ جمع نہ ڪيو. ڪجھ قلعا تہ رڳو رسد جي کوٽ سبب ئي ڍير ٿي پيا. ٽيون تہ يهودي فوج جي ڪا گڏيل منظم ڪمانڊ نہ هئي.

ان ڪانپوءِ متا جي لڙائيءَ ۾ مسلمانن کي شڪست ملي ۽ ٻن سالن اندر اٽڪل 17 فوجي مهمون وڙهيون ويون

مڪي جي فتح (11 جنوري 630ع): سن زو جي خيال مطابق بهترين جنرل اهو آهي جيڪو بغير خونريزيءَ جي جنگ کٽي وٺي. مڪي جي لڙائي اهڙي ئي جنگي فتح هئي. محمد (صلعم) مڪي کي فتح ڪرڻ لاءِ جنگي تياريون شروع ڪري ڇڏيون. پر اهم سوال هي هو تہ اهو ڪم پرامن يا پرتشدد طريقن مان ڪهڙي طريقي سان سرانجام ڏنو وڃي؟ ان لاءِ هن هڪ جنگي دوکي جو

منصوبو جوڙيو جنهن مطابق مديني ۾ داخل ٿيڻ ۽ ٻاهر وڃڻ جا سمورا گس بند ڪري ڇڏيا ته جيئن ڪوبه ماڻهو (يا جاسوس) مڪي وارن کي ڄاڻ نه ڏئي سگهي، ڪجهه فوجي جٿا اُتر طرف (شام ڏانهن) اُماڻيا ته جيئن جاسوسن کي يقين ڏياري سگهجي ته ايندڙ لڙائي مڪي خلاف نه پر اُتر وارن قبيلن خلاف ڪئي ويندي. محمد (صلعم) ڏهه هزار فوج ساڻ ڪري مار ال زهران (علائقي جو نالو) وٽ پڙائو ڪيو جيڪو مڪي کان ٻن ڏينهن جي مفاصلي تي واقع هو. اُتان هڪ رستو مڪي ڏانهن پئي ويو ته ٻيو رستو طائف يا هوازن ڏانهن پئي ويو. جنهن ڪري مڪي وارن کي اڃاتائين پڪ نه پئي ٿي ته محمد (صلعم) جو اصل هدف ڪهڙو آهي؟ ٿيون ته حضور (صلعم) هر فوجيءَ کي رات جي وقت الڳ الڳ باهه ٻارڻ جو حڪم ڏنو ته جيئن مڪي وارن تي دهشت ويهاري سگهجي ۽ اهو تاثر ڏيئي سگهجي ته فوج جو تعداد اصل تعداد کان تمام گهڻو آهي. وري مسلمان فوج اڳتي وڌي دوتوا وٽ پڙائو ڪيو جيڪو مڪي کان فقط هڪ ڏينهن جي مفاصلي تي واقع هو جتي شهر (مڪي) تي حملي لاءِ تياري ڪئي وئي. اهڙي صورتحال ۾ مڪي وارن ابوسفيان کي ڳالهين لاءِ موڪليو ۽ ڄاڻي واڻي ڳالهين کي اينگهايو ويو ته جيئن اڃا وڌيڪ وقت حاصل ڪري سگهجي. محمد (صلعم) پڌرو ڪيو ته جيڪڏهن مڪي وارا هٿيار ڦٽا ڪن ته عام معافي جو اعلان ڪرڻ لاءِ تيار آهي ۽ ڪوبه قتل عام نه ٿيندو. مسلمان فوج اڳ ۾ ئي شهر جو گهيرو ڪري چڪي هئي ۽ ان جا سمورا گس ڪٽي ڇڏيا هئا، نه ڪو ڀڄڻ جو رستو هو ۽ نه ئي ڪا پرتي پهچڻ ممڪن هئي.

محمد (صلعم) پنهنجي فوج کي چئن ڪالمن ۾ ورهائي چئن طرفن کان شهر ڏانهن وڌڻ جو حڪم ڏنو. ڏکڻ طرف کان ويندڙ مسلمان فوج سان ڪجهه مزاحمت ٿي پر ان کي جلد ئي ختم ڪيو ويو. ائين بغير ڪنهن وڏي خونريزيءَ جي مسلمانن مڪي تي قبضو ڪري ورتو. ان ڪانپوءِ مسلمانن جي ڪيل فتح ۾ مڪي وارن اهم ڪردار ادا ڪيو.

بعد ۾ طائف ۽ هوازن جي لڙائين جنهن ۾ ڀهريون ٻيرو ايڏي وڏي تعداد ۾ فوجون استعمال ڪيون ويون انهن پوري عربستان کي اسلام جي جهنڊي هيٺ آڻي ڇڏيو.

محمد (صلعم) جي لاڏاڻي کانپوءِ، بنجر ۽ سنڌ بٽيل عرب دنيا جڻ تہ ڪنهن جادوءَ ذريعي هيروز جي نرسري ۾ بدلجي وئي هجي اهڙا هيروز عدد ۽ صفت ٻنهي حوالي سان، ڪٿي ٻئي هنڌ مشڪل سان ملن. خالد بن وليد ۽ عمر ابن العاس جون جنگي مهمون، جن ۾ عراق، ايران، شام ۽ مصر جون لڙائيون، جنگ جي تاريخ ۾ زبردست مثالي نمونا آهن ۽ انهن کي نيپولين، هيني بال ۽ سڪندر سان ڀيٽي سگهجي ٿو.[69] هنن جي ڪاميابين جو اهم عنصر گهوڙن ۽ اٺن جو استعمال هو جن بابت رومي ڪڏهن بہ مهارت حاصل نہ ڪري سگهيا.

خالد بن وليد طرفان شام کي فتح ڪرڻ وارو جنگي داستان پڻ وڏو جنگي ڪارنامو هو. خالد بن وليد (اٽڪل 634ع ۾) پنهنجي پيش رفت لاءِ شام ۽ عراق جي وچ ۾ واقع سڀ کان آسان رستي (ال جندل) ڏانهن وڃڻ بدران اولهندو رستو ورتو. هڪڙو پيرو دوما (Dumah) وٽ پهچڻ کانپوءِ هي واديءَ ال سهراڻ کان بصرا ڏانهن وڃي سگهيو پئي، جيڪو شام پهچڻ جو پهريون وسيلو هو پر ان رستي تي فوجي قلعا موجود هئا. تنهنڪري، خالد دوما (Dumah) کان قراقر وارو ڏاکڻو_اولهندو رستو ورتو، اُتان کان خشڪيءَ (پاڻي جي اٺهوند) واري ريگستان مان پنج ڏينهن سفر ڪري، ڏکڻ طرف سوا (Suwa) ڏانهن رخ ڪيو جيڪو شام پهچڻ جو ٻيون رستو هو. سپاهين لاءِ ٿيلهين ۾ پاڻي کنيو ويو پر گهوڙن لاءِ بچت پاڻي ڪٺي هلڻ لاءِ اُٺن کي ڪتب آندو ويو، جن کي بعد ۾ کُهي ڪاڌي لاءِ ڪم آندو ويو. ائين فقط 18 ڏينهن جي سفر کانپوءِ ڊرامائي انداز سان اوچتو ئي اوچتو خالد جي فوج دمشق جي پاڙي ۾ پهچي وئي ۽ سڌي ريت بازنطيني فوج جي پٺيان اچي ڪڙڪي. اُتي دشمن کي شڪست ڏيڻ بعد بصرا ڏانهن وڌي، جتي ٻيون عرب فوجون بہ اچي ڪٺيون ٿيون ۽ اٽڪل 634ع جي جولاءِ ۾ فتح ماڻيون. ان کانپوءِ فلسطين کي فتح ڪرڻ بہ آسان ٿي پيو. ائين منظم انداز سان عربن جون جنگي مهمون شروع ٿيون.[70]

فوج کي اُمہ، يعني سموري قوم، سمجهيو ويندو هو. ان جو امير يا ڪمانڊر اِن چيف، خليفو هوندو هو جيڪو پنهنجا اختيار جنرلن کي سونپيندو هو. شروعات ۾ جيڪو جنرل ڪو علائقو فتح ڪندو تہ اهوئي ان علائقي جو جج بہ هوندو هو ۽ عبادت ۾ بہ اڳواڻي ڪندو هو. عرب گهوڙي سوار فوج جو مکيہ هٿيار ڀالو (نيزو) هوندو هو. جڏهن تہ تيرڪمان هنن جا قومي هٿيار هئا.

بهترين تلوارون انڊيا مان گهرائيندا هئا. بهرحال، عرب فوج جا هٿيار بازنطيني فوج کان هلڪا هئا. هنن لاءِ سپاهگيري نه فقط الله (تعالیٰ) جي نظرن ۾ اعلیٰ ترين ۽ انتهائي وڻندڙ پيشو هو پر فائديمند به هو."[71] مسلمان عرب فوج جي برتري، نه ان جي هٿيارن ۾ هئي نه ئي تنظيم ۾ هئي پر ان جي اخلاقي سگهه سڀ کان وڏيڪ طاقتور هئي. ٻيو ته اُهي بردبار هئا ۽ ٽيون ته اُنن جي ڪري آزاديءَ سان چرپر ڪري سگهندا هئا.

واریاسي پٽ جي ڪري اهو فائدو ٿيو ته اُن دور جون پاڙيسري سلطنتون کين شڪست نه ڏئي سگهيون. اهو هنن جو وڏو بچاءُ هو. اُتُ کي خشڪيءَ جو ٻيڙو به چيو ويندو آهي. ويندي ايڪويهين صديءَ تائين به مخصوص جاگرافيائي حالتن سبب هي پٽ (علائقا) مختلف پرڏيهي ڪاهن کان بچيل پئي رهيا آهن.

ان خطي جنگ جي علم جي حوالي سان جيڪي وڏا جنرل ۽ عالم پيدا ڪيا انهن ۾ محمد (صلي الله عليه وسلم)، حضرت عُمر، خالد بن وليد، عمر ابن العاس، طارق بن زيد، صلاح الدين ايوبي، بابر، ابن خلدون ۽ بخاري وغيره شامل آهن. عربن کانپوءِ، جنگ جي تاريخ ۾ منگولن ۽ تُرڪن جو وارو آيو جن انساني تاريخ تي پنهنجا اڻ مٽ نشان ڇڏيا.

# منگول ۽ ترڪ

## ايوبي، چنگيز ۽ سبوتائي

عربن کانپوءِ ترڪن[1] جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ واڌارا ڪيا. هنن 1055ع ۾ بغداد، 1078ع ۾ شام ۽ 1084ع ۾ فلسطين کي فتح ڪري ورتو. سلوجڪ (ترڪن) جي زماني ۾ ئي "صليبي جنگيون" لڳيون جن ۾ سموري يورپ جي بادشاهن، شهنشاهن ۽ پادرين گڏجي فقط هڪڙي ملڪ شام سان اٽڪل ٻه سو سالن تائين ويڙهه ڪئي پر ان کي شڪست نہ ڏئي سگهيا. جنگي حوالي سان ترڪن جي جنگي برتري انهن جي تيرانداز گهوڙي سوار فوج ۽ دشمن کي گهٽن طرفن کان گهيرو ڪرڻ (Envelop) وارين تدبيرن ۽ زره بند هٿيارن ۾ هئي. اڳتي هلي بعد ۾ عثمانيہ سلطنت ۽ مغل سلطنت وجود ۾ آيون جن اٽڪل صدين تائين دنيا جي خطرناڪ جنگي طاقتن طور پاڻ مڃايو.

يورپ ۽ ايشيا جي جنگي طاقتن ۾ باقائده پهريون ڀيرو ويڙهه ايراني ۽ يوناني جنگين سان ٿي، پر ان ۾ ٻہ حملي آور ڌر ايران هئي. بعد ۾ سڪندر ايشيا تي ڪاهي آيو. ان کانپوءِ عربن طرفان يورپ کي فتح ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون پر ان ۾ ڪاميابي نہ ملي. وري ان کانپوءِ يورپ ۽ ايشيا جي طاقتن ۾ ستو ٽڪر "صليبي جنگين" جي صورت ۾ ٿيو. توڙي جو ان ۾ هڪ پاسي ذري گهٽ سموري يورپ جون طاقتون هيون تہ ٻئي طرف فقط شام هڪڙو ملڪ هو پر ان باوجود يورپي فوجن کي ڪاميابي نہ ملي. ان ويڙهه ۾ فيصلاڪن ڪردار هڪڙي جنگي رهنما جو هو جنهن جو نالو صلاح الدين ايوبي هو.

**صلاح الدين ايوبي** (1138_1193ع): صلاح الدين، پنهنجن ڪارنامن سبب پوري مسلمان دنيا ۽ پنهنجي مهذب پٽي ۽ گهوڙي سوار فوج سبب اولهہ جي دنيا ۾ وڏي مشهوري ماڻي. هن پنهنجي جنگي قيادت ذريعي (مذهبي طور) مقدس سرزمين تي قبضي ڪرڻ واري يورپي ڪوشش آڏو خطرناڪ رڪاوٽون

---

[1] جن بابت چيو وڃي ٿو تہ اُهي منگول نسل سان تعلق رکن ٿا

وڌيون. هن مصر ۾ ايوبيه بادشاهت قائم ڪئي ۽ پاڻ ڪي ٻارهين صديءَ جو سڀ کان وڏيڪ اثرانداز ٿيندڙ جنگي رهنما ثابت ڪيو. مسلمانن کي متحد ڪيو، يورپي عيسائين جي ٻئين جهاد کي شڪست ڏني ۽ ٽئين جهادي مهم وڙهي انهن کي روڪيو.

هن جو پورو نالو صلاح الدين يوسف ابن ايوب هو جنهن جي معنيٰ آهي "ايمان جو شان". هي 1138ع ۾ عراق ۾ پيدا ٿيو. هن جو پيءُ ڪُرد هو جيڪو نورالدين جي ترڪ_شامي فوج جو آفيسر هو جنهن يروشلم تي قبضي لاءِ وڙهندڙ يورپي جهادين سان مقابلا ڪيا هئا.

صلاح الدين ٽيهه سالن جي عمر ۾ فوج جي يونٽ جو ليڊر بڻيو. هي 1164ع ۾ عيسائين کي مصر مان تڙي ڪڍڻ لاءِ فوج ۾ شامل ٿيو جنهن چار سالن جي جنگ ڪانپوءِ مصر تي ڪاميابيءَ سان قبضو ڪيو. جڏهن نورالدين فوت ٿيو ته صلاح الدين ويڙهاڪ فوج جي ڪمانڊ ڪئي ۽ مصري حڪومت جو ڪنٽرول سنڀاليو. بعد ۾ هن حڪمران ٻاڊي کي ٽوڙي پنهنجي بادشاهي قائم ڪئي. صلاح الدين پنهنجي فوج کي مضبوط ڪيو، بحري قوت جوڙي ۽ پوري وچ اوڀر کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ جنگي مهمون شروع ڪيون.

ٻارنهن سالن جي عرصي ۾ هن عراق ۽ شام کي فتح ڪيو، 1186ع تائين، فلسطين ڪانسواءِ مصر کان بغداد تائين جي سموري علائقي تي هن جي حڪمراني هئي. فلسطين کي فتح ڪرڻ لاءِ هن جهاد (مقدس جنگ) ۽ عيسائي جهادين کي تڙي ڪڍڻ جو اعلان ڪيو. 1187ع ۾ هن، تيزانداز گهوڙي سوار فوج سميت اٽڪل ويهه هزار فوج ساڻ ڪري فلسطين تي ڪاهه ڪئي.

صلاح الدين تيراندازن هٿان دشمن کي پاسرائين کان حراسان ڪرڻ ڪانپوءِ ڪمزور جاين تي حملا ڪرڻ جي جنگي چالن تي عمل ڪندو هو. جڏهن تيرانداز دشمن جي فوجي ترتيب (بناوت) کي ٽوڙي ڇڏيندا هئا ته گهوڙي سوار تلوار باز ۽ پيادا هلان ڪندي دشمن کي تباهه ڪندا هئا.

هٽن واري لڙائيءَ دوران هي عيسائي جهادين کي پنهنجي پنيان ٻوڙائي اهڙي علائقي تائين وٺي آيو جتي پاڻيءَ جي اٿهوند هئي ۽ تيسين عيسائي جهادي فوجون ٿڪجي چڪنا چور ٿي چڪيون هيون. ان وقت صلاح الدين موٽ کاڌي ۽ دشمن تي حملو ڪري ڏنو. ان ڪاميابيءَ ڪانپوءِ صلاح الدين مختلف شهر ۽ قلعا فتح ڪندي 2 آڪٽوبر 1187ع ۾ يروشلم تي ٻيهر مسلمانن جو ڪنٽرول

حاصل ڪري ورتو. جيڪو ان کان اڳ (1099ع کان) عيسائين جي قبضي هيٺ هو. پر صلاح الدين دشمنن سان فضيلت وارو ورتاءُ ڪيو ۽ انهن جي اڳواڻ کي ان واعدي تي ڇڏي ڏنو ته مسلمانن خلاف ٻيهر هٿيار نه کڻندي.
وري رچرڊ جي اڳواڻيءَ ۾ يورپي جهادين ٽيون پيرو ڪاهه ڪئي. صلاح الدين ڪاميابيءَ سان پنهنجون فوجون ونئي دشمن جي ڪاڏ خوراڪ جا ذخيرا تباهه ڪري رسد واري لائين ڪٽي ڇڏي. نيٺ، ٽن سالن لاءِ جنگ بنديءَ جو ٺاهه ڪيو ويو ته مسلمان، ڪنهن رڪاوٽ کانسواءِ عيسائين کي فلسطين جي مقدس منهبي جاين تي اچڻ ڏيندا. صلاح الدين دمشق ڏانهن موٽيو ته ڪيس بخار ٿي پيو ۽ 4 مارچ 1193ع ۾ 55 سالن جي ڄمار ۾ فوت ٿي ويو. صلاح الدين پاڻ کي ان دور جو عظيم مسلمان جنگي رهنما ثابت ڪيو. جنهن دور ۾ منهبي جنونيت جو رجحان هو ان وقت هن جي منهبي رواداري جي تعريف دشمن به ڪندا هئا. هن ثقافت کي زور وٺرائڻ لاءِ به ڪيتريون ئي ڪوششون ڪيون. ايتريقدر جو هن پنهنجن مخالفن (Sir Walter Scott) کي به ادبي ڪم ڪرڻ لاءِ اتساهيو.[72]

## چنگيز خان ۽ سبوتائي

منگول: گاهه پنو حاصل ڪرڻ لاءِ مسلسل ۽ ڏورانهن مفاصلن تائين پنڌ ڪندا رهندا هئا ۽ انهن ڊگهن پنڌن ڪين بهترين گهوڙي سوار بڻائي ڇڏيو. بنجر زمين سبب جنگجو نسل بڻجي پيا ۽ مسلسل هجرتن سبب ٻين قبيلن ۽ ماڻهن سان مسلسل وڙهندا ئي رهيا. چنگيز خان کان گهڻو اڳ، هنن يورپ، خاص ڪري اوڀر يورپ، کي شڪستون ڏنيون ۽ رومي سلطنت کي تباهه ڪري ڇڏيو. ”انسان گهر ۾ ڄمن ونئي ٿو ۽ ميدان جنگ ۾ مري ٿو“ اها سندن عام ڪهاوت هئي.[73] تيرهين صديءَ ۾ منگول، ڪنوڻ جيان، پوري ايشيا ۽ يورپ جي ميدانن تي حملاآور ٿيا. انهن منگولن کي پهريون ڀيرو متحد ڪرڻ جو ڪم چنگيز خان سرانجام ڏنو. منگول ڏسندي ڏسندي چين (1209ع کان 1216ع)، افغانستان (21_1219ع) ۽ اوڀر يورپ (23_1219ع) تائين ڦهلجي ويا.
چنگيز خان (پيدائش 1167ع_فوت 1227ع) جنهن کي عام طور تي ۽ خاص طور تي يورپي ”وحشي“ ۽ ”درنده صفت“ انسان سڏيندا آهن. ان ماڻهوءَ منگول قوم کي متحد ڪيو ۽ هن وحشت ۽ بربريت ذريعي نه پر پنهنجي شاندار تنظيمي صلاحيتن ۽ ويڙهه جي اٽڪلن ذريعي، معلوم دنيا کي فتح ڪيو. هن 25 سالن جي ڄمار ۾، انتهائي منظم انداز سان سمورن منگول قبيلن کي هڪ وفاق ۾


چنگيز خان

متحد ڪيو. چنگيز خان، دنيا جي نقشي تي سڀ کان وڏي زميني طاقت، منگول سلطنت، جو بنياد وڌو. منگولن ۾ ٻي قدآور شخصيت چنگيز خان جو عظيم جنرل سبوتائي هو جيڪو هن جي موت ڪانپوءِ، منگول ڪاھ ڪي يورپ جي دل تائين وٺي ويو ۽ اولھ جي قرون وسطيٰ واري تهذيب جي تاچي پيٽي کي لوڏي چڏيائين. جنگ جي تاريخ ۾ انهن ٻنهي جنرلن جي جنگي قابليت کي فقط نيپولين سان ڀيٽ ڏئي سگهجي ٿي. لڊل هارٽ لکيو تہ انهن ٻنهي اڳواڻن جي جنگي قابليت نيپولين جي برابر هئي. چنگيز خان 1167ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 13 سالن جي عمر ۾ پنهنجي پيءُ جو جانيشن مقرر ٿيو. 1206ع ۾، 44 سالن جي عمر ۾، هن کي "چنگيز خان" (جنهن جي معنيٰ آهي ڪامل ويڙهاڪ) جو خطاب ڏنو ويو. جنهن 1213ع ۾ چين جي ڪن (Kin) بادشاهت کي شڪست ڏني ۽ خوارزم جي شاھ جي سلطنت[iii] کي فتح ڪيو.

لڊل هارٽ لکيو تہ قرون وسطيٰ جي تاريخ نويسن منگولن جي فتحن جو سبب عددي برتري کي قرار ڏنو آهي. حقيقت ۾ هنن جي حيران ڪندڙ تيز ڪاميابين جي تسلسل جو راز مقدار (تعداد) بدران معيار هو. هڪ ڀيرو جڏهن ڪنهن رٿا بابت فيصلو ڪري وٺندو هئا تہ ماتحت جنرل، ڪنهن بہ مداخلت ڪانسواءِ ان منصوبي کي عمل ۾ آڻيندا هئا. انهن جنرلن جي ترقي عمر يا تجربي (Seniority) تي نہ پر اهليت (Merit) جي بنياد تي ڪئي ويندي هئي. ٻيو وڏو ڪارنامو هنن جي فوجي تنظيم هئي. چنگيز خان فوج جي تنظيم کي ڏهن جي حساب سان ترتيب ڏنو. ڏهن سپاهين تي مشتمل هڪ اسڪواڊ، ڏھ اسڪواڊ گڏجي هڪ ڪمپني، ڏھ ڪمپنيون گڏجي هڪ رجمينٽ ۽ ائين هڪ "تومينس" (Tumens) ڏھ هزار سپاهين تي مشتمل هوندي هئي. سخت تربيت ۽ ڊسيپلين تي عمل ڪندڙ خان جي فوج جو اڌ حصو ڳرن هٿيارين، نيزن ۽ تلوارن سان مسلح، بچاءَ لاءِ زرھ ۽ ٽوپلا پهريل، گهوڙي سوار فوج تي مبني هو. باقي حصي ۾ تير ۽ ڪمان سان مسلح، چمڙن جا ٽوپلا پهريل، هلڪي گهوڙي سوار فوج هوندي هئي. باقي ٻين واڌو گهوڙن تي

[iii]جنهن ۾ اڄوڪا ترڪمانستان، ايران ۽ اترين هندستان شامل هئا

ڊگهين جنگي مهمن لاءِ سامان، هٿيار ۽ کاڌ خوراک کڻي هلندا هئا. خان وٽ جاسوسن جو زبردست نيٽ ورڪ هو. اٽڪل اڍائي لکن تي مشتمل فوج ۾ ڳري ۽ هلڪي گهوڙي سوار فوج جا مختلف جٿا دشمن جي ڪمزور جاين تي حملا ڪندا مضبوط جاين جو گهيراءُ ڪندا هئا. ”وڄ جي تيزيءَ وانگر حملي ڪرڻ“ واري جنگي حڪمت عملي جيڪا صدين تائين عمل ۾ ايندي رهي، ان جو پهريون مثال خان جي تيز ۽ بيباڪ اڳرائين ۾ ملي ٿو. جڏهن چين جي مضبوط قلعن وارا شهر هن جي آڏو آيا ته هن منجنيق ۽ گهيرن ڪرڻ جون مشينون ڪتب آنديون. جڏهن هن کي انجنيئر ۽ ڊاڪٽرن جي ضرورت پئي ته هن ٻين ملڪن جا ماهر، پڪڙيا يا زبردستي، ڀرتي ڪيا. هن جي فوج دشمن سپاهين کي ورلي قيدي بڻائيندي هئي نه ته انهن سيني کي ماري ڇڏيندي هئي. منگولن جي لڙائين جون مکيه ٻه تدبيرون هيون، هڪ تيز، خاموش ۽ مشيني انداز ۾ سگنلس جو نظام، ٻيو، سندن موتمار بارود (Fire). اُن بابت ڪنهن تاريخ نويس لکيو ته ”سندن دشمن ساڄي ۽ کاٻي پاسي ائين پئي ڪريا جيئن سياري جي موسم ۾ وڻن جا پن ڇڻندا آهن.“ قرون وسطيٰ جون فوجون گهٽو ڪري ”ڇرڪائيندڙ“ (Shock) تدبيرن تي عمل ڪنديون هيون. پر منگول ”جيستائين دشمن جي گهوڙن ۽ سپاهين کي تيرن جي برسات سان ٿڪائيندا نه هُئا تيسين اُنهن جي ويجهو نه ويندا هئا.“ جنگ جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو هنن دشمن تي هلان لاءِ رستو صاف ڪرڻ خاطر ”بارود“ کي منظم انداز سان استعمال ڪيو. هنن ثابت ڪيو ته حڪمت عمليءَ وانگر، لڙائيءَ جي تدبيرن ۾ حرڪت جي آزادي مکيه شي آهي ۽ هلڪن هٿيارن واري فوج ڳرن هٿيارن واري فوج کي ماري سگهي ٿي جيڪڏهن انهن وٽ حرڪت جي آزادي هُجي. مطلب ته حرڪت جي آزاديءَ جي ڪري ڪنهن به فوج جي هٿيارن جي طاقت ۾ ضرب وانگر ٽيڻو ۽ چوڻو ”وزن“ وڌي وڃي ٿو. حرڪت جي آزادي ڪنهن به هٿيار يا دفاعي بندوبست کان بهتر تحفظ مهيا ڪري ٿي. منگولن جي جنگي نظام جي مکيه خاصيت سادگي هئي، هر سپاهي وٽ فقط هڪ هٿيار هوندو هو. جڏهن ته يورپي فوجون گهڻا هٿيار کڻي وڙهنديون هيون. ان ڪري ئي منگول فوج کي حرڪت جي آزادي حاصل پئي ٿي ۽ سوين ماڻهائون. جديد دور جي جنگي گاڏي، ٽينڪ ۽ جهاز ۾ منگول گهوڙي سوارن جون ساڳيون خاصيتون آهن پر مٿئين درجي جون. منگولن جنگ ۾ ”گولي بازي جي تياري“

(Artillery preparation) جو تصور ڏنو، هي پهريان ماڻهو هئا جن دشمن تي "پنيان کان حملو ڪرڻ" واري اٽڪل تي عمل ڪيو. ڊگهن مفاصلن ۽ ڏورانهن علائقن تائين پهچڻ ۽ دشمن کي شڪست ڏئي سگهڻ جي مکيه سببن ۾ سخت ۽ لچڪدار تنظيم، جنهن ۾ تيزيءَ سان گڏجڻ جي صلاحيت هئي، ڪُڪن کان ڏک هٽڻ، تفصيلي طور تي اڳواٽ رٿابندي ڪرڻ، اچرج ۾ وجهڻ، تيستائين ڪوڙ ڪري پنتي هٽڻ جيستائين دشمن ٽڪجي نه پوي، آزاد چرپر ڪرڻ ۽ دشمن کي مڪمل طور تي نيست نابود ڪرڻ جهڙيون جنگي اٽڪلون ۽ فن شامل هئا. منگول گهيرا ڪرڻ لاءِ ڪتب ايندڙ شين ۽ انجنيئر يونٽس کي استعمال ڪرڻ جو فن عربن کان سکيا.

جنگ جي تاريخ ۾ شايد ئي ڪڏهن اچرج واري جنگي اصول کي ان انداز سان پورو ڪيو ويو هجي جيئن ترڪستان واري لڙائيءَ ۾ چنگيز خان ڪيو. خان ترڪستان تي ڪيل ڪاهه جي تياري کان اڳ جاسوسن جو وسيع ڄار وڇائي دشمن خلاف ان جي علائقي ۾ پروپيگنڊا ڪرائي. جيئن ته منگول "پنيان کان حملو ڪرڻ" واري اٽڪل کان ڪم وٺڻ جا بانيڪار هئا. هن پهريائين ته پنهنجي منصوبي جي تحفظ لاءِ قدم کنيا فوج کي جمع ڪرڻ واري جاءِ کي رازداري سان لڪايو. جڏهن (1219ع ۾) (ترڪستان جي) شاهه جي فوج متوقع لڙائي واري هنڌ پهتي ته چنگيز جي فوج ان جي پهچڻ کان اڳ ئي گهوڙا ۽ گهربل گاهه واپس لڪائي چڏيو ۽ انهن پنين ۽ شهر کي باهه ڏئي پاڻ لڪي ويا. جنهن ڪانپوءِ ڪيترن مهينن تائين شاهه پنهنجي ٻه لک فوج کي دفاعي انداز سان چڙوچڙ ڪري مقرر ڪيو. وري سال ڪانپوءِ (1220ع ۾) چنگيز چالاڪيءَ سان پنهنجي جنرل چيپي جي اڳواڻيءَ ۾ ويهه هزار فوج کي ڏيان هٽائڻ لاءِ شاهه جي ساڄي پاسي ڏانهن اماڻي سمرقند ۽ بخارا (جيڪي شاهه جي طاقت جا مرڪز هئا) انهن لاءِ خطرو پيدا ڪيو. شاهه اٽڪل چاليهه هزار فوج اوڏانهن موڪلي. جڏهن چيپي ساڄي پاسي ڏک هٽڻ شروع ڪيو ته چنگيز جي باقي جنرلن جي فوج اچانڪ کاٻي پاسي حملو ڪري ڏنو. ان ويڙهه دوران شاهه جو ڌيان اجان محاذ تي ئي هو ته کيس چرڪائيندڙ خبر ملي ته چنگيز پنهنجي بچت فوج سان گوهيون گتون هٽي اسانجي پنيان کان، ذري گهٽ بخارا جي دروازن وٽ، اچي پهتو آهي. چاڪاڻ ته ان وچ ۾ چنگيز جي چاليهه هزار فوج هڪ وسيع ريگستان ۾ غائب ٿي ناقابل گذر ريگستان منجهان انتهائي رازداري

سان لنگهي، اپريل جي ابتدا ۾، ريگستان جي ڏاکڻي پڇڙ ۾ پهچي، نروتا جي علائقي تي قبضو ڪيو جيڪو بخارا جي مٿان ۽ شاهه جي فوج جي بلڪل پٺيان هو. هڪ ٿي ڌڪ سان شاهه جي سموري دفاعي قطار مڙي وئي ۽ جيڪي ڏورانهن علائقن کان فوجون اچڻيون هيون انهن سان رابطا ڪٽجي ويا. نيٺ شاهه بخارا جي ڇانوڻي کي ڇڏي ڀڄي ويو.[74]

چنگيز خان ۽ سبوتائي جي سلطنت ۾ چين، ڪوريا، ايران، عراق، اولهه ترڪستان، ڏاکڻو انڊيا ۽ پاڪستان شامل هئا. وري 1222ع ۾ هن روس تي ڪاهه ڪري ڏني. 1226ع تائين خان جنهن سلطنت تي راڄ پئي ڪيو اها اولهه طرف پولينڊ کان اوپر طرف ڪوريا تائين، ڏکڻ ۾ ويٽنام کان اتر ۾ روس تائين ڦهليل هئي. هن جي قبضن جو سلسلو سندس پوڙهائپ سست ڪري ڇڏيو. خان جي سلطنت، هن جي مرڻ کانپوءِ، اٽڪل 150 سالن کان مٿي قائم رهي. جيتوڻيڪ، خان پنهنجين جنگي مهمن دوران قتل غارت ۽ ڦرلٽ ڪئي پر هن جو جنگي هنر هر حوالي سان برتر هو.[75] جيڪڏهن پيٽ ڪجي ته ان دور جون سموريون فوجون ڳريون ۽ غيرمتحرڪ فوجون هيون، ايتريقدر جو 20 هين صديءَ کان اڳ تائين چنگيز جي فوج وانگر تيزيءَ سان ڦهلجڻ جي خاصيت ورلي ڪٿي ملي ٿي.

منگول ڪمانڊر، سبوتائي، چين کان ڊنيوب تائين اٽڪل 32 قومن کي زيردست بڻايو ۽ اٽڪل 65 لڙائيون کٽيون. ان مان ڪهڙو سبق ملي ٿو؟ لڊل هارٽ تبصرو ڪندي لکيو ته چنگيز خان ۽ سبوتائي جي جنگي فن بابت ڄاڻ ملڻ سان اهو گمان ته "جنگي ڏاهپ جو گهر فقط اڪيلو يورپ آهي" اهو وهم ختم ٿيو وڃي ۽ پيو ته "جيڪو ڪُجهه هنن (منگولن) ماضي ۾ ڪيو، ممڪن آهي ته هُو پيهر ائين ڪن."[76]

**عثمانيه سلطنت:** منگولن کانپوءِ تُرڪن طرفان قائم ڪيل عثمانيه سلطنت جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ زبردست ڪارناما سرانجام ڏنا. اُن دور ۾ جڏهن پگهاردار فوجن جو رواج نه هو تڏهن به هنن وٽ مستقل فوج هئي جنهن کي باقائده پگهار ڏني ويندي هئي. جيڪا انتهائي منظم، ضابطي واري پيشيور ۽ مستقل جانثارن جي فوج هئي، ايتريقدر جو انهن جي شادين تي به بندش هوندي هئي. سورهين صدي ۾ هنن وٽ اٽڪل هڪ لک کان وڌيڪ سپاهي ۽ طاقتور توبخانو موجود هو. هي دشمن جي مرڪزي حصي کي جانثار پيادا فوج ۽ ان جي پاسن کي

گهوڙي سوارن هٿان حملو ڪرائي چوڏاري ويڙهي چڙهڻ وارين جنگي چالن تي عمل ڪندا هئا. عثمانيہ سلطنت جو بنياد 1299ع ۾ پيو ۽ 1361ع ۾ تُرڪن (بازنطيني سلطنت جي هوندي) يورپي علائقي، اندريپول تي قبضو ڪري ورتو. پر بعد ۾ اُن ڪان بہ وڏو واقعو پيش آيو. ترڪن جي حڪومت هوندي هڪ تاريخي جنگي زلزلو آيو جنهن جا جهٽڪا اجاتائين محسوس ڪيا وڃن ٿا. چاڪاڻ تہ سن 1453ع ۾ تُرڪن طرفان قسطنطنيہ (هاڻوڪو استنبول) تي قبضو ڪيو ويو، ان واقعي يورپ ۽ ايشيا جي تاريخ جو رُخ موڙي ڇڏيو. اُنهيءَ سال جتي قسطنطنيہ جي شڪست سبب رومي سلطنت جو مڪمل خاتمو ٿي ويو، اُتان ئي وري موجوده يورپي بالادستيءَ ۽ تسلط جو آغاز بہ ٿيو ۽ يورپ قرون وسطيٰ واري اونداهي دور مان نڪري نئين سجاڳيءَ طرف وڌڻ شروع ڪيو. قسطنطنيہ تي قبضو ڪرڻ لاءِ گوٿ، هُن، اوارس، سلوس، مگيارس، روسي، بلگرس، تُرڪ ۽ عرب صدين ڪان ڪوششون ڪندا رهيا پر اُهي ڪامياب نہ ٿي سگهيا، اها تُرڪ فوج ۽ ان جو سلطان (محمد ٻيون) هو جنهن ان شهر تي قبضو ڪيو ۽ اوپر واري رومي سلطنت کي تباهہ ڪري ڇڏيو. (ترڪ سلطان محمد (2 ٻيون) جنهن کي ”رت پيئندڙ“ ۽ ”محمد فاتح“ جي خطابن سان بہ ياد ڪيو ويندو آهي.) هي ڪيترين ئي ٻولين جو ڄاڻو هو ۽ عظيم رهنمائن جي سوانح عمريون بہ پڙهيون هئائين ۽ ڪيس جنگي حڪمت عمليءَ جي باري ۾ سٺي ڄاڻ هئي.

جيئن تہ قسطنطنيہ جي تجارتي ۽ جنگي (اسٽريٽجڪ) حوالي سان وڏي اهميت هئي. اهو شهر دنيا جي مضبوط ترين شهرن مان هڪ هو چاڪاڻ تہ ان جي تحفظ لاءِ هڪ مضبوط فوجي قلعو نهيل هو، جنهن جون ٻہ وڏيون ۽ ويڪريون پٽيون هيون جن جي چوڏاري 60 فٽ ويڪري ۽ 15 فٽ اونهي پاڻيءَ واري خندق هئي. جنهن جي پنيان پهرين 25 فٽ ڊگهي پٽ هئي ۽ ان ڪان 20 وال پوئتي وري (60 فٽ ڊگهن) 112 ٽاورن سان گڏ 45 فٽ ڊگهي ٻي پٽ هئي. جيتوڻيڪ، سلطان محمد جي فوج عددي حوالي سان تمام گهڻي هئي. پر ان قسم جي مضبوط ۽ محفوظ قلعي تي قبضي ڪرڻ لاءِ پيادا فوج جي برتري فيصلاڪن نہ هئي. ترڪ فوج ۽ هٿيارن ۾ سڀ ڪان وڌيڪ اثرائتي شي انهن جون توبون هيون. سلطان محمد وٽ ايشيا ۽ يورپ جي ڪنهن بہ شهزادي ڪان وڌيڪ ۽ وڏيون توبون هيون جنهن ڪري هن کي دنيا جو پهريون عظيم توب

وارو ماڻهو (Artilleryman) سڏيو ويو. پر اهي توبونءِ انتهائي سست رفتاريءَ سان چرپر ڪنديون هيون. انهن مان هرهڪ توب کي 50 ڍڳا ۽ 450 ماڻهو ڌڪيندا هئا ۽ انهن ۾ بارود پرڻ ۾ ٻه ڪلاڪ لڳندا هئا ۽ هڪ توب سڄي ڏينهن ۾ فقط 7 کان 8 فائر ڪري سگهندي هئي. پر ان باوجود ان لڙائيءَ ۾ توبن فيصلاڪن ڪردار ادا ڪيو. قلعي تي قبضو ڪرڻ لاءِ سلطان (12 اپريل تي) دنيا جي پهرين منظم توبن جي بمباري شروع ڪرائي. اها فائرنگ ڏينهن رات هلندي رهي پر ڪو ڪڙتيل نه نڪتو. بعد ۾ ترڪن قلعي جي مختلف جاين کي هدف بنائڻ بدران توبن کي پٽ جي ڪنهن هڪ جاءِ تي مرڪوز فائر ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو. آخرڪار، ٻاهرين پٽ کي ڊاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا پر ترڪن کي تڏهن خبر پئي ته دشمنن ان جي پنيان ٻي پٽ به تعمير ڪرائي ڇڏي آهي. ترڪ فوج قلعي تي قبضو ڪرڻ لاءِ وري 18 اپريل تي عام سڌو حملو ڪري ڏنو پر رومي فوج ترڪ فوج جي لاشن جا ڍير لڳائي ڇڏيا. ان دوران ترڪ جنگي ٻيڙن به ڪوششون ڪيون پر ڪامياب نه ٿيا. سُلطان باسفورس ۽ هڪ وهڪري جي وچان هڪ ميل ڊگهي خشڪ زمين ٺاهڻ لاءِ پنهنجن مزدورن کي موڪليو. هنن ڪاٺ جو رستو ٺاهي، اُن مٿان گريس هاريو ۽ اٽڪل 70 ٻيڙن کي ان مٿان گهلي پار ڪيو. پوءِ هنن تيراڪ پُل ٺاهي جنهن ڪري هي ڪنهن به جاءِ تي برتر قوت سان حملو ڪري سگهيا پئي. وري ترڪ فوج سڌو حملو ڪري ڏنو پر وري ناڪام ٿي. وري ڪاٽيون ڪوٽي اندر گهڙڻ جي ڪوشش ڪيائون پر ان وچ ۾ دفاع ڪندڙ رومي فوج زهريلي گئس اماڻي ۽ سرنگهن ۾ پاڻي ڇڏي ڏنو. نيٺ، 29 مئي تي سلطان ٻيهر ڪاهه ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ جيستائين شهر تي قبضو نه ٿيو تيستائين ڏينهن رات ويڙهه جاري رهي.[77] ان دوران قلعي جو دفاع ڪندڙ رومي فوج جو سربراهه (Giovanni Giustiani) به زخمي ٿي پيو ۽ ائين ترڪ فوج پٽيون ٽپي قلعي تي قبضو ڪري ورتو.

بعد ۾ تُرڪن 1526ع ۾ هنگري (يورپ جو مُلڪ) جي فوج کي شڪست ڏني. ائين عثمانيه سلطنت پنهنجي دور جي سڀ کان مضبوط ترين فوجي طاقت بڻجي وئي. ان جي ترڪ جنرلن مان سليمان (اول) ترڪي جي ماڻهن ۾ "قانون جي محافظ" طور ۽ اولهه جي دنيا ۾ "عظيم الشان" (the Magnificent) انسان طور مڃتا ماڻي. هي سورهين صديءَ جو سڀ کان گهڻو اثرانداز ٿيندڙ جنگي رهنما ثابت ٿيو. سليمان چاليهه سالن اندر ٽيهارو جنگي مهمن ذريعي عثمانيه

سلطنت کي وڏائي ان دور جي سڀ کان وڏيڪ طاقتور فوجي قوت بڻائي ڇڏيو. هن روڊز جي جزيري کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڇهن مهينن تائين ان جو گهيرو ڪيو پر ان پيٽ جي مضبوط قلعن کي شڪست ڏيڻ ۾ ناڪام رهيو، جنهن ڪانپوءِ سليمان، سردارن ۽ فوج کي هٿيار ڦٽا ڪري باحفاظت نڪري وڃڻ جي آڇ ڪئي. ائين هن پنهنجي هنرمنداڻين ڳالهين جي نتيجي ۾، بغير ڪنهن نقصان جي، پنهنجو مقصد حاصل ڪري ورتو. پيهر هنگري هن لاءِ خطرو ٿي پئي ته هن پهريائين (هنگري جي پاڙيسري ملڪ) پولس (پولينڊ) سان ڳالهيون ڪري ان کي غيرجانبدار بنايو ۽ پوءِ هنگري تي ڪاهه ڪئي.

عثمانيه سلطنت جنهن جا بنياد 1261ع ۾ پيا، اٽڪل ڇهن صديـن تائين يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا جي مختلف ملڪن سان ويڙهه ڪندي رهي. نيٺ، پهرين عالمي جنگ ۾ يورپي (فرانس ۽ برطانيه) جي فوجن ان کي شڪست ڏني. بعد ۾ 1923ع ۾ مصطفیٰ ڪمال اتاترڪ اچي عثمانيه سلطنت جي خاتمي ۽ نئين جمهوريه ترڪي جو اعلان ڪيو.

قسطنطنيه (استنبول) تي قبضي سبب يورپ جي واپار ۽ تجارت جا رستا بند ٿي ويا. نون رستن جي ڳولا جي نتيجي ۾ يورپي قومون جيڪي هڪ هزار سالن کان اونداهي دور ۾ زندگي گذاري رهيون هيون، سي سجاڳ ٿي پيون ۽ ڏسندي ڏسندي پوري دنيا تي ڇانئجي ويون. انهيءَ ڳولا دوران هنن آمريڪا دريافت ڪري ورتو.

# يورپ

يورپ جي تاريخ کي ڏگهي نظر سان ڏسبو تہ اُها يهودي_عيسائي ۽ يوناني_رومي تهذيب جو داستان لڳندي، جنهن جو مکيہ دشمن، ستين ائين صديءَ کان ويندي سورهين صديءَ تائين، مسلمان پئي رهيا آهن. جن فقط ڪجھ ڏهاڪن اندر عيسائي، رومي ۽ هيلنسٽڪ ۽ ميڊيٽيرين سمنڊ جي سمورن يورپي علائقن تي قبضو ڪري ورتو.
تاريخي ۽ ابتدائي طور تي يورپ ۾ يونان جي شهري رياستن (خاص ڪري اسپارٽا) جنگ جي فن کي زبردست ترقي وٺرائي چاڪاڻ تہ يونان کي هر وقت ايراني سلطنت کان خطرو رهندو هو ۽ هنن جي وچ ۾ جنگيون پڻ ٿيون. ان کانپوءِ يورپ کي پهريون وڏو جنرل سڪندر جي صورت ۾ مليو جنهن جنگ جي فن ۾ زبردست واڌارا ڪيا. اُن کانپوءِ رومي سلطنت پنهنجي ابتدائي ڏينهن ۾ جنگ جي فن ۾ ترقي ڪئي پوءِ وري هڪ هزار سالن تائين ”اونداهي دور“ ۾ هي (يورپي) پاڻ ۾ ئي وڙهندا رهيا. ويندي 14 ۽ 15 هين صديءَ تائين يورپ وٽ جنگ جي علم ۾ ڪو خاص اضافو نہ ٿيو. نيٽ، ميڪياولي، گستاوس ادولفس، نيپولين بونا پارٽ ۽ ڪلازيوٽز جهڙن نظريدانن ۽ جنرلن جي صورت ۾ يورپ پنهنجي جنگي سائنس ۽ فن ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيا. ان دوران يورپ پوري دنيا تي ڪاهون ڪري قبضا ڪرڻ شروع ڪيا چاڪاڻ تہ هنن وٽ بحري قوت گهڻي طاقتور هئي ۽ ان جيتري طاقتور بحري فوج ان دور ۾ ڪنهن وٽ بہ نہ هئي. يورپي ماٺهو بحري قوت ان ڪري بٽيا چاڪاڻ تہ هنن وٽ اونهي ڏگهي سامونڊي پٽي هئي. تنهن کانپوءِ، گذريل 500 سالن کان اڄ ڏينهن تائين، يورپ (۽ آمريڪا) جي عالمي هڪ هٽي ۽ تسلط رهندو پيو اچي.

**يونان**

يونان جي جنگ جي تاريخ جو داستان يوناني شهري رياستن ۽ ايراني سلطنت وچ ۾ ٿيندڙ لڙائين جي داستان کان شروع ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ، عددي حوالي سان يوناني ڪمزور هئا ۽ ايران طاقتور سلطنت هئي پر ان باوجود ايران يونان کي مڪمل طور تي شڪست نہ ڏئي سگهيو. جيتوڻيڪ، ايراني شهنشاهہ دارا

(1) ايراني سلطنت کي ڦهلائي جديد يوڪرين، باسفورس ۽ يورپ جي بين علائقن تائين پکيڙي ڇڏيو هو.[78] پر جڏهن هن يوناني شهري رياستن کي فتح ڪرڻ شروع ڪيو ته هنن جي وچ ۾ هڪ ڏکيي جنگ لڳي وئي. نيٺ، ماراٿن جي لڙائي ۾ اٿينس جي فوج ايراني فوج کي شڪست ڏني اولهه جي تاريخ ۾ اوپر جي طاقت کي هارائڻ ڪانپوءِ پهرين وڏي سوڀ حاصل ڪئي. وري 480 ق م ۾ دارا جي پٽ ڪهه خسرو (1) جي سربراهيءَ ۾ ايران طرفان يونان تي، ڪاهه ڪئي وئي. هن پنهنجي پيءُ واري غلطي (سمنڊ رستي ڪاهه ڪرڻ) کي ورجائڻ بدران زمين رستي حملي ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو. يونانين پاڻ ۾ اتحاد ڪري برتر ايراني فوج کي ٿرموپائلي (Thermopylae) جي جبلن وٽ روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. اسپارٽا جي فوج سوڙهي گس وٽ حملو ڪري ايراني فوج جي عددي برتري کي ناڪارا بڻائي ڇڏيو. اسپارٽا جي بادشاهه ليونڊس (1) جي سربراهيءَ ۾ ڪُل 300 فوجي جوان هئا جن ان سوڙهي لنگهه جو فائدو وٺندي ايراني فوج کي تمام گهڻو نقصان پهچايو پر ان کي روڪي نه سگهيا. پر وري ايراني بحري ٻيڙن کي سوڙهي جاءِ وٽ وڙهڻ تي مجبور ڪيو ويو، اٽڪل 479 ق م ۾ سلامس (Salamis) جي لڙائي ۾ ايراني فوج يونان کي فتح ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي. ماراٿن وانگر سلامس جي لڙائي به تاريخ جو رخ موڙيندڙ لڙائين مان هڪ هئي. تنهن ڪانپوءِ يوناني رياستون پاڻ ۾ وڙهي پيون.[79] اٿينس ۽ اسپارٽا جي وچ ۾ هلندڙ تاريخي تڪرار دوران ئي مقدونيا جي سڪندر جنم ورتو.

**اسپارٽا:** جنگي حوالي سان ڪنهن علائقي جي رياست جنهن جي آباديءَ جو وڏو حصو فوج سان لاڳاپيل هجي ۽ ان جي ڪاروهنوار، ريتن رسمن، شادين، تعليم ۽ تربيت سميت زندگيءَ جي سمورن شعبن ۾ جنگ جو ايترو عمل دخل نه رهيو هوندو جهڙو اڳاٽي زماني جي يوناني شهري رياست اسپارٽا ۾ هو. اڳاٽي يونان جي شهري رياست اسپارٽا اٽڪل ڏهين صدي ق م ۾ وجود ۾ آئي ۽ هڪ طاقتور فوجي رياست طور اڀري. ان جي جنگي برتري سبب ايران ۽ يونان وچ ۾ ٿيل جنگين دوران گڏيل يوناني فوجن جي اڳواڻي اسپارٽا کي ڏني وئي. بعد ۾، 431 کان 404 ق م ۾ پيلوپونيشين جنگ دوران اسپا[؟] ايٿنس جو مکيه دشمن رهي، ان جنگ ۾ اسپارٽا هڪ فاتح طاقت طور نمودار ٿي. وري 371 ق م ۾ ليوڪٽرا جي لڙائيءَ ۾ شڪست ملڻ ڪانپوءِ اسپارٽا جي بالادست حيثيت ختم ٿي وئي. اسپارٽا جي فوج کي شڪست ملي ڇاڪاڻ ته جن ماڻهن

(ٽيگا) سان ان ويڙهه پٺي ڪئي انهن کي هارائڻ لاءِ وٽس ايترا وسيلا نہ هئا ۽ اٽڪل 146 ق م ۾ رومي فاتحن هٿان ان جي سياسي آزادي بہ ختم ڪئي وئي.
آڳاٽين يوناني شهري رياستن ۾ پنهنجي سماجي نظام ۽ آئين جي ڪري اسپارٽا کي ممتاز حيثيت حاصل هئي جيڪا مڪمل طور تي فوجي تربيت ۽ ان ۾ شاندار نتيجا حاصل ڪرڻ تي مبني هئي. اسپارٽا جي شهرين کي سخت فوجي تربيت ۽ تعليم مان گذرڻو پوندو هو ۽ اسپارٽا جي عورتن کي مردن جي پيٽ ۾ وڏيڪ حق ۽ برابري مليل هئي اهڙو عمل ان وقت جي دنيا ۾ ڪٿي بہ ڪونہ هو. اسپارٽا هڪ فوجي رياست هئي جنهن ۾ پيدائش کان وٺي گهڻو زور فوجي تندرستي تي هو. ٻار جي ڄمڻ سان ئي ان کي شراب ۾ وهنجاريو ويندو هو تہ جيئن اهو معلوم ڪري سگهجي تہ ٻار مضبوط آهي يا نہ. جيڪڏهن ٻار بچي ويو تہ ان جي باري ۾ فيصلو ڪندا هئا تہ ان جي پالنا ڪجي يا نہ. جيڪڏهن ٻار تندرست نہ هوندو هو تہ ان کي جبل جي چوٽيءَ تان اڇلائي ماري ڇڏيندا هئا. اسپارٽا جا مرد شهري ستن سالن جي عمر کان فوجي تربيت وٺندا هئا جنهن ۾ سخت ضابطو ۽ جسماني مضبوطي تي زور ڏنو ويندو هو. ٻار گڏيل ڪاڏي وارن ڪلبن ۾ رهندا هئا. فوجي تربيت سان گڏ ٻارن کي پڙهڻ، لکڻ، موسيقي ٻڌڻ ۽ رقص ڪرڻ جي بہ تربيت ڏني ويندي هئي. ارڙهن سالن جي عمر ۾ انهن مان ڪجهہ فوجين کي فقط هڪ چاقو ڏئي ٻهراڙين ۾ موڪليو ويندو هو ۽ انهن کي پنهنجي هنر ۽ ذهانت سان پنهنجو پاڻ بچائڻ تي مجبور ڪيو ويندو هو.
20 سالن جي عمر ۾ اسپارٽا جو شهري "گڏيل ڪاڏي جي ڪلب" جو ميمبر ٿيندو هو. جيتوڻيڪ مڪمل حق ۽ فرض فقط اصولوڪن اسپارٽا جي شهرين کي حاصل هوندا هئا ۽ انهن تي قانوني طور تي فرض هوندو هو تہ فوجي تربيت حاصل ڪن. مردن جي ويهن سالن جي عمر ۾ شادي ڪرائي ويندي هئي پر جيستائين اُهي پنهنجي فوجي سروس ۾ سرگرم ڪردار پورو ڪري نہ ايندا هئا تيسين اهي پنهنجن خاندانن سان گڏ رهي نہ سگهندا هئا. جڏهن بہ اسپارٽا جو فوجي جنگ ۾ ويندو هو تہ ان جي زال (يا ڪا ٻي عورت) ان کي هڪ ڍال ڏيندي موڪلائيندي هئي تہ "هن سان، يا هن مٿان" جنهن جي معنيٰ اها هئي تہ اسپارٽا جا شهري اسپارٽا فقط فاتح ٿي موٽجان يا موت قبول ڪجان. اسپارٽا

جي رياست هڪ آدرشي، مضبوط، فوجي رياست هئي جيڪا واپار ۽ سرمائي جي ڪرپشن کان پاڪ هئي.

جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ چرڪائيندڙ چالن، گروهي ضابطي، برتر ٽيڪنالوجي ۽ حرفت ۽ شهري حڪومتن طرفان فوج جو حساب ڪتاب رکڻ جهڙين يوناني جنگي روايتن يورپ جي سموري تاريخ تي وڏا اثر ڇڏيا آهن. ايراني فوج هلڪن هٿيارن سان مسلح هئي ۽ ان ۾ ضابطو به ڍلو هو جڏهن ته يونان جي ڳرن هٿيارن سان مسلح پيادا فوجن جا جٿا هموار زميني ميدانن تي ناقابل شڪست ثابت ٿيا. ساڳئي طرح، يوناني بحري ٽيڪنالوجي پڻ شاندار هئي.

ان وچ ۾ يوناني شهري رياستون، اٿينس ۽ اسپارٽا پاڻ ۾ وڙهي پيون. اها گهرو ويڙهه اٽڪل 27 سال هلي، انهن ٻن ڌاڪن جي ويڙهه کين صفا ٿڪائي ڇڏيو جنهن ۾ هنن جا لکين سپاهي مارجي ويا. اسپارٽا، اٿينس ۽ ٿيبس (شهري رياستن) انهن جنگين مان سبق سکيا ۽ پنهنجين فوجن ۾ ڳرن ۽ هلڪن هٿيارن، ميزائل جٿن ۽ گهوڙي سوار فوج جي انگ ۾ اضافو ڪري ڇڏيو. اُتر ۾ مقدونيا جو بادشاهه فلپ (2) اهو سمورو لقاءُ ڏسندو ۽ سڪندو رهيو. هن اڳوڻي يوناني شهري فوج ۾ تبديليون آڻي، ڊگهن نيزن سان هٿياربند جٿن ۽ جاگيردارن جي گهوڙي سوار فوج سان گڏ ياڙي تي پيشور فوجين جي مدد سان مقدونيا جي قومي فوج ٺاهي.[80] جنهن ذريعي سڪندر، ننڍڙي علائقي ۾ رهندڙ يوناني قوم کي دنيا جي وڏي سلطنت بڻائي ڇڏيو.

**پهريون عظيم جنرل: سڪندر**

سڪندر (Alexander) پهريون فوجي ڪمانڊر هو جنهن معلوم دنيا کي فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ وڏي حد تائين ڪامياب ٿيو. سڪندر هڪ ڏاهو جنگي جنرل هو. اڳاٽي دنيا ۾ هن جهڙو ٻيو ڪوبه جنرل، ايتري تيزيءَ سان دشمن جي منصوبن کي سمجهڻ ۽ انهن کي شڪست ڏيڻ، مسئلي جي چندڇاڻ ڪرڻ ۽ حل ڪڍڻ جو ماهر نه ٿيو. ان جو مکيه سبب هي به هو ته ان دور جو ڪوبه جنرل اهڙو نه هو جنهن کي پنهنجي دور جي وڏي سپه سالار ۽ سفارتڪار فلپ ۽ ڪنهن به دور جي عظيم فلسفي ۽ سائنسدان ارسطو جي تعليم مليل هجي. جنگ جي معاملي ۾ سڪندر پنهنجن دشمنن کي سوچ ۽ ويڙهه ۾ ڳتائي ڇڏيو. هن ايتري تعداد ۾ فوج آندي جيتري ان کي رسد پهچائي سگهي ۽ آسانيءَ سان چرپر ڪرائي سگهي. جيترو هن حملي لاءِ

اڳرائي ڪئي اوتروئي هن ڪنهن حملي جو شڪار ٿيڻ ڪان بچڻ لاءِ احتياط بہ ڪيو. هي مڪمل ڪمانڊر هو. جنهن سڪندر پاڻ ڪان عددي طور تي برتر (ايراني) فوجن خلاف وڙهندي يارهين سالن دوران هڪ بہ لڙائي نہ هارائي. هڪڙا جنرل وڏين لڙائين ۾ فاتح ٿيا پر اُهي سڪندر وانگر وڏي حڪمت عمليءَ جا ماهر نہ هئا. سڪندر پيادا فوج، گهوڙي سوار فوج ۽ انجنيئرن ڪي، فوجي نظام ۽ جاسوسيءَ جي مدد سان، اهڙي نموني ڪتب آندو جو ان ڪان اڳ ڪنهن بہ نہ ڏٺو ويو. اوپر ۽ اولهہ ڪي فتح ڪرڻ ۽ ڳنڍڻ ذريعي هن يوناني سياست، جنگي علم ۽ معاشي عمل ڪي پوري دنيا ۾ متعارف ڪرايو.


سڪندر

سڪندر جو پيءُ فلپ (ٻيون) هو جيڪو مقدونيا جو هڪ ويڙهاڪ بادشاهہ هو جنهن پهريون ڀيرو يونان کي متحد ڪيو. سڪندر اجان ننڍو ئي هو تہ هن جي پيءُ تبصرو ڪندي چيو هو تہ "سڪندر کي هڪ وڏي سلطنت جي ضرورت آهي چاڪاڻ تہ مقدونيا هن لاءِ تمام ننڍو علائقو آهي."[81] ۽ بيشڪ هن وٽ اهڙو هنر هو جنهن ذريعي هن بي مثال سلطنت تخليق ڪري ڏيکاري. سڪندر جي پيدائش حالت جنگ واري ماحول ۾ ٿي. چوٿين ۽ پنجين قبل مسيح صديءَ دوران ايراني سلطنت ۽ يوناني شهري رياستن ۾ سرد جنگ هلندڙ هئي جنهن ان دور جي سياسي تاريخ کي اها شڪل ڏني. سڪندر 356 ق م ۾ مقدونيا ۾ پيدا ٿيو، هن جي پيءُ کيس سموريون سهولتون مهيا ڪري ڏنيون. سندس والد جي قتل ڪانپوءِ 20 سالن جي عمر ۾ هي تخت نشين ٿيو. سڪندر کي تخت سان گڏ اعلىٰ درجي جي تربيت ورتل ۽ ضابطي واري منظم فوج ورثي ۾ ملي جيڪا روايتي نيزن ڪان ٻيڻن ڊگهن، 14 فٽ جي نيزن سان مسلح هئي. اها نيزي سان مسلح فوج، دشمن جي دفاع ۾ ڏار وجهڻ ڪانپوءِ، ان جو ترت فائدو وٺڻ لاءِ، گشتي هلڪي پيادا ۽ گهوڙي سوار فوج جي مدد ڪندي هئي. انجنيئر يونٽس وري تيزيءَ سان منجنيق (catapult) (قديمي دور جو هٿيار جنهن ذريعي گولا وغيره ڦٽا ڪيا ويندا هئا) ۽ گهيري وارين مشينن کي تيار ڪري مڪيہ فوج جي مدد ڪندا هئا.

فلپ جي موت کانپوءِ سڪندر پنهنجي پيءُ جي خواب جي تڪميل لاءِ اٽڪل 5 هزار گهوڙي سوار فوج سميت 30 هزار پيادا، انجنيئر ۽ نيزي سان مسلح فوجي ڪنا ڪيا. ابتدا ۾ هن ڪيترين ئي لڙائين ۾ سوين ماڻهون پر انهن لڙائين ۾ عددي حوالي سان مخالف قوتون برابر يا ڪمزور هيون. وڏي سلطنت ناهڻ واري هن جي مقصد اڳيان فقط هڪڙي وڏي رڪاوٽ هئي اها هئي ايراني سلطنت. ان ڪي منهن ڏيڻ لاءِ سڪندر وٽ اهڙي بحري قوت نہ هئي. تنهنڪري، هن اٽڪل ڪان ڪم وٺندي سڀ ڪان پهريائين زمين رستي انهن ساموندي اڏن ڪي دشمن ڪان ڪٽي ڇڏيو جتان ايراني فوج کي رسد ملندي هئي. ان باوجود ايراني فوج سڪندر جي فوج ڪان تعداد ۾ ٽيڻ (ڪن محققن جي خيال ۾ ڏهوڻ) تي وڌيڪ هئي. 334 ق_م ۾ Granicus دريا وٽ ٿيل لڙائيءَ ۾ سڪندر اچرج ۾ وجهندڙ حملي ذريعي تيزيءَ سان فتح حاصل ڪئي، جنهن ڪانپوءِ وري شام (ملڪ) جي ڏاڪڻي_اوڀرندي پاسي، Issus وٽ ٿيل لڙائيءَ جي ابتدا ٿي.

گاگاميلا جي فيصلاڪن لڙائي ڪان پهريائين ايراني فوج جي سمنڊ کي ڏسي مقدوني فوجي آفيسر، جيڪي ايراني فوج خلاف ٻن وڏين لڙائين ۾ فتح حاصل ڪري چڪا هئا، انهن سوچيو تہ هنن جو وقت پورو ٿي چڪو آهي. هنن جو خيال هو تہ شڪست اسانجي انتظار ۾ آهي. اهي پنهنجي ڪمانڊر جي خيمي ۾ ويا هنن انتهائي ڳڻتي واري انداز ۾ تجويز ڏني تہ ”ايڏي وڏي دشمن تي فقط رات جي اونداهيءَ ۾ اچرج ۾ وجهندڙ حملو ئي ڪري سگهجي ٿو.“ جنهن تي 25 سالن جي سڪندر وراڻيو تہ ”آءُ پنهنجي فتح چوري نہ ڪندس.“ ان مان هن جي مراد هئي تہ ڏينهن ڏٺي جو ويڙهہ ڪبي جيئن سڀ ڏسن. گاگاميلا جي ميدان تي سڪندر دنيا جي اولين ترين وڏي سلطنت کي شڪست ڏني ۽ ان ڪان بہ وڏي هڪ ٻي سلطنت جو بنياد وڌو. هن جي سلطنت ذري گهٽ رومي سلطنت جي برابر هئي پر رومي جنرلن ان کي ناهڻ ۾ صديون لڳايون هيون جڏهن تہ سڪندر فقط هڪ ڏهاڪي اندر ان جي تعمير ڪئي. سڪندر يونان، وچ اوڀر ۽ انڊين تهذيبن کي گڏائي سياسي ۽ ثقافتي تاريخ ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو. سڪندر جي خواهشن کي پاسيرو رکندي، اصل ۾ هن جون جنگي مهمون، فوجي ضابطو ۽ وسيع نظري هئي جنهن هن جي خواهشن جي تڪميل ڪرائي. دارا کي شڪست ڏيڻ لاءِ لڙائي شروع ٿيڻ ڪان اڳ ۾ ئي هن انتهائي جرائتمنداڻي نموني گهوڙي سوار فوج سان دشمن جي فوجي صفن ۾ گهڙي

وجڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي ان قسم جي اٽڪل جو شڪار ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ڳرن هٿيارين سان مسلح فوجي جٿن کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ پوءِ ذاتي طور تي بي خوف ٿي گهوڙي سوار فوج ذريعي ايراني فوج ۾ ڪاهي پيو ۽ سڌو بادشاهه تي حملو ڪري ڏنو نتيجي طور دارا جي فوج ۾ ڌڪاءُ پيدا ڪري ڇڏيو. عددي طور تي برتر ايراني فوج ان کي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو پر ايراني بادشاهه ٽڪر ۾ ڀڄي هٽي ويو ۽ ائين سندس فوجون به ڀڄي هٽي ويون. ايتريقدر جو، ايراني فوج بادشاهه جي ماءُ، زال ۽ ٻارن کي به پوئتي ڇڏي وئي. ائين ايراني فوج ميدان جنگ ڇڏي ڀڄڻ تي مجبور ٿي.




وري سڪندر سڌو ايراني سلطنت جي مرڪز ڏانهن پيش رفت ڪرڻ بدران مصر جو رخ ڪيو. مصر کي فتح ڪرڻ کانپوءِ وري ايراني سلطنت تي حملو ڪري ان کي شڪست ڏني. بعد ۾ هن افغانستان، مرڪزي ايشيا ۽ ڏاکڻي هندستان تي حملا ڪيا. ان سموري مهم دوران سڪندر هڪڙي به لڙائي نه هارائي.

سڪندر، هندستاني بادشاهه پورس کي شڪست ڏيڻ لاءِ، جنگي دوکي جي اصول کي شاهڪار نموني ڪتب آندو. ميدان جنگ واري علائقي ۾ ٻنهي فوجن جي وچ ۾ دريا واقع هو ۽ دريا جي اوڀر واري ڪناري تي پورس جي فوج، سڪندر جي فوج کان وڏيڪ طاقتور ۽ عددي طور تي برتر هئي. ان ڪري سڪندر لاءِ دريا کي پار ڪرڻ انتهائي ڏکيو ڪم هو. سڪندر ڇا ڪيو ته پنهنجي فوج کي، جيڪا اولهندي ڪناري تي هئي، ان کي روزانو دريا جي

ڪناري ڪان گوڙ ۽ شور سان ڊوڙائيندو ۽ موٽائيندو هو ته جيئن پورس سمجهي ته هي ٻئي هنڌان حملو ڪرڻ لاءِ فوج اوڏانهن اماڻي رهيو آهي، نتيجي طور، پورس به پنهنجي فوج کي ڊوڙائيندو هو. ڊوڙ ڊڪ وارو اهو سلسلو ڪيترن ڏينهن تائين هلندو رهيو. نيٺ پورس کي پڪ ٿي وئي ته سڪندر مڙئي اسانکي ڪوڙ ڪري ڊوڙائي ٿو. هڪ ڏينهن سڪندر ساڳئي نموني فوج کي ڊوڙايو پر پورس پنهنجي فوج کي اوڏانهن نه اماڻيو. ائين، سڪندر جي فوج اٽڪل 18 ميل ڊوڙ ڪري دريا جي سوڙهي لنگهه وٽان پار ٽپڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي. جنهن ڪري پورس اچرج ۾ وجهندڙ حملي جو شڪار ٿي پيو. جيتوڻيڪ، پورس جي فوج ۾ اٽڪل 200 کن جنگي هاٿي به هئا پر ان باوجود هڙپا دريا وٽ ٿيل خونريزه لڙائيءَ ۾ پورس کي شڪست ملي.[82] جيتوڻيڪ، راجا پورس کي هارائڻ کانپوءِ به سڪندر وڌيڪ حملا ڪرڻ پئي چاهيا پر هن جي فوج، جيڪا مسلسل انن سالن جي ويڙهه سبب ٿڪجي چڪي هئي، ان گهر واپس وڃڻ پئي چاهيو. ائين واپس موٽندي (بيبلون شهر ۾) سڪندر فقط 33 سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو ۽ هڪ سال اندر، هن جي سلطنت ۽ فوج مختلف ٽولن ۾ ورهائجي وئي ۽ ائين سڪندر جي سلطنت به ٽڪرن ۾ ورهائجي وئي.

سڪندر کان اڳ ۾، سموري جنگ جي حڪمت عملي ۽ رٿابندي بابت گهٽو ڪري يورپ جنگي فن کان اڻواقف هو. لڙائيءَ جي ميدان تي ڪتب ايندڙ تدبيرون ۽ چالون به اڻ گهڙيل ۽ ٻاراڻي سطح جون هيون. فتح ان کي ملندي هئي جنهن وٽ تعداد ۾ برتر هٿياربند فوج هوندي هئي. سڪندر تدبيري اٽڪلن ۽ چرپر ذريعي دشمن کي ويڙهي ڇڏڻ ۽ گهوڙي سوار ۽ پيادا فوج جي هم آهنگ چرپر جي اصولن کي متعارف ڪرايو. سڪندر کان اڳ جنگ گهڻين ۾ ويڙهه وانگر هوندي هئي. بهرحال، سڪندر پنهنجي تنظيمي هنر، جنگي ۽ تدبيري جدتن ۽ ذاتي بهادري ذريعي دنيا کي بدلائي ڇڏيو. اوپر ۽ اولهه ۾ يوناني تهذيب کي متعارف ڪرايو ۽ اٽڪل ويهه نوان شهر اڏيا جيڪي اڳتي هلي تجارتي ۽ ثقافتي مرڪز بڻيا. حملي آور تدبيرن، چالن ۽ گهيرا ڪرڻ واري جنگي علم ۾ هن جا ڪيل واڌارا سالن تائين ماڊل طور ڪتب ايندا رهيا. سڪندر کانپوءِ، يونان جي پاڙيسري ملڪ اٽليءَ ۽ ڪارٿيج (آفريڪا) ۾ جنگ جي فن ۽ سائنس جي تاريخ ۾ وڏا ڪارناما سرانجام ڏنا ويا.

# روم بمقابلہ ڪارٿيج

روم جي تاريخ جو وڏو حصو جنگ جي داستان تي مشتمل آهي. جنگ جي حوالي سان رومي پنهنجي بي رحمي ۽ سفاڪيءَ سبب هڪ سلطنت تخليق ڪري سگهيا جنهن ۾ يورپ جو وڏو حصو، اوڀر ۽ ڏکڻ آفريڪا وغيره شامل هئا. رومي فوج پنهنجي دور جي سڀ کان وڌيڪ اڳتي وڌيل ويڙهاڪ قوت هئي. رومي فوج ۽ ٻين فوجن ۾ مکيہ فرق اهو هو تہ هي پنهنجن دشمنن کي مڪمل طور تي تباهہ ڪري ڇڏيندا هئا. روم جي حڪمرانن کي ”شهنشاهہ“ (Emperor) سڏيو ويندو هو جيڪو لاطيني ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ان جي معنىٰ آهي فوجي جنرل.[83] ايتريقدر جو رومي فوجي هڪٻئي سان بہ وڙهڻ لاءِ تيار هوندا هئا ان رجحان روم جي تاريخ ۾ گهرو جنگين جي ورجاءَ کي ممڪن بڻايو جنهن پهرين صدي قبل مسيح تائين رومي حڪومت کي ڏاهي ڇڏيو ۽ ٽين صدي عيسوي تائين سلطنت ٽڪرن ۾ ورهائجي وئي. پر يورپ جي تاريخ ۾ اينڊڙ هزار سالن تائين رومي فوج جهڙي پيشور منظم فوج وري جنم نہ وٺي سگهي.

رومولس ۽ ريمس، بہ جاڙا ڀائر هئا جن ويڙهاڪن جو جٿو ناهيو. ابتدا ۾ فوجون نہ پر ويڙهاڪ جٿا هوندا هئا جيڪي اشرافيہ جي اڳواٽي ۾ هلندا هئا جن جا اڳواڻ فوجي ڪمانڊر نہ پر اهي هيروز هوندا هئا جن جي ذات جي پٺيان ٻيا هلندا هئا. اٽڪل ڇهين صدي ۾ باقائده ڳرن هٿيارن سان مسلح پيادن فوجي جٿن جي متعارف ٿيڻ سان رومي جنگ ۾ انقلاب اچي ويو. انهن فوجي جٿن جو سپاهي انفرادي طور تي ايترو اهم نہ هو.[84] روم جي تاريخ ۾ اسڪپيو ۽ سيزر جهڙا وڏا جنرل بہ ملن ٿا. پر اصل ۾ روم ۽ ڪارٿيج جي وچ ۾ ٽيل جنگ يورپ جي تاريخ تي تمام وڏا اثر ڇڏيا. انهن جنگين کي ٻي پيونڪ جنگ سڏيو وڃي ٿو. ان جو پهريون مرحلو هيني بال جي حملي سان شروع ٿئي ٿو.

**هيني بال: جنگ جي حڪمت عمليءَ جو ابو**

تصوراتي طور تي جنگ جو انتظام ڪرڻ جي حوالي سان هن کي اڪثر ڪري ”جنگ جي حڪمت عمليءَ جو ابو“ سڏيو ويندو آهي. هيني بال، گهوڙي سوار فوج جي تدبيرن ۾ جدت پسنديءَ سبب روم خلاف اٽڪل 15 سالن تائين جنگي مهم کي برقرار رکڻ جي اهل رهيو. رومين ڪانسواءِ هيني بال جي زندگيءَ بابت لکيل ڪوبه مواد نٿو ملي. هيني بال اٽڪل 247 ق م ۾ موجوده تيونس (آفريڪا) ۾ پيدا ٿيو. ننڍي هوندي ئي هي پنهنجي پيءُ سان گڏ رومي فوج خلاف اسپين ۾ وڙهيو. پر ان ۾ ڪارٿيج کي شڪست ملي. هيني بال جو مقصد هو يا ته روم کي تباهه ڪجي يا اها ڪوشش ڪندي مري وڃجي.[85] بعد ۾، پنهنجي والد جي فوت ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن 20 سالن جو ٿيو ته هن روم سان ٿيل سمورن معاهدن جي پيچڪڙي ڪندي، ٻن سالن اندر پوري اسپين کي پنهنجي تابع بڻائي ڇڏيو. جنهن تي روم طرفان ڪارٿيج سان اعلان جنگ ڪيو ويو.


هيني بال

هن جا منصوبا انتهائي سادا ۽ انتهائي پيچيدا به هئا. هيءُ هڪ وڏي فوج کي ٻن جابلو قطارن مان لنگهائي روم تي زمين جي رستي حملو ڪندو. اهو اهڙو خيال هو جنهن بابت ان وقت ڪوبه ماڻهو سوچي به نه ٿي سگهيو. قديم دنيا کي اها ڄاڻ هئي ته ڪارٿيج وٽ هڪ وڏي بحري فوج آهي ۽ ڪارٿيج وارا سمورين وڏين لڙائين لاءِ ان بحري فوج کي استعمال ۾ آڻيندا. روم تي ڏکڻ کان سمنڊ رستي بدران، اتر_اولهه کان، سو به ٻن جابلو قطارن (جيڪي آئبيريا ۽ ۽ الپس (فرانس ۽ اٽليءَ جي سرحد) وٽ وسيع ۽ وڏين پٽن وانگر هيون.) انهن مان لنگهي حملي ڪرڻ جو منصوبو ايڏو تاٿيل هو جو ڪنهن جي تصور ۾ به نه پئي آيو. هيني بال کي اهو دپ هو ته رومي شهنشاهه ڏکڻ آفريڪا ۽ آئبيرا ۾ نئين ڪارٿيج تي حملو ڪندا. تنهنڪري، بهتر اهو ٿيندو ته رومي فوج کي هتي (ڪارٿيج) اچڻ بدران اُن سان سندس ملڪ ۾ ئي ويڙهه ڪجي. هن کي خبر هئي ته رومي فوج عددي حوالي سان هن کان هميشه برتر هوندي تنهنڪري هن کي اچرج ۾ وجهندڙ اٽڪلن ذريعي ويڙهه ڪرڻي پوندي. هن کي ڄاڻ هئي ته

جيڪڏهن هن حملو ڪيو ته رومين کي توقع هوندي ته سمنڊ رستي ئي ڪندو ۽ رومي هن جي بحري فوج کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندا. هيني بال طرفان سڌي ۽ ويجهي ساموندي رستي بدران ڊگهي، ڏکئي ۽ وروڪڙن واري رستي کي ترجيح ڏيڻ جي چونڊ جو سبب شايد "روم جي بحري طاقت" هئي. (توڙي جو ان دور جون ٻيڙيون اوائلي قسم جون هيون) چاڪاڻ ته هيني بال کان اڳ رومي سمنڊ ۾ ڪارٿيج خلاف ڪيتريون ئي فتحون حاصل ڪري چڪا هئا. ان طرف کان وڃڻ جو ٻيو سبب اهو به ٿي سگهي ٿو ته اتر اٽلي ۾ رهندڙ قبيلا جيڪي روم جا مخالف هئا انهن کي اتحادي بڻائي سگهجي. چاڪاڻ ته هن کي اها خبر هئي ته اٽليءَ ۾ ڪجھ رياستون ۽ قبيلا رومي طاقت کان ناراض آهن. خاص ڪري ان جابلو پٽي ۾ گالس کي پنهنجي پاسي ڪري سگهيو پئي.[86] 50 هزار سپاهين ۽ 40 هاٿين جي فوج سان هن يورپ جي وڏي جابلو پٽي (Alps) کي پار ڪرڻ ڪندي ويڙهه جي شروعات ڪئي.

روم سان ٿيل جنگ ۾ هيني بال جي پيش رفت واري نقشي ۾ وڪڙ اندر وڪڙ نظر ايندا. پهريون وڪڙ اهو هو ته سڌو سمنڊ رستي روم ڏانهن ڪاهه ڪرڻ بدران اسپين کان ڦري ويو ۽ وري اُتان سڌو ڏاکڻي اٽليءَ ڏانهن (ميڊيٽيرن سمنڊ جي ساحلي پٽيءَ وٽان) وڃڻ بدران هيني بال اتر کان جابلو قطارن ڏانهن رُخ ڪيو جيڪو رستو خطرناڪ ۽ انتهائي جوکم وارو هو.

جڏهن روم کي اها خبر پئي ته هيني بال اسپين واري رستي کان اچي پيو ته هنن ان کي روڪڻ لاءِ مارسيلس ڏانهن فوج اماڻي. پر ان وچ ۾ ستو روم (ڏکڻ) طرف وڃڻ بدران هيني بال نه صرف اها خطرناڪ ندي پار ڪري ويو پر غيرمتوقع نموني اچان بيو ڊگهو وڪڙ وٺي مٿاهين (اتر) طرف هليو ويو ۽ جڏهن رومي فوج ٽن ڏينهن کانپوءِ اتي پهتي ته اهو ڏسي حيران ٿي وئي ته "دشمن اڳ ۾ ئي هليو ويو پر اهو به انتهائي ڏکئي پاسي." رومي جنرل پبلس سپيو (سپيو آفريڪانس جو پيءُ) ڪجھ فوج اتي ڇڏي هيني بال جو اڳ ونڻ لاءِ سمنڊ رستي فوج وٺي تيزيءَ سان لومباردي جي ميدان تي اچي پهتو. پر اهم ڳالھ هيءَ هئي ته اهو ميدان هيني بال جي گهوڙي سوار فوج جي فائدي ۾ هو."[67]
هيني بال پنهنجي 50 هزار فوج (جنهن ۾ اٽڪل 9 هزار گهوڙي سوار فوج ۽ 40 جنگي هاٿي هئا) کي ساڻ ڪري انهن جابلو قطارن مان لنگهيو پر کاڌ خوراڪ جي کوٽ ۽ برف سان ڍڪيل جبلن جي سوڙهن رستن مان لنگهڻ انتهائي مشڪل ڪم هو پر هن اتان لنگهي جنگ جي تاريخ جو وڏو جنگي ڪارنامو ڪري ڏيکاريو. ان سفر دوران هن جا فوجي ٿڌ ۽ بُک سبب مرندا رهيا. انهن جابلو قطارن مان لنگهڻ لاءِ اتان جي قبيلن (گالس) سان اتحاد ڪيائين پر انهن هن کي ٿوري پنڌ کانپوءِ اهڙي جاءِ تي ڦاسايو جتان هيني بال جي فوج کي نشانو بنائڻ آسان ٿي پيو. بهرحال سخت ويڙھ ۽ اٽڪل 30 ڏينهن جي سفر کانپوءِ نيٺ هيني بال جي فوج جابلو قطارن مان ٻاهر نڪري ميداني علائقي ۾ پهتي پر ان وچ ۾ هن جي فوج جو اٽڪل ٽيون حصو تباھ ٿي چڪو هو. پر اڳتي هلي هن گالس جي ٻين قبيلن کي فوج ۾ ڀرتي ڪيو ۽ اٽڪل 40 هزار فوج جمع ڪئي.
روم ۽ ڪارٿيج جي فوجن جي وچ ۾ پهرين باقائده لڙائيءَ جي شروعات جنهن ميدان ۾ ٿي اتي ٻنهي فوجن جي وچ ۾ دريا هو ۽ نومبر جي مهينو هو جنهن ڪري دريا جي مٿاڇري تي برف جو تھ ڄميل هو. تنهنڪري هيني بال لاءِ وڏو مسئلو اهو ٿيو ته اهو دريا پار ڪيئن ڪجي؟ ان صورتحال ۾ به خطرا هئا هڪ ته برف جو ڄميل تھ ٽٽي پوندو ۽ ٻيو ته رومي فوج کي حملو ڪرڻ ۾ آساني ٿي ويندي. تنهنڪري، هيني بال ڇا ڪيو جو پنهنجي فوج جا 300 گهوڙي سوار سپاهي دريا پار ڪرائي، انهن هٿان صبح جو سوير رومي فوجي ڪيمپ تي حملو ڪرايو. ان اوچتي حملي رومي فوج کي پريشان ڪري ڇڏيو، ان

مونجهاري ۽ ڪاوڙ جي نتيجي ۾ رومي فوجي ڪماندر پنهنجي فوج کي دريا پار ڪري هيني بال جي فوج تي حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ائين ٽريبيا جي لڙائي شروع ٿي، هيني بال پنهنجي گهوڙي سوار ۽ هاٿين تي سوار فوج کي رومي فوج جي پاسن کي ڏڪ هڻڻ جو حڪم ڏنو. رومي فوج اڃان انهن سان ويڙهه ڪري رهي هئي ته مٿان ٻي گهوڙي سوار ڪارٿيجين فوج اچي اوچتو ۾ وچهندڙ حملو ڪري ڏنو. ائين رومي فوج کي ٽن پاسن کان گهيرو ڪري ان کي پٺتي دريا طرف ڌڪي دريا پار ڪرڻ تي مجبور ڪيو. ان لڙائي ۾ اٽڪل 30 هزار رومي فوجي موت جو شڪار ٿيا. ان لڙائيءَ ۾ مليل ناڪامي رومي سلطنت لاءِ سڀ کان بدترين شڪست هئي.

رومي حڪومت وري ٻي ويهه هزار فوج تيار ڪرائي هيني بال جي فوج کي ڏکڻ طرف وڌڻ کان روڪڻ جو بندوبست ڪيو. وري ٻي مهم کان اڳ رومي ڪماندڙ سمجهيو پئي ته هيني بال ٻن رستن (اريمنم Ariminum ۽ Arretium اريٽم) کان گذري روم طرف ايندو هنن پنهنجي فوج کي ٻن اهم لنگهن تي مقرر ڪيو باقي هڪ لنگهه ڇڏي ڏنو ڇاڪاڻ ته اتان ڪنهن به فوج لاءِ لنگهڻ ذري گهٽ ناممڪن هو. اهو علائقو ڏٻڻ وارو هو جتي جيت، نانگ، بلائون، گرمي ۽ گهُٽ ٻُوسٽ سبب اهڙو خطرناڪ ماحول هو جو اُتان گذرڻ ناممڪن پئي لڳو. رومي ڪماندرن جو به اهوئي خيال هو ته اتان گذرڻ ناممڪن آهي. پر هيني بال ته ڪندو ئي غيرمتوقع ڪم هو. جيئن ته هيني بال اوپر ۽ اولهه وارن متوقع رستن بدران وچان ايترين وارو رستو ورتو جيڪو مختصر هو ۽ دشمن کي اوچتو ۾ وچهندڙ حملي لاءِ بهتر به هو. پر اهو رستو دٻڻ وارو هو، جنهنڪري هيني بال جي فوج ڪيترائي سپاهي ۽ گهوڙا وڃائڻ ۽ ننڊون ڦٽائڻ ڪانپوءِ سخت مشڪل ۾ پاڻيءَ منجهان، مسلسل چار ڏينهن ۽ ٽي راتين، ڪانپوءِ رومي فوج مٿان اچي ڪڙڪي.[88] پر ان باوجود هيني بال سڌو حملو نه ڪيو.

ان ڪانپوءِ هيني بال ٽسڪني (شهر) پهتو جتي رومي سلطنت جي اتحادي حڪومت هئي، هيني بال ان شهر جي پسگردائي کي باهه ڏياري ڇڏي ته جيئن رومي ڪماندر کي پڙڪائي سگهي جيڪو شهر جي اندر مضبوط قلعي جي پٺين جي پنيان ويٺو هو. ان عمل سان هيني بال رومي سلطنت جي ٻين اتحادين ڏانهن اڻسڌي طرح پيغام موڪليو ته رومي سلطنت جو ساٿ ڏيندا ته توهان به سڙي ويندا.

هيني بال رومي فوج سان اُتي وڙهڻ بدران اڳتي نڪري ويو ۽ اهڙي جاءِ تي وڃي ترسيو جتي هڪ سنو سوڙهو لنگهه هو. هيني بال پنهنجي ڪجهه فوج کي ان علائقي ۾ مقرر ڪيو ۽ باقي فوج کي اهڙي نموني پري بيهاريو ته جيئن دشمن کي محسوس ٿئي ته هن جي فوج تمام گهٽ پري آهي. ٻئي طرف، رومي جنرل هن جو پيڇو ڪندو اچي جڏهن ان علائقي (پزيانو) ۾ پهتو ته هن جاسوس جٿا موڪليا جن ٻڌايو ته سوڙهي لنگهه وٽ ڪجهه به ناهي. ٻئي ڏينهن صبح جو رومي فوج اڳتي وڌڻ شروع ڪيو، هڪ پهاڙ تي دونهي جا ڪڪر ڏسي رومي ڪمانڊر (فليمنيس) خوش ٿيو ته هيني بال جي فوجي ڪيمپ اها آهي. رومي جنرل اٽڪل 6 هزار فوج ان ٽڪريءَ ڏانهن اُماٽي جتي ٻنهي فوجن ۾ لڙائي ٿي. پر هيني بال جي فوج اوچتو ئي اوچتو پوئتي هٽڻ شروع ڪيو جنهن تي رومي فوج سمجهيو ته سچ پچ پڇن پيا هي وري انهن جي پٺيان لڳا. ڊوڙندي ڊوڙندي اهڙي جاءِ (Lake Trasimenus) ڍنڍ جي ڪناري تي اچي پهتا جتي هيني بال جي فوج جو وڏو حصو اڳ ۾ لڪو ويٺو هو. ائين هيني بال رومي فوج کي دوکي سان ڦاسائي جنگي تاريخ جو سڀ کان وڏو مثال قائم ڪيو. هيني بال رومي فوج جي مهڙ، وچ ۽ پڇڙ تي حملا ڪري ڏنا. ان لڙائيءَ ۾ رومي فوج جا 15 هزار سپاهي موت جو شڪار ٿيا جڏهن ته هيني بال جا فقط 15 سو فوجي مارجي ويا. ائين هڪ ٻئي ڪامياب لڪي حملي ڪرڻ جي جنگي اٽڪل سان هيني بال رومي سلطنت کي ٽيون ڀيرو ٻري شڪست ڏني. روم ان کان اڳ ڪڏهن به مسلسل ايتريون بدترين شڪستون نه کاڌيون هيون.

هيني بال جي لڙائين کان تنگ ٿي، طاقتور ۽ مست رومي سلطنت کي ڪجهه عرصي لاءِ "جنگ کان ٽٽائڻ" جي حڪمت عملي تي عمل ڪرڻو پيو. جتي هيني بال وڙهڻ چاهيو پئي اوڏانهن هُو اچن ئي نه، چاڪاڻ ته هن مهل تائين هيني بال هميشه اٽڪلون ڪري ڪين اُن جاءِ تي آڻيندو هو جيڪا جاءِ هن جي فائدي ۾ هجي. جتي هُو طاقتور هُجي يا گُت هٿي پيچي وڃي. ڪيترائي ڀيرا ائين به ٿيو ته جڏهن رومي فوجون پهچن ۽ ڏسن ته هيني بال ته آهي ئي ڪونه. جنهن ڪانپوءِ رومي سينيٽ پنهنجا سمورا اختيار هڪ فرد (فيبيس ميگزيمس) جي حوالي ڪري، عملي طور تي، ڊڪٽيٽرشپ لاڳو ڪئي. فيبيس 90 هزار فوج ناهي جيڪا رومي تاريخ جي سڀ کان وڏي فوج هئي. فيبيس حڪمت

عمليءَ جو زبردست ماهر هو. هي هيني بال جي ڪمزورين کي سمجهي چڪو هو ته هن وٽ کاڌ خوراڪ جي رسد گهٽ آهي ۽ پيهر رسد پهچي به نه ٿي سگهيس، پيو ته فوج جو تعداد به گهٽ اٿس، بحري قوت به نه اٿس. ان بنياد تي هن نتيجو ڪڍيو ته هيني بال جنگ نٿو ڪٽي سگهي. تنهنڪري، هن "جنگ کان ٽائڻ" جي نئين جنگي حڪمت عملي تي عمل ڪيو جيڪا هن جي نالي (Fabian Strategy) سان سڃاتي ويندي آهي. ان مطابق دشمن سان سڌو نه وڙهڻ گهرجي، دشمن کي هراسان ڪجي، کاڌي جي تلاش ۾ نڪرندڙ جٿن کي تباهه ڪجي، جيڪڏهن ڪو دشمن کي پناهه ڏئي ته ان ڳوٺ يا شهر کي باهه ڏئي ڇڏجي. بهرحال، فيبين حڪمت عمليءَ هيني بال جي فوج کي بُک ۾ پاهه ڪري ٿڪائي ڇڏيو. هيني بال جهڙي ماڻهوءَ کي روڪڻ جو شايد اهوئي بهترين طريقو هو. ڇاڪاڻ ته لڙائي جي ميدان تي هيني بال کي شڪست ڏيڻ تمام مشڪل ڪم هو. پر ان حڪمت عمليءَ کي ڪامياب ٿيڻ لاءِ گهڻو وقت گهربل هو. پر ان لاءِ رومي سينيٽ تيار نه هو. ڇهن مهينن ڪانپوءِ رومي سينيٽ فيبيس کي دستبردار ٿيڻ تي مجبور ڪيو. روم طرفان هيني بال کي شڪست ڏيڻ لاءِ وري به ٻيا جنرل (پالس ۽ وارول) مقرر ڪيا ويا.
ڪنائي جي ميدان تي رومي ڪمانڊرن جي ماتحت اٽڪل 80 هزار پيادا ۽ 6 هزار گهوڙي سوار فوج هئي. جڏهن ته هيني بال وٽ فقط 35 هزار فوج هئي. هن لڙائيءَ ۾ ڪاميابيءَ جو اهم راز فوجن جي ترتيب ۽ مقرري هئي. هيني بال پنهنجي فوج کي اڌ گول واري انداز ۾ بيهاريو ڇاڪاڻ ته هن کي اندازو هو ته ويڙهه جو مکيه دٻاءُ مرڪزي حصي تي هوندو ۽ اهو حصو آهستي آهستي پٺتي هٽندو ويندو نتيجي طور رومي فوج سڌو اندر گهڙي ايندي ۽ اڌ گول ڦري ٽڪنبو (V) نهي پوندو ۽ ائين رومي فوج ٻن پاسن کان ڦاسي پوندي ۽ پٺيان وري ٽئين طرف کان گهوڙي سوار فوج اچي گهيرو مڪمل ڪندي. لڙائي هلندي بلڪل ائين ئي ٿيو، ابتدائي دٻاءُ ڪارٿيجين فوج جي مرڪز تي هو ۽ هُو آهستي آهستي پٺتي هٽندا ويا جنهن تي رومي فوج سمجهيو ته اسين ڪامياب پيا ٿيون ۽ هنن وڌيڪ فوجي ان رُخ ۾ موڪليا. ٿيو چا ته رومي فوجي ٻن طرفن کان ڦاسڻ ڪري اچي سوڙها ٿيا ۽ ايتريقدر جو سندن جسم هڪٻئي سان ايترو ته گڏجي ويا جو تلوارون به استعمال نه پئي ٿي سگهيون. ۽ ائين رومي فوج کي ناڪامي نصيب ٿي. ان لڙائيءَ ۾ صبح کان شام تائين

هيني بال جي فوج اٽڪل 70 هزار رومي فوجين کي موت جو کاڄ بڻايو. ان ڪانيءِ جنگ جي تاريخ ۾ "مڪمل تباهيءَ" جو اصطلاح ڪتب آندو ويو. روم باقي فقط 260 ميل اڳيان هو پر اها ڳالهه اڄ سوڌو ڳجهارت بڻيل آهي ته هيني بال روم طرف پيش رفت ڇو نه ڪئي؟ ان لڙائيءَ ڪانيءِ رومي فوجي سربراهن جو خيال هو ته اسين هيني بال کي ميدان جنگ تي شڪست نٿا ڏئي سگهون تنهنڪري جنگ کان ٽارڻ واري حڪمت عمليءَ تي عمل ڪرڻو پوندو."[89] جيتوڻيڪ، انفرادي لڙائين ۾ هيني بال کي سوين ملين پر پوري جنگ هارائي ويو.

هيني بال سموري جنگي حڪمت عمليءَ ۾ اڻسڌي رسائي، اچرج ۾ وجهندڙ حملا، گوهيون گُتون هڻڻ، پنهنجي فائدي واري جاءِ تي دشمن کي وٺي اچڻ ۽ انتهائي خطرناڪ علائقن مان لنگهڻ، ذاتي بهادري ۽ جنگي حرفت ذريعي رومي فوج کي لڙائين ۾ شڪستون ڏنيون. پر هن سان وڏو مسئلو اهو ٿيو ته هن کي فوج جي تازي پرتي نه ملي سگهي. پر ان باوجود هن پنهنجي ويڙهه جاري رکي. ايتريقدر جو، رومي جنرل سپيو ڪارٿيج تي ڪاهه ڪري ڏني، جنهنڪري، هيني بال مجبور ٿي اٽليءَ مان واپس ڪارٿيج آيو. زما جي لڙائيءَ 202 ق م ۾ ٿي جنهن ۾ رومي جنرل سپيو هيني بال کي شڪست ڏني. اڳتي هلي ڪارٿيج جي حڪومت، روم جي اسرار تي هيني بال کي شام ڏانهن بيدخل ڪري ڇڏيو. ڇيو وڃي ٿو ته هيني بال 70 سالن جي عمر ۾ خودڪشي ڪري ڇڏي، جڏهن هن کي خبر پئي ته رومي فوجي هن کي پڪڙڻ لاءِ اچي رهيا آهن تڏهن هن چيو هو ته "رومن کي طويل پريشاني مان ڇوٽڪارو ڏيارجي، اهي هڪڙي پوڙهي جي موت لاءِ ڪيتري عرصي کان انتظار پيا ڪن."[90]

جنگ ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ جو پُرتشدد ذريعو (وسيلو) آهي. تنهنڪري، اها ڳالهه ايتري اهم ناهي ته ڪو جنرل ڪنهن لڙائيءَ ۾ ڪيترو نه زبردست نموني وڙهيو ۽ دشمن کي شڪست ڏنائين، پر اهم ڳالهه هيءَ به آهي ته اُهو پنهنجي مقصد کي حاصل ڪري سگهيو يا نه؟ هيني بال، توڙي جو، جابلو پٽي پار ڪري اٽليءَ تي ڪاهه ڪئي، ٽن لڳاتار وڏين لڙائين ۾ رومن فوج کي شڪستون ڏنيون، پر جنگ نه کٽي سگهيو. هيني بال تي تنقيد ڪئي ويندي آهي ته ڪنائي واري لڙائيءَ ڪانيءِ، هن روم ڏانهن پيش رفت ڇو نه ڪئي. جيئن ته هي روم کي تباهه ڪرڻ ڪانسواءِ ڪامياب ٿي نه سگهي ها پر

ان ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ هن وٽ وسيلا نہ هئا. اصل ۾، مقصد ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جي ذريعن جي حساب سان، پنهنجي مقصد (هدف) کي حاصل ڪرڻ وارو هيني بال جو اندازو غلط ثابت ٿيو.

**سپيو آفريڪانس** (237_183 ق م) (رومي جنرل)

سپيو هي اهو رومي جنرل هو جنهن هيني بال کي شڪست ڏني ۽ روم لاءِ ٻي پيونڪ جنگ (Punic War) کٽي. هي فوج ۾ ضابطو لاڳو ڪرڻ ۽ تربيت ڏيڻ جو ماهر هو. ڪارٿيج جي فوج هٿان هن جو پاءُ، چاچو، سهرو ۽ هن جو پيءُ مارجي ويا هئا. ان جو بدلو وٺڻ لاءِ هن پنهنجي سموري زندگي وقف ڪري ڇڏي. هن پنهنجي دشمن، هيني بال جي جنگي اٽڪلن جو مطالعو ڪيو ۽ ان نتيجي تي پهتو تہ ڪارٿيج جي فوج طرفان روم ڏانهن اچڻ جو انتظار ڪرڻ بدران خود ڪارٿيج تي حملو ڪجي.[91]

209 ق م ۾، اسپين ۾، 28 هزار پيادا ۽ 3 هزار گهوڙي سوار ساڻ هئس پر هن وڏي ڪمال سان اچرج ۾ وجهڻ لاءِ صحيح وقت جي چونڊ ڪندي سڌو ڪارٿيج جي فوج سان ميدان تي وڙهڻ بدران انهن کي رسد پهچائيندڙ مکيہ ساموندي بندر (Cartagena اسپين جو علائقو) کي نشانو بڻايو. فيبس، جيڪو پوڙهو ٿي چڪو هو، ان روايتي طريقي جي حمايت ۾ آواز بلند ڪندي، سپيو تي زور پريو تہ هيني بال تہ اٽليءَ ۾ موجود آهي تہ پوءِ اُن تي حملو ڇو نٿو ڪري؟ وڏي ڦيري وارو رستو وٺڻ بدران سڌو هيني بال سان جنگ ڇو نہ ٿو ڪرين؟ تنهنجي خيال ۾ جيڪڏهن تون آفريڪا طرف رُخ ڪندين تہ هيني بال بہ تنهنجي پنيان اوڏانهن ايندو؟" بهرحال، رومي سينيٽ سپيو کي آفريڪا وڃڻ جي اجازت ڏني پر ڪيس وڏي فوج ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. هن فقط 7 هزار رضاڪارن ۽ ڪنائي جي لڙائيءَ ۾ هارايل بہ رومي ليجن فوج سان پنهنجي جنگي مهم جي شروعات ڪئي. آفريڪا ۾ لهندي ئي ڪارٿيج جي گهوڙي سوار فوج سان ٽڪر ٿيس پر هن چالاڪيءَ سان پنتي هٽي ان کي ڦاسائي تباهہ ڪيو. جنهن ڪانپوءِ هڪ تہ هن کي وقت ملي ويو ۽ ٻيو تہ سندس ملڪ جي اختياريءَ وارا هن جي ڪاميابيءَ کان متاثر ٿيا ۽ هن ڏانهن وڌيڪ فوج اماڻيائون ۽ ٽيون تہ ڪارٿيج جا اتحادي بہ جنجهوڙي ويا. ٻئي مرحلي ۾، هن هڪ طرف دشمن جو ڌيان هٽائڻ لاءِ سمنڊ رستي حملي ڪرڻ جون تياريون ڪيون ۽ وري رات جي اونداهيءَ ۾ گوهيون گتون هٽي دشمن جي ٻن فوجي

ڪيمپن تي حملو ڪري ڏنو ۽ اوچتي حملي سبب ڪارٿيج جي فوج چڙوچڙ
ٿي وئي ۽ رومي فوج ان مونجهاري جو فائدو وٺندي فوجي ڪيمپ جي
جهوپڙين کي باهه ڏئي ڇڏي. پر ڪارتيج جي ٻي فوجي ڪيمپ وارن ان باهه کي
اتفاقي واقعو سمجهي انهن جي مدد لاءِ پنهنجا دروازا کولي ڇڏيا ائين سپيو
پنهنجي مهم جو ٻيو حملو ڪري ڏنو ۽ ڪنهن به قسم جي قيمت (ويڙهه)
ڪانسواءِ ڪارتيجين فوجي ڇانوٽيءَ اندر داخل ٿي ويو.[92] اها شاندار فتح،
حقيقت ۾، جنگ جي تاريخ جو بيمثال نمونو ثابت ٿي. تنهن ڪانپوءِ هن
ڪارتيج ڏانهن پيش رفت ڪرڻ بدران انتهائي منظم انداز سان ڪارٿيج کي
رسد پهچائيندڙ علائقن ۽ اتحادين ڪان ڪٽي ڌار ڪيو. نيٺ ڪارٿيج اُمن جي
آڇ ڪئي. پر جيسين روم ڪان ان جي آڇ کي قبولڻ جي منظوري ملي ها،
تيسين هيني بال به آفريڪا موٽي آيو. اهڙين حالتن ۾ روايتي جنرل، هيني بال
کي ڪارٿيج پهچڻ ڪان روڪڻ لاءِ يا ته حملو ڪري ها يا دفاعي نموني ويهي
انتظار ڪري ها. پر سپيو عجيب رستو ورتو. هيني بال، ليپٽس ڪان ڪارٿيج
ڏانهن پيش رفت ڪئي جنهن جو نقشو انگريزي اکر V وانگر هو ته سپيو
وري ڪجهه فوجي جٿا ڪارٿيج پرسان ڇڏي ڪاٻي پاسي کان ڦري آيو جنهن جي
شڪل انگريزي اکر V جي ابتي شڪل وانگر هئي. ان طريقي سان سپيو
ڪارٿيج جي مکيه رسد واري رستي تي پهچي ويو. ان جي ردعمل ۾ ڪارٿيج
جي سينيٽ هيني بال ڏانهن پيغام اُماٽي سپيو کي روڪڻ ۽ ان سان لڙائي





ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. توڻي جو هيني بال ان لاءِ راضي نه هو پر سپيو اهڙيون
حالتون پيدا ڪيون جو هيني بال مجبور ٿي سپيو جي چونڊيل جاءِ تي وڙهڻ
لاءِ تيار ٿيو. اُتي مسئلو اهو هو ته هيني بال لاءِ فوج جي تازي ڀرتي نه پئي ٿي
سگهي. پر سپيو اُتي به وڙهڻ ۾ خوش نه هو هن اڳتي وڌڻ بدران هيني بال
کي اجان به اهڙي ميدان تي وٺي وڃڻ تي مجبور ڪيو جتي پاڻيءَ جي کوٽ
هئي ۽ جيڪو سپيو جي گهوڙي سوار فوج لاءِ فائديمند هو. اهو زما جو ميدان
هو جتي هيني بال جي فوج لاءِ پناهه وٺڻ خاطر ڪو قلعو به نه هو جتي شڪست

ڪاڏل فوج پناهه وٺي سگهي. نيٺ، زما جي لڙائيءَ (202 ق م) ۾ ٻئي وڏا جنرل هڪٻئي جي سامهون ٿيا. پر سپيو هيني بال کي شڪست ڏني.[٩١] زما جي جنگي مهم روم کي ميڊيٽيرن جي سامونڊي دنيا جي بالادست طاقت بڻائي ڇڏيو ۽ اُتان کان رومي سلطنت ڦهلجڻ شروع ڪيو.

سپيو وڏي سطح جي فوجي مهمن ۾ فاتح ثابت ٿيو. جنهن دور ۾ سڌو دوبدو جنگ ڪئي ويندي هئي هن تيزيءَ سان گهيون گتون هٽڻ واري جنگ جو تصور ڏنو، رومي گهوڙي سوار فوج کي اهڙي نموني منظم ڪيو ۽ مقرر ڪيو جو اها دشمن جي پچڙ (پٺ) ۽ ڪُک (پاسراٽين) ۾ حملا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهي.

**جوليس سيزر** (رومي جنرل 100_44 ق م)

رومي سلطنت جي تاريخ ۾ گهرو جنگين دوران تاريخ جي هڪ وڏي ڪپتان جنم ورتو جنهن رومي تاريخ جي سفر ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. اهو هو جوليس سيزر جنهن جي جنگي فتحن ۽ سياست رومي سلطنت کي پنجن صدين تائين تحفظ مهيا ڪري ڏنو ۽ رومي قانونن، رسمن ۽ ٻوليءَ کي پوري يورپ ۾ ڦهلايو. هن جا ڪارناما ايترا مشهور ٿيا جو هزارين سالن کانپوءِ به ڪيترائي رهنما هن جو نالو هڪ خطاب طور استعمال ڪندا هئا. مثال طور جرمني جا بادشاهه پاڻ کي قيصر ۽ روس جا بادشاهه پاڻ کي زار سڏائيندا هئا.

سيزر هڪ اثررسوخ رکندڙ گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. چاليهه سالن جي ڄمار ۾ هن ڪائونسل جي اليڪشن کٽي ۽ ميجسٽريٽ ٿيو. سيزر آهستي آهستي سينٽ جا اختيار گهٽائي فقط ٽن ماڻهن تائين محدود ڪري ڇڏيا. پاڻ، پومپي ۽ ڪراسس. سيزر وٽ گال (اترين اٽليءَ جو علائقو) ۽ چار ليجن (20 هزار سپاهين تي مشتمل) فوج هئي. بعد ۾ هن ٻين علائقن تي قبضا ڪرڻ شروع ڪيا جنهن ۾ اڄوڪو فرانس، بيلجيم، جرمني، هالينڊ ۽ سئزرلينڊ جا علائقا اچن ٿا. 56 ق م ۾ اٽڪل 800 ٻيڙن سان انگريزي چينل پار ڪري برطانيه تي حملو ڪيو. (ٻي عالمي جنگ تائين اهڙو واقعو وري نه ٿيو.) سيزر حڪمت عمليءَ جو ڄاڻو هو، هن گالس کي ٽڏو ڪيو جن انهن اٺن سالن دوران ڪڏهن به بغاوت نه ڪئي. انهن کي هڪٻئي کان الڳ ڪري هڪٻئي جي خلاف استعمال به ڪيو، هڪڙن کي مڪمل طور تي ختم ڪري ڇڏيو ته ٻين کي تحفا به ڏنائين، ايتريقدر جو، ڪجهه کي ته سينيٽ ۾ به آندائين.

سيزر جي فتحن سبب روم ۾ هن جي وڌندڙ مقبوليت کي ڏسي پومپي ۽ ڪراسس کي اچي ڊپ لڳو تہ ڪٿي سيزر سمورن اختيارن تي پاڻ نہ قبضو ڪري. نيٺ، رومي سينيٽ سيزر کي عام شهريءَ وانگر روم ڏانهن واپس ٿيڻ جو حڪم ڏنو. ان تي عمل ڪرڻ بدران سيزر، پنهنجي فوج ساڻ ڪري روبيڪن دريا پار ڪيو ۽ پنهنجي مخالفن خلاف گهرو جنگ شروع ڪري ڏني.
50 ق م جي ڊسمبر ۾ جڏهن سيزر روبيڪون (Rubicon) پار ڪيو تڏهن هن جو اقتدار فقط گال (Gaul) ۽ اليرڪم (Illyricum) ۾ هو، جڏهن تہ پومپي (Pompey) جو اٽلي ۽ روم جي بين علائقن تي ڪنٽرول هو. سيزر وٽ 9 ليجن فوج هئي پر روينا (Ravenna) وٽ هن سان فقط هڪ ليجن هئي، باقي گهڻو پري گال (علائقو) وٽ هئي. پومپي وٽ 10 ليجن اٽلي، 7 ليجن اسپين، ۽ ٻيا ڪيترائي فوجي جٿا سموري سلطنت ۾ هئا.[٣٦] توڻي جو سيزر تي تنقيد ڪئي ويندي آهي تہ تڪڙ ڪري ايتري ٿوري فوج سان هن ڏکڻ طرف پيش رفت ڪئي. پر جنگ ۾ وقت ۽ اچرج ۾ وجهڻ جا بہ اهم عنصر هوندا آهن ۽ سيزر انهن جو استعمال ڪري فائدو ورتو. سيزر جي حڪمت عملي گهڻو ڪري پومپي جي ذهن کي سمجهڻ تي ٻڌل هئي.
روينا کان روم ڏانهن بہ رستا ويندا هئا پر سيزر اهو رستو ورتو جيڪو اٽسڌو ۽ ڊگهو هو. پر ان رستي واري آباديءَ جيڪا پومپي لاءِ گڏ ٿيل هئي اها سيزر سان گڏجي پئي. ان دوران وڏي ڳالهہ اها ٿي تہ پومپي واري ڌر روم خالي ڪري ڪيپس ڏانهن هلي وئي، جڏهن تہ سيزر پومپي جي اڳتي وڌيل ۽ ليڪرا (Leceria) ڏانهن ايندڙ مڪيہ فوج جي وچ ۾ رخنو وجهي (ڪنهن بہ خونريزيءَ کانسواءِ) هڪ دفعو وري پومپي جي فوج جي هڪ حصي کي پنهنجي پاسي ڪري ڇڏيو. بعد ۾ پومپي جي پنيان ويو پر پومپي يونان ڏانهن ڀڄي ويو. ٻهرين مرحلي ۾، سيزر ڪنهن بہ قسم جي جنگي فن کان ڪم نہ وٺڻ سبب اٽڪل چار سالن تائين ويڙهہ ڪندو رهيو.
ٻي مهم دوران سيزر پومپي تي سڌو حملو ڪرڻ بدران اسپين ڏانهن ڌيان ڏنو. هن پيري سيزر اليرڊا (Ilerda) وٽ دشمن جي مڪيہ فوج تي سڌو ڪاهہ ڪري ڏني پر حملو ناڪام ٿيو. پر سيزر ذاتي مداخلت ڪري پنهنجي فوج کي تباهيءَ کان بچائي ورتو. هن گهيري کي برقرار رکڻ بدران دشمن جي رسد لاءِ خطرو وڌائي ڇڏيو جنهنڪري پومپي جا جنرل دستبردار ٿي ويا پر سيزر انهن

ڪي نڪري وڃڻ جو موقعو ڏئي پنهنجي گهوڙي سوار فوج کي دشمن جي سڀ کان آخري فوجي جٿن جي پنيان لڳائي ڇڏيو. وري رات جي وقت فوجون ڊوڙائي دشمن جي پنتي هڻڻ واري رستي وٽ وڃي پهتو پر ان باوجود هن ڪا لڙائي نہ ڪئي ۽ گهوڙي سوار فوج پومپي جي فوج کي حراسان ڪندي رهي. ائين دشمن جي فوج ۾ بيزاري ۽ بُک وڌائي دٻاءُ پيدا ڪيو ۽ آخرڪار دشمن کي اهڙي جاءِ تي آندو جتي پاڻيءَ جي سخت کوٽ هئي.[95] ائين سيزر خونريزيءَ کانسواءِ الرڊا وٽ فتح حاصل ڪري ورتي.

بعد ۾ هن يونان ڏانهن سڌو سمنڊ رستي پيش رفت ڪئي. ان جي ڪري ابتدا ۾ تہ هن کي وقت مليو پر آخرڪار اهو وڃائجي ويس. ڇاڪاڻ تہ اُتي پومپي وٽ وڏي بحري طاقت هئي ۽ سيزر وٽ ڪجھ بہ نہ هو. پر پومپي جي سست رفتاريءَ سبب پومپي جي بيڙن پهچڻ کان اڳ انتوني بيڙا وٺي اچي سيزر سان شامل ٿيو. پر پومپي پوئتي هٽي ويو. وري سيزر هڪ ڏڪئي ۽ ڏکيي جابلو رستي کان ٿيندو پومپي جو اڳُ ورتو پر هن ان جو فائدو نہ ورتو. ڇاڪاڻ تہ اُتي پومپي کي آسانيءَ سان رسد پهچي سگهي پئي. وري هنن ٻنهي جي فوجن ۾ ويڙھ ٿي پر پومپي جي سستيءَ سبب سيزر بچي ويو. نيٺ سيزر ان سموري تجربي مان سبق سکيا. جيئن ئي پومپي اٽلي جو ڪنٽرول حاصل ڪرڻ لاءِ اولھ طرف پيش رفت ڪئي تہ وري سيزر تيزيءَ سان اوڀر طرف پومپي جي ليفٽيننٽ، جيڪو مقدونيا ۾ هو، ان خلاف اڳرائي ڪئي جنهن ڪري پومپي وري سيزر جي پنيان اچڻ تي مجبور ٿيو. جيتوڻيڪ، اُتي سيزر ڀريائين پهتو هو پر هن موقعي جو فائدو نہ ورتو ۽ پومپي کي اُتي پهچڻ ڏنو. سيزر اٽڪل کان ڪم وٺندي پومپي کي فارسالس (Pharsalus) (علائقي) وٽ وٺي آيو تہ جيئن اُتي سيزر کليل ميدان ۾ پومپي سان ويڙھ ڪري سگهي. ان فارسالس جي فتح کانپوءِ سيزر پومپي جو پيڇو ڪيو جيڪو ميڊيٽيرن سمنڊ پار ڪري اسڪندريہ پهتو جتي پٽولمي (Ptolemy) دغا سان ان کي قتل ڪري سيزر کي وڏيڪ مشڪل کان بچائي ورتو.[96] ان وقت مصر ۾ پٽولمي ۽ ان جي ڀيڻ قلوپطرا جي وچ ۾ موروثي اقتدار تان تڪرار هلندڙ هو. سيزر پاڻ کي ان جهيڙي ۾ ڦاسائي اٽڪل 8 مهينا غيرضروري جنگ ۾ ضايع ڪري ڇڏيا.

سيزر جڏهن روم موٽي آيو تہ رومن هن کي هڪ آمر قرار ڏنو ۽ هن کي ايندڙ ڏهن سالن لاءِ ڪائونسل چونڊي ڇڏيو. سيزر ان دوران ڪيترائي سڌارا آندا ۽

رومي قانون کي معيار مطابق ٻڌايو. فوجن کي تحفي ۾ زمينون ڏيڻ جي روايت وڌي. پر ان کان اڳ جو هي پنهنجي منصوبي کي مکمل ڪري سگهي ها، هن کي 50 سالن جي ڄمار ۾ قتل ڪيو ويو. جن هن جو قتل ڪيو اُهي هن جا وفادار ماتحت هئا.[97] بهرحال، سيزر جي فتحن سبب رومي سلطنت اٽڪل پنج صدين تائين محفوظ رهي ۽ اڄ ڏينهن تائين ان جو اثر قائم آهي. هن جي فتحن پنهنجي دور جي دنيا جي سڀ کان وڏي سلطنت تخليق ڪئي. هن مستقبل جي رومي حڪمرانن لاءِ هنرمند فوجي تنظيم ڇڏي. لڊل هارٽ سيزر بابت تبصرو ڪندي لکيو ته سيزر جي بنيادي غلطي هيءَ هئي ته هن جي اکين اڳيان جيڪو ترت مقصد هوندو هو هي ان کي حاصل ڪرڻ تي ڌيان ڏئي وڏي مقصد کي وڃائي ڇڏيندو هو. سيزر شروع کان وٺي زندگين جي نقصان کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو ۽ انتهائي محدود گنجائش اندر لڳاتار گتون ۽ گوهيون هٽندو دشمن کي اهڙي جاءِ تي وٺي ايندو هو جتي هُو چڪي واري راند کيڏي سگهي. سيزر جي اڻسڌي رسائي تنگ نظر ۽ حيرت واري عنصر کان عاري هئي. هي دشمن جي هاءِ ڪمانڊ جي دماغ بدران ان جي فوجن جي مقصدن تي گهٽ ڌيان ڏيندو رهيو. سيزر جڏهن به سڌو حملو ڪيو ته هن کي ناڪامي ملي پر وري هر ڀيري ان کي ڀيهر حاصل ڪرڻ لاءِ اڻسڌو حملو ڪندو رهيو.[98]

## جنگي نظريدان ۽ تاريخ نويس

توٽي جو يورپ سڪندر، اسڪپيو آفريڪانس ۽ جوليس سيزر جهڙن جنرلن سميت اسپارٽا جهڙن جنگي معاشرن کي جنم ڏنو پر چين وانگر يورپ جي آڳاٽي دور ۾ جنگي نظريو اعليٰ ترين سطح حاصل نه ڪري سگهيو. اهو ان ڪري نه ٿيو جو يورپ ۾ ڪي سڪندر، هيني بال، سپيو ۽ سيزر جهڙا وڏا فوجي جنرل نه هئا. وڏا جنرل ته هئا پر انهن جي جنگي فن کي منظم صورت نه ملي سگهي.

يورپ جي آڳاٽي دور ۾ هومر، هيرودوٽس، ٿائيڊس، زينافون، پوليبيس، سيزر، ليوي ۽ ايرين جهڙن تاريخ نويسن ۽ ڪمانڊرن جا لکيل مسودا ملن ٿا جن ۾ انهن جي ذاتي تجربن کي قلمبند ڪيو ويو آهي يا ان دور جي تناظر ۾ جنگين جي تاريخ لکي وئي آهي. جن ۾ انهن تاريخي تناظر ۾ جنگي حڪمت عملين ۽ چالن جو تجزيو ڪيو آهي. پر انهن مثالن جي بنياد تي نوس نظريو نه لکيو. ساڳئي طرح، ويجهي اوڀر (Near East) ۾ به اهڙو مواد ننڍو ملي. پراڻي

عهدنامي(Old Testament) ۾ جنگين کي، انساني حڪمت عملين جي تناظر ۾ نہ پر خدا جي مرضيءَ جي حوالي سان ڏنو ويو آهي. فقط چيني هئا جن جنگ کي نظرياتي نقطہ نظر سان لکيو.

يورپ ۾ جنگ بابت پهرين آڳاٽي لکٽي هومر جي گيتن (Iliad جيڪا اٽڪل 800 ق م ۾ ترتيب ڏني وئي.) جي صورت ۾ ملي ٿي. هومر هڪ سگهاري آڪاٽيءَ جي صورت ۾ هيروازم، خوف، فرض، شان، ڏک ۽ نقصان بابت شاعري ڪئي آهي. جنهن ۾ اٽڪل 1200 ق م ۾ ٿيل ٽروجن جنگ (Trojan War) جي واقعي جي داستان جو ذڪر آهي. جنهن ۾ يوناني راڻي، هيلن کي ٽروجن جو شهزادو پارس اغوا ڪري کڻي وڃي ٿو. هيلن جو مڙس ۽ اُن جو ڀاءُ فوج گڏ ڪري ان کان بدلو وٺڻ لاءِ جنگ ڪن ٿا. دنيا جي پهرين تاريخ نويس هيرودوٽس ۽ لوي (Levy) پنهنجي دور جي تفصيلي تاريخ لکي پر اها هڪ محب وطن جي نقطہ نگاهہ کان لکي وئي هئي ۽ اُن ۾ مافوق الفطرت ۽ اخلاقي ڪردارن تي بحث ڪيو ويو. زينوفون، توڙي جو هڪ قابل ڪمانڊر ۽ بهترين صحافي هيو، پر ان جي تجزيي ۾ گهرائي نہ هئي. زينوفون جو ڪتاب Cyropaedia ۾ جنگي تجزيو ايترو ناهي پر ڪامياب شهزادي جي طريقن تي مشتمل نيم_تصوراتي داستان آهي. پوليبيس (Polybuis) هيلنسٽڪ (Hellenistic) سفارتڪاري ۽ عدالتي انتظام جي نقطہ نظر کي پيش ڪيو آهي. سڀ کان آڳاٽو ڪم، اٽڪل چار ق م ۾ ائيياس (Aeneas) ڪيو ۽ قديمي دنيا جي آخري لکٽي ويگيٽس، اٽڪل چوٿين صدي عيسوي، ۾ قلمبند ڪئي وئي. ائيياس، فلپ ۽ سڪندر کان اڳ جو داستان قلمبند ڪيو ۽ ويگيٽس وري تڏهن پنهنجي مواد کي لکت جي صورت ڏني جڏهن رومي سلطنت جي جاءِ بازيطيني سلطنت وٺي رهي هئي. يعني ٻنهي ۾ اٽڪل ست صدين جو وقفو آهي. بهرحال، انهن لکٽين ۾ ”جنگي تيارين“ ”جنگي خرچ“ ”ڪئمپون هڻڻ“ ”بحري تدبيرن“ ”سمجهاڻين“ ۽ ”گهيرا ڪرڻ جي جنگ“ جي تفصيلن تي بحث ٿيل آهي. جيڪو جنگ جي مٿئين سطح جي رٿابندي بابت ڪابہ مدد نہ ٿو ڪري.

اسڪليپيوڊوٽس (پهرين صدي ق م) جي لکيل مسودي ”Outline of Tactics“ ۾ پڙ فصاحت ۽ بلاغت کان ڪم ورتو ويو آهي. جنهن ۾ فوجين جي وچ ۾ مفاصلو رکڻ، گرزن ۽ ڀالن جي ڊيگهہ، ڍالن جي ويڪر، اڳواڻن جا خطاب ۽ فوجين کي ڪاہي ۽ ساڄي پاسي موڙڻ جي اٽڪلن ۽ تدبيرن تي بحث ٿيل آهي.

سمورو مسودو تجريدي قسم جو آهي جنهن ۾ ڪوبہ حقيقي جنگي مثال نہ ڏنو ويو آهي. اوناسندر، جيڪو فلسفي جو شاگرد هو، ان جو ڪتاب O Strategos پڻ فصاحت ۽ بلاغت جي مشق جي ارادي سان لکيو ويو آهي. بهرحال، ان جو هڪ باب ڪمانڊر جي خاصيتن کي بحث هيٺ آڻي ٿو. جنهن ۾ اوناسندر لکي ٿو تہ ڪمانڊر ان کي مقرر ڪرڻ گهرجي جيڪو "بردبار، محتاط، چوڪس، پورهيو ڪندڙ، چست، ساڙ ۽ بغض کان آزاد، عمر ۾ نہ ڪو ننڍو هجي ۽ نہ ئي وڏو هجي، جيڪڏهن ممڪن هجي تہ ٻارن جو پيءُ هجي، سنو مقرر ۽ سٺي ساک رکندڙ هجي." ائيياس ۽ اسڪليپيودوٽس جي پيٽ ۾، هن مختلف اٽڪلن، جهڙوڪ: ڪوڙ ڪري پٺتي هٽڻ، بچت فوج رکڻ، دشمن جي پاسراٽي تي اوچتي حملي جي اثر کي بہ بحث هيٺ آندو آهي پر ڪو ٺوس مثال نہ ڏنو اٿس. بهرحال، ائيياس، اوناسندر ۽ اسڪليپيودوٽس جون لکڻيون خشڪ، خيالي ۽ خسيس تفصيلن تي مشتمل آهن. اجوڪي دور ۾ تہ هنن جو ڪم فوت ٿي چُڪو آهي پر نئين سجاڳي واري دور ۾ انسان دوست عالمن انهن "آڳاٽن" مسودن کي بنياد بڻائي انهن کي وري جيئارڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهن آڳاٽن ماخذن کي وڏو مان ڏنو. سيڪسٽس جوليس فرونٽينس (پهرين عيسوي صدي) رومي سلطنت جو هڪ سرڪاري عملدار هو، هن جنگ جي فن تي ڪتاب لکيو جيڪو ملي نٿو پر ان جو هڪ باب Strategemata هٿ ڪيو ويو آهي. ٻيو مشهور ڪتاب Strategikon جيڪو شهنشاهہ مارس (582_602) سان منسوب ڪيو وڃي ٿو، اصل ۾ ٻين لکيو هو پر نالو هن جو ڏنو ويو. ٻنهي ۾ فوجن جي تربيت ۽ ترتيب، تنظيم، هٿيارن جا قسم، نظم و ضبط ۽ لڙائين جي اٽڪلن ۽ رازداري جي تفصيلن جو ذڪر ٿيل آهي. مارس جي ڪتاب جي يارهين باب ۾ "بازنطيني سلطنت" جي مکيہ دشمنن جو تجزيو ڪيو ويو آهي. مثال طور: "ايراني قوم خوشامدڙيا چالاڪ ۽ مڪر ڪندڙ آهي، پر ساڳئي وقت، محب وطن ۽ فرمانبردار آهي. اهي حملن جي خيال کان ڪمزور آهن جيڪڏهن ممڪن هجي تہ انهن سان ڪليل، سڌن ۽ هموار ميدانن تي ويڙهہ ڪجي جتي ڪڏا، ٻُوڙا ۽ جهنگ نہ هجن." ان جي ابتڙ، "هلڪن وارن وارا نسل آزاديءَ کي وڏي اهميت ڏين ٿا. اهي لڙائين ۾ بهادر ۽ بي ڊپا آهن، هي ڪنهن بہ قسم جي بزدلي ۽ ڪيتري بہ مختصر پٺتي هٽڻ واري عمل کي بيعزتي تصور ڪن ٿا." بعد ۾، شهنشاهہ ليو سِياڻو (866_912ع) فوجي تنظيم تي هڪ مضمون

Tacticon لکيو. پر هن جو انداز ۽ مواد بہ ساڳيو هو. نائين عيسوي صدي دوران، شهنشاهہ نائيسفورس ۽ هڪ نامعلوم طرفان لکيل ہن مسودن ۾ فتح حاصل ڪرڻ لاءِ رازداري، لچڪداريت، چالاڪي ۽ اٽڪلن ڪان ڪم وٺڻ بابت سٺي چاڻ ڏنل آهي.[99] بهرحال، ان آڳاٽي دور سميت سموري قرون وسطيٰ جي دور تائين يورپ ۾، چين جي مقابلي ۾، جنگي نظريي ۾ ڪو بہ منظم واڌارو نہ ٿيو. گهڻو بعد مغرب ۾ فقط هڪ ليڪڪ پيدا ٿيو جيڪو ان معيار تي پورو لٿو اهو هو ڪلازيوٽز.

يورپ جي وچ واري دور کي اونداهو دور سڏيو ويندو آهي. ان دور ۾ جنگي حوالي سان ڪي وڏا واڌارا نہ ٿيا ۽ نہ ئي ڪي وڏا جنرل پيدا ٿيا جن جو قد ڪاٺ عالمي معيار تي پورو لهندو هجي. پر ان باوجود وليم، ڪنگ جان، ايڊورڊ، ڪنسٽبل دي گيوسڪلن جهڙا ڪمانڊر پيدا ٿيا. لڊل هارٽ لکيو تہ ان قرون وسطيٰ واري دور ۾ حڪمت عملي جا بهترين مثال مغرب ڪان نہ اوڀر ڪان آيا. 13 صديءَ ۾ منگولن اچي يورپ کي گهوڙي سوار فوج جي فن جي سکيا ڏني. معيار ۽ پيماني جي لحاظ ڪان، اچرج ۾ وجهڻ ۽ حرڪت جي آزاديءَ، حڪمت عمليءَ ۽ چالن جي حوالي سان هنن (منگولن) تاريخ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.[100]

# نئين سجاڳي

يورپ هڪ هزار سالن جي اونداهي دور ڪانپوءِ وري سجاڳ ٿيڻ شروع ڪيو. جنگ جي حوالي سان بارود، آتشي هٿيارن ۽ توبخاني جي ايجاد قرون وسطيٰ جي سردار فوجي سربراهن جي هٿيارن ۽ فوجي تنظيمن کي ڊير ڪري ڇڏيو. پر اُن ۾ بارود ۽ توب جو ڪردار ثانوي قسم جو هو جڏهن ته سرمائيداريت بنيادي ڪردار ادا ڪيو. ڇاڪاڻ ته اُن دور جي جنگ لاءِ ڳريون توبون، ٽرانسپورٽ ۽ انجنيئرز وغيره ضروري هئا جنهن جو بندوبست انتهائي مهانگو هو فقط شاهوڪار ئي هئا جيڪي انهن جو خرچ پري سگهيا پئي. قرون وسطيٰ جي دور ۾ جنگجو سربراهن کي خدا جو نمائندو سمجهيو ويندو هو ۽ جنگ کي مذهبي رنگ ۾ پيش ڪيو ويندو هو. جڏهن ڪو مسئلو پيدا ٿيندو هو ته فوج کي ڪنو ڪري ونبو هو جنهن جي حيثيت عارضي قسم جي هوندي هئي. تيزيءَ سان ڦهلجندڙ سرمائيداريءَ زراعتي بنيادن تي بيٺل قرون وسطيٰ واري جنگ ۽ فوجي تنظيم کي جنجهوڙي ڇڏيو ۽ جاگيردارن جي فوج بدران مستقل ۽ پيشور فوجن جنم ورتو. ان جي شروعات اٽليءَ ۾ ٿي جتي جنگ کي پيسن ناهڻ جي ذريعي طور ڪتب آندو ويو.

اٽڪل 100 سالن (16 کان 17 صدي) تائين يورپ جي جنگي حڪمت عملي گوهيون گتون هٽڻ ۽ گهيرن ڪرڻ ۽ دشمن جي آمدرفت کي ڪٽڻ جي ڊگهين مهمن تائين محدود رهي. ٿيھ سالا جنگ ۾ ڪاٻه اهڙي مهم نه هئي جنهن کي فيصلاڪن چئي سگهجي. ان جو مکيه سبب مضبوط قلعن جي روايت هئي جنهن ڪري حرڪت جي آزادي، اچرج ۾ وجهڻ جهڙن عنصرن تي عمل ڪرڻ ڏکيو هو ۽ دفاعي نوعيت جي جنگ غالب رهي. ارڙهين صديءَ جي جنگ جو فن پڻ گهيرا ڪرڻ ۽ قلعن تي حملا ڪرڻ لاءِ دشمن جا رابطا ڪٽڻ ۽ ان جا وسيلا خرچ ڪرائي ان کي ٿڪائڻ وارين اٽڪلن تي مشتمل هو. ميڪياولي ۽ فرانسيسي انقلاب جي وچ واري عرصي ۾ يورپ اندر جيڪو جنگي علم پيدا ٿيو حقيقت ۾، اهو پڻ ايترو متاثر ڪندڙ نه هو. انهيءَ دور ۾ جنم وٺندڙ

گستاوس ۽ تيوريني، ويلنسٽين، ڪرامويل، مارلبرگ، پرنس يوگني، ڊي سيڪس ۽ فريڊرڪ جهڙن جنگي اڳواڻن کي وڏن سپہ سالارن جي فهرست ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو. جيتوڻيڪ، انهن سپہ سالارن ڪيترين ئي جنگي مهمون وڙهيون ۽ ڪاميابيون ماڻيون پر سندن جنگي علم جا ماخذ اڳاتائين "آڳاٽا" هئا.

**نڪولو ميڪياولي** (3 مئي 1469ع _22 جون 1527ع): ميڪياولي يورپ ۾ نئين سجاڳيءَ جي ابتدائي گهر اٽليءَ جي شهر فلورنس ۾ پيدا ٿيو. جهڙي طرح ادب ۽ فن، سائنس ۽ سماجي علمن ۾ اٽليءَ يورپ کي هڪ هزار سالن جي اونداهي دور مان ٻاهر ڪڍيو ساڳئي ريت ميڪياوليءَ جي صورت ۾ اٽلي جنگ جي فن ۾ پڻ نئين سجاڳي آڻڻ جي ابتدا ڪئي. ميڪياوليءَ جنگ جي معاملي کي خالص ٽيڪنيڪل حوالي سان نہ پر سياست ۾ فوجي طاقت جي هڪ فيصلاڪن ڪردار طور جائزو ورتو آهي. هن جي حيثيت تاريخ جي وڏي سياسي سائنسدان طور مڃي وڃي ٿي. هن "شهزادو" "جنگ جو فن" "ڪاسٽرو ليويس جي پهرين ڏهاڪي بابت گفتگو" ۽ "فلورنس جي تاريخ ۽ اٽليءَ جا معاملا" جهڙن ڪتابن ۾ سفارتڪاري، سياست، حڪمت عملي ۽ جنگ جي موضوع تي روشني وڌي آهي. جيئن تہ ميڪياولي نئين سجاڳي واري دور ۾ پيدا ٿيو تنهنڪري، ٻين وانگر هن بہ پنهنجن خيالن جي سچائي ثابت ڪرڻ لاءِ آڳاٽي دنيا ڏانهن رجوع ڪيو آهي. جنگ جي معاملي ۾ ميڪياوليءَ جا ڪتاب گهڻو ڪري رومي فوجي ادارن جي سمجهاڻي ۽ تشريح تي مشتمل آهن. هن جي اتساهہ جو مکيہ ذريعو پڻ ويگيٽس هو. توڻي جو، جديد تاريخ نويسن هن کي "جديد حڪمت عملي جي ناهيندڙن" جي فهرست ۾ شامل ڪيو آهي پر هن جو ڪتاب "جنگ جو فن" جنگ جي موضوع تي اعلىٰ درجي جو مسودو ناهي جيڪو (13_1512) ۾ لکيو ويو، ان ڪتاب ۾ باغ ۾ ٽيل ڪچهريءَ واري انداز کان ڪم ورتو ويو آهي. پر ان مسودي ۾ ڪجهہ ڏاهپ جا داڻا بہ آهن جيڪي آڳاٽي دنيا جي تجربي مان اخذ ڪيا ويا آهن.

هن جو خيال هو تہ رياست جو بنياد سٺي فوجي تنظيم ۾ ۽ سياسي طاقت جو بنياد فوجي طاقت ۾ آهي.[101] "سمورين رياستن، نين توڙي پراڻين يا ٻنهي، جا مکيہ بنياد سُٺا قانون ۽ سُٺا هٿيار آهن. جتي سنا هٿيار نہ هجن اُتي سُٺا قانون نٿا ٿي سگهن، ۽ جتي سنا هٿيار هوندا اُتي سُٺا قانون ضرور هوندا."[102]

"سمورن هٿياربند پيغمبرن سوڀ ماڻي، ۽ بي هٿيار تباهه ٿيا. جيڪڏهن (حضرت) موسىٰ، سائرس، ٿيسيوس ۽ روملس بي هٿيار هجن ها ته اُهي گهڻي عرصي تائين پنهنجن مقصدن (آئينن) کي عمل ۾ ئي نه آڻي سگهن ها."[103]
جيڪڏهن ڪو فرد، اگوڻن توڙي موجوده دور جي سرمائيدار حڪمرانن جي چالاڪين، سازشن ۽ مڪارين کي سمجهڻ چاهي ته اُن کي ميڪياوليءَ جو مطالعو لازمي طور تي ڪرڻ گهرجي. جيڪو دشمنن کي نِگڻ، بيوقوف بنائڻ ۽ تابعدار بنائڻ لاءِ عيار حڪمرانن کي حڪومت ڪرڻ ۽ طاقت استعمال ڪرڻ جون حرفتون، اٽڪلون ۽ فن سيکاري ٿو. هن جي خيال ۾ "جڏهن هڪ جنرل لڙائي کٽي وٺندو آهي ته اها (سوڀ) بين سمورين غلطين ۽ نقصانن کي منسوخ ڪري ڇڏيندي آهي."[104] "هڪ شهزادي کي جنگ ۽ ان جي اُصولن، تنظيم ۽ ضابطي ڪانسواءِ نه ڪا ٻي سوچ يا مقصد هجڻ گهرجيس ۽ نه ئي ڪنهن ٻي شي جو مطالعو ڪرڻ گهرجيس. فقط اهوئي فن آهي جيڪو حڪمرانيءَ سان واسطو رکي ٿو."[105] ميڪياولي جي خيال ۾ خراب ماڻهن جي هجومن ۾، ڪوبه ماڻهو جيڪو هر وقت سٺو هجڻ جي ڪوشش ڪري ٿو اُهو تباهه ٿي ويندو. "جڏهن اسانجي ملڪ جو تحفظ خطري ۾ هجي، تڏهن جائز يا ناجائز، انسانيت يا بي رحمي، شرم يا شان کي ڌيان ۾ نه آڻڻ گهرجي."[106]
ساڳئي وقت ميڪياولي لکيو ته "هڪ شهزادي لاءِ ضروري آهي ته ان جا عوام سان دوستاڻا تعلقات هجن نه ته هي مخالفن کان بچي نه سگهندو."[107]
ويڙهه جي اٽڪلن ۽ چالن جي حوالي سان ميڪياولي لکيو ته "لڙائي جي وچ ۾، دشمن فوج کي منجهائڻ لاءِ، اهو ضروري آهي ته ڪجهه نه ڪجهه اهڙو ڪجي جيڪو انهن کي پريشان ڪري، يا ته تازي فوج جي پرتيءَ جي خبر هلائجي يا اهڙو ڪو عمل ڪجي جنهن مان اهڙو تاثر ملي." "جڏهن هڪ جنرل ڪامياب ٿئي، ته هن کي تيزيءَ سان ان سوڀ جي پوئواري ڪرڻ گهرجي."
"هڪ ڪمانڊر کي اهڙي لڙائي ڪڏهن به نه وڙهڻ گهرجي جيڪڏهن ان ۾ هن کي ڪوبه فائدو نه ملي، يا جيڪڏهن ڪنهن ضرورت سبب هي مجبور نه هجي." "سڀ کان اهم ڳالهه ته جنرل جي چوڌاري وفادار، جنگ ۾ هنرمند ۽ هوشيار ماڻهو هجن جيڪي هن کي مسلسل صلاحون ڏيندا رهن." "جڏهن بُک يا ڪنهن ٻي قدرتي ضرورت يا انساني جذبو توهانجي دشمن کي مڪمل

مايوسيءَ واري حالت (desperation) ۾ آڻي ڇڏي، تڏهن جيترو اوهانجي وس ۾ هجي لڙائيءَ کان ٽَاڻ ڪهرجي.“

ميڪياوليءَ توبخاني (Artillery) کي اهميت گهٽ ڏني، هن جي تجويز هئي ته گُرزن pikes کي تلوارن ۽ bucklers سان جوڙيو وڃي ۽ پيشيور فوجين بدران شهري-سپاهين کي ترجيح ڏني وڃي.[108] اهي ٽئي خيال غلط ثابت ٿيا. هن جي دور ۾ زبردستي ڀرتي واري ٻالهه کي مجتا نه ملي باقي ضابطي واري اصول تي وڏيڪ زور ڏنو ويو.

**گستاوس اڊولفس** (1594ع کان 1632ع): سترهين صديءَ دوران سئيڊن جو گستاوس اڊولفس اهو پهريون ماڻهو هو جنهن صدين جي يورپي جنگي روايتن کي ٽوڙي ڇڏيو. هن قلعن کي گهيرا ڪري وقت ضايع ڪرڻ بدران کليل ميدانن ۾ سڌيون لڙائيون ڪرڻ کي ترجيح ڏني ۽ هڪ منظم پيشور فوج ناهي. سترهين صديءَ جي ابتدا ۾ گستاوس اڊولفس سڀ کان مضبوط ترين فوج منظم ڪئي، انتهائي دليري سان پنهنجي فوج جي اڳواڻي ڪئي ۽ ”جديد جنگ جي ابي“ جو لقب ماڻيو چاڪاڻ ته هن نئين جنگي هنر سان پيادا فوج، گهوڙ سوار فوج، توبخاني ۽ رسد ۽ ڀرتيءَ جي بندوبست وارن ڪمن کي سموئي هڪ ڪيو. جنگي سائنس ۾ هن جي سڌارن سبب سوئيڊن ايندڙ سو سالن تائين بالٽڪ خطي ۾ بالادست قوت جي حيثيت ۾ رهي. هن سورهن سالن جي ڄمار ۾ لڙائيءَ ۾ حصو ورتو، رومي سلطنت جي وڌندڙ ڦهلاءَ آڏو رڪاوٽ وجهڻ لاءِ ٽيهه سالا جنگ ۾ شامل ٿيو. بعد ۾ هن مختلف يورپي ملڪن تي قبضا ڪيا.

گستاوس اڊولفس کان اڳ، يورپ ۾ اڪثر فوجون ياڙيتو ۽ غيرمنظم ٽولن جي صورت ۾ هونديون هيون، انهن ۾ تنظيمي ڍانچو ۽ مٿان کان هيٺ تائين اختيارن جي ورڇ نالي ڪا شي ڪانه هوندي هئي. هن سو (100) سپاهين تي مشتمل چار ڪمپين مان هڪ (squadron) جٿو جوڙيو ۽ ٽن جٿن کي گڏائي هڪ برگيڊ ناهي. هن مستقل بنيادن تي يونٽ ناهيا ۽ طئي ٿيل اختيار جو نظام مرتب ڏنو، سمورن ويڙهاڪ حصن کي هڪ ٽيم وانگر وڙهڻ جي تعليم ڏني.[109] ائين هن يورپ جي فوجي تاريخ ۾ پهرين سچي پچي پيشور فوج ناهي. هن سوئيڊن جي هر نوجوان کي ويهن سالن لاءِ فوج ۾ زبردستي ڀرتي

ڪرائڻ ۽ ان جي بدلي ۾ ڪين باقائده پگهار ۽ زمينون ڏيڻ جي روايت وڌي. ابولفس پنهنجي جنگي قابليت سبب پنهنجي دور جو بهترين ڪمانڊر ثابت ٿيو.

**مونٽيڪڪولي:** ميڪياولي ڪانپوءِ رائمونڊو مونٽيڪڪولي، جيڪو اٽليءَ ۾ پيدا ٿيو، هي ٽيهه سالا جنگ جي ابتدا کان وٺي مرڻ (1680ع) تائين هيبسبرگ سلطنت جو خدمت گذار رهيو. هن جو سڀ کان اهم ڪم "Treatise on War" هو جيڪو هن 43_1639ع ۾ لکيو جڏهن هي سئيڊن جو قيدي هيو. اهو مسودو پهريائين سرڪاري راز سمجهي لڪائي رکيو ويو بعد ۾ هن جي مرڻ ڪانپوءِ ڇاپيو ويو. هڪ ڳالهه جيڪا هن کي اڳوڻن مفڪرن کان منفرد ڪري بيهاري ٿي اها آهي ته هن جنگ کي اهڙي شي سمجهيو جنهن جو تعين عوام يا حڪمران ٽولا نه پر رياستون ڪن ٿيون. ڇاڪاڻ ته يونان ۽ روم سميت چين، شهنشاهي روم، بازنطيني سلطنت، قرون وسطيٰ ۽ نئين سجاڳي جي دور تائين جنگين کي رياستن بدران حڪمرانن يا عوام سان منسوب ڪيو ويندو هو.

بهرحال، پنهنجن پيش روُ مفڪرن وانگر هي به حڪمت عملي، مهم ۽ تدبيرن وچ ۾ فرق کي سمجهڻ ۾ ناڪام رهيو. انهن ڏينهن تائين ائين سمجهيو ويندو هو ته جنگ وڏي سطح جي ڌاڙي لاءِ ڏکيو پنڌ ڪرڻ آهي. اٽپورن رابطن سبب مختلف فوجن ۾ هم آهنگي ۽ ربط نه پئي ٿي سگهيو. بهرحال، اڄان هڪ صدي گهربل هئي اهو فرق سمجهڻ لاءِ ته حڪمت عملي مان مراد آهي مٿين سطح تي جنگ جو انتظام ڪرڻ. ارڙهين صدي تائين ائين پئي لکيو ويو جڻ ته تدبير، مهم ۽ حڪمت عملي هڪ ئي شي هجن. جهڙي ريت ضابطو، مارچ، سامان سڙو ۽ چانوٽين جي پيٽ ۾ تدبيرن کي سمجهڻ آسان هو، ته وري مهم کان وڌيڪ ويڙهه جي چالن ۽ تدبيرن کي سمجهڻ آسان هو ۽ حڪمت عملي کان وڌيڪ مهم کي سمجهڻ آسان هو.

وابن (1633_1707): سترهين صديءَ جي آخر ۾، فرانس جي وابن (Sebastien le Prestre de Vauban) پنهي شعبن ۾ هڪ ماهر طور مڃتا ماڻي. هي فوجي انجنيئر هو جيڪو لوئس (XIV) لاءِ قلعا ناهيندو هو. هن پنهنجي تجربي کي قلمبند ڪيو آهي. هن جو مسودو جنگ جي فن تي گهڻ طرفي ۽ ڀرپور روشني ته نٿو وجهي پر گهيري ڪرڻ واري جنگي فن تي هن تفصيلي بحث ڪيو آهي ته ڪيئن مضبوط ۽ وڏن قلعن تي حملا ڪجن يا انهن جو دفاع ڪجي.

ڦهريائين قلعي کي ٻي دنيا کي ڪٽي ڇڏجي، پوءِ قلعي جون ڪمزور جايون ڳولجن، ۽ انهن ڪمزور جاين تي بندوقن سان گولي بازي ڪجي.

**مارشل ڊي سيڪس** (1696_1750ع): جنگي ماهر لڊل هارٽ، مارشل ڊي سيڪس (Marechal De Saxe) کي "جنگي پيغمبر ۽ دانشور" سڏيو. جيڪو 1695ع ۾ پيدا ٿيو. سندس پيءُ پولينڊ جو بادشاهه هو. هن "جنگ جي فن تي ڏينهن ڏٺي جا خواب" نالي ڪتاب لکيو. جنهن ۾ هن پهريون ڀيرو "جنگ کي سائنس" سڏيو، پر هن فرق اهو بيان ڪيو ته ٻين سائنسن ۾ اصُول طئي ٿيل هوندا آهن پر هيءَ سائنس اهڙن اصولن کان محروم آهي. هن جو خيال هو ته جنگ ۾ فوج جي "گهٽي تعداد جي پوڄا" بلڪل غلط آهي ڇاڪاڻ ته وڏي تعداد سان ٻيا به گهڻا خفا ڪرڻا پون ٿا. مثال طور کاڌ خوراڪ جي ڪوٽ، مخلتف جنرلن ۾ تضاد وغيره. هن جو خيال هو ته "هُجوم فقط پريشاني ۽ مونجهارو ئي پيدا ڪن ٿا. ٿوري تعداد واريون فوجون آسانيءَ سان حرڪت ڪري ۽ تيزيءَ سان هلي سگهن ٿيون." هن جي نظر ۾ هڪ ڪمانڊر ۾ ڪهڙيون خوبيون هجڻ گهرجن؟ "سڀ کان پهريائين ته همٿ، ٻيو ڏاهپ، ۽ ٽيون صحت هجڻ گهرجيس. اُن جا حُڪم مختصر ۽ صاف هُجن."[110]

مارشل ڊي سيڪس پاڻ هڪ پيشيور فوجي هو جنهن فرانسيسي فوج جي ڪمانڊر ان چيف تائين ترقي ماڻي. هن جو خيال هو ته "هڪ جنرل وڌ ۾ وڌ 50 هزار فوج جو انتظام سنڀالي سگهي ٿو ۽ جنگ جو جوهر اٽڪلون (گتون گوهيون هڻڻ) (manoeuvring) ئي آهن، لڙائيءَ کي فقط آخري حل طور استعمال ڪرڻ گهرجي، ۽ اها به فقط تڏهن جڏهن ڪاميابي يقيني نظر اچي." هن ميداني جنگ، جابلو جنگ، گهيري واري جنگ ۽ قلعي بنديون ڪرڻ بابت پنهنجا خيال قلمبند ڪيا آهن. هن وڌا، مستقل ۽ هڪٻئي سان ڳنڍيل فوجي جٿا جوڙڻ جو خيال پيش ڪيو جيڪو ارڙهين صدي جي اڌ ۾ عمل ۾ آندو ويو. جنهن اڳتي هلي، جنگ جي فن ۽ حڪمت عملي جي واڌاري ۾ وڏي مدد ڏني.

**فريڊرڪ**، جيڪو بيشڪ، دنيا جي وڏن سپه سالارن مان هڪ هو، ان جي جنگي لکڻين ۾ (Principes generaux, 1746, Testament Politique 1761, Testament Militaire 1768, & Elements de castrametrique et de tactique 1771) شامل آهن. ان جو گهڻو حصو ڳجهه ۾ رکيو ويو جنهن کي فقط جرمن فوجي آفيسر ۽ عملدار ئي استعمال ڪري سگهندا هئا. فريڊرڪ جو خيال هو ته "سخت ضابطو تڏهن ئي

عمل ۾ اچي سگهندو جڏهن سپاهي دشمن کان وڌيڪ پنهنجن آفيسرن کان ڊڄندا." "فولادي ضابطي ۾ ٻڌيل فوج، دشمن کان وڌيڪ تيزيءَ سان حرڪت ڪرڻ، درست چرپر ڪرڻ ۽ تيزيءَ سان آتش بازي ڪرڻ جي قابل ٿيندي." "سڀ کان اهم ڳالهه تہ اهڙي فوج زخم سهي، وري تيار ٿي ۽ ٻيهر وڙهڻ جي بہ قابل ٿي ويندي." "جاسوس بنائڻ جو بهترين طريقو هي آهي تہ هڪ هاريءَ جي چونڊ ڪريو، هن جي گهرواريءَ کي گرفتار ڪريو، ۽ پوءِ ان هاريءَ سان هڪ فوجي سندس نوڪر طور مقرر ڪري ان کي دشمن جي ڪيمپ ۾ موڪليو." ٻن جاين تي فريڊرڪ "وچ جي تيزيءَ" واري اٽڪل کان ڪم ورتو، جڏهن هن 1741ع ۾ سليسيا ۽ 1756ع ۾ سيڪسني کي، دشمن جي ردعمل ڪرڻ کان اڳ ئي، شڪست ڏيڻ چاهي ٿي. پر هي ناڪام ٿيو ۽ ٻئي لڙائيون ڊگهيون ٿي ويون.

**ڪامٽ دي گبرٽ:** فرانسيسي انقلاب جتي سماجي ۽ سياسي علمن ۾ وڏي تبديلي آندي تہ اُتي ئي جنگي علم ۾ پڻ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. ان تبديلي بابت سياسي ميدان ۾ جتي روسو اهم ڪردار ادا ڪيو تہ اُتي ئي جنگي ميدان ۾ وري جيڪس انتوني هيولٽ، ڪامٽ دي گبرٽ وڏو نالو ڪمايو. گبرٽ جي ڪم جي پس منظر ۾ ست سالا جنگ (1763_89ع) هئي. ان تڪرار ۾ فرانسيسي فوج جي ڪارڪردگي بيڪار هئي توڙي جو آسٽريا ۽ روس فرانس جا اتحادي هئا ۽ ان کي معاشي، عددي ۽ جاگرافيائي فائدا بہ حاصل هئا. گبرٽ ان ست سالا جنگ ۾ فرانسيسي ڪمانڊر جي اسسٽنٽ طور ڪم ڪيو. گبرٽ لاءِ وڏو سوال اهو هو تہ ايندڙ وقت ۾ انهن ناڪامين کان ڪيئن بچجي ۽ ڪارڪردگي کي بهتر ڪيئن بڻائجي؟ ان سلسلي ۾، هن Essai tactique generale جي عنوان سان 1772ع ۾ ڪتاب ڇپايو. تڏهن هي فقط 29 سالن جو هو. هن جي مدد سان 1791ع وارو آرڊيننس پيش ڪيو ويو جنهن جي بنياد تي فرانسيسي فوج انقلابي ۽ نيپوليني جنگيون ڪيون. سندس پيش ڪيل چار جنگي اصولن سبب هن جي همعصرن ۾ هن کي وڌيڪ عزت ملي. "پهريون، هيٺائي (ضعيفپٽي) تي قابو پائڻ، چاڪاڻ تہ مستقبل جي جنگ فقط باقائده فوج جي مدد سان نہ پر سموري قوم جي متحد قوتن جي بنياد تي وڙهڻي پوندي. ٻيو، اهڙي وسيع شرڪت کي ممڪن بنائڻ لاءِ، عام زبردستي ڀرتي متعارف ڪرائڻ. ٽيون، ايڏين وڏين فوجن ۽ خزاني کي بچائڻ لاءِ کاڌ خوراڪ ۽ سامان سڙي جي بندوبست جو نظام سڌارڻ ۽ جنگ ڪرڻ لاءِ جنگ ئي ڪرڻ. چوٿون،

انهن ساڳين وڏين فوجن کي هڪ بلاڪ وانگر، جيئن صدين کان وٺي فريڊرڪ تائين مروج معيار رهندو پئي آيو، ائين نہ پر آزاد صورت ۾ چرپر ڪرڻ" جهڙا اصول شامل هئا. پر ان باوجود، گبرٽ اجا تائين تدبيرن ۽ حڪمت عمليءَ جي فرق کي نہ سمجهي سگهيو. پر هڪ ٻئي فرانسيسي سپاهي، عالم Joly de Maizeroy "حڪمت عملي" واري معاملي کي سلجهائڻ جي ابتدا ڪئي. هن جي خيال مطابق تدبيرن مان مراد "فقط مشيني انداز" سان فوجن جي ترتيب ۽ تنظيم، چرپر ڪرڻ ۽ اڳتي وڌڻ جا طريقا، اٽڪلون ۽ ويڙهہ شامل هئا جن بابت اڳوڻن جنگي ماهرن پڻ ٻڌايو هو. پر هن اهو بہ ٻڌايو تہ حڪمت عملي دشمن خلاف سموري جنگي آپريشن ڪرڻ سان تعلق رکي ٿي.

**ڊٽرچ وون بيولو:** حڪمت عملي بابت سڀ کان اڳاٽن مسودن کي گڏائڻ جو سهرو هڪ جرمن آفيسر ۽ ليکڪ، ايڊم هينرچ ڊٽرچ وون بيولو، ڏانهن وڃي ٿو، جنهن جو ڪتاب "جنگ جي جديد نظام جو روح" 1799ع ۾ پڌرو ٿيو. هن نقشن ۾ سڌارا آڻي جنگ جي سائنس ۾ زبردست ڪارنامو سرانجام ڏنو. چاڪاڻ تہ ان کان اڳ، جنگ جي ميدان ۽ پسگردائي، فوجن جي ترتيب ۽ پرتيءَ وارن رستن ۽ رُخن جو خاڪو ناهڻ لاءِ فقط نمونا (ماڊلز) استعمال ڪيا ويندا هئا جن ۾ فقط اوپر ۽ اولهہ جا نشان هوندا هئا باقي ڏکڻ ۽ اُتر جا نشان نہ هوندا هئا. هن ڏکن بدران ٽڪنڊي ماپ جي بنياد تي فرانس جهڙي وڏي ملڪ جو پهريون نقشو ناهيو. ان ڪانپوءِ فقط گهوڙي جي ڪنن پنيان ٻيهي نہ پر آفيس ۾ هڪ نقشي جي مدد سان، جنگ ڪرڻ جي فن ۽ حڪمت عمليءَ جو تعين ٿيڻ لڳو. جنهن ڪانپوءِ، محاذ تي مقرر ٿيل هڪ فوج جي جاءِ هڪ هيڊڪوارٽر (چانوٽي) والاري، هن جي نظر ۾ اها جاءِ هڪ نقطو نہ پر مخصوص رخن ۽ مخصوص علائقي جو تصور هو. هاڻي فوجي هيڊڪوارٽر ۾ ويهي جاگرافيائي بيهڪ جو خاڪو يا نقشو آڏو رکي جنرل طئي ڪري سگهندا تہ فوج پنهنجي هڪ مقصد (هدف) يا گهڻن مقصدن ڏانهن ڪهڙي رُخ ۾ وڌي، يا ان هيڊڪوارٽر ۽ هدف جي وچ ۾ آپريشن جي هڪ ڊگهي قطار، يا قطارون ڪهڙيون هونديون، انهن ئي قطارن سان گڏ هڪ رخ ۾ رسد ۽ تازي پرتي ۽ ٻئي رخ ۾ زخمين، بيمارن ۽ قيدين کي پهچائڻ جو وهڪرو ۽ سلسلو پيو هلندو. جديد دور ۾ آتش بازي جي وڌندڙ ڪردار بارود جي طلب کي تمام گهڻو وڌائي ڇڏيو، ائين انهن رسد وارين قطارن جي اهميت بہ وڌي وئي ۽

انهن قطارن جو نظام حڪمت عملي جي ڪنجي بڻجي ويو. مثال طور: هڪ جنرل جيڪو پاڙيسري ملڪ تي حملي بابت غورويچار ڪري ٿو، اهو شايد هڪ، يا ٻن يا ان کان وڌيڪ قطارن ۾ اڳتي وڌي. ان جو دارومدار هيڊڪوارٽر جي پڪيڙ، چونڊيل هدفن جي جاءِ ۽ تعداد تي آهي، اهي قطارون يا ته هڪ نقطي کان ٻن يا مختلف رخن ۾ وڌن، يا ٻن نقطن کان هڪ نقطي ڏانهن رسڻ يا هڪٻئي سان گڏوگڏ هلن. انهن قطارن سان گڏ حرڪت ڪندڙ فوجي ڪالم تعداد ۾ ڪيترا ۽ مضبوط هجن، اهو سڀ ڪجهه سمجهڻ لاءِ حسابن جي ضرورت پيش پيئي. بهرحال، ٻن نقطن کان هڪ نقطي ڏانهن وڌڻ بهترين طريقو آهي. ڪشش جي طاقت وانگر، حملي آور ذر جيئن جيئن دشمن جي علائقي ۾ اڳتي وڌندي ويندي تيئن تيئن اُها ڪمزور ٿيڻ شروع ٿيندي. اڳتي وڌندڙ فوج ڪي پاسرائين کان حملو ڪري سنڌائتو ڌڪ هڻي سگهجي ٿو پر جيڪڏهن ائين نه ٿي سگهي ته آپريشن جي قطار جي ڊيگهه ۽ هيڊڪوارٽر وچ ۾ مخصوص تعلق ڪي بگاڙڻ سان به نتيجا حاصل ڪري سگهجن ٿا. اهڙي ريت، حڪمت عمليءَ جو سمورو فن هڪ سادي جاگرافيائي فارمولي تائين گهٽجي ويو.

# صنعت ۽ جنگ

جتي صنعتڪاري يورپ جي صدين جي معاشي، سياسي، سماجي، اخلاقي، ادبي ۽ ثقافتي ڍانچي کي بدلائي ڇڏيو. اُتي ئي ننڍن ۽ سستن هٿيارن جي اچڻ ۽ عام شهرين کي فوج ۾ ڀرتي ڪرڻ سان فوجن جي تعداد ۾ پڻ تيزيءَ سان واڌ ٿي. ايڏين وڏين فوجن کي سنڀالڻ ڏکيو ڪم ٿي پيو ان ڪري انهن کي ڊويزنن ۽ بعد ۾ ڪور ۾ ورهائڻ جي ضرورت پيش ٿي. فرانس وٽ اٽڪل پنج لک فوج هئي ۽ بعد ۾ پوري يورپ ان جو نقل ڪيو. ان سان گڏ، هلڪي وزن واري توبخاني، ڊگهي مفاصلي تائين گولا اڇلائيندڙ گشتي توبچي (Cannon) به متعارف ٿي. باقائده پگهاردار فوجون تيار ڪيون ويون. آتشي هٿيارن ۾ پڻ نيون ايجادون ٿيون. ريلوي رستن جي ايجاد فوجن ۽ جنگي سامان جي تيزيءَ سان چرپر کي آسان بڻائي ڇڏيو. ٽيليگراف مهڙ واري محاذ ۽ پچڙ وارن فوجي اڏن ۽ هيڊڪوارٽر جي فرق کي ختم ڪري ڇڏيو. پرشيا ۾ نئين قسم جو فوجي ادارو، جنرل اسٽاف، جوڙيو ويو. تربيت ۽ امتحان ذريعي فوج ۾ داخلا ٿيڻ لڳي. آهستي آهستي يورپ ۾ پنهنجو پاڻ، انفرادي طور تي، جنگي علم سکڻ وارو دور ختم ٿي ويو ۽ ان جي جاءِ تي اهڙن سپاهين ورتي جيڪي ڪميشن پاس ڪري فوجي اڪيڊمي ۾ پڙهڻ لڳا جنهن جي ابتدا 1770ع کان فرانس ۽ جرمني ۾ ٿي. ائين جنگي فن ۽ سائنس ۾ پڻ انقلاب اچي ويو.

جديد صنعتڪاري، آتشي هٿيار ۽ پرچار جي طريقن جي ترقي، قومي مقابلو ۽ قومي فوجن جنگ جي انتظام، نوعيت ۽ نظريي کي ئي بدلائي ڇڏيو. اٽڪل ڏيڍ صديءَ تائين (نيپولين بوناپارٽ کان وٺندي ٻي عالمي جنگ تائين) "فيصلاڪن" لڙائين جي روايت تي عمل ڪيو ويو جنهن جو مقصد دشمن جي فوج کي مڪمل طور تي نيست ۽ نابود ڪرڻ هو.

آمريڪا جي دريافت کانپوءِ يورپي ملڪن نيون ڪالونيون ٺاهڻ ۽ جنگيون ڪري علائقن تي قبضا ڪرڻ شروع ڪيا. ان سموري عرصي دوران تجارت، نوان ملڪ دريافت ڪرڻ ۽ جنگ ڪرڻ، ٽئي ته هڪڙي ئي قسم جا ڌنڌا هئا. انهيءَ ڊوڙ ۾ بحري جنگ وڏي ترقي ڪئي ۽ ان ڊوڙ ۾ برطانيه، طاقتور صنعتي ملڪ هجڻ

ڪري ٻين سپني کي مات ڏئي اٽڪل ڏيڍ صديءَ تائين سمنڊ تي راڄ ڪيو. پر يورپ کنڊ تي برطانيہ جي بالادستي کي انقلابي فرانس ۽ نيپولين للڪارڻ شروع ڪيو.

**فرينچ انقلاب**

فرانسيسي انقلاب کانپوءِ پراڻيون جنگي روايتون بدلجي ويون. هاڻي ڏکھين مهمن ۾ زمين تي قبضو ڪرڻ بدران فيصلاڪن لڙائين ۾ دشمن جي فوج کي مڪمل طور تي ختم ڪرڻ مقصد بڻجي ويو. جنھن کي ڪلازيوٽز منظم نظريي جي صورت ڏني. پراڻين پاڙي وارين ۽ بادشاهي فوجن بدران لکين شهرين کي هٿياربند ڪري فوج جو حصو بڻائي انهن کي قومي وجود ڏنو. اينگلس لکيو تہ "جديد جنگ فرانسيسي انقلاب جي لازمي پيداوار آهي. سرمائيدارن ۽ ننڍن هارين جي سماجي ۽ سياسي آزادي ان (جديد جنگ) جا اولين شرط آهن. سرمائيدارن ڏوڪڙ مهيا ڪيا، ننڍن هارين سپاهي ڏنا."[111]

طاقتور ۽ فيل مست يورپي طاقتون، هڪڙي ڪمزور ملڪ فرانس سان 23 سالن تائين وڙهنديون رهيون. ساڳئي وقت، فرانسيسي انقلاب سبب فرانس اندر مسلسل گهرو جنگ بہ هلندي رهي جنهن ۾ هڪ طرف، بورجوا، عام ماڻهو ۽ نان_ڪميشنڊ فوجي آفيسر ۽ سپاهي هئا تہ ٻئي طرف بادشاهہ، نواب ۽ اعلىٰ آفيسر هئا. ان دوران فرانس، انقلاب، جبري ڀرتي، تنظيمي، جنگي حرفتن ۽ نيپولين جهڙي ڪمانڊر ذريعي يورپ جي صدين جي جنگي روايت کي بدلائي ڇڏيو. بعد ۾ وري ٻين يورپي طاقتن فرانس کي منهن ڏيڻ لاءِ فرانس جو ئي جو نقل ڪيو.

1789ع ۾ فرانس ۾ انقلاب آيو ان جي خبر يورپي ملڪن، خاص ڪري بادشاهي محلن، ۾ هلچل پيدا ڪري ڇڏي. فرانس جي هٿياربند شهري رضاڪارن جي هجومن (قومي گارڊ) بادشاهہ (لوئي 16) کي نئون آئين منظور ڪرڻ تي مجبور ڪيو جنهن ۾ بادشاهہ ۽ وزيرن جي اختيارن کي گهٽايو ويو هو. تنهن کانپوءِ، (1791ع جي جون ۾) بادشاهہ ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي پر انقلابين ان کي پڪڙي قيد ڪري ڇڏيو. جنهن تي يورپي بادشاهن (خاص ڪري آسٽريا ۽ پرشيا) کي اچي ڊپ لڳو تہ اسان سان بہ ساڳيو حشر نہ ٿئي.

جڏهن انقلابين کي خبر پئي تہ آسٽريا فرانس ۾ هٿياربند مداخلت ڪرڻ لاءِ تياري ڪري رهيو آهي تڏهن هنن (20 اپريل 1792ع تي) اسيمبلي جو اجلاس

سڏايو ۽ ”بادشاهه جي ناجائز جارحيت خلاف آزاد عوام جي جائز دفاع“ خاطر اعلان جنگ ڪيو.[112] فرانس جي قانونساز اسيمبلي، انقلاب کي مضبوط ۽ مستحڪم بڻائڻ لاءِ جنگ جي حمايت ڪئي. اڳوڻن نوابن ۽ جاگيردارن (Royalists) پڻ ان جي حمايت ڪئي ڇاڪاڻ ته اهي اها اميد ڪيو ويٺا هئا ته ٻاهرين جنگ انقلابين کي ڪمزور ڪندي ۽ سندن آئيني بادشاهت کي وڌيڪ مضبوط بڻائيندي.

توڙي جو، ان وقت فرانس ڪنهن به قسم جي سرگرم فوجي آپريشن لاءِ مڪمل طور تي تيار نه هو، سياسي حالتون انتشار جو شڪار هيون، مالي صورتحال خراب هئي ۽ شاهي فوج تباهه حال هئي. ”آزادي، برابري ۽ ڀائپي“ جي اصولن لاءِ علندڙ سياسي جدوجهد سبب فوج ۾ بغاوتون پئي ٿيون. ان کوٽ کي منهن ڏيڻ لاءِ اسيمبلي قومي محافظن (National Guard) مان هڪ لک رضاڪارن کي ڀرتي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انهن بدتر حالتن هوندي انقلابي فرانس هڪ لک 30 هزار فوج سان ٻهرين جنگي مهم شروع ڪندي بيلجيم ۽ بعد ۾ آسٽرين نيدرلينڊ تي ڪاهه ڪري ڏني. پر ان مهم ۾ فرانس جي فوج ڍير ٿي پئي ۽ آسٽريا ڪجهه علائقن تي قبضو به ڪري ورتو. اها خبر ٻڌندي پئرس ۾ بادشاهه جي سئس (Swiss) فوج بغاوت ڪري ڏني پر انقلابين انهن 600 گارڊن کي قتل ڪري بادشاهت کي ئي معطل ڪري ڇڏيو.

وري آسٽرين ۽ پرشين فوج فرانس تي حملي لاءِ وڌڻ شروع ڪيو. نيٺ، 20 سيپٽمبر 1792ع ۾ گڏيل فرانسيسي فوج ۽ پرشين ۽ آسٽرين فوج جي وچ ۾ والمي جي ميدان تي ٽڪر ٿيو. ڏهن ڏينهن جي سخت ويڙهه ڪانپوءِ، پرشين جنرل ڳالهيون ڪري پرامن نموني پنتي هٽي ويو. جيتوڻيڪ، ان لڙائيءَ ۾ ڪجهه سو حياتيون قربان ٿيون پر اهو جنگ جي سموري تاريخ جي وهڪري جو چوڙ هو. جتان، مارشل فوڪ جي لفظن ۾، ”بادشاهن جي جنگين جي پڄاڻي ٿي ۽ عوامي جنگين جي ابتدا ٿي.“[113] ان کان اڳ جنگ ۽ امن جا فيصلا بادشاهه ڪندا هئا، عوام کان نه ڪو پڇيو ويندو ۽ نه ئي ويڙهه ۾ انهن جو ايترو عمل دخل هوندو هو. ارڙهين صدي دوران جنگ جي محدود ۽ روايتي نوعيت، سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ فوجي حدبندين جو نتيجو هئي. ان کان اڳ باقائده فوجون هونديون هيون پر اهي قومي فوجون نه هيون. انهن جا بالا آفيسر نوابن ۽ جاگيردارن مان ڪنيا ويندا هئا. انهيءَ (والمي) لڙائيءَ واري ڏينهن،

نئين چونڊيل اسيمبلي (قومي ڪنوينشن) جو پئرس ۾ اجلاس ٿيو ۽ پئي ڏينهن بادشاهت جو خاتمو ڪندي فرانس کي هڪ جمهوري ملڪ قرار ڏنو ويو.

19 نومبر تي، ڪنوينشن فيصلو ڪيو تہ "جيڪي ماڻهو پنهنجي آزادي حاصل ڪرڻ چاهين ٿا، انهن سڀني جي مدد ڪئي ويندي"[114] ائين فرانس جي انقلابين سموري يورپ جي سياسي ۽ سماجي نظامن کي للڪاريندي، جنوري 1793ع ۾ بادشاهہ کي ڦاهي ڏئي ڇڏي. ڪنوينشن انگلينڊ ۽ هالينڊ خلاف پڻ اعلان جنگ ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾، انقلابي فرانس خلاف آسٽريا، پرشيا، ساردينا، نيپلز، اسپين، ننڍين جرمن رياستن، انگلينڊ، هالينڊ ۽ پورچوگال پاڻ ۾ پهريون اتحاد (First Coalition) جوڙيو جيڪو فرانس جي مقابلي ۾ انتهائي طاقتور بلاڪ هو. ان وچ ۾، ڪنوينشن اندر وچٽرن گروندنس (Moderate Girondins) ۽ سخت جيڪبنس (Radical Jacobins) جي وچ ۾ سخت تڪرار شروع ٿي پيو. جنهنڪري، فرانسيسي فوج جي رسد جو نظام ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو. 1793ع جي فيبري ۾ آسٽرين فوج فرانس جي فوج کي شڪست ڏئي بيلجيم مان تڙي ڪڍيو. وري انقلاب دشمن اڳوڻن حڪمرانن (Royalists) بغاوت ڪري ڏني پر (مئي ۾) جيڪبنس، سياسي دشمنن کي ڦاهيون ڏئي، ڪنوينشن جو ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو. ائين ٻاهرين دشمنن جي گهيري هيٺ آيل فرانس ۾ گهرو ويڙهہ بہ شروع ٿي وئي. آسٽريا، پرشيا، برطانيہ ۽ اسپين جي فوجن اڳتي وڌندي فرانس کي چوڌاري وڪوڙي ڇڏيو. پئرس ۾ ڪنوينشن جي پبلڪ سيفٽي ڪميٽي، جنهن جو اڳواڻ رابسپيري هو، ان قومي ۽ تنظيمي بڌيءَ لاءِ آمريت لاڳو ڪندي (هزارين انقلاب دشمنن کي مارڻ ڪانپوءِ) انقلاب کي بچائي ورتو. ان وقت، فرانس جا فوجي معاملا، لازري ڪارنوٽ جي حوالي هئا جيڪو انجنيئرن جو ڪيپٽن هو ۽ زبردست منتظم بہ هو. 23 آگسٽ تي (1793) 18 کان 25 سالن واري ڄمار جي سڀني غيرشادي شده شهرين کي هٿياربند ڪرڻ جو قانون پاس ڪيو ويو.[115] ان عام جبري ڀرتي سبب ڪارنوٽ کي، مخالفن جي پيشور ننڍين فوجن جي ڀيٽ ۾، عددي برتري حاصل ٿي وئي. انهيءَ سال جي آخر ۾ فرانس 5 لک فوج ڪٺي ڪري ان دور جي طاقتور ترين ڌر بڻجي وئي. پر ان باوجود هڪ ٻن لڙائين ۾ شڪستون بہ کاڌائين، ان ويڙهہ دوران اٽڪل 17 جنرلن کي ڦاهيون ڏنيون ويون ڇاڪاڻ تہ جيڪو بہ جنرل لڙائي هارائيندو هو تہ ان کي ماري ڇڏيندا هئا. ان وقت تائين،

فرانس سميت سموريون يورپي طاقتون ارڙهين صديءَ جي پراڻي محاصري ڪرڻ واري (Cordon) حڪمت عمليءَ تي عمل ڪنديون هيون، جنهن مطابق پنهنجين فوجن کي محاذن جي ڊگهين سنهين قطارن ۾ بيهاريو ويندو هو جنهن ڪري ڪابہ ڌر ڪنهن هڪ مخصوص جاءِ تي گهڻي فوج گڏ نہ ڪري سگهندي هئي. انهن لڙائين دوران، هڪ نوجوان آرٽلري آفيسر، ڪيپٽن نيپولين، پنهنجن ڪارنامن سبب انقلابي فرانسيسي فوج ۾ ممتاز حيثيت حاصل ڪري ورتي هئي، جنهن کي جلدئي ترقي ڏئي ميجر، ليفٽننٽ ڪرنل، ۽ تولن واري ويڙهہ ڪانپوءِ، برگيڊيئر جنرل جو عهدو ڏنو ويو.

يورپي طاقتن جي بدترين گهيري واري صورتحال هوندي فرانس 1793ع جي بحرانن کي منهن ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ نين انقلابي ڪمزور فوجن، جن کي پورو ڪاڏو بہ نہ ملندو هو ۽ هٿيار بہ گهٽ هوندا هئا، انهن وري هڪ سال لاءِ انقلاب کي بچائي ورتو ۽ ٻئي سال فوج ۾ سڌارا آڻي ان کي بهتر بڻايو ويو. جنهنڪري، اتحادين جي طاقتور پر روايتي فوجي نظام ۽ ڪمانڊرن لاءِ نئين قسم جي انقلابي ۽ عوامي جنگ کي منهن ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو. ڪارنوٽ جي سربراهيءَ ۾ 1794ع دوران فرانسيسي فوج پنهنجي ڀرپور طاقت سان، لڳاتار حملا ڪندي، "پهرين اتحاد" کي ختم ڪري ڇڏيو. جيئن ئي هنگامي صورتحال ڀڄائي تي پهتي تہ پئرس ۾ سياسي تبديلي آڻيندي اپوزيشن (جيڪبنس)، رابسپيري ۽ سندس پوئلڳن جو تختو اونڌو ڪري انهن کي ڦاهيون ڏئي ڇڏيون. نون حڪمرانن "دهشت" کي ٿورو ماٺو ڪيو. ڪنوينشن آڪٽوبر 1795ع تائين پنهنجو سفر جاري رکيو ۽ انهن جي جاءِ تي ڊائريڪٽري (Directory) نئين حڪومت قائم ڪئي. جيڪبنس ۽ رايلسٽ انهن کي سخت ناپسند ڪندا هئا. انهن اندروني تڪرارن باوجود فرانسيسي فوج ٻاهرين دشمنن سان ويڙهہ ڪندي رهي ۽ برطانيہ، آسٽريا ۽ سارڊينا ڪانسواءِ ٻين کي شڪستون ڏنيون ۽ ناس ڪيا. توڙي جو، فرانس جنگي فتحون ماڻيون پر ملڪ اندروني طور تي وري هڪ ڀيرو ٻيهر ورهائجي ويو. غريبن جن پنهنجو رت ڏنو هو، اهي حڪومت جي شاهوڪار ميمبرن جون عياشيون ۽ ڪرپشن ڏسي ڪاوڙجي پيا. برٽني (Brittany) ۽ وينڊي (Vendee) ۾ بغاوتون ٿيون. ڇهن مهينن تائين سخت ويڙهہ ٿيندي رهي. نيٺ، وينڊي واري مسئلي کي نيپولين حل ڪيو. پر ان ڪان وڌيڪ خطرو پئرس ۾ پيدا ٿي پيو جتي آڪٽوبر ۾

هٿياربند قومي محافظن، اگوٽن رايلسٽن جي سهائتا سان، عام ماڻهن کي اپاريو. انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ باراس، جيڪو ڊائريڪٽرن مان هڪ هو، سميت جنرل بوناپارٽ کي گهرايو ويو جيڪو تازو جيل مان آزاد ڪيو ويو هو چاڪاڻ ته هن تي جيڪبنس سان لاڳاپن جو شڪ هو. انهن بغاوتن کي منهن ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيڻ تي نيپولين کي اٽليءَ جي هڪ ڊويزن جو جنرل مقرر ڪيو ويو.

1796ع ۾ ٿيل ويڙهه جا نتيجا اُهي نه نڪتا جن جي ڪارنوٽ توقع پئي ڪئي. اينگلس لکيو ته "جيتري وڏيڪ جاچ پڙتال ڪجي ٿي ته معلوم ٿئي ٿو ته اتحادين (Coalition) جي شڪستن جو ڪارڻ (فرانسيسي فوج) ڪنوينشن (Convention) جون ڪرامتون نه هيون... نيپولين اڪثر چوندو هو ته مکيه ڪردار ته اتحادين جي غلطين ادا ڪيو.... اتحادين جي شڪستن جو الزام سپاهين تي نٽو هٽي سگهجي پر انهن جي خود هاءِ ڪمانڊ بڻتر جو شڪار هئي. جيڪڏهن اهي سموري قطار تي هڪ ڀرپور اڳرائي ڪن ها ته يقيني طور تي فرانسيسي رضاڪارن جو تختو اونڌو ٿي وڃي ها. پر جيستائين اتحادين سوچ ويچار پئي ڪيو تيستائين انهن جا سپاهي بيمار ٿي پيا."[116]

جڏهن نيپولين ڏٺو ته فرانسيسي فوج ايتري مضبوط ناهي جو سمنڊ رستي برطانيه سان ويڙهه ڪري سگهي تڏهن هن پنهنجي فوج جو رُخ مصر ڏانهن ڪيو جتان هن برطانيه ۽ انڊيا جي وچ ۾ ٿيندڙ شاهوڪار تجارت ۾ رُخنو وجهڻ چاهيو پئي. پر نيپولين ڪامياب نه ٿي سگهيو ته 1797ع جي اونهاري ۾ مصر جي جنگي مهم کي الودا چئي پئرس موٽي آيو. ان وچ ۾ برطانيه، روس، آسٽريا، عثمانيه سلطنت، پورچوگال، نيپلز ۽ پوپن جي رياستن گڏجي، انقلابي فرانس خلاف هڪ ڀيرو ٻيهر اتحاد جوڙيو. فرانس ان نئين اتحاد کي منهن ڏئي سگهيو پئي پر حڪمران ڊائريڪٽري ڪرپٽ ٿي چڪي هئي ۽ فرانسيسي فوج تباهه حال هئي. برطانيه، روس ۽ آسٽريا وري حملا ڪري ڏنا ۽ فرانس کان اٽلي ۽ جرمنيءَ جا ڪجهه علائقا کسي ورتا. فرانسيسي فوج جا سپاهي موجوده ڊائريڪٽري کان بيزار هئا ۽ خود ڊائريڪٽري به چوٽڪارو ڏياريندڙ جي ڳولا ۾ هئي. ان مرحلي تي نيپولين بوناپارٽ، پنهنجن اگوٽن ڪارنامن واري مان مرتبي سان، پئرس موٽي آيو. هڪ مهيني اندر هن ڊائريڪٽري کي ٽڙي ڪيدي ڇڏيو ۽ ٽن ماڻهن جي حڪومت قائم ڪري بعد ۾ پاڻ کي شهنشاهه بڻائي ڇڏيو.

**نيپولين بوناپارٽ** (1769_1821ع) (فرانسيسي جنرل)
فرانس جي شهنشاهه جي حيثيت ۾، نيپولين پڻ ڏهاڪن تائين يورپي کنڊ جي سياسي ۽ جنگي زندگيءَ تي حاڪميت ڪئي. هن پنهنجي جنگي هنرمندي سان فرانس جي سلطنت کي يورپي کنڊ جي اڪثر علائقن، ايشيا ۽ آفريڪا تائين وڌائي ڇڏيو. نيپولين فقط مختلف علائقن تي قبضا نه ڪيا پر پنهنجا جنگي ۽ سياسي خيال ۽ طريقا به انهن تائين پهچايا ۽ پوري دنيا جي فوجن ۽ حڪومتن تي اثرانداز ٿيو. نيپولين هڪ حڪمران ۽ جنرل جي حيثيت ۾ "عظيم حڪمت عمليءَ" کان ڪم وٺندي سياسي ۽ معاشي قدم پڻ کنيا. ائين ڪندي هن پنهنجو پاڻ کي دنيا جي تاريخ تي سڀ کان گهڻو اثرانداز ٿيندڙ رهنمائن مان هڪ ثابت ڪيو.

نيپولين فرانس جي هڪ جزيري ڪروسڪا ۾ پيدا ٿيو. جوانيءَ ۾ فرانسيسي فوج ۾ ڀرتي ٿيو. جڏهن 1789ع ۾ فرانس ۾ انقلاب برپا ٿيو ته نيپولين سياسي طور تي جيڪبن (Jacobins) سان گڏ هو. فرانسيسي انقلاب جي ناڪامي ڪانپوءِ فرانس اندر انتشار هو. ان مونجهاري ۽ انتشار کان بيزار ماڻهو ڪنهن اهڙي ماڻهو جي اميد ڪيو ويٺا هئا جيڪو اچي نظم ۽ ضبط قائم ڪري. نيپولين اها تاريخي کوٽ عارضي طور تي پوري ڪئي.


نيپولين بوناپارٽ

نيپولين جي جنگي ڪارنامن جو داستان اٽليءَ واري ويڙهه کان شروع ٿئي ٿو جيڪو ثانوي قسم جو جنگي ميدان هو پر اُتان کان جنگ اهم موڙ ورتو ۽ اُتي نيپولين بوناپارٽ، فرانس جي جوڪائتي ۽ غيريقيني دفاعي ويڙهه کي، فيصلاڪن فتح ۾ بدلائي ڇڏيو.[117] نيپولين چيو ته "اٽليءَ واري جنگ ۾ اسانجي پيٽ ۾ دشمن جي طاقت ٽيڻي هئي. پر منهنجن ماڻهن جو مون تي اعتماد هو. عددي برتري کان وڌيڪ اها اخلاقي سگهه هوندي آهي جيڪا فتح جو فيصلو ڪندي آهي." "اڳواڻن ۽ عوام جي وچ ۾ ذاتي تعلق ڪامياب قيادت جو راز آهي."[118] نيپولين چيو ته "فوج ڪانسواءِ نه ڪا سياسي آزادي هوندي آهي ۽ نه شهري آزادي."[119] هن سول قانون کي معيار مطابق بڻايو جيڪو نيپوليني قانون

طور سجاتو ويو، ان کوڊ ۾ سڀني شهرين لاءِ مذهب جي آزاديءَ سميت فرانسيسي انقلاب ۾ حاصل ڪيل حقن ۽ آزادين جي ضمانت ڏنل هئي.
هن زبردستي پرتيءَ ذريعي نئين فوج ناهي وري آسٽريا تي حملو ڪيو ۽ رائن دريا کي فرانس جي سرحد طور مڃرائي امن جي ڳالهين لاءِ راضي ڪيو. نيپولين انتهائي تيزيءَ سان، گوهيون گتون هٽڻ ۽ پرتشدد حملن ذريعي آسٽريا (1805)، پرشيا (1806)، روسي فوج (1807) سان لڙائيون ڪيون ۽ انهن کي شڪستون ڏنيون. 1807ع ۾ پورچوگال تي قبضو ڪيو ۽ اسپين کي زبردستي ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هڪ ڏکي ويڙهه شروع ٿي وئي جيڪا 1813ع تائين هلندي رهي. ان عرصي تائين نيپولين مسلسل فتحون حاصل ڪندو رهيو. جيتوڻيڪ، عددي حوالي سان آسٽريا، پرشيا ۽ روس جون فوجون نيپوليني فوج کان تمام گهٽيون هيون پر سوڀ نيپولين کي ملي. انهن سڀني لڙائين بدران هتي فقط ٻن لڙائين جو ذڪر ضروري آهي جن مان هڪ الم جي لڙائي جيڪا هن بغير ڪنهن خونريزيءَ جي کٽي ورتي ۽ ٻيءَ آسٽرلز جي لڙائي جنهن ۾ هن جنگ جي فن کان سهڻي نموني ڪم ورتو.
1805ع جي اونهاري ۾ برطانيه، آسٽريا، روس، نيپلز ۽ سئيڊن گڏجي فرانس خلاف ٽيون ٻيرو اتحاد جوڙيو. جاسوس ادارن نيپولين کي اڳواٽ خبردار ڪيو ته اوڀر کان حملو ٿي سگهي ٿو. نيپولين انتهائي تيزيءَ سان اوڀر طرف رخ ڪيو. ان وچ ۾ آسٽريا جي فوج، فرانس جي اتحادي بويريا (علائقي) ۾ گهڙي آئي ۽ الم پرسان اٽڪل 50 هزار مضبوط فوج ڪٺي ڪئي، ٻئي طرف، ان کان به وڏي ٻي فوج اترين اٽليءَ کي واپس حاصل ڪرڻ لاءِ رواني ٿي، جڏهن ته ٽين فوج (23 هزار) ٽارول ذريعي ڪميونيڪيشن جي بچاءَ ڪرڻ لاءِ مقرر ڪئي. مٿان روس جي فوج به اچڻ واري هئي. 26 آگسٽ تي، نيپولن عظيم فوج کي حرڪت ۾ آندو ۽ الم وٽ دشمن فوج خلاف ڪمان وانگر مڙيل انداز ۾ مقرر ڪندي، ٻن فوجن کي، روسي فوج جي اينڊڙ گس کان، موڪلي آسٽرين فوج کي الم وٽ گهيري ۾ آڻي ڇڏيو جنهن 20 آڪٽوبر تي هٿيار ڦٽا ڪيا. تنهن کانپوءِ نيپولين اڳتي وڌي آسٽريا جي گاديءَ واري شهر ۾ داخل ٿيو ۽ موروويا ۽ بوهيما (علائقن جا نالا) ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو. ان مرحلي تي، عظيم فوج انتهائي مشڪل جنگي صورتحال ۾ اچي وئي. اتي روس ۽ آسٽريا وٽ، محفوظ ڪميونيڪيشن هوندي، اٽڪل 90 هزار فوج هئي

جڏهن تہ نيپولين وٽ 65 هزار سپاهي هئا پر انهن جي پڪيڙ تمام ڏکي هئي ۽ ان جو هڪ حصو ڪاڏ خوراڪ جي ڳولا ۾ ڇڙوڇڙ هو."[120] نيپولين وٽ بہ گس هئا يا تہ الم تائين پنتي هٽي وڃي يا هڪ فيصلاڪن فتح حاصل ڪري. نيپولين وقت، ۽ مفاصلي جو اندازو لڳائيندي فوج کي جبري مارچ ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ زار (روس) کي ظاهري ڪمزوريءَ جو ڪوڙو ڏيک ڏئي، آسٽرلز پرسان پنهنجي چونديل ميدان تي، وقت کان اڳ حملي آور ويڙهہ ڪرڻ لاءِ لالچايو.

2 ڊسمبر 1805ع تي آسٽرلز جي پرسان لڙائي ٿي جيڪا نيپولين طرفان انتهائي باريڪ بيني ۽ احتياط سان کيل نغمي جي سرن واري جنگي ويڙهہ هئي. ڄاڻي ٻجهي هن پنهنجي ساڄي پاسي واري فوج کي ظاهري طور تي ڪمزور ڪري پيش ڪيو. ايتريقدر جو، پريزن جي چوٽين واري سنٽي دفاعي پوزيشن کي ڦٽو ڪري، دشمن کي پنهنجو محاذ وڌائڻ ۽ حملو ڪرڻ لاءِ اڪسايو. تنهن کانپوءِ، هن دشمن جي قطار جي مرڪز تي وار ڪندي ان کي هڪٻئي کان ڪٽي ڇڏيو، جڏهن تہ هن جي کاٻي پاسي واري فوج دشمن جي پاسراٽي ۽ پچڙ تي حملو ڪري ڏنو. منجهند تائين، اتحادي فوجن جو ٽيهہ سيڪڙو حصو تباهہ ٿي ويو. ٻن ڏينهن کانپوءِ دشمن جنگ بنديءَ لاءِ راضي ٿيو ۽ روس پنهنجون فوجون واپس گهر اماڻي ڇڏيون.

انهن ٻنهي ڪاميابين سميت ٻين ڪيترن لڙائين ۾ نيپولين فتحون ماڻيون پر ان کانپوءِ هن اسپين ۽ روس کي فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر اُن ۾ ڦٻي نہ سگهيو ۽ انهن جنگين ذري گهٽ نيپوليني فوج کي تباهہ ڪري ڇڏيو. ان جي مکيہ سببن ۾ برطانيہ جي سامونڊي ناڪابندي هئي جنهن جنگي اقتصادي عنصر ذريعي نيپوليني فوجن کي نقصان رسايو. ويڙهہ بدران بُک ۽ ٿڪاوٽ ئي فرانس جي هزارين فوجن کي موت جو شڪار بڻائي ڇڏيو ۽ ٻيو روس جي ڄاڻي ٻجهي "جنگ کان ٽارڻ" ۽ "پنتي هٽڻ" واري جنگي حڪمت عملي هئي پر انهن ٻنهي جنگين ۾ اسپينين ۽ روسين طرفان گوريلا جنگ نيپوليني عام فوج جو ساهہ سُڪائي ڇڏيو.

**اسپين ۽ روس جون لڙائيون:** نيپوليني فوج اسپين جي باقائده فوج کي آسانيءَ سان هارائي ڇڏيو. توڙي جو، اها فرانس جي فتح هئي پر اها ڪاميابي ئي ڪين ناڪاميءَ طرف وٺي وئي. انهن شڪستن سبب اسپيني فوج ڇڙوڇڙ ٿي گوريلا ڪارروائيون ڪرڻ تي مجبور ٿي. مارڪس اسپين جي گوريلا جنگ

بابت تبصرو ڪندي لکيو ته ”اسپيني فوج، جيڪڏهن هرهنڌ شڪست کاڌي، تڏهن به اها هر جاءِ تي موجود هئي. ويهه پيرن کان وڌيڪ چڙوچڙ ٿي، پر وري دشمن کي محاذ ڏيکارڻ لاءِ تيار هوندي هئي، ۽ اڪثر ڪري شڪست کانپوءِ وري واڌو طاقت سان ظاهر ٿيندي هئي. انهن کي کُٽڻ مان ڪو فائدو نه هو، ڇاڪاڻ ته، اهي تيزيءَ سان پڇي ويندا هئا، انهن جا سپاهي گهڻ مرندا هئا ۽ علائقي جي نقصان کي ته هُو ڪاتي ۾ نه آڻيندا هئا. گوريلن جي ڪا نوس شڪل نه هئي ان باوجود فرانس لاءِ وڏو خطرو بڻيل رهيا. اهڙي ريت، هنن (اسپيني گوريلن) فرانسيسي فوج جي رابطي جا سمورا گس بند ڪري ڇڏيا. هزارين دشمن هوندي به انهن مان هڪ (گوريلي) کي ڳولي نه سگهندا هئا. ڪوبه ٽپالي (حڪمناما ۽ خبرون پهچائيندڙ) پڪڙجڻ کانسواءِ نه پئي وڃي سگهيو، ڪابه رسد رڪاوٽ کانسواءِ نه پئي وڃي سگهي، مختصر لفظن ۾، سوين اکين جي ڏسڻ کانسواءِ ڪابه چرپر نه پئي ٿي سگهي. ساڳئي وقت، ان قسم جي (گوريلا) فوج کي ڏڪ هڻڻ جا ڪي به ذريعا نه هئا. فرانسيسي هڪ اهڙي دشمن خلاف مسلسل هٿياربند ٿيندا رهيا جيڪو مسلسل اڏامي ويندو هو، وري وري ظاهر ٿيندو هو ۽ ڪنهن جي به ڏسڻ کانسواءِ هر هنڌ موجود هو.“[121] ان جنگ ۾ برطانيه اسپين جي مدد ڪئي نيٺ پيننسولر واري جنگ ۾ فرانس کي ٽي سو هزار سپاهين جو موت نصيب ٿيو پر ڪابه فتح نه ملي. اينگلس لکيو ته ”اسپين ۾ 1809ع ۾، توڙي جو فرانسيسي فوج عددي ۽ معياري حوالي کان پنهنجن مخالفن کان ٽيڻ تي وڌيڪ طاقتور هئي پر انهن جي ايڏي وڏي طاقت فالج زده ٿي وئي ڇاڪاڻ ته نيپولين جي غيرموجودگي سبب ان جي مارشلن هڪبئي تي گڏجي اٽڪلن جا سمورا قسم استعمال ڪيا.“[122] اسپين واري ڏبڻ ۾ ڦاسڻ باوجود، نيپولين روس تي (24 جون، 1812ع) ڪاهه ڪري ڏني.

**روس تي ڪاهه:** نيپولين ڇهه لک فوج ۽ 50 هزار گهوڙن سان روس تي حملو ڪيو (اها ڇهه لک عظيم فوج (Grand Army) يورپي تاريخ جي سڀ کان وڏي فوج هئي) ان فوج ڪيترين ئي لڙائين ڪٽيون ۽ سمولينسڪ وٽ آگسٽ ۾ وڏي لڙائيءَ ۾ به سوڀ ماڻي. پر سمولينسڪ واري واقعي ۾ فاتح کي سڙي رک ٿيل شهر کانسواءِ ڪجهه به حاصل نه ٿيو. روسي فوج ٽن مهينن تائين پٺتي هٽندي رهي پر ان سان گڏوگڏ هلڪي ڪازڪ گهوڙي سوار فوج مٿن لڪي لڪي حملا به ڪندي رهي. آخرڪار، 7 سيپٽمبر تي بوردنو واري لڙائي

لڳي جيڪا نيپولينني لڙائين ۾ سڀ کان وڏي ۽ سڀ کان وڌيڪ خونريزه ويڙهه هئي جنهن ۾ اٽڪل اڍائي لک فوج حصو ورتو ۽ هڪڙي ڏينهن اندر اٽڪل 70 هزار فوجي مارجي ويا، فتح نيپولين کي ملي پر ان باوجود هي روسي فوج کي ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيو. روسي جنرل ڪتزوف، بوردينو واري لڙائيءَ کانپوءِ وري پنتي هٽڻ واري حڪمت عمليءَ تي عمل ڪيو.

جڏهن نيپولين 14 سيپٽمبر تي ماسڪو ۾ داخل ٿيڻ لاءِ وجي رهيو هو تہ هن کي اهو ٻڌي حيرانگي ٿي تہ شهر مان ڪوبہ وفد هن کي وٺڻ لاءِ نہ پيو اچي. چاڪاڻ تہ ان کان اڳ روسي فوج پنتي هٽي چڪي هئي ۽ ماسڪو جا شهري شهر خالي ڪري چڪا هئا. ايتريقدر جو هنن فرانسيسين کي تنگ ڪرڻ لاءِ جيلن ۾ قيد ڏوهارين کي ڇڏي ڏنو، پر سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ شهر کي ساڙي ڇڏڻ جو بہ حڪم ڏنو ويو. روسي بادشاهہ آڻ مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ نيپولين مجبور ٿي، آڪٽوبر ۾، ماسڪو کان پنتي هٽڻ شروع ڪيو.


روس مان موٽندڙ نيپولينني فوج

ائين نيپولين ان ساڳئي رستي کان موٽيو جتان هُو آيو هو. پر سڄي واٽ تي روسي گوريلا فوج هنن جي فوجي جٿن تي حملا ڪندي رهي ۽ هنن جي رسد کي بہ نشانو بڻائيندي رهي. گاهہ پٺو نہ ملڻ ڪري گهوڙا بک ۾ مري رهيا هئا ۽ گهوڙا گهٽجڻ ڪري گهوڙي سوار فوج پنڌ هلڻ تي مجبور هئي ۽ ڳرين توبن کي بہ ڦٽو ڪيائون نيٺ، نومبر ۾ بيريزنا ندي پار ڪرڻ وقت روسي فوج ٻن طرفن کان حملا ڪري فرانسيسي فوج کي صفا تباهہ ڪري ڇڏيو. آخر ۾ نيپولين جي فوج ۾ فقط 27 هزار سپاهي بچيا هئا، عظيم فوج اٽڪل 3 لک 80 هزار فوجي مارائي ۽ هڪ لک قيد ڪرائي موٽي آئي.

نيپولين جهڙي وڏي جنگي ماهر کي روس ۾ شڪست ڇو ملي؟ ان ناڪاميءَ جا مکيہ سبب رسد جي کوٽ، ڪمزور ضابطو، بيماريون، سخت گرمي ۽ سرديءَ جي موسم ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ روسين جي جنگي حڪمت عملي هئي. هن جو منصوبو هو تہ 20 ڏينهن اندر روسين کي هڪ وڏي لڙائيءَ وڙهڻ

تي مجبور ڪري جنگ ڪئي ونئدس. تنهنڪري، هن پنهنجي ڪاڌ خوراڪ وارين گاڏين ۾ فقط 30 ڏينهن جو راشن ڪنيو. پر جنگ اينگهائجي وئي ۽ خوراڪ ڪٽي پئي ۽ ان ڪوٺ کي روسين پنتي هٽندي ۽ سڀ ڪجھ ساڙيندي شديد بڻائي ڇڏيو. پهرين مهيني اندر اٽڪل 10 هزار گهوڙا مري ويا. سپاهي بہ بُکن ۾ پاھ تي ڪمزور ٿيندا ويا ۽ جيت جڻين سبب بيمار ٿي پيا. بهرحال، ڪيئن بہ ڪري ٽن مهينن کانپوءِ نيپولين جڏهن ماسڪو پهتو تڏهن اٽڪل ہہ لک سپاهي بيمارين ۽ ٿڪاوٽ سبب مري چڪا هئا يا اسپتالن ۾ داخل هئا. صورتحال اها وجي بيني جو آخر ۾ ايندڙ ڪيترائي فوجي يونٽ بلڪل غائب ٿي ويا چاڪاڻ تہ سپاهي کاڌي جي تلاش ۾ نڪرندا هئا ۽ غائب ٿي ويندا هئا. ائين ضابطي تي عمل نہ ٿيڻ سبب فوج ذري گهٽ هڪڙو هجوم بڻجي وئي جنهن ۾ نہ ڪا هر آهنگي هئي ۽ نہ ئي اها اثرائتي ثابت ٿي. سڀ کان اهم ڳالھ تہ روسي فوج قابل رهنمائن جي اڳواڻيءَ ۾ ويڙھ ڪئي. جنهن ۾ وٽگينسٽائين ۽ ڪتزوف جهڙا عظيم ڪمانڊر شامل هئا.[121]

ان شڪست کانپوءِ، نيپولين بچيل سپاهين ۽ ٻي نئين ڀرتي جي مدد سان وري فوج ٺاهي اتحادي دشمنن سان ويڙھ ڪئي. پر آڪٽوبر 1813ع ۾ ليپزگ جي مقام تي نيپولين کي شڪست ملي ۽ هن اوپر فرانس ڏانهن موٽ ڪئي. نيٺ، اپريل 1814ع ۾، پنهنجن مارشلن جي صلاح تي، ايلبا جي ٻيٽ ڏانهن پڇي وڃڻ تي راضي ٿيو. بهرحال، نيپولين گهڻو وقت جلاوطنيءَ واري زندگي برداشت نہ ڪري سگهيو. 1815ع جي مارچ ۾ ٻيٽ تان ڀڄي نڪتو. فرانس جي حڪومت هن کي پڪڙڻ لاءِ فوج رواني ڪئي پر اها فوج هن سان وڙهڻ بدران نيپولين سان گڏجي وئي ائين وري نيپولين فوج ساڻ ڪري حملا ڪندو سوپون ماڻيندو رهيو. پر نيپولين جو نئون اپار فقط 100 ڏينهن هلي سگهيو. جنهن کانپوءِ، 18 جون 1815ع تي واٽرلو (Waterloo) جي ميدان تي برطانيہ ۽ پرشيا جي فوج نيپولين کي شڪست ڏني. ائين يورپ مٿان نيپولين جي حاڪميت بہ پڄاڻيءَ تي پهتي. نيپولين کي جلاوطن ڪري برطانوي جزيري هيلنا ۾ رکيو ويو. جتي 5 مئي 1821ع تي فوت ٿي ويو. ڪن محققن جو خيال آهي تہ هن کي آهستي آهستي اثر ڪندڙ زهر ڏنو ويو.[124]

نيپولين جي ڪردار تي تبصرو ڪندي اينگلس لکيو تہ ”جيستائين جنگ جي جديد فن جو تعلق آهي تہ ان کي نيپولين مڪمل طور تي ترقي وٺرائي. ان جا بہ

محور (نقطا) آهن: ماڻهن، گهوڙن ۽ بندوقن جي وڏي تعداد ذريعي حملا ڪرڻ ۽ انهن ذريعن جي آزاد چرپر... جيستائين حالتن ۾ ڪا خاص تبديلي نہ آئي تيستائين نيپولين جو ئي نقل ڪيو ويو."[125]

نيپوليني جنگ جي فن جي اهم عنصرن ۾ (1) ڪمانڊ ۾ وحدت (خاص ڪري تڏهن جڏهن سياست ۽ جنگ جا معاملا ڪنهن هڪ فرد جي هٿ ۾ هُجن) (2) جنرل شپ ۽ سپاهگيري (3) رٿابنديءَ جو نظام شامل هئا.

هن جي جنگ جا اصول هن ريت هئا. (1) حملو: هميشہ پهريائين حملو ڪرڻ گهرجي، ان ڪان اڳ جو اوهين حملي جو شڪار ٿيو. جيئن سڪندر، هيني بال، سيزر، گستاوس ۽ فريڊرڪ ڪيو. (2) تيزي ڪي نيپوليني جنگين جو روح چئي سگهجي ٿو. تيزي ڪنهن فوج جي طاقت ۾ اضافو ڪري ٿي، هوئن بہ جنگ ۾ وقت انتهائي قيمتي عنصر هُجي ٿو ۽ هڪ وڃايل علائقو وري واپس حاصل ڪري سگهجي ٿو پر وڃايل وقت وري واپس نٿو ملي. (3) گڏجڻ ۽ ڇڙوڇڙ ٿيڻ: نيپولين جي خيال ۾ اهو اصول جنگ جي فن جو مکيہ اصول آهي. جنگ جي ٻين سمورين مهمن ۽ لڙائين کي ڇڏي فيصلاڪن جاءِ، وقت ۽ لڙائيءَ تي فوج کي گڏ ڪجي. انهن کي وري اهڙي نموني ڇڙوڇڙ ڪريو جو اُنهن کي وري تيزيءَ سان گڏائي سگهجي."[126]

نيپوليني جنگين جي نتيجن ۾ فيصلاڪن ڪردار ادا ڪندڙ عنصر ڪهڙا هئا؟ هڪ تہ جنهن دور ۾ ٻيون فوجون هڪ منٽ اندر 70 قدم هلنديون هيون فرانسيسي فوج هڪ منٽ اندر 120 قدم هلندي هئي. ان دور ۾ اهو فرق بنيادي نوعيت جو هو. ان تيزيءَ سبب نيپوليني فوج ڪنهن جاءِ تي تيزيءَ سان برتر قوت سان گڏ ڪري وٺندي هئي. نيپولين جا سپاهي چوندا هئا تہ "بادشاهہ جنگ وڙهڻ جو نئون طريقو دريافت ڪيو آهي، هي بندوقن بدران اسانجي ٽنگهن کي استعمال ڪري ٿو."[127]

ٻيو وڏو ڪم "فوجي تنظيم اندر مستقل الڳ ڊويزنل سرشتو" قائم ڪرڻ هو. نيپولين بوناپارٽ فوج ۾ ڊويزنل سرشتي (Divisional System) جو بنياد وڌو جنهن مطابق فوج کي مستقل منظم ڊويزنن جي صورت ۾ ورهائڻ، جيڪي آزاديءَ سان حرڪت ڪرڻ ۽ عمل ڪرڻ جي قابل هُجن. ائين هن جنگ ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو.

نيپولين يورپ جي اٽڪل چار صدين کان هلندڙ جنگي حڪمت عملي (ڍلي حڪمت عملي Dilatory) جو خاتمو آڻي ڇڏيو. جيتوڻيڪ، گستاوس، ڪراميل، يوگني ۽ مارلبرگ به ڪجھ پيش رفتون ڪيون پر نيپولين دشمن کي مڪمل طور تي نيست ۽ نابود ڪرڻ کي جنگي حڪمت عمليءَ جو مقصد سڏيو.

ٻيون اهم عنصر "رسد جو نظام" هو جنهن لاءِ انقلابي فوجن پراڻي روايت "ٻهراڙين تي گذارو ڪرڻ" تي عمل ڪيو پر هاڻي فرق اهو ته الڳ ڊويزنون هيون جيڪي پنهنجي رسد جو بندوبست پاڻ ڪنديون هيون ۽ فوجن کي وزن نه ڪٽڻو پوندو هو ان هلڪائي سبب نيپوليني فوجون پيلن ۽ جبلن ۾ به آزاديءَ سان حرڪت ڪري سگهنديون هيون. چوٿين اهم خاصيت بذات خود نيپولين بوناپارٽ جي ذهين شخصيت هئي جنهن چڱي نموني جنگي تاريخ جو مطالعو ڪيو هو. هن انتهائي وسيع پيماني جي جنگي مقصدن ۽ هدفن کي گڏائي حڪمت عمليءَ جي سائنس ۾ انقلابي تبديلي آندي. نيپولين جو خيال هو ته "جنهن مهل کان جنگ جو اعلان ٿئي ته ٻين سمورين شين سان گڏ به ٽي سالن تائين ڇا ٿيندو اهو اڳ ۾ ئي ذهن گهرجي." "آءُ هميشه به ٽي مهينا اڳ ۾ سوچيندو آهيان ۽ بدترين حالتن جي توقع جي بنياد تي تياري ڪندو آهيان." "اها منهنجي عادت آهي ته آءُ ايترا احتياط ڪندو آهيان جو ڪابه شي اتفاق جي آسري نه ڇڏيندو آهيان. تڏهن ئي جنگ ۾ فتح حاصل ٿي سگهندي."[128]

بهرحال، نيپولين پنهنجي دور جو سڀ کان وڏو فوجي جنرل هو. هن ڪي گهڻيون نيون دريافتون نه ڪيون. پر جيڪي هٿيار، تدبيرون ۽ طريقا اڳ ۾ موجود هئا انهن کي سهڻي نموني ۽ ماهراڻي انداز سان استعمال ڪيو. ٽوٽي جو، نيپولين موت ۽ تباهي ڦهلائي پر هن فتح ڪيل علائقن ۾ اُتان جي عوام کي آزادين جي ضمانت به ڏني جيڪي آزاديون هنن ان کان اڳ ڪڏهن به نه ڏٺيون هيون. هن پنهنجي جنگي فن بابت لکت ۾ ڪجھ به نه ڇڏيو. اهو ڪم ڪلازيوٽز ۽ جومني سرانجام ڏنو. لڊل هارٽ لکيو ته "جنرل بوناپارٽ هڪ نظريي کي عمل ۾ آندو جنهن سان هن پنهنجي لاءِ هڪ سلطنت تخليق ڪئي. شهنشاھ نيپولين پنهنجي عمل ذريعي ان سلطنت کي برباد ڪري ڇڏيو. ۽ اُن عمل کي ڪلازيوٽز منظم لکت جي صورت ڏني جنهن هڪ صديءَ ڪانپوءِ، ٽن سلطنتن کي ڍير ڪرائي ڇڏيو."[129]

**انتوني هينري جومني** (1779_1869ع) (فرانسيسي جنرل)

نيپوليني جنگين جي پڄاڻيءَ کانپوءِ انڪل ٻن نسلن تائين يورپي فوجي سربراهه جومني جي لکڻين کي جديد جنگ جي بائيبل طور پڙهندا رهيا. جومني جنگ جي انتظام کي چند رهنما اصولن ۾ سموئڻ جي ڪوشش ڪئي. آمريڪي گهرو ويڙهه دوران ٻنهي طرفن جي جنرلن ۽ اڻويهين صديءَ جي وچ ڌاري يورپي فوجي سربراهه، وڏي سطح جا فوجي آپريشن ڪرڻ لاءِ جومني جي "جنگ جي فن جو تت" (Summary of the Art of Warfare) کي پنهنجي اولين رهنما طور ڪتب آڻيندا رهيا.

جومني اڻويهه ورهين ۾ فرانس جي مدد سان هلندڙ سئس فوج ۾ ڀرتي ٿيو. نيپولين بوناپارٽ پڻ هن جي لکڻين کان متاثر ٿي هن کي 1805ع ۾ ڪرنل جي عهدي تي مقرر ڪيو. پر نيپولين جي مارشل ۽ هن وچ ۾ تڪرار ٿي پيو جنهن کانپوءِ جومني هڪ ئي وقت فرانس ۽ روس جي فوج ۾ جنرل طور، 1814ع تائين، ڪم ڪندو رهيو. توڙي جو جومني نيپولين جي فوج ۾ ڪم ڪيو پر هن نيپولين خلاف وڙهندڙ روسي فوج جي اڪيڊمي جا بنياد پڻ وڌا. هن فريڊرڪ، فرانسيسي انقلاب ۽ نيپولين جي جنگين کي قلمبند ڪرڻ لاءِ 27 واليومز لکيا.

هن جو خيال هو ته "جنگ جي فن ۾، عام طور تي، پنج خالص فوجي شاخون ٿين ٿيون جن ۾ حڪمت عملي، وڏيون چالون، رسد جو نظام، انجنيئرنگ ۽ ننڍيون چالون وغيره شامل آهن پر ان ۾ ڇهين ۽ لازم شاخ به هجي جنهن کي هن مهل تائين مڃتا نه ملي آهي، ان کي جنگ سان واسطو رکندڙ سفارتڪاري سڏي سگهجي ٿو. توڙي جو اهو هڪ سياستدان جو ڪم آهي پر فوج جي سربراهه لاءِ به ضروري آهي."[130]

هن انهن شاخن مان هرهڪ جي ڪم ۽ فرق کي بيان ڪندي لکيو ته "حڪمت عملي نقشي تي جنگ ڪرڻ جو فن آهي، ۽ اها آپريشنس جي سموري دائري کي نظر ۾ رکندي آهي. وڏي چال جنگ جي ميدان تي، زمين جي حساب سان، فوجن کي مقرر ڪرڻ، انهن کي عمل ۾ آڻڻ جو فن ۽ هڪ نقشي جي بنياد تي ڪيل رٿابنديءَ سان فرق رکندي ميدان تي وڙهڻ جو فن آهي. رسد جي نظام (Logistics) ۾، حڪمت عملي ۽ چالن جي رٿا کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ذريعا ۽ بندوبست شامل آهي. حڪمت عملي فيصلو ڪندي ته ڪٿي عمل ڪرڻو آهي،

رسد جو نظام ان جاءِ تي فوجون آڻيندو، جڏهن ته چالون فوجن جي استعمال ۾ آڻڻ جي طريقي جو فيصلو ڪن ٿيون.[131]

جنگ جو علم سائنس آهي يا فن؟ مثال طور جيڪڏهن هڪ جنرل جنهن جنگ جو نظريو پڙهيو آهي ۽ ان ٺڏي دماغ ۽ هنرمنديءَ سان جنگي منصوبو ٺاهيو آهي پر جڏهن دشمن سان مقابلو ٿئي ۽ اُهو انهن اصولن کي عمل ۾ نه آڻي سگهي ته پوءِ؟ فوج ۾ ضابطو ۽ همت نه هجي ته پوءِ؟ هن جا ماتحت ان سان دوکو ڪن ته پوءِ؟ چالون درست هجن پر فوج جي نفسياتي پوزيشن خراب هجي ته پوءِ؟ اهي ۽ اهڙا ٻيا سوين امڪان ٿي سگهن ٿا. پر ان باوجود انهن سڀني مان اهو نتيجو نٿو ڪڍي سگهجي ته جنگ ۾ ڪي به ٺوس قانون نه ٿا ٿي سگهن جن تي عمل ڪرڻ سان ڪاميابي ملي سگهندي. پر ان اهم ۽ تاريخي سوال جي جواب ۾ جومني کان اڳ مارشل ڊي سيڪس لکيو هو ته "جنگ جي سائنس اڻچٽي ۽ مبهم آهي جنهن ۾ اڳوٽ پڪ ۽ خاطري بابت ڪجھ نٿو ٻڌائي سگهجي. سمورين سائنسن جا اصول هوندا آهن پر جنگ جا اڃا تائين ڪي به اصول نه آهن." جومني پڻ لکيو ته "جنگ، پنهنجي مڪمل پوشاڪ ۾، (مجموعي طور تي) هڪ سائنس ناهي پر فن آهي. توڙي جو، حڪمت عملي ڪي، ٻين سائنسن وانگر، بيشڪ طئي ٿيل قانون هلائين ٿا، پر جيڪڏهن جنگ کي ڪُلي طور تي ڏسبو ته (اها) ائين ناهي. مختصر هي ته هر شي جنهن کي جنگ جي شاعري ۽ ميٽافزڪس سڏي سگهجي ٿو، اها جنگ جي نتيجن ۾ هميشه اثرانداز ٿيندي رهندي."[132] پر ان مان جومني جو مطلب اهو نه هو ته ڪي اصول يا قانون ٿي ئي نٿا سگهن. "جنگ، جيڪا هڪ ٺُز سائنس هجڻ کان ڪوهين (ميل) پري آهي، هڪ خطرناڪ ۽ جوشيلو ڊرامو آهي، (پر) ان کي ٽي يا چار عام اصول هلائين ٿا، پر ان جا نتيجا ڪيترن ئي اخلاقي ۽ جسماني پيچيدگين تي آڌار رکن ٿا."[133] هن جو خيال هو ته انساني ذهن ان قابل آهي ته اهڙا منظم طريقا دريافت ڪري جيڪي جنگ ۾ ڪاميابيءَ جي ضمانت ڏئي سگهن. هن سوال ڪيو ته "ڇا هڪ نظريي کي بيڪار سڏجي ڇاڪاڻ ته ان جي ڪامياب ٿيڻ جا فقط ٽي ياڳي چار امڪان آهن؟" ان سوال جي جواب ۾ لکي ٿو ته جنگ سان واسطو رکندڙ هر اصول سٺو هوندو جيڪڏهن اهو فيصلاڪن جاءِ ۽ وقت تي وڌ کان وڌ طاقت گڏ ڪرڻ جي نشاندهي ڪري.[134] "درست اصولن تي ٻيڌل، جنگ جي حقيقي واقعن تي قائم

دائم، ۽ صحيح جنگي تاريخ ۾ واڌارو ڪندڙ درست نظريا جنرلن جي تربيت لاءِ حقيقي اسڪول ناهيندا. جيڪڏهن اهي ذريعا وڏا ماڻهو نتا پيدا ڪري سگهن تہ اُهي گهٽ ۾ گهٽ بهتر هنرمند جنرلن کي پيدا ڪندا جيڪي جنگ جي فن جي قدرتي ماهرن کان ٿورو گهٽ هوندا."[135] هينري جومني لکيو تہ جيڪڏهن ڪجهہ تعصبي فوجي ماڻهو، هن ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ، اجاتائين چون ٿا تہ جنگ جا نہ ڪو اصول ٿيندا آهن ۽ نہ ئي ڪي قانون. مونکي انهن تي ترس اچي ٿو ۽ انهن لاءِ فريڊرڪ جا مشهور لفظ آهن تہ "هڪ خچر جيڪو شهزادي يوگني جي سربراهيءَ ۾ 20 مهمون وڙهيو، پر جنگي چالن جو سنو ماهر نہ ٿيو."[136]

ارڙهين صديءَ جي بين نظريدانن وانگر هن جو بہ خيال هو تہ جنگ گهڻي قدر "علائقي تي قبضي ڪرڻ" جو معاملو آهي. جڏهن تہ سندس همعصر ڪلازيوٽز جي نظر ۾ دشمن جي فوج کي تباهہ ڪرڻ ذريعي ئي فتح حاصل ڪري سگهجي ٿي ۽ نيپولين جي اهائي وڏي خاصيت هئي. ڪلازيوٽز سياست ۽ جنگ جي تعلق تي وڌيڪ روشني وڌي آهي. جڏهن تہ جومني آپريشنل حڪمت عملي، رٿابندي، جاسوسي ۽ جنگي مهم جي انتظام ڪرڻ تي گهڻو زور ڏنو آهي ۽ هن "سياستدان" بدران "فوجي جنرلشپ" تي بحث ڪيو آهي.[137] بهرحال، پنهنجي دور جي جنگي فن ۾ جومني غيرتڪراري ماهر طور مڃتا ماڻي.

## ڪلازيوٽز: جنگ ۽ سياست جو تعلق

جديد يورپ ۾ جنگ جي سائنس ۽ فن ۽ طاقت جي حوالي سان پهريائين برتري فرانس کي هئي، بعد ۾ برطانيہ هڪ وڏي سامونڊي قوت طور بالادستي حاصل ڪئي، جيڪا اٽڪل 150 سالن تائين دنيا تي ڏاڪو ڄمايو ويٺي هئي. انگريزن وليم فاتح (1027_1087)، اوليور ڪرامويل (1599_1658)، ويلنگٽن (1769_1852)، جان چرچل (ڊيوڪ آف مارلبرگ) (1650_1722) جهڙا قابل جنرل ۽ ڪمانبر پيدا ڪيا. ان عرصي دوران، يورپ ۾ جيڪڏهن سچ پچ جنگ جي علم ۾ اضافو ڪنهن ڪيو تہ اُهو جرمني (Prussia) ڪيو. (ڪلازيوٽز پڻ جرمني جو هو.) پيا ڪيترائي وڏا جنرل فريڊرڪ کان ويندي هٽلر تائين پڻ جرمنيءَ پيدا ڪيا.

يورپ ۾ پهريون پيرو، جنگ جي علم بابت منظم صورت ۾ نظريو ڪلازيوٽز پيش ڪيو. جيڪو اڄ سوڌو يورپ جي جنگ جي ماهرن لاءِ نصابي حيثيت رکي ٿو.


ڪارل وون ڪلازيوٽز

ڪلازيوٽز جنگ جي فن بابت تاريخ جو سڀ کان وڏيڪ پڙهيو ويندڙ ۽ حوالن طور ڪم ايندڙ ڪتاب "جنگ بابت" (Vom Kriege) جو ليکڪ آهي. جنهن ۾ هن سياست، جنگ ۽ آباديءَ سميت جنگ ۾ اتفاق ۽ حالتن جي هڪٻئي سان ڳانڍاپي تي بحث ڪيو آهي. جنگ بابت هن جون لکڻيون ارڙهين صدي کان وٺي اڄ ڏينهن تائين فوجي سربراهن جي سوچ کي اثرانداز ڪنديون رهيون آهن. هن جرمن فوج ۾ سڌارا آندا جيڪي اڳتي هلي نيپولين جي شڪست جو بہ هڪ ڪارڻ بڻيا ۽ هن جنرل اسٽاف جي فوجي تنظيم مرتب ڏني بعد ۾ اهو ادارو منظم انداز سان مسلسل جرمن فوجن ۽ پوري دنيا ۾ استعمال ۾ آندو ويو. هي 12 سالن جي ڄمار ۾ جرمن فوج ۾ ڀرتي ٿيو. ويڙهہ دوران فرانسيسي فوج هٿان پڪڙجڻ تي هڪ سال قيد ۾ رهيو. هن "جنگ جا اصول" نالي ڪتابچو لکيو جنهن ۾ هن دفاع ۽ حملي وچ ۾ لاڳاپي ۽ ڪهڙي مهل دفاع کان حملي ڏانهن تبديلي عمل ۾ ايندي آهي، ان جي اهميت بابت بحث ڪيو. هن اها بہ پيشنگوئي ڪئي تہ جيڪڏهن نيپولين روس تي حملو ڪندو تہ ناڪام ٿيندو ڇاڪاڻ تہ روس هڪ وسيع ايراضي وارو علائقو آهي ۽ هتي سياري جي موسم سخت ٿيندي آهي. روس هڪ اهڙو ملڪ آهي جنهن کي فوج جي طاقت سان فتح نٿو ڪري سگهجي. اهڙي ملڪ کي اندران ئي اندران پنهنجين ڪمزورين سان آڻ مڃائي سگهجي ٿي.

جڏهن جرمني (Prussia) ۽ فرانس پاڻ ۾ اتحاد ڪيو تہ ڪلازيوٽز، جرمني جي اتحادي نيپولين جو ساٿ ڏيڻ بدران جرمن فوج مان ڀڄي وڃي روسي فوج ۾ شامل ٿيو. وري جڏهن جرمني روس سان اتحاد ختم ڪيو تہ وري نيپولين خلاف وڙهندڙ جرمن فوج ۾ شامل ٿيو. بعد ۾ هن کي ترقي ڏئي برلن جي جنگ جي ڪاليج جو سربراهہ مقرر ڪيو ويو. ايڪونجاهہ سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو. بعد ۾ هن جي زال هن جي مسودن کي گڏ ڪري ڇپايو.

ڪلازيوٽز جي نظريي جي مکيہ نقطن ۾ (1) جنگ ۽ سياست جو تعلق (2) حتمي جنگ (3) عظيم حڪمت عملي ۽ ڪشش جو مرڪز (4) ويڙهہ جا اصول

(5) دفاعي حڪمت عملي (6) فيصلاڪن لڙائي (7) عوامي گوريلا جنگ ۽ ٻيا عنصر شامل آهن.
عام طور تي سمجهيو ائين ويندو آهي ته ڪن اتفاقن سبب اوچتو جنگيون لڳيو وڃن. صدين کان جنگ جي اڳواٽي جنرل، بادشاهه ۽ شهنشاهه ڪندا رهيا آهن. تنهنڪري چئي سگهجي ٿو ته ڪن حڪمرانن (مثال طور هٽلر، نيپولين، چنگيز خان وغيره) جي اڳرائيءَ ۽ انفرادي طور تي طاقت جي لالچ سبب جنگ ٿي وئي. يا وري هڪڙي ڏر ٻي ڏر کان بدلو وٺڻ لاءِ جنگ ڪري ٿي. مثال طور، افغانستان تي آمريڪا طرفان ڪيل قبضي جو ظاهري سبب ته يارنهن سيپٽمبر وارو واقعو ٻڌايو وڃي ٿو. پر ڇا اصل سبب اهوئي هو؟ ڪلازيوٽز ان ڳالهه جو درست جواب ڏنو ۽ خود سن زو به ان حوالي سان لکيو هو ته جنگ پس و پيش رياست جو معاملو آهي. جنگ ڪنهن جنرل يا فوجي سربراهه جي خواهش جي ڪري نٿي ٿئي پر اها سياسي مقصدن کي حاصل ڪرڻ جو پرتشدد ذريعو هجي ٿي. جنگ جي نظريي ۾ ڪلازيوٽز جو نمايان ڪارنامو "جنگ ۽ پاليسي جي تعلق" جي وضاحت ڪرڻ هو. هن ٻڌايو ته جنگ ڪو الڳ ۽ آزاد معاملو ناهي پر هڪ سياسي اوزار (ذريعو) آهي، ۽ جنگ هڪ انساني سماجي لقاءُ آهي. جنگ ڇا آهي؟ ان سوال جي جواب ۾ ڪلازيوٽز لکيو ته "جنگ، ٻين ذريعن سان، سياست جو تسلسل آهي." تنهنڪري سياسي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ جنگ کي سياسي اڳواڻن جي رهنمائي هيٺ هلڻ گهرجي. هن وڌيڪ لکيو ته "جنگ نه فقط هڪ سياسي عمل آهي، پر هڪ حقيقي سياسي اوزار به آهي، سياسي تجارت جو هڪ تسلسل آهي، جنهن کي ٻين طريقن (جنگي طريقن) سان سرانجام ڏنو وڃي ٿو."[138]
ڪلازيوٽز جي وصف موجب "جنگ وڏي پيماني جي جهيڙي ڪانسواءِ ڪجهه به ناهي. لاتعداد جهيڙا گڏجي هڪ جنگ کي ناهين ٿا. جنهن ۾ هرهڪ پنهنجي طاقت جي زور تي پنهنجي مرضي مڃرائڻ لاءِ ٻئي کي مجبور ڪري ٿو. جنگ طاقت جو هڪ اهڙو عمل آهي جيڪو اسانجي دشمن کي اسانجي مرضي مڃرائڻ تي مجبور ڪري ٿو."[139] ان مان هن جي مُراد فقط دشمن جي فوج جي شڪست يا لڙائيءَ ۾ سوڀ ملڻ ناهي پر ان ۾ هي ڪنهن به جنگي مهم جي ڪاميابيءَ جو پيمانو طئي ڪري ٿو. ڇاڪاڻ ته جنگ ڪانپوءِ اهو ضروري ناهي ته فاتح يا قابض ڌر کي قبضي هيٺ آيل علائقي جا شهري قبول به ڪن يا اهي

گوريلا ڪارروائيون ڪري قابض ڌر کي امن سان هلڻ ئي نہ ڏين تہ ان کي بہ فتح نٿو چئي سگهجي. ڇاڪاڻ تہ جيڪا مرضي توهان مجرائڻ چاهي پئي اها اجا تائين حاصل نہ ٿي سگهي آهي. هن جو خيال هو تہ ”دشمن کان پنهنجي مرضي مجرائڻ اسانجو مقصد هجي ٿو پر ان کي حاصل ڪرڻ جو ذريعو پرتشدد عمل آهي پر ان تشدد کي آخري حدن تائين وٺي وڃجي.“

جديد جنگ جو فلسفي ڪلازيوٽز خونريزيءَ ڪانسواءِ جنگ ۾ سوڀ ماڻڻ کي خام خيالي سمجهي ٿو. هن جو خيال هو تہ ”فقط وڏيون ۽ عام لڙائيون ئي وڏا نتيجا پيدا ڪري سگهن ٿيون. فتح جي قيمت خون آهي. اهي جنرل جيڪي بغير خونريزيءَ جي فتح ماڻڻ چاهين ٿا انهن کي ٻڌڻ ئي نہ گهرجي.“ ان قسم جي سکيا سبب جنرل فائديمند موقعا پيدا ڪرڻ بدران ڀهرئين ئي ڌڪ ۾ لڙائيءَ ڪرڻ کي ترجيح ڏين ٿا. نتيجي طور سندس پيروڪار پڻ ”بحرانن جو حل خونريزيءَ“ ۾ ئي ڳولين ٿا. پهرين عالمي جنگ ۾ جنگ جو فن باهمي ڪوس تائين محدود ٿي ويو ۽ ٻي عالمي جنگ ۾ جرمنيءَ جي هٽلر پڻ ڪلازيوٽز جون حدون پار ڪري ڇڏيون. ڪلازيوٽز جي خيال ۾ ”نرم دل ماڻهو متان ائين سمجهندا هجن تہ گهٽ خون وهائڻ ڪانسواءِ دشمن کي شڪست ڏجي يا ٻي هٿيار ڪجي ۽ متان اُهي جنگ جي فن جو حقيقي مقصد بہ ان ڳالهہ کي سمجهن. اهو خيال جيترو وٽندڙ لڳي ٿو، اها هنن جي ڀُل آهي جنهن کي عيان ڪرڻ کپي. جنگ هڪ خطرناڪ ڪاروبار آهي.“ مثال طور الم واري لڙائيءَ ۾ نيپولين پنهنجي مخالف فوج کان وڌيڪ فوج گڏ ڪئي ۽ پاسراٽين کان ڌڪ هڻڻ جي پوزيشن ۾ هو جنهن ڪري مخالفن هٿيار ڦٽا ڪيا. ان لڙائيءَ کي نيپولين جي، بغير خونريزي واري سوڀ طور مڃيو وڃي ٿو. پر ڪلازيوٽز لکيو تہ ”الم وٽ هٿيار ڦٽا ڪرڻ هڪڙو نرالو واقعو هو جيڪو ڪڏهن بہ عمل ۾ نہ اچي ها جيڪڏهن نيپولين خونريزي ڪرڻ لاءِ تيار نہ هجي ها.“[140] هن وڌيڪ لکيو تہ ”اسانکي انهن جنرلن ۾ دلچسپي ناهي جيڪي خونريزيءَ ڪانسواءِ فتحون حاصل ڪرڻ چاهين ٿا. دير سوير ڪوبہ تکي تلوار کڻي ايندو ۽ اسانجي ٻانهن کي ڪٽي ڇڏيندو.“[141]

ڇا جنگ هڪ سائنس آهي يا ان جا ڪي دائمي اصول ٿين ٿا؟ ان سوال جي حوالي سان ڪلازيوٽز لکيو تہ ”جنگ سمورين انساني سرگرمين ۾ سڀ کان وڌيڪ جوا جي راند وانگر آهي. جنگ جي فن جو واسطو هڪ جاندار قوت

سان هجي ٿو تنهنڪري ان ۾ هر وقت اتفاق جي گنجائش هجي ٿي. جنگ خطري جو جهان آهي. غيريقينيت ۽ اتفاق جو جهان آهي." توڙي جو انساني دماغ کي هميشہ چٽائيءَ جي تلاش هوندي آهي. جنگ جهڙي موضوع بابت چٽا ۽ واضح خيال هجڻ جملي طور تي بيڪار ناهن. جنگ ۾ نتيجا ڪڏهن بہ حتمي نہ ٿيندا آهن، مفتوح بڻايل ماڻهو وري ويڙهہ ڪري سگهن ٿا." تنهن ڪري "جنگ امڪان جي قانون (Law of Probability) تي عمل ڪري ٿي. پر هڪ عنصر لازمي هجي ٿو اُهو آهي سياست." "جيڪڏهن پاليسي عظيم ۽ طاقتور هوندي تہ جنگ بہ ائين ئي هوندي."

"جنگ جي فن لاءِ سائنسي نظريو تعمير ڪرڻ انتهائي مشڪل ڪم آهي، ۽ ان سلسلي ۾ ڪيتريون ئي ڪوششون ناڪام بہ ٿيون آهن جنهن ڪري گهڻا ماڻهو چون ٿا تہ اهڙو نظريو ناممڪن آهي ڇاڪاڻ تہ ان لاءِ ڪي بہ مستقل قانون نہ ٿا مهيا ڪري سگهجن. متان ڪو متفق هجي ۽ اها ڪوشش ڇڏي ڏئي پر ڇا اها واضح حقيقت ناهي تہ گهڻي مشڪل ڪانسواءِ وڏي حد تائين اصول بڻائي سگهجن ٿا. مثال طور ناڪاري مقصد سان، دفاعي جنگ ويڙهہ جي وڌيڪ مضبوط صورت آهي، هاڪاري مقصد سان، حملي آور جنگ ويڙهہ جي ڪمزور صورت آهي، وڏيون ڪاميابيون ننڍيون سوڀون ڏيارين ٿيون، فتح ۾ نہ صرف جنگي ميدان تي قبضو، پر دشمن جي فوج جي جسماني ۽ نفسياتي تباهي بہ شامل آهي، جيڪا هڪ ڪامياب لڙائيءَ جي پوئواري ڪرڻ تائين اڪثر ڪري حاصل نہ ڪئي ويندي آهي، هر حملو جيئن جيئن اڳتي وڌي ٿو تہ ان مان اها طاقت گهٽجندي وڃي ٿي وغيره."[142]

ڪلازيوٽز جو سڀ کان اهم بيو نظريو "عظيم حڪمت عملي ۽ ڪشش جي مرڪز" واري نقطي جي وضاحت آهي. ان بابت ڪلازيوٽز لکيو تہ عظيم حڪمت عمليءَ جو جوهر حڪمت عمليءَ جو پاليسيءَ جي ماتحت هجڻ آهي. ڪشش جي مرڪز واري نظريي ۾ عظيم حڪمت عملي جو تصور "دشمن جي جسم (فوجي، سياسي، سماجي وغيره) جي اُها جاءِ جتي ان کي شڪست ڏني وڃي يا ڏيڻ گهرجي تہ سموري قومي طاقت جو ڍانچو ڍير ٿي پوي." ان جي وضاحت ڪندي هن وڌيڪ لکيو تہ "سڪندر جي ڪشش جو مرڪز ان جي فوج هئي، ساڳيو معاملو گستاوس ادولفس، چارلس (12) ۽ فريڊرڪ سان بہ هو. انهن جي فوجن کي تباهہ ڪرڻ سان کين شڪست ملي ها، انتشار جو شڪار

رياست جو مرڪز ان جي گاديءَ جو هنڌ هجي ٿو، ننڍين رياستن جو دارومدار وڏين رياستن ۾ انهن جي گڏيل فوجن تي هجي ٿو، قومي بغاوت ۾ عوامي راءِ عامہ جو مکيہ مرڪز اڳواڻن ۾ هجي ٿو. انهن کي شڪست ڏيڻ لاءِ ڪشش (انهن) جي مرڪزن خلاف قوت لڳائڻ گهرجي.“ نيپولين کي جيڪڏهن شڪست ڏيڻي هُجي تہ پئرس (مرڪز) کي فتح ڪرڻ گهرجي. انهيءَ اصول بابت نيپولين کي بہ ڄاڻ هئي تہ برطانيہ جيڪو اتحادين جو مرڪز آهي ان کي شڪست ڏيڻ سان سڀ ڍير ٿي پوندا. پر هن وٽ بحري طاقت نہ هئي جنهن ڪري اتحاد جو مرڪز برطانيہ ان کان بچيل رهيو. جيڪو اڳتي هلي هن جي شڪست جو ڪارڻ بڻيو.

ڪلازيوٽز جي نظر ۾ عظيم حڪمت عملي واري مقصد جي طئي ٿيڻ کانپوءِ ٻيو مسئلو اهو پيدا ٿئي ٿو تہ جنگ جي رٿابنديءَ ۾ ان کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڪهڙا اصول ڪتب ايندا؟ ”پهريون تہ دشمن جي طاقت کي چند ڪشش جي مرڪزن تائين محدود ڪجي، ممڪن هجي تہ هڪ هنڌ تائين محدود ڪجي، پوءِ ٻيا سمورا ڪم ان جي ماتحت هجڻ گهرجن. ٻيو تہ جيترو ممڪن هجي اوتري تيزيءَ سان عمل ڪجي. سمورين قوتن کي هڪ نقطي تي استعمال ڪري فيصلاڪن لڙائي ڪجي. اچرج ۾ وجهڻ واري اهم عنصر کي ڪتب آڻجي. پر فتح جا ميوا دشمن جو پيڇو ڪري ان کي ختم ڪرڻ سان ملندا.“ ابتدا ۾ دفاعي نوعيت جي ويڙهہ ڪجي تہ جيئن دشمن جي تورتڪ ڪري سگهجي. دفاع جي ڍڪ ۾ حملي آور ٿي دشمن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي. ان جا مکيہ اصول (1) جنگ جي هدف يا مقصد کي برقرار رکڻ (2) چرپر جو تحفظ (3) چرپر جي آزادي (4) حملي آور طاقت جو استعمال (5) گهٽ کان گهٽ خرچ ڪرڻ (6) فوج کي گڏ ڪرڻ (7) حيرت ۾ وجهڻ وغيره جا ست اصول آهن جيڪي هن نيپوليني جنگ مان اخذ ڪيا.

ڪلازيوٽز جنگ جي دفاعي صورت کي وڌيڪ اهميت ڏني ٿو، ان حوالي سان هن لکيو تہ ”دفاع جو مقصد ڇا آهي؟ محفوظ رهڻ. حاصل ڪرڻ کان بچاءُ ڪرڻ وڌيڪ آسان آهي، جيڪڏهن ٻنهي پاسي قوت برابر هجي تہ حملي آور ٿيڻ کان دفاع ڪرڻ وڌيڪ آسان آهي. جنگ جي دفاعي صورت پنهنجو پاڻ ۾ حملي آور نوعيت جي جنگ کان وڌيڪ مضبوط آهي. پر اسانکي ان تي

تيستائين عمل ڪرڻ گهرجي جيستائين اسانجي ڪمزوري اسانکي ائين ڪرڻ تي مجبور ڪري.“[143]

ڪلازيوٽز جي دفاعي حڪمت عملي بنيادي طور تي ”دير سان ٿيندڙ حملي آور حڪمت عملي“ (Delayed Offensive) آهي. جنهن کي ”دفاعي_حملي آور حڪمت عملي“ چئي سگهجي ٿو، جنهن جو پهريون مرحلو ”دشمن کي ٿڪائڻ“ (Attrition) ٻيو مرحلو ”جوابي حملو“ ڪرڻ آهي. ڪلازيوٽز جي نظر ۾ حملي آور حڪمت عمليءَ جو هڪ فائدو هي آهي ته ”حملي آور هُجڻ جي صورت ۾ دشمن کي ابتدائي طور تي حيرت ۾ وجهي سگهجي ٿو.“

”جنگ جي معاملي ۾ ويڙهه ئي حقيقي جنگي سرگرمي آهي باقي ٻيون سڀ شيون ان جون مددگار آهن. جنگ جو جوهر ٽڪراءَ ۾ آهي جيڪو مکيہ فوجن ۾ ٿئي ٿو. تنهنڪري جنگ جي ڪشش جو مرڪز هميشہ فوج ئي هوندي آهي. فوج جي تباهي کي ئي هرهنڌ فوقيت هوندي آهي.“ نيپوليني جنگين جو مکيہ مقصد بہ دشمن جي فوج کي مڪمل طور تي تباهہ ڪرڻ هو. ”هڪ فوج جو اولين ترين مقصد فيصلاڪن لڙائين ۾ دشمن جي مکيہ قوت کي تباهہ ڪرڻ آهي.“ ”عام حڪمت عملي کي دشمن جي فوج کي تباهہ ڪرڻ تي فوڪس ڪرڻ گهرجي.“[144]

”گوريلا جنگ“ جي حوالي سان هن لکيو تہ ان جو جوهر دندلي ڪوهيڙي وانگر هجڻ گهرجي، ان کي ڪٿهن بہ ٺوس جسم جي صورت نہ ڏجي، نہ تہ ٻي صورت ۾ دشمن فوج موڪلي ان جي مرڪز کي تباهہ ڪري ڇڏيندو. ان ۾ ننڍا ننڍا جٿا هجن ۽ اهي ايترا وڏا نہ هجن.“

ڪلازيوٽز جي نظريي مطابق ڪابہ جنگ (1) تشدد_نفرت (2) اتفاق ۽ فوجي هنر ۽ (3) سياسي مقصد جي ٽن عنصرن جو گڏيل عمل هوندي آهي.“[145] ڪلازيوٽز توڻي جو نيپوليني جنگين جو اکين ڏٺو شاهد هو ۽ انهن جنگين ۾ حصو بہ ورتو هئائين. پر عجيب ڳالهہ هي آهي تہ هن نيپولين جي جنگي قابليت ڏانهن ٿورڙو بہ ڌيان نہ ڏنو آهي ۽ ٻي عجيب ڳالهہ تہ نيپولين حملي آور ويڙهہ جي صورت تي عمل ڪيو ۽ هن دفاعي نوعيت جي حڪمت عمليءَ تي وڌيڪ زور ڏنو آهي. ڪلازيوٽز جو اصول هو تہ سموري قوت کي هڪ مرڪوز نقطي تي استعمال ڪجي ۽ مکيہ قوت مان ٿورڙو حصو بہ الڳ نہ ڪجي. ... ن تہ نيپولين دشمن کي ڦاسائڻ لاءِ اڪثر ڪري پنهنجي فوج کي ورهائي ...ڏيندو

هو ۽ جڏهن بہ هڪ حصي سان دشمن جو ٽڪر ٿيندو هو تہ ٻيا حصا انتهائي تيزيءَ سان ان سان گڏبا هئا."[146]
بهرحال، تنقيد نگارن جي خيال ۾، نہ حملي آور ۽ نہ ئي دفاعي حڪمت عملي مضبوط يا ڪمزور هجن ٿيون پر ٻئي نسبتي، اضافي (Supplementary) مهمون آهن. ڪلازيوٽز اهو ڏسڻ ۾ ناڪام رهيو تہ جنگ جو مقصد امن آهي ۽ جنگ جي پٺيان سياست آهي پر سياست جي پٺيان معاشيات آهي. "جنگ بابت" ڪلازيوٽز جي ڪتاب جو گهڻو حصو جنگ ۽ آپريشنس جي ٽيڪنيڪل پاسن کي بحث هيٺ آڻي ٿو. ان ڪتاب ۾ اجائي لباڙ ۽ ورجاءُ بہ گهڻو آهي. جومني جي خيال ۾ ڪلازيوٽز جنگ جي سائنس کي ئي ناممڪن ٻڌائي ڇڏيو چاڪاڻ تہ هن جنگ بابت گهڻو بحث امڪاني انداز ۾ ڪيو آهي."[147]
پهرين عالمي جنگ ۾ ٿيل قتل و غارت گريءَ ڪانپوءِ وارن سالن ۾، سڌي ريت نہ سهي، پر جنگي ماهرن ڪلازيوٽز کي ذميوار قرار ڏنو. جي ايف سي فلر لکيو تہ ڪلازيوٽز اها ڳالهہ ڪڏهن بہ نہ سمجهي سگهيو تہ جنگ جو اصل مقصد فتح نہ پر امن آهي. تنهنڪري پاليسيءَ جو مکيہ مقصد امن هجڻ گهرجي. فتح فقط ان مقصد کي حاصل ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي. ڪلازيوٽز ويهين صديءَ ۾ ٿيل لامحدود جنگين لاءِ ذميوار آهي."[148]
چيني سن زو جي جنگي فن ۾ "گهٽ ۾ گهٽ قوت استعمال ڪرڻ ۽ اٽڪلن ۽ چالبازين تي زور ڏيڻ" جو رجحان ملي ٿو جڏهن تہ ڪلازيوٽز جي خيال ۾ جتي بہ ممڪن هجي اُتي وڌ کان وڌ طاقت سان هڪ فيصلاڪن نقطي کي نشانو بنائڻ تي زور ڏنل آهي.
برطانوي جنگي تاريخ نويس لڊل هارٽ هن کي ڏوهاري ٺهرائيندي چيو تہ ڪلازيوٽز "وڌ کان وڌ فوج ۽ جيترو ممڪن هجي وڏي سطح جا حملا ئي فتح حاصل ڪرڻ جي ڪنجي آهن" واري اصول تي زور ڀريو هو. ڪلازيوٽز کي نيپوليني جنگين جو تجربو هو جنهن مان هن پنهنجا اصول اخذ ڪيا. ڪلازيوٽز ۽ نيپولين جي ان تعلق جي حوالي سان لڊل هارٽ لکيو تہ ٻين وڏن مدبرن وانگر نيپولين بہ پنهنجي رهنما اصولن جو اظهار تمثيلن جي صورت ۾ ڪندو هو. هن چيو تہ "جنگ جو اصول گهيري ڪرڻ وانگر ئي آهي. آتشي هٿيارين کي ڪنهن هڪ نقطي تي استعمال ڪريو ۽ جيئن ئي ڪو گهارو (ڏار) پيدا ٿئي تہ (دشمن جو) توازن بگڙجي ويندو ۽ باقي ٻيو ڪجهہ بہ ناهي."

پر بعد جي جنگي نظريدانن "توازن" واري لفظ بدران "نقطي" تي زور ڏنو. پھرين جو واسطو جسماني طاقت سان آهي پوئين جو تعلق نفسياتي عنصر سان آهي. بهرحال، نيپولين جي ان راءِ بابت هڪ ڊر (ڪلازيوٽز) اها تشريح ڪئي تہ ان جو مقصد دشمن جي مضبوط ترين جاءِ تي مرڪوز ڌڪ هڻڻ آهي ۽ ان سان ئي فيصلاڪن نتيجا ملندا. اهو دليل ڏيندڙ شايد ان حقيقت ڪان لنوائين ٿا تہ ان قسم جي فتح جي ڳري قيمت ادا ڪرڻي پوندي آهي. ٻين ان جي تشريح اها ڪئي تہ دشمن جو سڀ کان ڪمزور ترين نقطو (جاءِ) ئي هدف هجڻ گھرجي. پر اڪثر ڪري اهڙي جاءِ ڪي ڄاڻي ٻجھي ڇڏي ڏبو آهي، هڪ تہ اها جاءِ مرڪز ڪان پري هوندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن حملي آور ڪي ڦاسائڻ لاءِ ان ڪي ڪمزور رکيو ويندو آهي. پر نيپولين جي کيل جنگين مان ثابت ٿئي ٿو تہ "نقطي" نہ پر "جوڙ" کي نشانو بڻائڻ ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ اها اهم ۽ نازڪ جاءِ هوندي آهي.[149]

ڪلازيوٽز توڻي جو هڪ رجمينٽل آفيسر رهيو. پر هي پنهنجي دور جي پيداوار هو، نئين روشني جي دور جو ٻار هو، جرمن رومانويت جو همعصر هو، هڪ دانشور، هڪ عملي اصلاح پسند، عمل پسند، پنهنجي معاشري جو تنقيدنگار ۽ ان جي تبديليءَ لاءِ جاکوڙيندڙ انسان هو. جهڙي ريت ڪلازيوٽز ذري گهٽ جنگي مشڪلاتن جو حل ڏنو، ساڳئي ريت مارڪس سياسي مشڪلاتن جو حل ڏنو. ٻئي ساڳئي جرمن خيال پرستيءَ واري دور جي ثقافتي ماحول ۾ اپريا. بهرحال، مارڪس جي مقصدن ۽ ڪلازيوٽز جي مقصدن ۾ وڏو فرق هو. ڪلازيوٽز جي خواهش هئي تہ هُن کي لنڊن جو سفير مقرر ڪيو وڃي. هي مروج سماجي نظام ۾ رهندي تبديليءَ جو خواهشمند هو جڏهن تہ مارڪس سماجي نظام کي ئي بدلائڻ جي ڳالھ ڪري تاريخ جو رخ ئي موڙي ڇڏيو. مارڪس انقلاب جو پيغمبر هو. اينگلس مارڪس کي خط ۾ لکيو تہ "آءُ ڪلازيوٽز جو "جنگ بابت" ڪتاب پڙهان پيو. جنگ کي فلسفي‌اڻو بنائڻ جو عجيب انداز اٿس، پر تمام سنو آهي. جنگ جي سائنس يا فن جي سوال بابت ڳالهائيندي، هي چوي ٿو تہ، ڪنهن بہ ٻي شي ڪان وڌيڪ، جنگ واپار سان هڪجهڙائپ رکي ٿي. جنگ ۾ ويڙھ ائين آهي جيئن تجارت ۾ روڪڙا ادائگي."[150]

جهڙي ريت پهرين عالمي جنگ جو نظرياتي ابو ڪلازيوٽز ڪي سڏيو وڃي ٿو جنهن کي عملي صورت مختلف جنگي جنرلن ڏني ته ساڳئي ريت پهرين پورهيت انقلاب، روسي آڪٽوبر انقلاب، جو نظرياتي ابو ڪارل مارڪس هو جنهن کي عملي صورت لينن ڏني.

## ڪارل مارڪس ۽ "جنرل" اينگلس

مارڪس ۽ اينگلس توڙي جو ٻه فرد هئا (جن بعد ۾ ادارا به جوڙيا) پر ٻنهي فردن انساني فڪر ۽ عمل تي جيترا اثر وڌا شايد ئي تاريخ ۾ ڪن ٻه فردن ايترا گهڻ طرفا اثر ڇڏيا هجن. ڪارل مارڪس (5 مئي 1818ع _17 مارچ 1883ع) ۽ فريڊرڪ اينگلس (28 نومبر 1820ع _5 آگسٽ 1895ع) ٻئي جرمنيءَ ۾ ۽ ان جي ساڳئي صوبي رائن ۾ جنم ورتو. جنهن دور ۾ هنن اکيون کوليون اهو دور يورپ ۽ آمريڪا ۾ جنگين ۽ انتشار جو دور هو. فرانسيسي





انقلاب جون يادون اڃا تازيون هيون. يورپ تازو تازو نيپولين جي فتحن ۽ شڪستن کي ڏسي چڪو هو. مارڪس ۽ اينگلس ڪي وڏا جنگي جنرل نه هئا ۽ نه ئي ڪي ڪمانڊر هئا، نه ئي هنن خالص جنگ جي شعبي ۾ ڪي وڏا واڌارا ڪيا. پر هنن پنهنجي دور جي ٽيندڙ هٿياربند بغاوتن، لڙائين ۽ جنگين تي ماهراڻي انداز سان تبصرا ۽ تجزيا ڪيا ۽ انهن مان نتيجا اخذ ڪيا. پر هنن نه فقط "جنگ" پر "سموري انساني سماج جي ترقي ۽ واڌاري جي قانونن" جي باري ۾ ٻڌائي انساني سوچ ۽ فڪر جي تاريخ ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته هنن کان اڳ سماجي سرگرميءَ جي محرڪن جي تلاش فقط انساني ذهنن ۾ جنبن، اڻ ڏٺل مافوق الفطرتي قوتن، ابدي ۽ اٽل فطري قانونن ۾ تلاش ڪئي پئي وئي. هنن ٻنهي فڪري جنرلن جنگ سميت سمورين انساني سرگرمين جي اصل محرڪن بابت ٻڌايو. هنن انساني تاريخ ۾ پهريون ڀيرو سائنسي انداز سان ٻڌايو ته دنيا جي ڪمزورن کي طاقتورن سان ويڙهاند ڪري هن ڌرتيءَ کي انسانن لاءِ جنت بڻائڻ گهرجي ۽ ان عالمي انقلابي ويڙهه جا هي ٻئي ڪمانڊر ان چيف هئا.

اينگلس کي جنگ جي سائنس ۾ مهارت حاصل هئي پر هن مهل تائين جنگ بابت سندس لکيل مواد کي ڪا منظم صورت نہ ڏني وئي آهي. اينگلس جنگ جي موضوع تي ڪيترائي مضمون لکيا آهن جن ۾ "جرمنيءَ ۾ هاري جنگ" (1850) "فرانس خلاف مقدس اتحاد جي جنگ جو مستقبل" (1851) "انقلابي اسپين، گوريلا جنگ" (مارڪس 1854) "يورپ جون فوجون" (1855) "افغانستان بابت" "ماضي ۽ حال ۾ جابلو جنگ" "پو ۽ رائن" "آمريڪي گهرو ويڙهہ جا سبق" "تاريخ ۾ طاقت جو ڪردار" ۽ مارڪس ۽ اينگلس وچ ۾ ٿيل خط و ڪتابت سميت ٻين ڪيترن مضمونن ۾ اهم مواد شامل آهي، جنهن کي اجان سهيڙڻ جي ضرورت آهي. مارڪس اينگلس پنهنجي خط و ڪتابت ۾ عرب، هندستان، چين ۽ ايران جي تاريخ ۾ جنگ جي ڪردار بابت انتهائي اهم ۽ بنيادي قسم جا تجزيا ڪيا آهن. اينگلس کي پنهنجي ابتدائي جنگي تجربن تي هميشہ فخر هوندو هو. سندس جگري دوست مارڪس کيس "جنرل" جي نالي سان سڏيندو هو.

انساني تاريخ جي مارڪسي نظريي ۽ فوج جي وچ ۾ لاڳاپي بابت مارڪس (اينگلس ڏانهن خط ۾) لکيو تہ "پيداواري قوتن ۽ پيداواري رشتن جي وچ ۾ لاڳاپي (ڳانڍاپي) واري اسانجي نظريي (تصور) جي سچائي فوج جي تاريخ کان وڌيڪ چٽيءَ طرح ڪاٿہ ٻي شي نٿي ڏئي. . اقتصادي ترقيءَ لاءِ، عام طور تي، فوج اهم هوندي آهي. . مثال طور پهريون مڪمل طور تي سٽريل اجوري (پگهارن) جو نظام آڳاٽي وقت ۾ فوج ۾ مليو ٿو. . وڏي پيماني تي مشين جو استعمال پڻ فوج ۾ ٿيو. . ايتريقدر جو، ڌاتن جي خاص اهميت ۽ انهن کي ڏوڪڙن وانگر ڪتب آڻڻ جو ڪم بہ فوج ۾ ٿيو. . هڪڙي برانچ اندر پورهيي جي ورڇ پڻ پهريائين فوجن ۾ ڪئي وئي."[151]

اينگلس جنگ ۽ انساني تاريخي ترقي جي هڪٻئي سان لاڳاپي جو تاريخي تجزيو ڪندي لکيو تہ "جيئن تہ انسان جانورن جي دنيا مان پاڻ کي ٻاهر ڪڍي پنهنجو پاڻ کي تاريخ ۾ داخل ڪيو، پر اجان تائين هُو اڌ جانور هو تہ اڌ وحشي، اجان تائين فطرت جي قوتن اڳيان بيوس هو، اجان تائين پنهنجي قوت کان بہ بي خبر هو، ۽ نتيجي طور تي جانورن جهڙو ئي غريب ۽ انهن کان ٿورو وڌيڪ پيداواري هو."[152] ان جانورن واري سطح ۽ صورتحال مان نڪرڻ لاءِ انسان کي "وحشي طريقا" استعمال ڪرڻا پيا آهن.

ايتريقدر جو اينگلس جي خيال ۾ جنگ ۽ جنگي قيدين جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل آڳاٽي غلاميءَ کانسواءِ جديد يورپ ۽ جديد سوشلزم به نه هجن ها. ”انسان کي پنهنجي روزمره جي گذرسفر جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي گهرج کان وڌيڪ پيدا ڪرڻ جي ضرورت هئي. (ان دور ۾ اهڙي گهرج پوري ڪرڻ لاءِ) اهڙيون قوتون جنگ مهيا ڪري ڏنيون..... اڳ، خبر نه هوندي هئي ته جنگ جي قيدين جو ڇا ڪرڻو آهي ۽ تنهنڪري انهن کي ماري ڇڏيندا هئا، پر ان کان به اڳي ته انهن کي کائي ڇڏيندا هئا. بهرحال، هڪ مرحلي تي انهن قيدين جي قيمت نهڻ لڳي، انهن کي زنده رهڻ ڏنو ويو ۽ انهن کي پورهيي لاءِ استعمال ڪيو ويو. اهڙي ريت طاقت، معاشي صورتحال ۽ مفادن جي ضرورت جو پورائو ڪندي غلاميءَ کي ايجاد ڪيو ويو..... اها غلامي ئي هئي جنهن سڀ کان پهريائين زراعت ۽ صنعت جي وچ ۾ پورهيي جي ورڇ کي ممڪن بڻايو. غلاميءَ کانسواءِ، نه ڪو هجن ها يوناني شهري رياستون، نه هجي ها يوناني ادب ۽ سائنس. غلاميءَ کانسواءِ رومي سلطنت به نه هجي ها. پر وڌي ڳالهه ته يوناني ثقافت ۽ رومي سلطنت جي بنيادن کانسواءِ ته جديد يورپ به نه هجي ها. ان بنياد تي اسين اهو چوڻ ۾ حق بجانب هونداسين ته ”آڳاٽي غلاميءَ کانسواءِ جديد سوشلزم به نه هجي ها.“[153]

عام طور ائين سمجهيو ويندو آهي ته ”جيڪو ڏاڍو سو گابو“ مطلب ته طاقت ئي تاريخ جي ڦيٿي کي ڌڪيندڙ قوت آهي. سمورن سماجي واقعن ۾ تشدد بنيادي عنصر آهي. طاقت جي پس پرده اصل قوت ڪهڙي آهي؟ اينگلس لکيو ته ”طاقت پيسا (ملڪيت) ڪونه ناهيندي آهي پر اها ڏوڪڙ ڪسي وٺندي آهي جيڪي اڳ ۾ ئي نهيل هوندا آهن. تنهنڪري، ڪنهن به طاقت جي استعمال لاءِ ڏوڪڙ گهرجن جيڪي معاشي صورتحال پيدا ڪندي آهي....“ ”ريوالور تلوار کي شڪست ڏئي ڇڏي. پر ڪنهن به هٿيار جي فتح هٿيارين جي مجموعي پيداوار تي دارومدار رکي ٿي، ۽ اها پيداوار وري عام پيداواري (معاشي طاقت) تي ۽ اها ”معاشي صورتحال“ مادي ذريعن تي مدار رکي ٿي.“ ساڳئي طرح، اينگلس جي خيال ۾ جنگي نظريدانن ۽ جنرلن، جنگي فن، حڪمت عملي ۽ چالن جو واڌارو پڻ ان دور جي مجموعي معاشي ۽ سماجي حالتن تي آڌاريل هوندو آهي. ”....(جنگي حڪمت عمليون، چالون، وغيره) مدبر جنرلن جي ”آزاد دماغن جي تخليق“ نه هونديون آهن. جن جا انقلابي اثر ٿيندا آهن.... (پر)

ڪنهن مخصوص دور ۾ پيداوار ۽ ان سان گڏ آمدرفت جنهن مرحلي تي پهتل هوندي، هٿيار، فوجي تنظيم، ترتيب، تدبيرون ۽ حڪمت عملي ان تي آڌاريل هوندي هوندا."

سماجي تحريڪن ۾ طاقت، هٿيارن ۽ تشدد جو ڪهڙو ڪردار رهيو آهي؟ ان سوال تي روشني وجهندي اينگلس چيو ته "طاقت تاريخ ۾ هڪ انقلابي ڪردار به ادا ڪري ٿي، طاقت اهو اوزار آهي جنهن جي مدد سان سماجي تحريڪون پنهنجو رستو ناهين ٿيون ۽ پراڻا ڍانچا بڻيل سياسي نظامن جي لاشن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏين ٿيون."[154] ان حوالي سان مارڪس پڻ لکيو ته "طاقت هر پراڻي معاشري جي پيٽ ۾ نئين جي جنم لاءِ دائيءَ جو ڪم ڪندي آهي."[155] اينگلس آتشي هٿيارن جي تاريخي حيثيت بيان ڪندي لکيو ته "آتشي هٿيارن نه فقط جنگ جي انتظام ۾ پر بالادست ۽ زيردست جي سياسي رشتن ۾ به انقلاب آڻي ڇڏيو. بارود ۽ آتشي هٿيارن لاءِ صنعت ۽ ڏوڪڙ گهرجن پيا، سي شهر جي صنعتڪارن جي هٿن ۾ هئا.... نوابن جا فوجي قلعا جن جون ديوارون ناقابل پهچ هيون، اهي شهري صنعتڪارن جي توبن اڳيان ڍير ٿي پيون، جن جي گولين سردارن جي زره ۽ ڍال کي پورا پورا ڪري ڇڏيو...." "سموري عوام کي هٿياربند ڪرڻ جو انقلابي نظام جلدئي زبردستي ڀرتي تائين محدود ٿي ويو (چاڪاڻ ته امير ماڻهو وري پئسا ڏئي پاڻ کي آجو ڪرائي ڇڏيندا هئا)."

جاگيردار ۽ سرمائيدار دور جي جنگ جي فرق بابت اينگلس لکيو ته "...انقلابي فوجن کان اڳ واري سستي ۽ ڪاهلائپ جاگيرداري نظام جي ڪري هئي. خود آفيسرن جي گاڏين جو وڏو تعداد به ان سموري آزاد چرپر اڳيان وڏي رڪاوٽ هو..." "...وڏي تعداد واري فوج ۽ آزاد چرپر جديد سٽريل فوجن جون اهم خاصيتون آهن. هارين ۽ سرمائيدارن جي آزادي جديد جنگ جا شرط آهن جيڪي ان آزاديءَ جو فوجي اظهار آهن...."

مٿين نقطن ۾ ته اينگلس سرمائيدار انقلاب ۽ جنگ بابت ذڪر ڪيو آهي پر اهم سوال خود پورهيت انقلاب ۽ ان جي جنگي طريقي ڪار جو آهي. ان حوالي سان اينگلس چيو ته "جنگي معاملن ۾ پورهيتن جي نجات جي ويڙهه جو اظهار خاص هوندو ۽ ان کي خاص جنگي طريقا تخليق ڪرڻا پوندا."[156] "جنگ جي سائنس ۾ نيپولين جي شاندار دريافتن کي هڪ معجزي سان ڀاهي نه ٿو سگهجي. جنگ جي نئين سائنس به نون سماجي ناتن جي لازمي پيداوار هوندي جيئن انقلاب ۽ نيپولين

هٿان جنگ جي سائنس جنم ورتو جيڪي انقلاب جي ڪري آيل نون رشتن جو لازمي نتيجو هئا. پر ائين ئي جيئن پورهيت انقلاب ۾ صنعت وارو سوال اسٽيم مشين کي ختم ڪرڻ نہ پر انهن کي ضرب سان وڌائڻ جو سوال آهي. ساڳئي طرح جنگ جي معاملي ۾ فوج جي وڏي تعداد ۽ چرپر جي آزادي کي گهٽائڻ نہ پر ان کي شديد بنائڻ جو سوال آهي."

"نيپوليني جنگ لاءِ پيداواري قوتن ۾ اضافو اولين شرط هو: ساڳئي ريت، جنگ ۾ هر نئين ڪماليت لاءِ نيون پيداواري قوتون اولين شرط آهن. ريلوي ۽ اليڪٽرڪ ٽيليگراف اڄ ۾ ئي جنگ جي وزير يا جنرل کي يورپي سطح جي جنگ جو انتظام ڪرڻ جي سهولت مهيا ڪري ڏني آهي. ريلوي جي مڪمل ڄار وڇائڻ ڪانسواءِ، نہ ڪو فوجن کي هڪ هنڌ وڏي تعداد ۾ گڏ ٿو ڪري سگهجي ۽ نہ ئي کاڌو، ۽ نہ ئي بارود پهچائي ٿو سگهجي يا انهن کي حرڪت ڪرڻ جي لائق بڻائي ٿو سگهجي. اليڪٽرڪ ٽيليگراف ڪانسواءِ ايڏي وڏي تعداد جي فوجن کي هدايتون ڏيڻ ناممڪن آهن. چوڻ جو مطلب هي آهي تہ انقلاب کي انهن عام جديد جنگ جي ذريعن ۽ طريقن سان جنگ وڙهڻي پوندي. جنگ جي فن ۾ پراڻن هٿيارين (ذريعن) سان نوان نتيجا پيدا ڪرڻ ناممڪن آهي." "انقلاب کي جنگ جي جديد ذريعن ۽ جنگ جي جديد فن خلاف جنگ جي جديد ذريعن ۽ جنگ جي جديد فن سان ويڙهہ ڪرڻي پوندي."[157] جنگ جو اهو جديد فن ۽ ذريعا مارڪس ۽ اينگلس جي دور ۾ تہ پيدا ڪونہ ٿي سگهيا پر روس ۾ اهڙيون حالتون پيدا ٿيون جن لينن کي اهو مواد مهيا ڪري ڏنو جو هن بالشوڪ پارٽيءَ جي اڳواڻي ۾ پهرين منظم سرخ فوج ناهي ملڪ ۾ انقلاب برپا ڪيو.

جيتريقدر جنگ جي سائنس ۽ فن جو تعلق آهي تہ اينگلس جنگ جي علم جو ڄاڻو هو. هن "جرمني ۾ انقلاب ۽ رد انقلاب" جي مضمون ۾ هٿياربند بغاوت جي حوالي سان لکيو تہ "بغاوت جنگ وانگر هڪ فن آهي." ان فن جا اصول هن ريت آهن

(1) جيستائين اوهين مڪمل طور تي تيار نہ هجو تيستائين بغاوت جهڙي اهم ڪم سان ڪڏهن بہ کيڏڻ نہ گهرجي. (ڇاڪاڻ تہ) اوهانجي مخالف قوتن وٽ تنظيم، ضابطو ۽ اختيار آهن، جيستائين ان خلاف مضبوط مخالفت نہ ڪندا تہ توهان تباهہ ٿي ويندا.

(2) جڏهن بغاوت شروع ڪجي تہ پختي نموني اهو سمجهڻ گهرجي تہ ان کي توڙ تائين وٺي وڃڻو آهي.
(3) فيصلاڪن وقت ۽ فيصلاڪن نقطي تي وڏي برتريءَ سان سرڪوز قوت استعمال ڪجي، نہ تہ ٻي صورت ۾، دشمن جنهن کي بهتر تياري ۽ تنظيم جو فائدو هوندو اهو بغاوت کي ڪچلي ڇڏيندو.
(4) هڪ ڀيرو جڏهن بغاوت شروع ڪجي تہ پختي ارادي ۽ سمورن وسيلن سان عمل ڪندي، ڪنهن ناڪاميءَ ڪانسواءِ حملي آورانہ انداز ۾ وڌڻ گهرجي. دفاعي نوعيت جي ويڙهہ هر هٿياربند بغاوت جو موت آهي.
(5) دشمن کي اچرج ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪجي ۽ ان لمحي جو فائدو وٺجي جڏهن دشمن جون فوجون ڇڙوڇڙ هجن.
(6) روزانو ڪاميابين لاءِ ڪوشش ڪجي، ڀلي پوءِ اهي ڪيتريون ئي ننڍيون ڇو نہ هجن (ڪلاڪن کان جون ئي ڇو نہ هجن). ۽ هر قيمت تي اخلاقي چڙهائي کي برقرار رکجي. وچٽرن ۽ ٻڏتر جو شڪار ماڻهن کي پنهنجي پاسي ڪجي."
هن سمورن انقلابن جي سبقن کي ڊانٽن جي لفظن ۾ بيان ڪندي چيو تہ "بيباڪي (بي ڊپائي)، بيباڪي، ۽ هڪ ڀيرو وري بيباڪي."[158]
جيئن تہ مارڪس ۽ اينگلس اڳ ۾ ئي چئي چڪا هئا تہ سرمائيداري نظام جي ڦهلجڻ سان دنيا ۾ هڪ وڏي عالمي مارڪيٽ وجود ۾ ايندي ۽ اها دنيا ڏينهون ڏينهن ڳنڍجي هڪڙي عالمي ڳوٺ مثل ٿي ويندي. اهڙي ڳوٺ ۾ ٿيندڙ جنگ پوري ڳوٺ جي هر گهر کي متاثر ڪندي. اينگلس پنهنجي آخري ڏينهن ۾ يورپ جي صورتحال جو جائزو وٺندي اندازو لڳايو تہ ايندڙ جنگ ۾ يورپ اهڙو تجربو ڪندو جيڪو ان کي ٽڪائي ڇڏيندو ۽ ان جنگ جو فيصلو "ناڪابندي" ذريعي ئي ٿي سگهندو. "برطانيہ جيڪا آساني سان ناڪابندي ڪري ڪنهن بہ ذر کي بُک ماري سگهي ٿي ۽ پوءِ انهن مان ڪنهن کي بہ امن ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري سگهي ٿي."[159]
اينگلس جي ڪيل اڳڪٿي پهرين عالمي جنگ ۾ بلڪل سورنهن آنا سچ ثابت ٿي.
1866ع جي اپريل ۾ مارڪس پنهنجي دوست اينگلس ڏانهن موڪليل هڪ خط ۾ لکيو تہ "اهو غالب امڪان آهي تہ پرشين (Prussian) ڪارل ڪُتا (Curs) پنهنجا پُڇ پنهنجين ڄنگهين ڏانهن واپس ڪن، پر اها ڳالهہ صاف ۽ ايتريقدر جو جٽ (آزاد خيال جرمن سرمائيدارن) لاءِ بہ چٽي آهي تہ جيستائين جرمني ۾ هڪ انقلاب نٿو اچي، تيسين آسٽريا (Hapsburgs) ۽ پرشيا (Hohenzollerns) (جا بادشاهہ) ڪارل ڪُتا اسانجي ملڪ

ڪي هڪ دفعو ٻيهر واپس 50_100 سالا (بادشاهن جي) گهرو جنگ ۾ اڇلي ڇڏيندا.”[160]
اٽڪل 50 سال اڳ مارڪس جا چيل اهي لفظ پهرين عالمي جنگ (1914ع) ۾ بلڪل سچ ثابت ٿيا ڇاڪاڻ ته، خاص ڪري پهرين عالمي جنگ ۽ بعد ۾ ٻي عالمي جنگ ۾ ٻه، مکيه اڳرائي ڪندڙ ڌرين ۾ جرمنيءَ جو حڪمران ٽولو ئي هو جنهن پوري دنيا جي ڪروڙين انسانن کي جنگين جي اوڙاهه ۾ اڇلائي ڇڏيو.

اينگلس پنهنجي دور جي حالتن جو جائزو وٺڻ ڪانپوءِ لکيو ته ”جنگي جنون پوري يورپ کي ڳڙڪائي ڇڏيو آهي. پر اها جنگي جنونيت پنهنجي تباهي جو ٻج به ڪنيو پئي هلي. سموريون رياستون هر سال فوج، بحريه ۽ توبخاني تي وڌ کان وڌ خرچ ڪرڻ جي ڊوڙ ۾ مصروف ٿي ويون آهن جنهن ڪري هنن جي مالي صورتحال ابتر ٿيندي وئي. ٻيو ته سڀني شهرين لاءِ فوجي تربيت لازمي بڻجي وئي، ان عمل سموري عوام کي هٿيارن کان باخبر ڪري ڇڏيو ۽ ڪين ان لائق بڻايو ته جيڪڏهن ڪنهن مرحلي ۾ اهي پنهنجن ڪماندرن خلاف اٿي ڪڙا ٿين ته ٿي سگهن ٿا. صرف فرانسيسي انقلاب جهڙي هڪ انقلاب جي ضرورت آهي، جنهن شهري صنعتڪارن ۽ خاص ڪري هارين کي اقتصادي نجات ڏياري، ساڳئي وقت عوامي فوجون ۽ چرپر ڪرڻ جون آزاد صورتون دريافت ڪيون جن پراڻين سخت طريقن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو. (اهڙي انقلاب جي ضرورت آهي.)“[161] فقط 19 ۽ 22 سال پوءِ پهرين عالمي جنگ (1914ع) ۽ روسي فيبروري انقلاب ۽ آڪٽوبر انقلاب (1917ع) جي صورت ۾ اينگلس جي لکيل لفظن حقيقي روپ ورتو.

# ويهين صدي

ويهين صدي انساني تاريخ جي هزارين سالن جي سفر ۾ هر حوالي سان سڀ کان وڌيڪ تيزترين ۽ شاهوڪار صدي هئي. جنگ جي معاملي ۾ انهن سو سالن دوران ٻه عالمگير جنگيون لڳيون جن جو مثال پوري تاريخ ۾ نٿو ملي. ان صديءَ دوران پهريون ڀيرو ڪامياب پورهيت انقلاب آيا ۽ سوشلسٽ ملڪن جنم ورتو. لينن، اسٽالن، مائوزيتنگ، هوچي منه، جياپ ۽ ڪم ال سنگ جهڙن عوامي انقلابي جنگي جنرلن ۽ نظريدانن سميت مارشل فوڪ، چرچل، هٽلر، مسوليني، چيانگ ڪائي شيڪ، زوڪوف، ڪانيف، روڪوسوسڪي، گدرين، روميل، منٽومگري، ائزن هاور، ميڪ آرٿر، جارج سي مارشل جهڙن جنگي ماهرن ۽ جنرلن تاريخ جو رخ ئي موڙي ڇڏيو. جڏهن ته ٻئي طرف جي ايف سي فلر، ڪيپٽن لڊل هارٽ، هينز گدرين جهڙن روايتي جنگي نظريدانن صديون پراڻي جنگي علم ۾ جدتون آڻيون ۽ پاڻ مڃايو. ٽينڪ، آبدوز، بڪتربند، جهاز، پيراشوٽ جهڙين ٽيڪنيڪل جنگي ايجادن صدين جي محدود ۽ جامد جنگي طريقن ۽ تصورن جي جاءِ تي انتهائي تيز رفتار حڪمت عملين جنم ورتو ۽ گشتي جنگ جاءِ والاري ۽ ائٽم بم جهڙن خطرناڪ بمن جا تجربا به ڪيا ويا. فضائي جاچ پڙتال، گئس، پيٽرول، ٽيليفون ۽ ريڊيو ٽيليگرافي، آبدوز ٻيڙن، سيٽ لائيٽ، انٽرنيٽ، موبائل ۽ ٽرانسپورٽ نه صرف جنگ پر پوري سماجي زندگيءَ جي رنگن کي ئي بدلائي ڇڏيو.

### پهرين عالمي جنگ

پهرين عالمي جنگ 4 آگسٽ 1914ع ۾ لڳي جنهن ۾ هڪ طرف (Entente) جرمني، آسٽريا هپس برگ ۽ ترڪي هئا ۽ ٻئي طرف (Central Powers) برطانيه، روس، فرانس، ۽ بعد ۾ آمريڪا، ان ۾ شامل هئا. هن جنگ کي "خندقي جنگ" سڏيو وڃي ٿو ته ڇاڪاڻ ته ان جنگ ۾ ٻئي ڌريون هڪٻئي جي سامهون چند ڪلوميٽرن ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ميٽرن جي مفاصلي تي خندقن ۾ لڪي

هڪبئي مٿان فائرنگ ۽ گولاباري ڪنديون رهنديون هيون. انهن خندقن اڳيان ميلن تائين ڪنڊيدار تارون وڇايل هونديون هيون ۽ انهن خندقن ۾ فوجين کي پنهنجو بچاءُ ڪرڻ لاءِ بندوقون ۽ خندقون کوٽڻ لاءِ ڪوڏرون ۽ بيلچا هوندا هئا. ان قسم جي دفاعي نہ مورتي گولي، ڪوڏر ۽ ڪنڊيدارن تارن لکين فوجن جي چرپر کي جمود جو شڪار ڪري ڇڏيو. هر ڌر ٻي ڌر جي دفاعي محاذ کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪندي رهي. پر ان لاءِ گوليون ۽ شيل ناڪافي هئا. هڪڙي هنڌان ناڪام ٿين تہ وري ٻئي هنڌان ڪوشش ڪن پر وري بہ ناڪامي، چاڪاڻ تہ اُتي بہ تارون، خندقون ۽ بندوقون ۽ ڪوڏرون هونديون هيون. برطانيہ ۽ فرانس هڪڙي لڙائيءَ ۾ جرمني جي محاذ کي ٽوڙي فقط 3 هزار وال گهرائيءَ تائين جو علائقو حاصل ڪيو پر ان لاءِ هنن کي اٽڪل اڍائي لک فوج جي قرباني ڏيڻي پئي. ان تڪرار کي پڄاڻي تي پهچائڻ لاءِ باهمي ڪوس ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ حل نظر نہ ٿي آيو. ان ڪان اڳ چيو ويندو هو تہ ”توبخانو (Artillery) فتح ڪندو ۽ پيادا فوج قبضو ڪندي آهي.“ پر هتي قصو الٽو ٿي پيو. وڏي تعداد ۾ ڳري توبخاني استعمال ٿيڻ جي نتيجي ۾ زمين ۾ وڏا وڏا کڏا پيدا ٿي پوندا هئا جتان رسد نہ پئي پهچائي سگهجي. جيڪڏهن ڊٺل روڊ پيا ناهجن تہ دشمن، ان وچ ۾، وري ڪا ٻي خندق ناهي وٺندو هو. 31 جولائي تي ائپرس (Ypers) جي ٽين لڙائيءَ ۾ برطانيہ وڏي تعداد ۾ توبخانو استعمال ڪندي اٽڪل 45 لک شيل اڇلايا جن زمين جي سطح کي ئي غيرهموار بڻائي ڇڏيو، سمورا روڊ رستا اکيڙي ويا. اٽڪل 5 لک فوجين جو نقصان پڻ ٿيو. دفاعي خندقون قطار در قطار هڪبئي پنيان کوٽيل هونديون هيون. ان صورتحال ۾ حملي آور جي قوت ڏهوٽي هجڻ باوجود دفاع ڪندڙ ڌر جي هڪوٽي قوت بہ ڪافي هئي. ويندي 1917ع تائين اهائي صورتحال رهي، جنگ ۾ شامل ڌرين مسلسل خندقي جنگ ڪري هڪبئي کي ٿڪائي ڇڏيو. ٻئي ڌريون هڪبئي جو خون وهائينديون رهيون.

### چرپر جي آزاديءَ جو ٻيهر جنم

بلاڪ (Bloch) مستقبل جي جنگ بابت تبصرو ڪندي اڳڪٿي ڪئي هئي تہ ”مستقبل جي جنگ لڙائين سان نہ پر ڏُڪار (سوڪهڙي) ذريعي ڪٽي ويندي.“ اها ڳالھ پهرين عالمي جنگ جي نتيجن بابت بلڪل سچ ثابت ٿي.

اتحادي ڌرين مان ڪن جو خيال هو تہ جرمن فوج کي نشانو بڻائجي ۽ ٻين جو خيال هو تہ جرمنيءَ کان اڳ ۾ ان جي اتحادين کي شڪست ڏجي. جرمني جي اوپر واري محاذ جي پيٽ ۾ اولهہ (فرانس ۽ جرمنيءَ جي سرحد) واري محاذ وٽ ويڪر سوڙهي هئي تنهنڪري اوڏانهن چرپر ڪرڻ، گوهيون ۽ گتون هٽڻ جي گنجائش گهٽ هئي. اتحادي فوج ڪلازيوٽز جي "ڪشش جي مرڪز" واري اصول تي عمل ڪندي، جرمنيءَ جي اتحادين بدران خود جرمنيءَ کي ڍير ڪرڻ ۾ لڳي پئي هئي. برطانيہ جي وزير لائڊ جارج ڪلازيوٽز کي الٽ ڪندي جرمني جي اتحادين کي تباهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. بهرحال، ان خندقي جنگ مان جان ڇڏائڻ لاءِ جرمن فوج ان جو حل ڪڍيو ۽ زهريلي گئس ڪتب آندائون جنهن جو مقصد خندقن کي ڊاهڻ نہ پر انهن خندقن کي فوجين کان خالي ڪرڻو هو. پر ان جي جواب ۾ ٻين ملڪن بہ زهريلي گئسن جو استعمال ڪيو. وري گوليءَ کان بچاءِ جي زرهہ (Bullet-proof shield) متعارف ڪرائي وئي ۽ ان کان بہ وڏي ۽ خطرناڪ شي "ٽينڪ" متعارف ڪرائي وئي جنهن کي شروعات ۾ "گشتي قلعو" ۽ "زميني ٻيڙو" جو نالو ڏنائون. ان جو پهريون تجربو 1916ع ۾ ڪيو ويو. بعد ۾ بڪتر بند (Armour) فوج بہ ميدان تي لاٿي وئي. ٽينڪن ۽ جهازن جي گڏپ سان وڙهڻ جو تجربو ڪيو ويو. بهرحال، ابتدائي طور تي ٽينڪ جو اثر هٿيار کان وڌيڪ نفسياتي ٿيو. مطلب تہ پهرين عالمي جنگ ۾ فيصلاڪن ڪردار عددي برتري نہ ڪري سگهي. پر مکيہ طور تي ٽن عنصرن جنگ ۾ فيصلاڪن ڪردار ادا ڪيو (1) ٽيڪنالوجي ۾ ٿيل نين ايجادن جنگ جي حڪمت عمليءَ تي وڏا اثر وڌا. مثال طور فضائي جاچ پڙتال (Aerial Reconnaissance)، زهريلي گئس، ٽينڪ، ٽينڪ جون نيون حرفتون، ٽيليفون ۽ ريڊيو ٽيليگرافي ۽ آبدوز ٻيڙا (2) برطانيہ جرمنيءَ جي ناڪابنديءَ ڪري ان جي ماڻهن کي بُک ذريعي ساڻو ڪري ڇڏيو (3) جرمن فوج ۾ وڙهڻ جي اهليت نہ رهي ڇاڪاڻ تہ حملن ۽ شڪستن (خاص ڪري 8_11 آگسٽ 1918ع ۾ امينس جي لڙائي) سبب جرمن فوج ٿڪجي چڪي هئي. ٻيو تہ جرمنيءَ جي اندر بہ ڪاڏي جي کوٽ ۽ صنعت جي تباهيءَ عام بغاوت کي جنم ڏنو هو. هن جنگ ۾ فوجن جي تعداد نہ پر ٽيڪنيڪل برتري (خاص ڪري ٽينڪ) ۽ جنگي حڪمت عمليءَ اهم ۽ فيصلاڪن ڪردار ادا ڪيو.

ان جنگ هلندي هڪڙو تاريخ ساز واقعو پيش آيو جنهن سموري انساني تاريخ جي ڪايا ئي پلٽي ڇڏي. 1917ع جي فيبروري مهيني ۾ روس جي شهر پيٽروگراڊ ۾ گڙٻڙ شروع ٿي وئي، شاهي محافظن بغاوت ڪري ڇڏي ۽ انقلاب شهر کي ٻهاري ڇڏيو. عبوري حڪومت جو اعلان ڪيو ويو. روسي انقلاب جي خبر اولهه جي ملڪن ۾ باهه وانگر ڦهلجي وئي. جرمني، فرانس ۽ اٽليءَ جي فوجن ۾ بہ بغاوتون شروع ٿي ويون. انقلابين جي نعري تہ ”هيءَ جنگ مزدورن جي نہ پر سامراجين جي جنگ آهي“ جنگي جنرلن ۽ رهنمائن جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيون. انهيءَ سال جي آڪٽوبر مهيني ۾ لينن جي اڳواڻي هيٺ بالشوڪن پورهيت انقلاب آندو.

**لينن** (1870_1924ع) ۽ **روسي آڪٽوبر انقلاب** (1917ع)

لينن هڪ سياسي رهنما، نظريدان، حڪمت عمليءَ جو ماهر، پورهيت انقلابي پارٽيءَ ۽ انقلاب جي خالق سميت هڪ گهڻ رخي شخصيت هو. هن مزدورن جي فوج تيار ڪئي جنهن وٽ نہ ڪي هٿيار هئا ۽ نہ ئي انهن جي فوجي تربيت ٿيل هئي. هن ان مزدورن جي سرخ فوج کي فقط هڪ فوج وانگر نہ پر هڪ انقلابي تنظيم طور منظم ڪيو ۽ تربيت ڏني. هن روس اندر پهريون ڪامياب سوشلسٽ انقلاب برپا ڪيو.

لينن نہ صرف سياسي رهنما هو پر ساڳئي وقت جنگي رهنما بہ هو جنهن سياسي ۽ جنگي حرفت کان ڪم وٺندي پهرين عالمي جنگ دوران پوري دنيا جي عالمي سامراجين کي نفسياتي ۽ سياسي طور تي پنتي ڌڪي ڇڏيو ۽ انهن ملڪن جي مزدورن کي ”آقائن“ لاءِ نہ پر ”پنهنجي لاءِ“ جنگ ڪرڻ جو درس ڏنو. پنهنجي ملڪ اندر پهرين ڪامياب عوامي هٿياربند بغاوت جي اڳواڻي ڪئي. ملڪ کان ٻاهر دشمن (جرمني، بعد ۾ پولينڊ) سان عارضي طور تي ناهه ڪري انهن کي شڪست ڏياري. سُرخ فوج پهرين عوامي فوج هئي جنهن هڪ پورهيت انقلابي سياسي پارٽيءَ جي رهنمائي هيٺ ويڙهہ ڪري سوشلسٽ رياست جو



لينن

بنياد وڌو. لينن جنگ جي نظريي جي حوالي سان بہ اهم ڪم ڪيو. اينگلس وانگر لينن بہ ڪلازيوٽز جهڙن جنگي نظريدانن کي پڙهيو هو. هن ”گوريلا

جنگ"، "ماسڪو جي بغاوت جا سبق"، "پورهيت انقلاب جو فوجي پروگرام"، "سوشلزم ۽ جنگ" ۽ "جنگ ۽ انقلاب" "روسي انقلاب ۽ گهرو جنگ" جهڙا مضمون لکيا. لينن پنهنجي سياسي لکڻين ۾ به گهڻو ڪري جنگي اصطلاح ڪتب آڻيندو هو. مثال طور سياسي جدوجهد کي "لڙائي" ۽ "جنگ"، پارٽيءَ کي "فوج" ۽ "جنگجو تنظيم"، اخبار کي "سياسي هٿيار" وغيره لکندو هو.

لينن 1870ع ۾ روس ۾ پيدا ٿيو. هي 1895ع ۾ "پورهيت طبقي جي آزاديءَ جي ليگ" ۾ شامل ٿيو ۽ گرفتار ٿي پيو. روس ۾ 1898ع ۾ روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ پورهيت پارٽيءَ جو بنياد پيو. جنهن جي ٻي ڪانگريس ۾ لينن شرڪت ڪئي. ان ڪانگريس ڪان پهريائين (1902ع ۾) هن "هاڻي ڇا ٿيڻ گهرجي؟" جي عنوان سان هڪ ڊگهو مضمون لکيو. جنهن ۾ هن پورهيتن جي انقلابي نظريي ۽ پارٽي جي تجويز تي تفصيلي روشني وڌي. هن جي خيال ۾ روس جهڙي ملڪ ۾ يورپي قسم جون وسيع جمهوريت جي اصول تي هلندڙ سياسي پارٽيون نه هلي سگهنديون. هن سخت ضابطي ۽ جمهوري مرڪزيت جي اصولن تي هلندڙ نندي پيشيور انقلابين جي هڪ نئين قسم جي پارٽيءَ جو خاڪو ڏنو جيڪا پارٽي پورهيت طبقي جي هراول دستي ۽ منظم فوج وانگر ڪم ڪري. توڙي جو ان پارٽيءَ جو ڪم ۽ نوعيت سياسي هو پر ان جو تنظيمي ڍانچو ۽ ضابطو فوجي نوعيت جو هو.

مارڪس ۽ اينگلس سرمائيداري جي اُڀار وارو دور ڏٺو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ سوشلسٽ انقلاب عملي طور تي اچڻ اٽڪر نه پئي لڳو ۽ نه ئي مستقبل جي عظيم انقلابي لڙائين لاءِ پورهيتن جي تياري جو ڪم ڪو ترت ٿيڻو هو. تنهنڪري اهي مستقبل جي انقلاب جي تدبيرن ۽ حڪمت عملين جي سائنس تي گهڻو ڪم نه ڪري سگهيا. مارڪس ۽ اينگلس ڪانپوءِ عالمي پورهيت تحريڪ ٻي انٽرنيشنل جي موقعي پرست رهنمائن جي حوالي ٿي وئي. جن جو سڄو زور فقط "پارلياماني" جدوجهد جي صورت تي هو. جڏهن ته لينن جدوجهد جي پارلياماني ۽ غيرپارلياماني، ڪليل ۽ ڳجهن، جمهوريت ۽ مرڪزيت سميت پُرامن توڙي پُرتشدد طريقن، ٻنهي کي وقت ۽ حالتن پٽاندڙ، استعمال ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي. انهن موقعي پرست پورهيت اڳواڻن کي جواب ڏيندي لينن چيو ته "مارڪسزم سوشلزم جي سمورن آڳاٽن نمونن کان ان ڳالهه ۾ مختلف آهي ته اُها ڪنهن تحريڪ کي جدوجهد جي مخصوص صورت تائين

پابند نہ ٿي بڻائي..." "...ٻيو تہ مارڪسزم جدوجهد جي صورت واري سوال جو جائزو تاريخي نقطہ نظر کان ڪري ٿي." "يورپي سوشل ڊيموڪريٽس موجوده دور ۾ پارلياماني ۽ مزدور جماعتن واري تحريڪ کي جدوجهد جي مکيہ صورت سمجهن ٿا، اهي ساڳيا ماڻهو (هٿياربند) بغاوت (Insurrection) کي ماضيءَ ۾ مڃتا ڏيندا هئا ۽ هاڻي غيرسياسي ذريعن (پرتشدد طريقن) سان سرمائيداري جو تختو اونڌو ڪرڻ کي رد ڪن ٿا..." "...هڪ مارڪسوادي سماجي امن کي نہ پر طبقاتي جدوجهد کي بنياد بڻائي ٿو." "...مخصوص سياسي ۽ اقتصادي بحرانن جي ڏينهن ۾ طبقاتي جدوجهد پڇي سڌو گهرو جنگ جي صورت وٺي ٿي. اهڙن دورن ۾ مارڪسوادي تي فرض ٿئي ٿو تہ ان گهرو جنگ ۾ حصو وٺي." "...گهرو جنگ دوران پورهيتن جي آدرشي پارٽي ويڙهاڪ پارٽي هوندي. پر ان معاملي ۾ (اسان) انارڪسزم، بلانڪيوزم ۽ دهشتگردي جي بي عقلاڻي طريقن وارين گوريلا ڪارروائين کي رد ڪريون ٿا."[162]

روس ۾ 1905ع ۾ پهريون انقلاب آيو جنهن ۾ پورهيتن "مزدورن جي ڊپٽيز جون سوويتون" قائم ڪيون. پر ان ۾ بالشوڪ پارٽي وڏو ڪردار ادا نہ ڪري سگهي. توڻي جو 1905ع وارو روسي انقلاب ناڪام ٿيو. جنهن لاءِ چيو ويو تہ مزدورن طرفان تڪڙ ۾ هٿيار ڪڻڻ ۽ بي وقتائتين هڙتالن سبب انقلاب ناڪام ٿيو پر لينن ان جو جواب ڏيندي لکيو تہ "6 ڊسمبر تي مزدور ڊپٽيز (Deputies) جي سوويت طئي ڪيو تہ "هڙتال کي هٿياربند بغاوت ۾ بدلائجي." پر ان وچ ۾ دشمن انقلاب_مخالف قوتن کي منظم ڪري ورتو ان ردعمل مارڪس جي ڳالهہ کي سچو ثابت ڪيو تہ "انقلاب جي ترقي هڪ مضبوط ۽ متحد انقلاب_مخالف قوت کي جنم ڏيندي." پر سوشل ڊيموڪريٽڪ پورهيتن جي ڪمانڊر ان چيف اڊنگي انداز ۾ فوجن کي مقرر ڪيو جو انهن مان گهڻي فوج لڙائي ۾ حصو ئي نہ وٺي سگهي. پر پليخانوف جي خيالن کان وڌيڪ ٻي ڪا تنگ نظري نہ پئي ٿي سگهي جنهن چيو تہ "هڙتال بي وقتائتي هئي ۽ انهن (مزدورن) کي هٿيار نہ کڻڻ گهرجن ها." حقيقت ۾، ان جي ابتڙ اسانکي ڀرپور توانائي، پختي ارادي ۽ جارحاڻي انداز سان هٿيار کڻڻ گهرجن ها. اسان کي گهرجي ها تہ عوام کي ٻڌايون ها تہ پرامن هڙتالن تائين محدود رهڻ ناممڪن آهي ۽ هڪ بي خوف ۽ لڳاتار هٿياربند ويڙهہ جي ضرورت آهي.

جيڪڏهن اسان ائين نہ ڪيو تہ اسان پنهنجو پاڻ ۽ عوام سان دوکو ڪيو. اهوئي ڊسمبر جي واقعن جو سبق آهي."[163]

جيئن تہ هڪ انقلابي قوت، جيڪا پنهنجي مدمقابل هڪ باقائده پگهاردار رياستي فوج جي ڀيٽ ۾ ڪمزور هوندي آهي، جيڪڏهن اها هٿياربند بغاوت ڪندي تہ ان لاءِ باقائده جنگ ڪرڻ ممڪن نہ ٿيندو ۽ ابتدائي طور تي ان کي گوريلا ڪارروائين ذريعي ويڙهہ ڪرڻي پوندي. پر اڪثر يورپي پورهيت اڳواڻ گوريلا ڪارروائين کي "انتشار ڦهلائيندڙ" سمجهي رد ڪندا رهيا ۽ خود روس ۾ آيل پهرين انقلاب (1905ع) جي ناڪاميءَ جو سبب بہ انهن ڇڙوڇڙ گوريلا ڪارروائين کي سمجهيو ويو. جنهن تي لينن لکيو تہ "...ڇيو وڃي ٿو تہ گوريلا ڪارروائيون اسانجي ڪم کي منتشر ڪن ٿيون. (حقيقت ۾) 1906ع واري تحريڪ جي انتشار جو الزام گوريلا جنگ تي نٿو هٽي سگهجي...." "...اهي گوريلا ڪارروائيون نہ آهن جيڪي تحريڪ کي منتشر ڪن ٿيون، پر هڪ پارٽي جي ڪمزوري آهي جيڪا اهڙي قسم جي عمل کي پنهنجي ضابطي هيٺ آڻڻ جي صلاحيت نٿي رکي." لينن گوريلا جنگ جي وصف هن ريت بيان ڪئي آهي تہ "....گوريلا جنگ هڪ وقت تي جدوجهد جي اٽَر صورت آهي جڏهن عوامي تحريڪ حقيقت ۾ بغاوت جي ان نقطي تي هجي ۽ جڏهن گهرو جنگ ۾ "وڏين مهمن" جي وچ ۾ ڊگها وقفا ٿيندا هجن..." لينن گوريلا جنگ کي حتمي ۽ قطعي حيثيت ۾ نٿو ڏسي، هن جي خيال ۾ "پورهيتن جي پارٽي ڪڏهن بہ، فقط گوريلا جنگ کي، جدوجهد جو مڪيہ طريقو نہ ٿي سمجهي، ان جي معنىٰ آهي تہ ان طريقي کي ٻين طريقن جي ماتحت هجڻ گهرجي."[164]

وري جڏهن 1914ع ۾ پهرين عالمي جنگ لڳي تہ دنيا جي اڪثر "سوشلسٽن" پنهنجي پنهنجي ملڪ جي جنگ کي "مادر وطن جي دفاع" جي جنگ سڏي سڏي ۽ اٽسڌي ريت ان جنگ جي حمايت ڪئي ۽ مزدورن کي ان ۾ حصو وٺڻ لاءِ جواز مهيا ڪري ڏنا. توڙي جو لينن جو ملڪ (روس) بہ ان جنگ ۾ مکيہ ڌر هو پر لينن پهرين عالمي جنگ کي سامراجي جنگ سڏيو ۽ اهو لکيو تہ "اها جنگ اڳ ۾ ورهايل دنيا کي ٻيهر ورهائڻ لاءِ ڪئي پئي وڃي." هن ان وقت اعلان ڪيو تہ "روس جي سرمائيدارن خلاف روسي پورهيت اٿي کڙا ٿين ۽ هن سامراجي جنگ کي گهرو ويڙهہ جي صورت ڏين."

پهرين عالمي جنگ اجان هلندڙ هئي ان دوران لينن ملڪي ۽ بين الاقوامي حالتن جو جائزو وٺڻ ڪانپوءِ ان نتيجي تي پهتو ته هٿياربند بغاوت جو وقت اچي ويو آهي. انقلاب وارن ڏينهن ۾ ته مرڪزي ڪميٽي جي اهم اڳواڻن (ريازانوف، ڪامنيف ۽ زنوويف) هٿياربند بغاوت خلاف مسلسل مهم هلائي. جنهن جي جواب ۾ 31 آڪٽوبر تي لينن "ڪامريڊن ڏانهن خط" ۾ لکيو ته "يا ته اسان پنهنجي نعري "سمورو اقتدار سوويتن کي ڏيو" تان هٿ کڻون يا ته هڪ هٿياربند بغاوت ڪريون. وچ وارو ڪوبه گس ناهي."[165] هن پارٽيءَ جي اڳواڻن کي دليل ڏيندي 25 آڪٽوبر (7 نومبر) تي ٿيندڙ سموري روس جي سوويتن جي ٻي ڪانگريس کان اڳ ڪارروائي ڪرڻ تي زور ڀريو. "اسانکي انتظار نه ڪرڻ گهرجي! بالشوڪن لاءِ "رسمي" اڪثريت جو انتظار ڪرڻ بيوقوفي ٿيندي. اسان کان هر شي وڃائجي ويندي! 25 آڪٽوبر واري ووٽنگ جو انتظار فضول ٿيندو. حڪومت لوڏي ۾ آهي. ان کي هر قيمت تي تباهه ڪرڻ ضروري آهي."[166] لينن پارٽيءَ اندر ڪنهن ڏڪيڙ کي روڪڻ لاءِ پيٽروگراڊ آيو ۽ 25 آڪٽوبر (7 نومبر) تي بغاوت جي تياري لاءِ "انقلابي فوجي ڪميٽي" جوڙي. ٻئي ڏينهن تي، سينٽ پيٽر ۽ سينٽ پال جي فوجي قلعن تي قبضو ڪرائي، اُتان 10 هزار رائفلون هٿ ڪيون ۽ اُهي سرخ فوج ۾ ورهايون. جُون مهيني کان وٺي ڪارخانن اندر سرخ فوج جون ڪمپنيون جڙي چڪيون هيون. جنهن ڪانپوءِ عبوري حڪومت "فوجي ڪميٽي" کي غيرقانوني قرار ڏئي ڇڏيو. لينن ويس بدلائي لينوئي کان سمولني پهچي ذاتي طور تي بغاوت کي منظم ڪيو. سرخ محافظن کي ٽيليفون ايڪسچينج، ريلوي اسٽيشنس، ٽيليگراف آفيس، پاور هائوس، اسٽيٽ بئنڪ ۽ ٻين اهم جاين ڏانهن اماڻيو. اٽڪل صبح 10 بجي تائين سمورو حڪومتي ڍانچو ڍير ٿي پيو ۽ لينن اعلان ڪيو ته سموري روس جي مزدورن، فوجين جي عيوضين جي ٻي ڪانگريس شروع ٿي چڪي آهي. جنهن کي مزدورن، فوجين ۽ هارين جي وسيع اڪثريت جي حمايت حاصل آهي. ڪانگريس اقتدار پنهنجي هٿن ۾ وٺي ٿي. سوويت حڪومت سمورين قومن کي ترت امن ۽ سمورن محاذن تي جنگ بنديءَ جي آڇ ڪري ٿي." ان وچ ۾ سرڪاري ملازمن هڙتال ڪري ڇڏي ان جي ردعمل ۾ حڪومتي ڪاروهنوار هلائڻ لاءِ لينن ترت نوان وزير (ڪميسار) مقرر ڪري ڇڏيا. اها تاريخ جي وڏي سياسي ۽ جنگي فتح هئي جيڪا بغير ڪنهن وڏي

خونريزيءَ جي حاصل ڪئي وئي. اهڙن ماڻهن لاءِ جنگ جي ماهر سن زو لکيو هو تہ عظيم جنرل اهي آهن جيڪي بغير وڙهڻ ۽ ماڻهو مارڻ جي جنگ کٽي وٺندا آهن. لينن پنهنجن لفظن کي گولين طور ڪتب آندو، پنهنجين تقريرن کي بارود بڻائي دشمن جي هزارين سال پراڻن روحاني قلعن کي پورا پورا ڪري ڇڏيو. هن جي ڪتابن ائٽم بم جهڙا ڌماڪا ڪيا جن هزارين سال مدي خارج ريتن رسمن، ظلم ۽ ڏاڍ، جابر حڪمرانن جي محلاتن کي ساڙي خاڪ ۾ ملائي ڇڏيو.

روس ۾ انقلاب تہ اچي ويو پر هاڻي ان انقلاب ۽ خود روس کي وڏو خطرو جرمنيءَ مان ٿي پيو جيڪا زار شاهي جي فوج کي ذري گهٽ هارائي چڪي هئي. مُلڪ جون حالتون بدترين بحران جو شڪار هيون ۽ فوج تباهہ حال هئي هاڻي ان صورتحال ۾ بالشوڪ پارٽي ڇا ڪري؟ يا تہ جرمنيءَ سان جنگ جاري رکي يا شڪست قبول ڪري؟ حقيقت ۾ روس ۽ بالشوڪ پارٽي جرمنيءَ سان ويڙهہ ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نہ هئا. لينن کي چڱي ريت ڄاڻ هئي تہ جنگ فقط ويڙهاند جو نہ پر سفارتي، نفسياتي ۽ اقتصادي معاملو پڻ آهي. تنهنڪري، جرمنيءَ خلاف ويڙهہ ۾ فقط فوجي ذريعن تي ڀاڙڻ بدران لينن سفارتي ۽ نفسياتي جنگ بہ جاري رکي. هن جي خيال ۾ جيئن پهرين عالمي جنگ دوران پروپيگنڊا ذريعي زار شاهي جي فوج جي ضابطي ۽ ارادي کي ڪاٽ هنيو ويو هو ساڳي ريت سرمائيدار ۽ سامراجي طاقتن جي فوجن کي بہ اندران ئي اندران ڪاٽ هڻي سگهجي ٿو. ائين بالشوڪن نفسياتي حملي آور لڙائي ڪندي لفظن ۽ پمفليٽن جي هٿيارن سان ويڙهہ ڪئي. بالشوڪن جنگ کي سامراجي جنگ سڏي امن جو نعرو بلند ڪيو، (جنگ جي تباهين ۽ قتل عام سبب ٿڪل ۽ بيزار ڪروڙين عوام ۽ خاص ڪري فوجين لاءِ اهو نعرو سندن دل جي ڳالهہ هو.) اتحادين ۾ ٿيل ڳجها عهدناما پڌرا ڪري ڇڏيا، (جنهنڪري، سامراجي مُلڪن جا حڪمران طبقا ذليل ۽ خوار ٿي ويا) بريسٽ لٽوسڪ جنگ بنديءَ ۽ امن ڪانفرنسن کي عوامي فورم طور استعمال ڪندي پنهنجن خيالن جو پرچار ڪيو. بالشوڪن اٽڪل ڏهہ لکن ڪان وڌيڪ پمفليٽ جرمن فوجين ۽ جنگي قيدين ۾ ورهايا. ايتريقدر جو، جڏهن جرمن قيدي، روس مان واپس ٿيا تہ جرمنيءَ پنهنجن فوجين کي ٿيهن ڏينهن لاءِ الڳ ڪري رکيو. جرمن جنرل هاف من چيو تہ روس مان واپس ٿيل جرمن فوج ايترو تہ "بالشوازم جي گند"

سان پريل هئي جو هن کي اها جرائت نہ ٿي تہ اُن فوج جي ڪجھ حصي کي اولهندي محاذ ڏانهن منتقل ڪري."[167]

روس مجبور ٿي جرمنيءَ سان بريسٽ لٽوسڪ معاهدو ڪيو جيتوڻيڪ، اهو امُن معاهدو هو پر ان پنيان دشمن سان ويڙهہ جي جنگي حڪمت عملي بہ هئي. برطانوي ايجنٽ بروس لوڪارٽ (Bruce Lockhart)، لينن سان ان ڳالهہ جو اظهار ڪيو تہ جيڪڏهن توهان جرمنيءَ سان امن معاهدو ڪندا تہ پوءِ جرمني پنهنجي سموري فوج کي اولهندي محاذ ڏانهن اماڻيندو. اُهي (جرمن) اتحادين (برطانيہ، فرانس وغيره) کي تباهہ ڪري ڇڏيندا ۽ ان ڪانپوءِ بالشوڪ ڪيڏانهن ويندا؟ ان تي لينن مسڪرائيندي چيس تہ "تون بہ پنهنجي مُلڪ واسين وانگر نوس فوجي انداز سان سوچين ٿو. تون نفسياتي عنصر کي نظرانداز ڪرين ٿو. هن جنگ جو معاملو خندقن (مُهڙ) ۾ نہ پر پٺئين حصي (rear) ۾ طئي ٿيندو... هن ڌاڙيل امن واري ناهہ جي نتيجي ۾، جرمنيءَ کي اوڀر طرف ٿوري نہ پر تمام گهڻي فوج برقرار رکڻي پوندي... هڪ فوج جيڪا ويڙهہ نٿي ڪري سگهي، ان کان وڌيڪ طاقتور هٿيار مانيٽي (غيرمتحرڪ) مزاحمت (Passive resistance) آهي."[168] بهرحال، ان معاهدي جي تمام ڳري قيمت ادا ڪرڻي پئي ڇاڪاڻ تہ لينن جرمني سان بريسٽ_لٽوسڪ جو امن معاهدو ڪري عارضي طور تي پٺتي هٽي تہ ويو پر تمام وڏو علائقو ۽ وسيلا (اٽڪل 34 سيڪڙو آبادي، 32 سيڪڙو زرعي زمين، 54 سيڪڙو صعنت ۽ 89 سيڪڙو ڪوئلي جا ذخيرا) جرمني جي حوالي ڪيا ويا. لينن جي خيال ۾ "جڏهن انقلابي پارٽين حملو ڪرڻ سکي ورتو هجي، تہ انهن کي اهو بہ سمجهڻو پوندو تہ ان جاڻ سان گڏ اهو بہ معلوم ڪرڻ گهرجي تہ پٺتي ڪيئن هٽجي." "تيسين فتح حاصل ڪرڻ ناممڪن آهي جيستائين توهين اهو نٿا سکو تہ درست نموني ڪيئن حملو ڪجي ۽ ڪيئن پٺتي هٽجي."[169]

اجان جرمنيءَ سان ٿيل (بريست لٽوسڪ) معاهدي وارن ڪاغذن تان مس ئي نہ سڪي هئي تہ سَوويت حڪومت کي ٻاهرين مداخلت ۽ ملڪ اندر گهرو ويڙهہ کي منهن ڏيڻو پئجي ويو. بالشوڪن ۽ سفيد فوج جي وچ ۾ ٿيل جنگ دوران ماسڪو کي گهيرو ڪيو ويو ۽ ائين پئي لڳو تہ شايد سوويت حڪومت بچي نہ سگهي. پيٽروگراڊ واري محاذ تي شهر جي مزدورن آخري خندق تائين دشمن کي روڪي رکيو. پر سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ تہ ڏاکڻي رخ کان ايندڙ سفيد

فوج هئي جنهن کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ انتهائي ڏکيو ڪم هو پر تيسين ان جي اڳيرائيءَ کي روڪڻ ۾ Tsaritsyn (جنهن کي بعد ۾ اسٽالن گراڊ سڏيو ويو) وٽ ٿيل گهيري اهم ڪردار ڪيو جتي اسٽالن، وروشلوف ۽ بديني جهڙن جنرلن سوويت فوج جي اڳواڻي ڪئي ۽ سفيد فوج هٿان بالشوڪ راڄ کي ختم ڪرڻ واري سگهه مان ساهه ئي ڪڍي ڇڏيو. 1919 ۽ 1920ع دوران هڪ هڪ ڪري سفيد روسي جنرلن کي شڪستون ڏنيون ويون. ٻن سالن کان مٿي هليل ان جنگ ۾ انقلاب جو بچي وڃڻ ڪنهن معجزي کان گهٽ نه هو. ان دوران بالشوڪن نه صرف هٿيارن پر قلم ذريعي به ويڙهه ڪئي. ان جنگ ۾ سرخ فوج سميت اسٽالن، ٽراٽسڪي، فرنز، وروشلوف ۽ تمشينڪو جهڙن اهم جنگي سربراهن به پاڻ مڃايو.

روسي انقلاب جتي سياسي ۽ سماجي ادارن جي پراڻن تصورن کي ٻهاري ڇڏيو ساڳئي طرح فوجي تنظيم ۽ جنگي اصولن ۽ حڪمت عمليءَ جي پراڻن تصورن کي به بدلائي ڇڏيو. جيئن فرانسيسي انقلاب بادشاهن ۽ نوابن جي فوج جي جاءِ تي عوامي فوج کي آندو ۽ جنگ کي ”آزادي، برابري ۽ ڀائپيءَ“ جهڙن مقصدن کي حاصل ڪرڻ جي اوزار طور ڪتب آندو. بالشوڪن زار جي فوج کي هٽائي مزدورن ۽ هارين جي سرخ فوج ٺاهي جنهن 24 فيبروري 1918ع ۾ جنم ورتو. هڪ اهڙي فوج جيڪا اندرين ۽ ٻاهرين دشمنن خلاف انقلاب جي دفاع لاءِ مظلوم ۽ پيڙهيل عوام جو هٿيار هئي.

جنگ جي سائنس ۽ فن جي حوالي سان لينن لکيو ته ”جيستائين (هٿياربند) بغاوت کي هڪ فن وانگر نه ٿو سمجهيو وڃي تيستائين مارڪسزم سان وفادار رهڻ ۽ انقلاب سان وفادار رهڻ ناممڪن آهي. ڪامياب ٿيڻ لاءِ، بغاوت کي نه سازش تي ۽ نه ئي هڪ پارٽي تي، پر سڌريل طبقي تي ڀاڙڻ گهرجي. اهو آهي پهريون نقطو. بغاوت کي عوام جي انقلابي اڀار تي ڀاڙڻ گهرجي. اهو آهي ٻيو نقطو. بغاوت کي ترقي ڪندڙ انقلاب جي تاريخ جي موڙ تي ڀاڙڻ گهرجي جڏهن عوام جي سڌريل صفن جي سرگرمي پنهنجي عروج تي هجي ۽ جڏهن دشمن جي صفن ۾ ۽ انقلاب جي ڪمزور، ٻڏتر ۽ بد دل دوستن جي صفن ۾ سگهاري ترين اڻ تڻ هجي. اهو آهي ٽيون نقطو. ۽ بغاوت واري سوال جي حوالي سان اهي ٽئي شرط مارڪسزم کي بلانڪزم کان نمايان ڪن ٿا.“[170]

جنگي حڪمت عمليءَ بابت لينن جي تصور متعلق تبصرو ڪندي لڊل هارٽ لکيو تہ "لينن وٽ هڪ بنيادي حقيقت جو تصور هو، جڏهن هن چيو تہ "جنگ ۾ سڀ کان معقول ترين حڪمت عملي اها آهي تہ آپريشن کي تيستائين ملتوي ڪجي، جيستائين دشمن اخلاقي طور ڏيوالي جو شڪار نہ ٿو ٿئي ۽ پوءِ ان کي موتمار ڌڪ هڻڻ ممڪن ۽ آسان بڻجي ويندو." "سڀ کان معقول ترين حڪمت عملي اها آهي تہ ڪنهن بہ جنگي مهم ۾ تيستائين لڙائي کي ملتوي ڪجي ۽ سڀ کان معقول ترين تدبير اها آهي تہ تيستائين حملي کي ملتوي ڪجي، جيستائين دشمن جو اخلاقي انتشار ۽ مونجهارو، فيصلاڪن ڌڪ هڻڻ کي قابل عمل نٿو بڻائي."[١٠١]

طبقاتي جدوجهد، سياست، انقلاب ۽ جنگ جي تعلق جي حوالي سان لينن لکيو تہ "هٿياربند بغاوت سياسي جدوجهد جي هڪ خاص صورت آهي."[١٠٢] "جيڪي چون ٿا تہ سوشلسٽ سمورين جنگين جي مخالفت ڪن ٿا ۽ سامراجيت جي دور ۾ قومي جنگيون ممڪن نہ رهيون آهن. اهي غلط آهن. پهرين ڳالهہ تہ سوشلسٽ، انقلابي جنگين جا نہ ڪڏهن مخالف رهيا آهن ۽ نہ ئي ڪڏهن ٿي سگهن ٿا ٻيو تہ، گهرو ويڙهہ بہ جنگين وانگر هڪ جنگ آهي. جيڪو ماڻهو طبقاتي جدوجهد جي ڳالهہ ڪري ٿو اهو گهرو ويڙهہ کي قبولڻ کان انڪار نٿو ڪري سگهي. هر طبقاتي معاشري ۾ گهرو ويڙهہ ٺيٺ فطري عمل آهي ۽ مخصوص حالتن اندر اها طبقاتي جدوجهد جو تسلسل، واڌارو ۽ شدت ۽ اٽڙر صورت آهي. ان جي ثابتي هر وڏي انقلاب ۾ ملي ٿي. جيستائين اسين سموري دنيا جي سرمائيدارن جو تختو اونڌو نٿا ڪريون تيسين جنگيون ٿينديون رهنديون. "مادر وطن جي دفاع" جي لفاظي جي ڪري هلندڙ جنگ (پهرين عالمي جنگ) کي "جائز" جنگ نٿا مڃي سگهون. اها ڳالهہ نہ وسارڻ گهرجي تہ هر جنگ ٻين ذريعن سان پاليسيءَ جو تسلسل آهي. موجوده سامراجي جنگ وڏين طاقتن جي ٻن گروهن جي سامراجي پاليسين جو تسلسل آهي. انهن حالتن ۾ انقلابي قومي بغاوتون ۽ جنگيون، سرمائيدارن خلاف پورهيت جنگيون ۽ بغاوتون، ۽ ٻنهي قسمن جون انقلابي جنگيون ٺيٺ ممڪن ۽ اٽڙر آهن."[١٠٣]

لينن کي خبر هئي تہ سرمائيداري ۽ سوشلزم ۾ جنگ اتي ئي ختم ڪانہ ٿيندي. ان حوالي سان هن اڳواٽ ئي لکيو هو تہ "بين الاقوامي سرمائيداريت

جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ جنگ، هڪ اهڙي جنگ جيڪا رياستن جي وچ ۾ هوندي، عام سخت ترين جنگين کان سوين دفعا وڌيڪ مشڪل، ڏکي ۽ پيچيده هوندي.“[174] بلڪل ائين ئي ٿيو ته 1939ع ۾ ٻي عالمي جنگ جي ابتدا ٿي جنهن جنگ جي سموري تاريخ جا اڳوڻا رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا. ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته ٻي عالمي جنگ دوران نازي درندن خلاف ڪيل ويڙهه ۾ سوشلسٽ نظريي اهم ڪردار ادا ڪيو. پر فقط اخلاقي سگهه ڪافي ناهي هوندي ان لاءِ مادي وسيلا، ضابطو ۽ جنگي سائنس ۽ فن جي مهارت به گهربل هجي ٿي. ٻي عالمي جنگ (1939ع) لڳڻ تائين سوويت يونين فقط 15 سالن جي مختصر عرصي اندر پاڻ کي دنيا جي طاقتور ترين ملڪن جي فهرست ۾ آڻي بيهاريو.

**جي ايف سي فلر** (1878_1966ع) (برطانوي جنرل)

جي ايف سي فلر (J. F. C. Fuller) جديد جنگ جي تصوراتي نظريي ۽ جديد هٿيارن وارن آپريشنس جي حوالي سان ويهين صديءَ جو مڃيل جنگي تجزيي نگار هو. جنگي مسئلن، جنگ جي سياسي ۽ سماجي پاسن ۽ جنگي تاريخ بابت هن جي لکڻين ٻي عالمي جنگ ۾ ان ڪانپوءِ جي جنگي رهنمائن تي نمايان اثر وڌا. هن جنگ جي فن ۾ اهو تصور پيش ڪيو ته ”مستقبل جي لڙائين جي ڪاميابيءَ جي ڪنجي (لفافي وانگر) ويڙهڻ بدران اندر گهڙي وڃڻ (Penetration) واري اٽڪل هوندي“ ۽ ٻيو ته هن ٽينڪ جي جنگ جو تصور ڏنو ۽ پهرين تجربي جي اڳواٽي به ڪئي ۽ وڏي تعداد ۾ ٽينڪن جي حملي جو تصور به ڏنو.

جي ايف سي فلر جو خيال هو ته ”هر نئون يا سڌريل هٿيار يا حرڪت ڪرڻ جا نوان طريقا جنگ جي فن ۾ تبديلي جي تقاضا ڪن ٿا. ٽينڪ جي اچڻ ڪانپوءِ ان فن ۾ مڪمل طور تي انقلاب اچي ويو آهي. ٽينڪ جي متعارف ٿيڻ سان

(1) جسماني طاقت بدران مشيني طاقت جاءِ والاري
(2) ٽينڪ چرپر جي آزاديءَ ۾ اضافو ڪيو
(3) ٽينڪ جي موٽي لوهي چادر گوليءَ جي اثر کان بچاءُ ڪرڻ جي صلاحيت ۾ اضافو ڪري ڇڏيو
(4) ٽينڪ، سپاهين کي ڳرا هٿيار کڻي هلڻ ۽ گهوڙن کي هڪلڻ کان ڇوٽڪارو ڏياري حملي آور طاقت ۾ اضافو ڪيو ۽ بارود جي اضافي رسد سبب هٿيارن جي تباهه ڪندڙ طاقت ۾ پڻ واڌارو ڪيو.

(5) ٽينڪ زمين جي هموار ۽ غيرهموار سطح تي آساني سان هلي سگهي ٿي، جنهن ڪري، جڻ ته، زمين هاڻي سمنڊ وانگر بڻجي وئي. مطلب ته ٽينڪ ڪنهن به ملڪ جي سموري علائقي کي جنگ جو ميدان بڻائي ڇڏيو.

(6) ٽينڪ جي ڪري وقت جي بچت ٿئي ٿي ۽ جنگ ۾ وقت جي وڏي اهميت هوندي آهي.“

ٽينڪن جي استعمال صديون پراڻن جنگ جي طريقن ۽ پيادا فوج جي اهميت کي به گهٽائي ڇڏيو. ٽينڪ جي اچڻ سان اهو ٿيو ته پيادا فوج جيڪا صدين کان مکيه قوت پئي رهي آهي سا مددگار قوت بڻجي وئي ۽ بعد ۾ جتي-جتي ٽينڪ حرڪت ڪري سگهي اتي پيادا فوج بيڪار ٿي وئي. ان حقيقت اسانجي موجوده دور جي جنگي تصورن ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو آهي ۽ جنگي اٽڪلن ۾ هڪ نئون دور شروع ڪري ڇڏيو آهي. پهرين عالمي جنگ دوران مشين گن، ڪنڊيدار تارن جي رڪاوٽن ۽ ڳري توبخاني واري ”خندقي جنگ“ دوران ڪوبه هٿيار اهڙو نه هو جيڪو دشمن جي دفاعي محاذ ۽ ان جمود کي ٽوڙي سگهي. انهن ڏينهن ۾ 1916ع ڌاري ٽينڪ کي پهريون پيرو ميدان تي لاٿو ويو. انهن ڏينهن ۾ فلر چيو هو ته ”گهٽ ۾ گهٽ اها ئي ڪاميابيءَ سان اندر گهڙي وڃڻ جو وسيلو ٿي سگهي ٿي.“ بعد ۾ هن وڏي تعداد ۾ ٽينڪن جي حملي جو پهريون منصوبو ٺاهيو جنهن مطابق ٽينڪون جرمنيءَ جي دفاعي قطار ۾ اندر گهڙي ويون ۽ ڪيمبرائي وٽ 20 نومبر 1917ع ۾ فتح حاصل ڪئي وئي. فلر پهرين عالمي جنگ کي ختم ڪرڻ لاءِ آخري منصوبو تيار ڪيو هو جنهن ۾ اٽڪل 4 هزار نيون ٽينڪون اندر گهڙڻ لاءِ ۽ پوءِ وري ان جو فائدو وٺڻ لاءِ هڪ هزار ٽينڪون استعمال ٿيڻيون هيون. پر اهو منصوبو عمل ۾ نه اچي سگهيو. بعد ۾، ٻي عالمي جنگ وقت نازي فوج ”وڄ جي تيزيءَ“ واري حڪمت عمليءَ تي عمل ڪندي فلر جي منصوبي کي عملي جامو پهرايو. هن گهوڙن واري فوج بدران مشينن ذريعي جنگ ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي جنهن تي برطانيه جا روايتي فوجي سربراهه هن کان ناراض ٿيا.

جي ايف سي فلر جي خيال مطابق، ٽينڪ جي اچڻ سان حڪمت عمليءَ تي فرق نه پوندو جيڪا ڪلازيوٽز واري اصول ”دشمن جي ويڙهاڪ قوت کي تباهه ڪرڻ“ تي عمل ڪري ٿي. هاڻي سوال هي ٿو پيدا ٿئي ته دشمن جي فوجي

تنظيم کي تباھ ڪيئن ڪجي؟ (1) ان کي ٽڪائي ختم ڪرڻ سان يا (2) ان کي ناڪارا بڻائڻ سان؟ جنگ ۾ پهرين طريقي مان مراد آهي دشمن کي مارڻ، پڪڙڻ يا بي هٿيار ڪرڻ. ٻئي طريقي جو مطلب آهي فوجي دماغ (هاءِ ڪمانڊ) کي ناڪارا بڻائڻ. مثال طور ڪنهن ماڻهوءَ جي جسم جي مختلف حصن تي ڌڪ هڻي يا زخمي ڪري مارجي يا ان جي دماغ کي ڌڪ رسائجي. ڪنهن به فوج جو دماغ ان جي فوج، ڪور ۽ ڊويزنل هيڊڪوارٽر، جو اسٽاف هوندو آهي. پر انهيءَ فوجي (دماغ) اسٽاف تائين پهچڻ لاءِ پهريائين محاذ تي موجود فوج، خندقن، ڪنڊيدار تارن، بارودي سرنگهن کي منهن ڏيڻو پوندو. تنهنڪري ان قسم جي مزاحمتي پٽيءَ (محاذ) کان بچڻ لاءِ ٻن قسمن جا هٿيار ڪم اچي سگهن ٿا (1) جهاز ۽ (2) ٽينڪ. جهاز سيني قسمن جي رڪاوٽن تي غالب ٿي سگهي ٿو پر ان کي زمين تي لهڻ لاءِ مناسب ميدان گهرجي ۽ جهازن ۾ ايتري فوج ۽ هٿيار نه ڪٽي سگهبا جيترا دشمن وٽ هوندا. جيتوڻيڪ، ٽينڪ جي استعمال ۾ به مسئلا آهن پر اهي عارضي آهن. جيئن ته دشمن جي طاقت ان جي مهڙ واري محاذ وٽ نه هوندي آهي، پر ان جي پنيان هوندي آهي. بچت فوج ئي ان جي فتح جي ضامن هوندي آهي. تنهنڪري، ”دشمن جي فوج کي تباھ ڪرڻ ڪانپوءِ ان جي ڪمانڊ کي تباھ ڪرڻ صحيح نه ٿيندو، پر دُشمُن تي حملي ڪرڻ کان اڳ، ان (فوج) کي ڇڙوڇڙ ۽ غيرمنظم ڪجي ته جيئن حملو آسانيءَ سان ڪري سگهجي. ۽ ائين ڪرڻ جو سڀ کان بهترين ۽ آسان طريقو ان جي هاءِ ڪمانڊ کي ڌڪ رسائڻ آهي.“[175] ان لاءِ هن ”هڪبئي جي سامهون ٺئي ٽيل دفاعي محاذن“ تي وڙهڻ بدران دشمن جي ”دفاعي قطار ٽوڙي اندر گهڙي وڃڻ“ وارو تصور ڏنو جنهن تي پڻ برطانيه عمل نه ڪيو ۽ ٻي عالمي جنگ دوران نازي جرمنيءَ ان مان فائدو ورتو. (فلر جي ان تصور سبب هن جا سينئر فوجي عملدار (جيڪي گهوڙن تي هلڻ جا عادي هئا) سي پڻ هن کان ناراض هئا.) هن، ٻي عالمي جنگ کان اڳ ۾ ئي چيو هو ته ”فرانس جي ميجنوٽ دفاعي قطار ”فرانس جو مقبرو“ ثابت ٿيندي.“[176] اها ڳالهه سچ ثابت ٿي. بهرحال، بعد ۾، روسي ۽ جرمن فوج هن جي ڏنل اصولن تي عمل ڪيو. هن ”هٿيار ۽ تاريخ“ ”اولهه جي دنيا جي فوجي تاريخ“ جهڙا ڪتاب لکيا.

جي ايف سي فلر جنگ جي فن جي حوالي سان لکيو ته ”فوج جو جنگ جي ميدان تي ڪنو ٿيڻ (Concentration) جي معنیٰ عددي برتري يا هٿيارن جي

برتري ناهي. ان جو سڀ کان فائديمند استعمال تڏهن ٿيندو جڏهن حيرت ۾ وجهڻ وارو عنصر ان سان ڳنڍيل هجي، چاڪاڻ تہ جيترو وڏو اچرج ۾ وجهندڙ عمل هوندو اوترا سپاهي ۽ هٿيار گهٽ استعمال ٿيندا. حيرت ۾ وجهڻ، تحفظ، گڏجڻ وارا عمل گهٽ نقصان ڏين ٿا ۽ فائدو بہ ڏين ٿا ۽ انهن سان ڪامياب حملي آور عمل ۽ هلچل کي برقرار رکي سگهجي ٿو. هڪ جنرل جو مقصد فقط فتح ماڻڻ نہ آهي پر جيترو جلد ٿي سگهي جنگ کي ڪامياب توڙ تائين پهچائڻ آهي."[177]

### ڪيپٽن لڊل هارٽ

هن وقت يورپ ۾ جنگ جي علم جو وڏي ۾ وڏو ماهر بي ايچ لڊل هارٽ کي سمجهيو وڃي ٿو. جنهن جنگ جي سائنس ۾ تمام گهڻا واڌارا ڪيا. اُن لاءِ هڪڙي اسرائيلي جنرل لکيو تہ "هي جنرلن جو ڪيپٽن آهي."[178] (ڪيپٽن هيٺين رينڪ جو هوندو آهي ۽ جنرل جي حيثيت مٿانهين هوندي آهي.) جديد اسرائيل جي فوجي تنظيم ڪاريءَ ۾ هن جو وڏو هٿ آهي. لڊل هارٽ جنگي حڪمت عملي جي حوالي سان تمام وڏا ڪم ڪيا.


لڊل هارٽ

ڪيپٽن بي ايچ لڊل هارٽ آڪٽوبر 1895ع ۾ پئرس ۾ پيدا ٿيو، پهرين عالمي جنگ لڳي تہ هي انگريز فوج ۾ ڀرتي ٿيو. پر گئس جو شيل لڳڻ سبب ستن هفتن ڪانپوءِ هن کي سپاهي جي ڊيوٽي تان هٽائي انسٽرڪٽر طور مقرر ڪيو ويو. نيٺ، 1927ع ۾ فوج مان ڪيپٽن طور رٽائر ٿيو. بعد ۾ جنگ بابت صحافت ڪندو رهيو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا جن ۾ "ٽڪريءَ جي ٻئي پاسي" (1948)، "روميل جا ڪاغذ" (1953)، "پهرين عالمي جنگ جي تاريخ" "ٻي عالمي جنگ جي تاريخ" "تاريخ جون فيصلاڪن جنگيون" "عظيم ڪپتانن تان پردو کڄي ٿو" "نيپولين جو ڀوت" جهڙا ڪيترائي ٻيا اهم تاريخي ڪتاب شامل آهن. انهن ڪتابن ۽ هن جي مضمونن ۽ تجزين سبب هن کي جديد دور جي جنگي فن ۽ سائنس ۾ جنگي تاريخ نويس ۽ نظريدان طور وڏي مڃتا ملي. پر سنڌس زال لکيو تہ "سنڌس مُلڪ (برطانيہ) هن جو قدر نہ ڪيو." لڊل هارٽ ۽ جي ايف سي فلر جنگ کي مشيني بنائڻ جا وڏا حمايتي هئا.

جڏهن ڪا جنگ لڳندي آهي تہ سڀ ڪان پهريائين ڇا ٿيندو آهي؟ لڊل هارٽ جو خيال هو تہ جنگ ڪان اڳ ۾ ڪا ٻي شي ٿيندي آهي. جنهن کي هن عظيم حڪمت عملي (Grand Strategy) سڏيو آهي. عظيم حڪمت عمليءَ مان مراد، پاليسي واري مقصد جي پوئواري ڪندي، امن ۽ جنگ جي دوران شڪستن جي امڪانن کي گهٽائڻ ۽ فتح جي امڪانن کي وڌائڻ خاطر، سياسي، معاشي، نفسياتي ۽ فوجي طاقتن کي ترقي ڏيارڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي سائنس ۽ فن آهي. جيتوڻيڪ، "فقط جنگي حڪمت عملي ۾ جنرل جو ڪردار هوندو آهي ۽ اهو اُن کي عملي شڪل ڏياريندو آهي. پر ائين ناهي تہ جيڪڏهن جنرل چاهي تہ جنگ کي جيڏانهن ۽ جيترو وڌيس وٺي وڃي. نہ اهو عمل، انفرادي طور تي، جنرل جي مُوڊ سان بدل ناهي پر جنگ جي حڪمت عملي، عظيم حڪمت عمليءَ جي ماتحت هوندي آهي."[179]

لڊل هارٽ جو خيال هو تہ "هر حالت ۾ جنگ وڙهڻ جي ضرورت ناهي، ڇاڪاڻ تہ عظيم حڪمت عمليءَ ۾ جنگ فقط اُن جو هڪ جُزُ آهي." جنگ ڪا آخري ۽ حتمي فيصلاڪن شيءِ ناهي جيڪا مسئلن کي حل ڪري سگهي. جيئن تہ اڳ ۾ جنگ کي الڳ ڪري ڏٺو ويندو هو، ٻي عالمي جنگ دوران ۽ بعد ۾ اهو ثابت ٿيو تہ جنگ ڪا الڳ شي ناهي ڇاڪاڻ تہ جنگ سان گڏُ ٻيا ڪيترا شعبا ٿين ٿا جن جو سڌي ريت جنگ سان واسطو هجي ٿو. مثال طور، جديد جنگ ۾ اٽڪل 26 ڪن شيون (ڪوئلو، لوهہ، تيل، ربڙ، سلفر، نائٽرڪ ايسڊ، بارود، اسٽيل، ڪپهہ وغيره) اهڙيون شيون آهن جيڪي جنگ پيدا نہ ٿي ڪري پر ملڪ جي ڪارخانن ۾ ٺهن ٿيون. تنهنڪري ڪنهن ملڪ جي اقتصادي حالت ٺيڪ نہ هوندي تہ اُهو ملڪ جنگ جاري رکي نہ سگهندو ۽ ڪيس شڪست نصيب ٿيندي. ان حوالي سان عظيم حڪمت عمليءَ جو ڪم آهي تہ "جنگ جي سياسي مقصد جي حاصلات لاءِ هڪ قوم جي سمورن وسيلن (صنعت، سفارتڪاري، تجارت، اخلاقي سگهہ) کي مربوط (ترتيب) ڪري ۽ انهن جي نگراني (۽ رهنمائي) ڪري. جنگ ڪانپوءِ امن ڪرائڻ بہ عظيم حڪمت عمليءَ جي دائري ۾ اچي ٿو ۽ اها عظيم حڪمت عملي ناهڻ حڪومت جو ڪم آهي."[180]

عظيم حڪمت عملي مطابق ڪنهن مُلڪ ڪان پنهنجا مُطالبا مڃرائڻ لاءِ سڀ ڪان پهريائين سفارتي دٻاءُ پيدا ڪجي. ان لاءِ سفارتي ۽ نفسياتي جنگ ڪجي، بعد ۾ سياسي جنگ بہ ڪئي وڃي، ۽ اُن ۾ اخلاقي مورچي تي بہ ويڙهہ ڪرڻي

پوندي. چاڪاڻ ته اخلاقي طرح دشمن جي فوج کي ڪمزور ڪرڻ سان ويڙهه ۾ تمام ٿوري توانائي خرچ ٿيندي. اخلاقي طور تي ملڪ جي عوام کي حڪومت ۽ فوج کان ڪٽي ان جي مزاحمت کي گهٽائي سگهجي ٿو. لڊل هارٽ لکي ٿو ته "فطري رڪاوٽون، پلي ڪيتريون ئي جوڪائتيون چو نه هجن، پر ويڙهه جي خطري کان گهٽ خطرناڪ ۽ گهٽ غيريقيني هونديون آهن. سمورين حالتن کي ڳڻپ ۾ آڻي سگهجي ٿو، پر انساني مزاحمت جو اڳواٽ تخمينو ڪرڻ ۽ ان کي ڪچلڻ تمام ڏکيو ڪم آهي. اُن لاءِ سياسي، اخلاقي، سفارتي اٽڪلن ۽ ٻين طريقن سان اهڙو بندوبست ڪرڻ گهرجي." مثال طور، آمريڪا طرفان عراق ۽ افغانستان تي قبضو ڪرڻ لاءِ پهريائين اخلاقي، سفارتي، سياسي ۽ معاشي دٻاءُ پيدا ڪيا ويا، بعد ۾ جنگيون به ڪيون ويون. آمريڪا پهريائين صدام کي چوٽ ڏئي هن جي هٿان عراقي عوام سان زيادتيون ڪرايون، پوءِ پاڙيسرين (ايران، ڪويت) سان به وڙهايائونس. ساڳي ريت، افغانستان سان به ائين ڪيائون. پهريائين طالبان کي طاقتور بڻايائون پوءِ اُنهن جي هٿان افغاني عوام سان جُنيون ڪرايائون ۽ پاڙيسرين سان تعلقات خراب ڪرائي اُن کي اڪيلو ڪري ڇڏيائون. وري نائن اليون جو واقعو ڪري افغانستان کي عالمي سطح تي خوار ۽ ذليل ڪيائون ته جيڪڏهن آمريڪا افغانستان تي حملو ڪري ته ڪير به ائين نه چوي ته ڪو غلط ڪم پيا ڪريو!

خالص جنگ جي حڪمت عمليءَ تي بحث ڪندي لڊل هارٽ وڌيڪ لکي ٿو ته حڪمت عمليءَ بابت ڪلازيوٽز جي وصف ۾ خرابي هي آهي ته هي "جنگي مقصد (توڙ) تائين پهچڻ جو ذريعو فقط لڙائيءَ کي سمجهي ٿو." جڏهن ته لڊل هارٽ جي خيال ۾ "حڪمت عمليءَ جي وصف آهي ته جنگي ذريعن جي ورڇ ۽ ترسيل ذريعي پاليسيءَ جي مقصد (توڙ) کي پورو ڪرڻ." جيئن ته ڪلازيوٽز جي نظر ۾ خالص ويڙهه ۽ لڙائي ئي حقيقي "جنگ" آهي، جڏهن ته لڊل هارٽ هر حالت ۾ لڙائي ۽ ويڙهه کي فيصلاڪن عمل نٿو سمجهي هن جي نظر ۾ پهريائين دشمن کي، بغير ڪنهن خونريزه لڙائي جي، منجهائڻ، ٿيڙڻ ۽ پريشان ڪري شڪست ڏئي سگهجي ٿي، يا (ويڙهه ڪانسواءِ) دشمن کي اڳواٽ ڪمزور ڪرڻ ڪانپوءِ لڙائي ڪرڻ جي ڳالهه ڪري ٿو.

لڊل هارٽ چيو ته جنگ ۾ انساني ارادو، جيڪو مزاحمت جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو ۽ تدبيرن (چالن) جي سطح سان لاڳاپو رکي ٿو، ان جو اڳواٽ اندازو

نتو لڳائي سگهجي. (تنهنڪري) حڪمت عمليءَ جو ڪم ان مزاحمت کي آڻ ڏيڻ نہ آهي پر ان جو مقصد آهي تہ مزاحمت جي امڪان کي ئي گهٽائي ڇڏجي ۽ ان لاءِ تيزيءَ سان حرڪت ۽ اچرج ۾ وجهندڙ عنصرن کان ڪم وٺجي. حڪمت عمليءَ جي ماهر کي گهرجي تہ دشمن کي مارڻ نہ پر دشمن کي مفلوج زده بنائڻ واري انداز ۾ سوچي."[181] دشمن جي ترتيب کي ٽيڙي ڇڏي. اوچتو "محاذ جي تبديلي" جي مجبوريءَ هيٺ دشمن فوجن جي ترتيب، تنظيم ۽ ورڇ کي هيٺ مٿي ڪرڻ (يا جاءِ تان هٽائڻ ۽ بي ترتيب ڪرڻ) تي مجبور ڪجي. بهترين طريقو هي آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ مزاحمت واري لائين ونجي." "ڪمانڊر جي دماغ کي ٽيڙڻ سان هن جي سموري فوج ٽڙي ويندي."[182]
جنگ، جيئن تہ، هڪ غيريقيني ۽ مبهم عمل آهي جيڪو هزارين رازن، دوکن، ٺڳين ۽ چالن جي چادرن ۾ ويڙهيل هجي ٿو ۽ دُشمن جي ٻئي قدم جي باري ۾ اڳواٽ ڄاڻڻ انتهائي ڏکيو ڪم آهي. تنهنڪري، لڊل هارٽ جي خيال ۾ هڪ هدف (مقصد) جي يقيني حاصلات لاءِ متبادل هدف (مقصد) هجڻ گهرجي. هڪ حملو جيڪو ٻن رُخن کان هڪ هدف (Convergence) کي نشانو بڻائي ۽ ساڳئي وقت ڪنهن ٻئي (هدف خلاف) ٻن رُخن ۾ حملي ڪرڻ (Divergence) جي اهل هجي. فقط ان قسم جي لچڪدار مقصد سان ئي جنگ جي غيريقينت کي منهن ڏئي سگهجي ٿو.
اهڙي دور ۾ جڏهن سنڌو محاذ جي مهڙ تي حملو ڪرڻ جي جنگي روايت هجي ان وقت لڊل هارٽ "اڻسڌي رسائي" جي حڪمت عمليءَ جي اهميت کي پڌرو ڪيو. لڊل هارٽ 1924ع ۾ پنهنجي مضمون ۾ "نيپولينی غلطي" (Napoleonic Fallacy) "دشمن جي مکيہ قوت خلاف قطعي جنگ ڪرڻ" واري اصول تي تنقيد ڪندي "اڻسڌي حڪمت عملي" جي وڪالت ڪئي.[183] هن جي خيال ۾ ڪنهن بہ سنجيده ويڙهہ ڪانسواءِ ڪو فيصلو پيدا ڪرڻ حڪمت عمليءَ جي ڪماليت آهي. تاريخ ۾ ڪيترائي مثال ملن ٿا جن ۾ حڪمت عمليءَ، فائديمند حالتن جي مدد سان، ان قسم جا نتيجا پيدا ڪيا. جهڙوڪ سيزر جي اليردا جي مهم، ڪرامويل جي پرسٽن واري مهم، نيپولين جي الم واري مهم، مولٽڪي طرفان ميڪ ماهن جي فوج جو گهيرو وغيره. انهن لڙائين ۽ مهمن ۾ دشمن جي فوج کي تباهہ ڪرڻ ڪانسواءِ دشمن جي فوج طرفان هٿيار ڦٽا ڪرڻ يا انهن کي بي هٿيار ڪرڻ ذريعي فيصلو پيدا ڪيو ويو. جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو

ته ڪنهن به فيصلي لاءِ دشمن جي تباهي لازمي ناهي. جيتوڻيڪ، تاريخ ۾ خونريزيءَ کانسواءِ جنگين ۾ فتح جا مثال تمام گهٽ ملن ٿا.

هن يورپ جي جنگ جي آڳاٽي ۽ جديد تاريخ جو گهرائي سان تجزيو ڪيو ۽ ٻڌايو ته يورپ جي سموري جنگي تاريخ مان فقط "27 جنگيون اهڙيون آهن جن يورپي تاريخ ۾ فيصلاڪن تبديليون آنديون. انهن 27 جنگين ۾ 240 مهمون وڙهيون ويون. پر انهن مان فقط ڇهن جنگي مهمن ۾ دشمن جي مکيه قوت تي "سڌي حملي" سان فيصلاڪن نتيجا مليا آهن. باقي سڀئي جنگي مهمون "اڻسڌي رسائيءَ" سان کٽيون ويون." "اڻسڌي رسائي حڪمت عملي جي سڀ کان سستي صورت آهي. ڇاڪاڻ ته ان ۾ گهٽو ڪري دشمن جي اقتصادي هدف، رسد واري قطار يا ذريعي، کي نشانو بڻايو ويندو آهي." "پهريائين دشمن جي ڪمزور ساٿيءَ کي نشانو بڻائجي ۽ پوءِ مضبوط مرڪز کي شڪست ڏيڻ جي ڪوشش ڪجي."[184]

لڊل هارٽ انتهائي شاندار نموني "اڻسڌي رسائي" جي حڪمت عمليءَ وارو تصور پيش ڪيو جيڪا هن جي خيال مطابق بهترين حڪمت عملي آهي. جنگ ۾ جسماني (طبعي) پاسي جي مطالعي سان گڏ نفسياتي پاسي کي ڪڏهن به نظرانداز نه ڪرڻ گهرجي. انهن ٻنهي جي گڏپ سان ئي سچي پچي اڻسڌي رسائي واري حڪمت عملي جڙي سگهندي. آپريشنل سطح تي ان حڪمت عمليءَ جو تت (جوهر) هي آهي ته دشمن کي سڌو طاقت استعمال ڪرڻ لاءِ للڪارڻ نه پر دشمن تي اُن وقت حملو ڪجي جڏهن اُهو، هڪ غيرمتوقع رُخ کان دشمن جي رسائيءَ سبب، اڳ ۾ ئي اچرج، مونجهاري جو شڪار ٿي پنهنجو توازن بگاڙي چڪو هجي. مثال طور سڪندر ايران ڏانهن پيش رفت ڪرڻ کان اڳ مصر ۽ فلسطين تي قبضو ڪيو، ۽ سپيو (Scipio) ڪارٿيج تي حملو ڪرڻ کان اڳ اسپين کي فتح ڪيو. اڻسڌي رسائي ان ڏر لاءِ ضروري آهي جنهن کي لڙائيءَ ۾ دشمن جي پنهنجي چونڊيل ميدان تي ان کي مارڻ جي سگهه ۽ پڪ نه هجي. جنگ جي تاريخ ۾ ڪيترن ئي مثالن ۾ هن جو خيال بيشڪ درست ثابت ٿيو آهي. حقيقت ۾ هن جي نظريي جو مکيه نقطو هي آهي ته ٻن مخالف قوتن جي وچ ۾ لڙائيءَ جي آزمائش کان اڳ، جنگي اٽڪلن ۽ گوهين گُتن، نه کي ويڙهه، ذريعي توازن کي بگاڙي ڇڏجي. خاص ڪري

جيڪا ڏر عددي حوالي سان ڪمتر هجي ان ڪي دشمن سان سڌو ٽڪر کائڻ بدران اٽڪلن کان ڪم وٺڻ گهرجي.
پر اهائي ڳالهه سن زو به چئي هئي ته "سمورين جنگين ۾، لڙائي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سڌو طريقو استعمال ٿيندو هوندو، پر فتح کي يقيني بنائڻ لاءِ اڻسڌي طريقي جي ضرورت پوندي." "اڻسڌيون اٽڪلون (چالبازيون)، سهڻي نموني عمل ۾ آنديون وڃن، ته اهي ڌرتي ۽ آسمان وانگر، دريائن ۽ وهڪرن وانگر، سج ۽ چنڊ وانگر، ڪڏهن به نه کٽندڙ آهن. هنرمند رهنما دشمن جي فوج کي بغير وڙهڻ جي آڻ مڃائيندو آهي."[185]
لڊل هارٽ دفاع جي حوالي سان به "ٺئي ٿيل دفاعي پوزيشن" بدران "لچڪدار دفاع" جو حامي هو. فلر ۽ لڊل هارٽ پهرين عالمي جنگ جي تباهه ڪن تجربي کي ڏسڻ کانپوءِ ايندڙ جنگ ۾ وسيع تر عوام کي شامل ڪرڻ کان ڊنل هئا، هنن فوج جي سائيز گهٽائڻ ۽ فوج جي جاءِ تي جديد هٿيارن کي استعمال ڪرڻ جي وڪالت ڪئي.
**هينز گڊرين** (1888_1954ع) جرمن جنرل
لڊل هارٽ، جي ايف سي فلر سميت هينز گڊرين انهن چند جنگي نظريدانن مان هئا جيڪي جنگ ۾ مشيني قوت استعمال ڪرڻ جا حمايتي هئا. هي جرمنيءَ ۾ پيدا ٿيو. ٽوٽي جو، جرمني پهرين عالمي جنگ ۾ شڪست کاڌي ۽ برطانيه ۽ فرانس فاتح بڻيا پر انهن ٻنهي (برطانيه ۽ فرانس) پنهنجي جنگي حڪمت عمليءَ ۽ سائنس ۾ ڪا جدت نه آندي ۽ پهرين عالمي جنگ ۾ حاصل ٿيل فتح جي خمار ۾ غش رهيا پر انهن جي ابتڙ جرمني پنهنجي جنگي سائنس ۾ جدت آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ سلسلي ۾ 1937ع ۾ جرمني جي هينز گڊرين پنهنجي ڪتاب پينزر (Achtung! Panzer) ۾ هڪ وڏي ٽينڪ فوج ٺاهڻ جي تجويز ڏني. هن جو خيال هو ته پهرين عالمي جنگ دوران 8 آگسٽ 1918ع ۾ جرمن فوج جي ناڪاميءَ جو سبب "ٽينڪ جي دهشت" هئي. هن ٽينڪن ۽ جهازن جي گڏپ سان "وڄ جي تيزيءَ" (Blitzkrieg) واري حڪمت عمليءَ تحت عام حملي جو تصور ڏنو. بعد ۾ گڊرين ٻي عالمي جنگ دوران نازي فوج جي مختلف جنگي مهمن جي اڳواڻي ڪئي ۽ دنيا کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيندڙ فتحون حاصل ڪيون هن پولينڊ، فرانس ۽ سوويت يونين تي ٿيل نازي حملن ۾ حصو ورتو ۽ هي هٽلر جي فوج جو آخري چيف آف اسٽاف هو.

پهرين عالمي جنگ تائين جنگ جو طريقو اهو هو تہ پهريائين دشمن جي مهڙ واري دفاعي محاذ کي مکمل طور تي ختم ڪجي پوءِ اڳتي وڌجي ۽ جيڪڏهن وري دشمن ٻيو دفاعي انتظام ڪري تہ وري ويڙهہ ڪري ان کي تباهہ ڪجي ۽ ائين مرحليوار اڳتي وڌجي. جيڪڏهن دشمن جي علائقي ۾ تيزيءَ سان اڳتي نڪري وڃبو تہ دشمن رسد جي قطار کي ٽوڙي سگهي ٿو ۽ اڳتي وڌيل فوج کي پاسن کان حملا ڪري سگهي ٿو.

۾ هينز گڊرين جو خيال هو تہ "ٽينڪن جي مدد سان دشمن جي دفاع کي ٽوڙي الڳ نموني اندر گهڙي وڃڻ" گهرجي. هن لکيو تہ چيو وڃي ٿو تہ "فقط حرڪت جي آزادي فتح ڏياريندي آهي." آءٌ ان اصول جي تائيد ڪريان ٿو ۽ اها خواهش اٿم تہ جديد ٽيڪنيڪل ذريعن سان ان جي سچائيءَ کي ثابت ڪريان." (جيئن تہ جنگ ٻہ طرفو (ڪڏهن ڪڏهن گهڻ طرفو) معاملو هوندو آهي. جتي هر ڌر حرڪت جي آزادي چاهيندي آهي.) هن جو خيال هو تہ جڏهن ٻہ دشمن سان ويڙهہ ٿيندي آهي تہ دشمن جا آتشي هٿيار اسانجي چرپر کي روڪي ڇڏيندا آهن. وري دشمن کي فالج زده ڪرڻ لاءِ اسين ٻہ ان کان وڌيڪ آتشي هٿيار استعمال ڪندا آهيون. ۾ ان قسم جي لڙائيءَ وڙهڻ لاءِ وسيع تعداد ۾ هٿيار ۽ تمام وڏي مقدار ۾ بارود گهربل هوندو آهي. ان جو بندوبست ڪرڻ ۾ ٻہ تمام گهڻو وقت لڳندو آهي ۽ وڏي ڳالهہ تي ان قسم جي بندوبست کي لڪائڻ مشڪل ٿي پوندو آهي. جنهن ڪري اچرج ۾ وجهڻ وارو عنصر عمل ۾ نہ اچي سگهندو آهي ۽ اڳتي وڌڻ وڌيڪ مشڪل ٿي پوندو آهي. تصور ڪريو تہ پهرين حملي وقت دشمن کي بي خبريءَ سان اچرج ۾ وجهڻ ۾ ڪامياب ٿياسين ۾ اجوڪي دور ۾ اهو ممڪن آهي تہ دشمن ان جاءِ تي تيزيءَ سان بچت فوج گهرائي وٺندو ۽ وري اسانجي اڳتي وڌڻ کي روڪي ڇڏيندو. اجوڪي دور ۾ گاڏين جي اچڻ سان نئون دفاعي بندوبست ڪرڻ آسان بڻجي ويو آهي. "تنهنڪري ان جو بهترين حل اهو آهي تہ جيترو تيزيءَ سان ٿي سگهي اڳتي وڌجي ۽ دشمن جي دفاعي فائرنگ باوجود اڳتي وڌندو رهجي، اهڙي طرح دشمن لاءِ نئين دفاعي قطار تعمير ڪرڻ وڌيڪ ڏکيو بڻجي پوندو. ائين آخرڪار دشمن جي دفاع کي ٽوڙي اندر گهڙي وڃجي."[186] هن پنهنجي اڳواڻيءَ ۾ پهريون ڀيرو ٻي عالمي جنگ ۾ فرانس تي ڪيل حملي وقت ان تجويز کي عمل ۾ آندو.

ٻي عالمي جنگ کان اڳ جنگ جي عمل ۽ نظريي ۾ انقلابي تبديليون اٿڻ ۾ فقط مغرب جي نظريدانن ۽ جنرلن جو نہ پر وڏو ۽ اهم ڪردار ايشيا جو بہ هو پر ان جو ذڪر اڳتي ڪيو ويو آهي.

## ٻي عالمي جنگ (1939_1945ع)

ٻي عالمي جنگ جي باقائده ابتدا 1 سيپٽمبر 1939ع تي پولينڊ تي ٽيل حملي سان ٿي پر حقيقت ۾ ان کان اڳ جاپان، اٽلي، اسپين ۽ جرمنيءَ طرفان مختلف علائقن ۾ جنگيون ٿي چڪيون هيون ۽ هلندڙ هيون. هن جنگ ۾ هڪ طرف، مکيہ ڌريون، جرمني، اٽلي ۽ جاپان هئا تہ ٻئي طرف سوويت يونين، برطانيہ، فرانس ۽ آمريڪا هئا. باقي ٻيا ڪيترائي ملڪ انهن جا اتحادي هئا يا انهن جون ڪالونيز هئا. ٻي عالمي جنگ ۾ هٿيارين جي صنعتڪارن، سرمائيدارن، ٻئنڪارن، فوجي جنرلن، جاگيردارن ۽ سياسي ذهني مريضن پنهنجو منافعو ۽ طاقت وڌائڻ لاءِ ڪروڙين ماڻهن (فوجين توڙي شهرين) جي هجومن کي ٻي عقل وحشي بنائي جنگ جو ڪاڄ بڻايو. دنيا جي تاريخ ۾ جيتريون بہ جنگيون ٿيون آهن انهن ۾ ايتري تباهي، خونريزي ۽ نقصان نہ ٿيا هوندا جيترا هن جنگ ۾ ٿيا. لمحن اندر شهرن جا شهر رک جو ڍير بڻجي ويا. اڳ ۾ ڪڏهن بہ اهڙا هٿيار، بارود ۽ ٽيڪنالوجي استعمال نہ ٿي جهڙي هن جنگ دوران ٿي. نون هٿيارن آبدوز، ٽينڪ ۽ جهاز جي اچڻ سان جنگ جو طريقي ڪار ئي بدلجي ويو. مستقل بيٺل محاذن جي جاءِ گشتي محاذن والاري. ساڳئي طرح، جنگ جي فن ۾ بہ ڪمال جا ڪارناما سرانجام ڏنا ويا جن کي ڏسي جنگي رهنمائن ۽ نظريدانن کي ڏندين آڱريون اچي ويون. هن کان اڳ ۾ ڪن بہ ٻن ملڪن يا گهڻن ملڪن ۾ ٽيل لڙائيون سال، ٻہ سال، پنج سال ۽ ايتريقدر، ٽيهہ سال ۽ سو سال بہ هلنديون رهنديون هيون. پر هن جنگ ۾ فقط هڪ ٻن ڏينهن، ۽ هڪ ٻن هفتن اندر بہ مُلڪن جا مُلڪ جنگيون هارائي ويا. (مثال طور: فرانس، پولينڊ، ناروي، هالينڊ) فقط هڪ لڙائي ۽ مهم ۾ دوکي جي فن کان ڪم نہ ورتو ويو پر پوري جا پوري جنگ جنهن ۾ اٽڪل 60 يا 70 لک فوجون استعمال ڪيون ويون اهڙو جنگي دوکو اڳ ۾ نہ ڏنو ويو. (مثال طور: هٽلر طرفان سوويت يونين تي ڪاهہ، برطانيہ ۽ آمريڪا طرفان نازين جي قبضي هيٺ آيل فَرانس تي حملو) هڪ ئي وقت، سمنڊن، ريگستانن، هموار زمين ۽ آسمانن ۾ لڙائيون ٿينديون رهيون. بهرحال، جنگ جي فن ۽ سائنس ۾ ڪمال

ڪري ڏيکاريندڙن ۾ اسٽالن، زوڪوف، ڪانيف، روڪوسووسڪي، هٽلر، گدرين، روميل، چرچل، منٽومگري، ائزن هاوور، ميڪ آرٿر، جارج سي مارشل، ياماموتو، توجو ۽ بين جنگي ماهرن ۽ جنرلن حدون ڪري ڇڏيون. ٻي عالمي جنگ بنيادي طور تي گشتي جنگ هئي جنهن ۾ هڪ ئي وقت باقائده جنگيون به ٿيون ته گوريلا ويڙهون به ٿينديون رهيون. هن جنگ ۾ مکيه ڌريون جرمني، سوويت يونين، برطانيه، فرانس، اٽلي، آمريڪا ۽ جاپان هيون. هتي فقط انهن جي مختصر پس منظر ۽ حڪمت عمليءَ جو تت بيان ڪجي ٿو.

**جرمني:** هٽلر اڳوڻن جرمن جنرلن، ملڪي ۽ بين الاقوامي سرمائيدارن جي مدد سان ويهه سال اڳ تباهه ٿيل جرمنيءَ کي انتهائي تيز رفتاريءَ سان مٿي ڪڍي آيو. هٽلر جي جنگي جنونيت جو اظهار ان وقت جي جرمن معاشري جو جائزو وٺڻ سان ملي ٿو جتي اسپارٽا کان وٺي هڪ رياست ۽ پوري جو پوري قوم کي نسل پرست جنگ لاءِ تيار ڪيو ويو. جتي عام شهرين جي تعليم، تربيت، شاديون، صنعت، سفارتڪاري، ڪانئڻ ۽ ڪارائڻ سميت سمورين سرگرمين جو مقصد فقط جنگ لاءِ تياري ڪرڻ هو. هٽلر سياسي مهم ۾ نفسياتي حڪمت عمليءَ کان ڪم وٺندي جرمنيءَ جو ڪنٽرول حاصل ڪيو ان لاءِ هن جرمن جمهوريه جي ڪمزورين مان فائدو ورتو، سرمائيدارن کان فنڊ ورتا ۽ قومي سوشلزم جو نعرو بلند ڪيو. زبردست پروپيگنڊا ذريعي پرامن مارچن جي آڙ ۾ آسٽريا ۽ زيڪوسلاويڪا کي (عالمي سامراج جي ڳٽ جوڙ سان) اڳ ۾ ئي مفلوج زده بڻائي ڇڏيو هو ۽ 1939 ۾، بغير ڪنهن خونريزيءَ جي، فقط قبضو ڪيو. مختلف پاڙيسري ملڪن سان أمن معاهدا، جنگ نه ڪرڻ جا معاهدا ۽ اتحاد ڪري مٿن اوچتو ۽ دوکي سان جنگيون ڪيون.

جنگ ۾ سياڻپ اها آهي ته دشمن کي ڪمتر نه سمجهيو وڃي. ساڳئي طرح، دشمن جي طريقن ۽ ان جي دماغ کي به سمجهڻ اوتروئي اهم آهي. هٽلر ۾ اها صلاحيت هئي. هٽلر جي ظاهري بي ڌياني ۽ لاپرواهي جي پٺيان اها سوچ هئي ته ماڻهو اڪثر ڪري جيڪا شي سامهون هوندي اٿن ان کي وساري ويهندا آهن. رازداريءَ جو فن به ان ۾ آهي ته گهٽيون شيون ايتريون ڪليل ڇڏجن جو ڪجهه شيون، جيڪي اهم هجن، ايتريقدر جو انهن جو وجود به مشڪوڪ بڻجي وڃي.[187] هٽلر جو چوڻ هو ته اصل ۾ اسانجون حقيقي جنگيون فوجي آپريشنس جي شروع ٿيڻ کان اڳ وڙهيون وينديون. ان لاءِ مونکي ان معاملي

۾ وڏيڪ دلچسپي آهي تہ ”دشمن جي اخلاقي سگهہ کي جنگ ٿيڻ کان اڳ ئي
ڪيئن تباهہ ڪجي؟“ ائين هٽلر جرمن جنگي سوچ جي عقيدي پرستاڻي
رجحان، جيڪو هڪ صديءَ کان لڙائين تي مرڪوز هو، ان ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو.
هن چيو تہ اسانجي حڪمت عملي دشمن کي اندران ئي اندران تباهہ ڪرڻ
آهي.[188] جيتوڻيڪ، هٽلر جي ذات جنگي جنون سان ڀريل هئي پر دشمنن کي
شڪست ڏيڻ لاءِ فقط خونريزہ لڙائين بدران هن پروپيگنڊا، سازشن، انتشار ۽
بغاوتون ڪرائي انهن کي ذليل ۽ خوار ڪرڻ ذريعي لڙائيون ڪٽيون. جنهن
مان ثابت ٿئي ٿو تہ هٽلر کي جنگ ۾ نفسياتي هٿيارن جي ڪردار ۽ اهميت
جي ڄاڻ هئي.
جنگ جي تاريخ ۾ جن واقعن، ايجادن ۽ نظرين جنگ جي فن ۽ سائنس ۾
انقلاب برپا ڪري ڇڏيا انهن ۾ گهوڙو، ڊگهو نيزو، قديمي ڳرن هٿيارن سان
مسلح فوج (phalanx)، لچڪدار لشڪر (legion)، ٽيڙي/ترڇي ترتيب ( oblique
order)، تيرانداز گهوڙي سواري، ڊگهي ڪمان (bow long)، بندوقچي (musket)،
بندوق، آزاد نقل و حرڪت ڪرڻ لاءِ فوج جي مختلف ڊويزنن جي تنظيم ۽
ترتيب وغيرہ شامل آهن. ساڳئي وقت ڪجهہ فوجي ماهرن جو خيال آهي تہ
جرمن فوجي قيادت جي جنگي حڪمت عملي يعني (Blitzkrieg) ”وڄ جي تيزي
وانگر“ الڳ الڳ هٿياربند فوجن (جهازن، ٽينڪن ۽ پيادا فوج) طرفان تيزي
سان اندر داخل ٿيڻ جي جنگي حڪمت عملي پڻ جنگ جي تاريخ ۾ انقلاب
برپا ڪري ڇڏيو. ٻي عالمي جنگ جي ابتدا ۾ جرمنيءَ جي جنگي حڪمت
عملي وڏي حد تائين ڪامياب رهي ڇاڪاڻ تہ ٽينڪن ۽ جهازن جي ڳانڍاپي
سان جرمن فوج ”وڄ جي تيزيءَ“ واري اصول تي عمل ڪندي ناقابل عبور
رستن (جهڙوڪ اردينز) تان اچرج ۾ وجهندڙ حملا ڪيا ۽ يورپي مدي خارج ۽
پراڻن جنگي تصورن کي پورا پورا ڪري ڇڏيو. جرمن فوج فقط 17 ڏينهن ۾
پولينڊ جي اڌ، مهيني اندر فرانس، هڪ ڏينهن اندر ناروي، هفتي اندر يونان ۽
يوگوسلاويا سميت هالينڊ، بيلجيم، ڊينمارڪ، آفريڪا جي وسيع ريگستانن
جهڙن ننڍن توڙي وڏن ملڪن تي قبضا ڪري ورتا. فقط پنجن مهينن اندر (22
جون کان 5 ڊسمبر 1941ع تائين) سوويت يونين جي وسيع ايراضي واري
علائقي تي قبضو ڪري ذري گهٽ ماسڪو کي فتح ڪري ورتو هو. ان
تيزترين فتح جا مکيہ سبب ٻہ هئا. هڪ جرمن جنگي حڪمت عملي ۽ ٻيو

جهازن ۽ توبن ۾ ٽيڪنيڪل برتري. ڇاڪاڻ تہ تعداد جي حوالي سان ڏسبو تہ پولينڊ، فرانس، برطانيہ، بيلجيم، هاليند، ناروي وٽ ايتري فوج هئي جو انهن مان هرهڪ يا گڏيل نموني اُهي جرمنيءَ کي شڪست ڏئي سگهيا پئي يا روڪي سگهيا پئي يا جنگ کي اينگهائي سگهيا پئي. جڏهن تہ جرمن فوج وٽ ابتدا ۾ فقط 98 ڊويزنون هيون جنهن مان 52 سرگرم ۽ باقي 36 ڊويزن فوج جا سپاهي پهرين عالمي جنگ ۾ وڙهي چڪا هئا يعني انهن جي اوسط عمر 40 سال هئي. ان جرمن جنگي سائنس ۽ فن ۾ مکيہ ڪردار ارون روميل، هينز گدرين ۽ ارڪ وون مينشٽن جهڙن ماهر جنگي جنرلن جو هو جن ابتدا ۾ جرمنيءَ کي سوپون ڏياريون. جيتوڻيڪ، اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ ان ۾ مکيہ ڪردار هٽلر جي جنگي مهارت جو هو. بهرحال، اڳتي هلي جرمن جنگي غلطين جرمنيءَ جي سموري ڪوشش کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو. مثال طور: ڊنڪرڪ وٽ جرمن فوج کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ، جنهن ڪري لکين برطانيہ ۽ فرانس جا فوجي پيچي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا، ماسڪو ۽ اسٽالن گراڊ وارين لڙائين ۾ زوري اڳرائي جاري رکڻ، هڪ ئي وقت ٻن محاذن تي دشمن سان وڙهڻ وغيره. پر وڏي ۽ اهم غلطي هيءَ هئي تہ هٽلر جي سربراهيءَ ۾ نازي سلطنت دنيا کي قبائڻ لاءِ جيڪو گرهہ هنيو هو اهو انهن جي نڙيءَ ۾ ڦاسي پيو. ايڏي وڏي علائقي تي ڪيل قبضي کي برقرار رکڻ، ايڏي وڏي تعداد جي فوجن، هٿيارن، بارود ۽ کاڌ خوراڪ جو مسلسل بندوبست ڪرڻ لاءِ گهربل وسيلا پڻ کٽي پيا.

"وڄ جي تيزي" (Blitzkrieg) واري جرمن حڪمت عمليءَ جي اصليت بابت تبصرو ڪندي جرمن تاريخ نويس ڪارل هينز فريزر لکيو تہ "اولهہ واري مهم فتح جي رٿيل مهم نہ هئي. پر نااميدي واري جنگي صورتحال مان نڪرڻ لاءِ مايوسيءَ وچان ڪيل جنگي مهم هئي. جنهن کي وڄ جي تيزي واري حڪمت عملي سڏيو وڃي ٿو اها حڪمت عملي اولهہ واري جنگ تائين نہ اُسري نہ هئي. هڪ اهڙي شي جنهن مئي 1940ع ۾ هر ڪنهن کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو، جيڪا بعد ۾ هٽلر جي مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪتب آندي وئي."

جهڙي طرح، سڪندر ۽ چنگيز خان سڄي دنيا کي فتح ڪرڻ جا خواب ڏٺا پر اهي خواب سندن مرڻ ڪانپوءِ پورا پورا ٿي ويا. پر ان کان بہ وڌيڪ بُرو حشر هٽلر سان ٿيو. ڇاڪاڻ تہ هن جي ٺهيل نازي سلطنت سندس زندگيءَ ۾ ئي ڊهڻ شروع ٿي ۽ اهو صدمو برداشت نہ ڪندي هن خودڪشي ڪري ڇڏي.

**سوويت يونين:** ٻي عالمي جنگ بنيادي طور تي سوويت يونين ۽ نازي جرمنيءَ جي وچ ۾ ٿيل ويڙهه هئي. تنهنڪري، سوويت يونين جي جنگي فن ۽ سائنس جي ڄاڻ ڪانسواءِ ٻي عالمي جنگ کي سمجهڻ ناممڪن ٿيندو. ان ويڙهه ۾ مارشل اسٽالن سموري عوام کي هٿياربند ڪرڻ ۽ فوج ۽ عوام جي ڳانڍاپي واري مارڪسي اصول کي عملي جامو پهرائي نازي درندن سان مقابلو ڪيو. هٽلري فوج طرفان سوويت يونين تي ڪيل ڪاهه کان اڳ ۾ ئي سوويت عوام کي نفسياتي طور تي تيار ڪيو. مارشل اسٽالن فوجي تياري، جنگ جي فن ۽ جنگ جي سائنس کي هارين، مزدورن، شاگردن ۽ ملازمن جي روزمرهه جو ڪم بڻائي ڇڏيو. ان قسم جي بندوبست ذريعي پوري قوم کي مشيني جنگ جي دور لاءِ مشيني نفسيات ۽ دشمن خلاف سرگرم مزاحمت ڪرائڻ لاءِ دفاعي ذهنيت ڏني. هٿيار هلائڻ ۽ گاڏين هلائڻ سميت جنگ جي عام ڄاڻ سموري آباديءَ کي مهيا ڪئي وئي. ايتريقدر جو دنيا جو شايد ئي ڪو اهڙو ملڪ هجي جنهن ۾ ايڏي وڏي تعداد ۾ ايتري مختصر عرصي ۾ ۽ ايتري اثرائتي نموني عورتن (خاص ڪري ڊاڪٽرياڻين ۽ نرسن) جنگي سرگرمين ۾ حصو ورتو هجي. 1936ع جي سوويت آئين ۾ فوجي سروس کي سمورن شهرين لاءِ ضروري قرار ڏنو ويو. ان کان اڳ اهو ڪم فقط مزدورن ۽ هارين لاءِ مختصص هو. اهي ئي سبب هئا جنهنڪري جنگ جي سموري تاريخ ۽ خاص ڪري ٻي عالمي جنگ جي تاريخ ۾ ماسڪو، لينن گراڊ، اسٽالن گراڊ ۽ سيوستاپول جهڙين عظيم لڙائين جي داستانن سونهري ورقن ۾ جاءِ والاري.

نازي جرمنيءَ طرفان پولينڊ تي ڪيل حملي کان اڳ تائين سرخ فوج جي جنگي حڪمت عملي هڪ سٽريل ۽ هم آهنگ نظريي جي صورت وٺي چڪي هئي. فوجي قيادت کي اڳواٽ ئي خدشو هو ته ابتدائي طور تي ڪجهه وقت لاءِ شايد سوويت يونين کي دفاعي نوعيت جي ويڙهه ڪرڻي پوي. سوويت جنگي حڪمت عملي (مهڙ کان پٺ تائين) اونهي دفاع جي تصور تي آڌاريل هئي. جيڪا مضبوط قلعن ۽ محاذن تي ڄمي ويهڻ بدران لچڪدار ۽ گهيون گتيون هٽڻ وارن جنگي اصولن تي آڌاريل هئي. فوجي ريگيوليشن ۾ ان ڳالهه جي نشاندهي ڪئي وئي هئي ته جديد هٿيارن، خاص ڪري ٽينڪ، کي حڪمت عمليءَ جي سطح تائين دفاع ۽ حملي لاءِ به استعمال ڪري سگهجي ٿو. سرخ فوج وٽ دفاعي ۽ حملي آور آپريشنس ۾ هوائي ۽ زميني فوج جي گڏپ جو

جديد تصور پڻ هو. نئين سوويت جنگي تصور مطابق ”وڄ جي تيزي“ جنگ جي ابتدا ۾ نه پر ان جي پڇاڙ ۾ عمل ۾ آندي وئي.
سرخ فوج (مهڙ کان پٺ تائين) اونهي دفاع واري حڪمت عمليءَ تحت پولينڊ ۽ فن لينڊ (جي ڪجهه علائقي) تي قبضو ڪيو ته جيئن تازي فوج جي ”وڄ جي تيزي“ واري حڪمت عمليءَ ۾ اڇرج ۾ وجهندڙ ڌڪ کان بچي سگهجي. نازي حملن جو شڪار ٿيل مُلڪن ۾ انهن جي فوجن جو حشر ڏسي اهو اندازو لڳايو ويو ته ڪنهن به قيمت تي سرخ فوج کي سالم رکڻو آهي. ان لاءِ هنن وڌيڪ وقت حاصل ڪرڻ بدلي زمين جو سودو ڪيو ته جيئن جرمن فوج کي هڪ ڊگهي جنگ ۾ ڦاسائجي، ان کي ڪو فيصلاڪن موقعو ڏيڻ کانسواءِ جرمن فوج کي سوويت يونين ۾ اندر آڻي ٽڪائي جوابي ڌڪ هڻجي. سوويت ڪمانڊ شروعات ۾ جنگ کي ٽارڻ ۽ ملتوي ڪرڻ جي اٽڪل کان ڪم وٺندي رهي. پر هٽلر (برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا جي ڳجهي مدد سان) سوويت يونين تي دوکي سان اڇرج ۾ وجهندڙ ڪاهه ڪري ڏني. سُرخ فوج 1941ع دوران پنتي هٽڻ واري حڪمت عمليءَ تي عمل ڪندي سرگرم دفاع جي پاليسي کان ڪم ورتو. جنهن مطابق سرخ فوج پنهنجي ڊگهي مدي واري هدف ۽ رٿابنديءَ جي پوئواري ڪندي زمين جي هر انچ، هر ڳوٺ ۽ هر شهر کي جيستائين ممڪن هجي ۽ جيترو وقت حاصل ڪري سگهجي تيستائين ويڙهه ڪئي، ۽ جيترو ممڪن هجي ته وڏن جوابي حملن، ”سڀ ڪجهه ساڙي اڇڻ“ ۽ گوريلا جنگ ذريعي دشمن کي نقصان رسائجي.
دنيا جي تاريخ ۾ شايد ئي ڪو اهڙو ملڪ هجي جنتي سوويت يونين وانگر پنهنجي سموري عوام کي هٿياربند ڪيو هجي. ان جو مکيه سهرو مارشل اسٽالن ڏانهن وڃي ٿو جنهن انتهائي سمجهداريءَ کان ڪم وٺندي هر حال ۾ جاپان سان رشتو نه ٽوڙيو ۽ هڪ ئي وقت ٻن محاذن تي وڙهڻ جي پاليسيءَ تي عمل نه ڪيو. اسٽالن جيڪو پنهنجو پاڻ هڪ قدآور ۽ سگهارو ماڻهو هو، جنهن وٽ هڪ ڊگهي مفاصلي تائين پنتي هٽڻ واري انتهائي ڳري، ڏکئي ۽ جوکم واري ڪم کي سرانجام ڏيڻ لاءِ ۽ ان قسم جون ذميواريون نڀائڻ لاءِ مضبوط دل، اسٽيل جون رڳون ۽ برف جون نسون هيون. مارشل اسٽالن جو قد ڪاٺ ان حقيقت مان به ماپي سگهجي ٿو ته هن جا فيصلا پنهنجي ذاتي مان مرتبي ۽ حڪومت لاءِ نه هئا پر اهي فوجي فيصلا هئا. هٽلر جي ابتڙ، اسٽالن

هڪ پيرو بہ صورتحال جي بنيادي سچائيءَ کي نہ بگاڙيو ۽ آخري جنگي فتح جي مقصد کي عارضي مقبول مطالبن، نعرن ۽ دٻائن آڏو آڻ مجي ڦٽو نہ ڪيو. اسٽالن جنگ ۾ اقتصادي وسيلن جي اهميت کان چڱي ريت واقف هو. هن سوويت يونين جي مهڙ وارن علائقن جا اڪثر ڪارخانا انتهائي تيزيءَ سان ڏورانهن علائقن ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيا جتي اُهي جرمن فوج جي پهچ کان پري هئا. جيڪو ڪجھ ڪٽي نہ سگهيا ان کي باھ ڏئي ساڙي ڇڏيائون تہ جيئن نازي فوج انهن شين مان فائدو نہ وٺي سگهي. جرمني سوويت يونين جي تمام وڏي ايراضي تي قبضو ڪري ورتو هو پر سوويت يونين کي اقتصادي پيداواري گنجائش ۽ سُرخ فوج جي مزاحمت ۾ جرمني ان کي مات نہ ڏئي سگهي. ائين عارضي طور تي دفاعي حڪمت عملي اختيار ڪندي آهستي آهستي (هٿيارن ۽ بارود جي) پيداوار ۽ سرخ فوج جي عدد ۾ برتري حاصل ڪري ورتي ۽ سوويت يونين جوابي حملا ڪري نازي جرمنيءَ کي بُري شڪست ڏني.

**برطانيہ:** برطانيہ سموري جنگ ۾ ”جنگ کان نتائڻ ۽ دشمنن کي پاڻ ۾ وڙهي تباھ ٿيڻ“ واري حڪمت عمليءَ تي عمل ڪيو. جنگ کان اڳ برطانيہ، پولينڊ سان مدد جو واعدو ڪيو پر وقت اچڻ تي ان جي مدد نہ ڪئي، وري ناروي ۾ فوجون لاهي مؤثي نمائشي لڙائي ڪري فوجون واپس گهرايون، وري جڏهن هٽلر فرانس تي حملو ڪيو تہ ڊنڪرڪ وٽان پنهنجيون فوجون ڪڍي پڇي ويا، وري يونان ۾ اٿپوريون فوجون لاهي هٽلر کي يونان تي حملي ڪرڻ جو بهانو مهيا ڪري ڏنائون ۽ پاڻ پڇي ويا. جرمنيءَ طرفان برطانيہ سان جنگ شروع ڪئي وئي پر اها بہ مؤثي ڏيک ڏيڻ لاءِ وقفي وقفي سان هلندي رهي. وري جڏهن اسٽالن برطانيہ ۽ آمريڪا تي زور پريو تہ هٽلر جي خلاف يورپي محاذ تي ٻئي پاسي کان ويڙھ ڪريو. تنهن تي هنن سڌو جرمنيءَ سان ويڙھ ڪرڻ بدران جنگ کي اينگهائڻ لاءِ يورپ تي ڏکڻ (آفريڪا ۽ اٽليءَ) کان حملو ڪرڻ جو منصوبو ناهيو. ساڳئي وقت، برطانيہ جرمنيءَ سان سڌي ريت وڙهڻ بدران ان جي ڪارخانن، تعميرات ۽ شهرن مٿان بمباري ڪندي رهي. برطانيہ اهڙي نموني انٽڪل سان وڙهندي رهي جو ”نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ بچي“ پنهنجن دشمنن (سوويت يونين ۽ نازي جرمني) کي شڪست ڏيڻ، پاڻ پوري دنيا جو مالڪ ٿيڻ ۽ گهٽ کان گهٽ نقصان پوڳڻ لاءِ برطانيہ، انتهائي مڪاري، دوکي

۽ ننڍيءَ سان، جنگ کان نتائڄ جي حڪمت عمليءَ تي عمل ڪيو ۽ پورا جا پورا ملڪ نازي درندن هٿان تباهه ۽ برباد ڪرايا.

جاپان ۽ آمريڪا: ٻي عالمي جنگ ۾ جاپان آمريڪي بحري اڏي پرل هاربر تي حملو ڪري دنيا کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. پر هنن جو خيال هو ته ائين آمريڪا کي ڏيڄاري ڳالهين جي ميز تي آڻيندا سين. پر ائين نه ٿيو. جاپان پنهنجي وت ۽ وس کان وڌيڪ ايراضيءَ کي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو جرمنيءَ وانگر جاپان لاءِ به اهو وڏو گرهه هو جيڪو هي هضم نه ڪري سگهيا. 1942ع جي پوئين حصي ۾ جاپاني اڳرائي جهڪي ٿيڻ شروع ٿي. آمريڪا ڏٺو ته جاپان سمنڊ ۾ موجود ننڍين ننڍين ٻيٽن تي اڻ ڳڻ مضبوط فوجي ڇانوڻيون ناهي ڇڏيون آهن. تنهنڪري هنن مضبوط ڇانوڻين کان پاسو ڪندي، انهن جي رسد واري قطار کي ٽوڙيندي، ڪمزور دفاعي ٻيٽن تي قبضو ڪرڻ شروع ڪيو. اهو سلسلو تيستائين جاري رکيائون جيستائين هي جاپان جي ويجهو وڃي پهتا ۽ شهرن مٿان بمباري شروع ڪيائون. پر تيسين سوويت يونين جون فتحون ڏسي آمريڪا کي اچي ڏپ لڳو ته متان ڪٿي سوويت يونين نه جاپان کي فتح ڪري وٺي. نيٺ، آمريڪا جاپاني شهرن تي ائٽم بم ڪيرائي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ان قسم جي خطرناڪ هٿيارن جو تجربو ڪيو ۽ جاپان کي آڻ مڃڻي پئي.

ٻي عالمي جنگ ۾ جنگي فن جي اصولن دوکي، اچرج ۾ وجهڻ، جاسوسي، تحفظ، تيزي، گڏجڻ ۽ ڇڙوڇڙ ٿيڻ جا ڪيترائي مثال ملن ٿا. پر هتي فقط ڪجهه اهم لڙائين جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

**پولينڊ: تيزترين گشتي جنگ**

جرمني طرفان پولينڊ سان ڪيل جنگ تيزترين ۽ گشتي جنگ جو اعليٰ نمونو هئي. جرمني 1 سيپٽمبر 1939ع ۾ پولينڊ تي حملو ڪري ڏنو. جرمني ان جنگ ۾ بڪتربند ۽ هوائي فوج جي گڏپ سان حرڪت جي آزادي جي نظريي کي عملي صورت ڏني ان جو پهريون تجربو ڪرڻ لاءِ پولينڊ جهڙو وسيع ميداني علائقو بلڪل مناسب هو. توڻي جو پولينڊ ۾ سنا رود گهڻ هئا، ڊنيون ۽ ٻيلا گهٽا هئا پر انهن رڪاوٽن جي اهميت کي وقت واري عنصر گهٽائي ڇڏيو جيڪو جرمن ٽينڪن ۽ جهازن جي ڪري حاصل ٿيو. ايتريقدر جو پولينڊ جي پيادا فوج کي ايترو وقت به نه مليو جو اُها پنتي هٽي سگهي ها. ٻيو ته جرمني ٻن رخن کان حملو ڪري وڏا گهيرا ڪري پولينڊ جي فوج کي ڦاسائي ڇڏيو.

ان کان اڳ جو پولينڊ جي سموري بچت فوج پهچي ها، جرمن مشيني فوج پولينڊ کي اچرج ۾ وجهي 17 ڏينهن اندر شڪست ڏئي ڇڏي. ان جنگ ثابت ڪيو ته فوج کي مڪمل طور تي متحرڪ نه ڪرڻ کان وڌيڪ هاڃيڪار چرپر جي آزاديءَ جي کوٽ آهي. جڏهن ته فرانس پنهنجي اتحادي (پولينڊ) کي بچائڻ لاءِ 17 سيپٽمبر تي مڙئي ننڍي سطح تي ۽ سوڙهي محاذ تي ٿورا گهٽا ڏڪ هنيا پر محاذ جو دائرو ننڍو هجڻ ڪري جرمني ان کي روڪڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي. اصل مسئلو هي به هو ته فرانس ان عرصي تائين پنهنجي فوج کي متحرڪ ئي نه ڪري سگهي هئي.

تعداد جي حوالي سان ڏسبو ته پولينڊ وٽ ايتري فوج هئي جو اها جرمنيءَ کي روڪي سگهي پئي يا جنگ کي اينگهائي سگهي پئي. پولينڊ جي فوج ۾ 30 سرگرم ڊويزن فوج هئي، 10 ڊويزن بچت فوج هئي، 12 گهوڙي سوار برگيڊس هيون، پر اهم ڳالهه ته پولينڊ وٽ اٽڪل اڍائي لک تربيت يافته ماڻهو هئا جن کي متحرڪ ڪري سگهجي پيو. ٻئي طرف سندس اتحادي فرانس وٽ 110 ڊويزن فوج هئي ۽ اها اٽڪل پنج لک ماڻهن کي متحرڪ ڪري سگهي پئي. جڏهن ته جرمن فوج ۾ فقط 98 ڊويزنون هيون جنهن مان 52 سرگرم ۽ باقي 36 ڊويزن فوج جا سپاهي پهرين عالمي جنگ ۾ وڙهي چڪا هئا يعني انهن جي اوسط عمر 40 سال هئي. فرانس ۽ پولينڊ وٽ ڪُل 130 ڊويزن فوج هئي. پر جرمني جي جاگرافيائي بيهڪ ٻنهي جي وچ ۾ هئي ان ڪري اها ڪنهن به هڪ ڪمزور ڌر کي پهريائين نشانو بڻائي پوءِ ٻئي سان ويڙهه ڪري سگهي پئي.

وڏي ڳالهه هي هئي ته پولينڊ جي فوجي ڪمانڊ جا خيال مدي خارج هئا هنن وٽ ڪي به بکتربند ۽ موٽر واريون فوجون نه هيون. هنن جي فوج جو گهڻو حصو گهوڙي سوار فوج تي مشتمل هو. ان گهوڙي سوار فوج جي رفتار ۽ طاقت جرمن جهازن ۽ ٽينڪن اڳيان ڪنهن به ڪم جي ثابت نه ٿي. جيستائين اها فوج ڪنهن علائقي تائين پهچندي هئي تيسين دشمن اچي انهن جي پٺيان کان پهچندو هو. پولينڊ وٽ جهازن ۽ ٽينڪن کي نشانو بڻائيندڙ هٿيار به گهٽ هئا. ان جنگي مهم مان اهو سبق مليو ٿو ته مدي خارج فوج کي ننڍي ٽينڪ فوج، جهازن جي مدد سان تباهه ڪري ڇڏيو. ان کانپوءِ جرمن فوج ڊينمارڪ، ناروي، بيلجيم، هالينڊ ۾ به ساڳئي طرح وڄ جي تيزيءَ وانگر فتحون حاصل ڪيون.

**فرانس: اچرج ۾ وجهندڙ ڪاهه**

ٻي عالمي جنگ دوران هٽلري فوجن فرانس تي اوچتو غيرمتوقع جاءِ تان حملو ڪري جنگ جي تاريخ ۾ اڄ ڏينهن تائين ۾ وجهندڙ حملي جو رڪارڊ قائم ڪيو. فرانس ۽ جرمني ٻئي پاڙيسري ملڪ آهن ۽ سندن سرحدون هڪٻئي سان ڏگهي مفاصلي تائين هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن. پهرين عالمي جنگ جي خاتمي کانپوءِ فرانس کي جرمني مان هر وقت حملي ٿيڻ جو خطرو هو ۽ ان حملي کان بچڻ لاءِ فرانس پنهنجي سرحدي پٽيءَ تي هڪ مضبوط ۽ ناقابل عبور ڏگهي ”دفاعي قطار“ (Maginot Line) ٺهرائي هئي. جنهن ڪري فرانس طرفان توقع اها ڪئي پئي وئي ته هٽلر ان قطار وٽان ته حملو نٿو ڪري سگهي ۽ اها مڪمل محفوظ جاءِ آهي. ساڳئي ريت هٽلر به ائين سمجهيو پئي ته اها قطار ناقابل عبور آهي. تنهنڪري، هٽلر پهريائين سڌي ريت فرانس تي حملي ڪرڻ بدران (10 مئي 1940ع) تي اردينز واري علائقي وٽان هاليند تي ڪاهه ڪري ڏني (جيڪو فرانس ۽ جرمنيءَ جي هڪڙي پاسي ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ هو).




نتيجي طور، فرانس ۽ برطانيہ پنهنجي فوج جو وڏو حصو هاليند سان ملندڙ ملڪ بيلجيم تي پنهنجي (فرانس جي) سرحد ڏانهن اماڻيو. فرانس وٽ 117 ڊويزن فوج هئي، جنهن مان 50 ڊويزن فوج بيلجيم، 41 ڊويزن فوج ميجنوٽ واري قطار وٽ ۽ 5 ڊويزن اتر طرف دفاع لاءِ مقرر ڪيون ويون ۽ باقي بچت

۾ رکيون. ساڳئي وقت، اتحادي فوج ۾ برطانيه، بيلجيم ۽ ڊچ فوج پڻ شامل هئي.) 9 مئي تي جرمن فوج لڪسمبرگ تي قبضو ڪري ورتو. 10 مئي تي جرمن فوج بيلجيم وٽ اوچتو فوج لاٿي، ان تي ترت ردعمل ڪندي فرانس پنهنجيون بهترين فوجون ڏکڻ ڏانهن روانيون ڪيون. نتيجي طور، فرانس جي فوج ٻن متوقع حملي وارين جاين تي مقرر ڪئي وئي پر هٽلري فوجن اوچتو آرڊينز واري علائقي (جنهن بابت ان وقت ڪنهن ٻه ڪي توقع نه هئي ته ڪو اتان به حملو ٿي سگهي ٿو چاڪاڻ ته اهو گهاٽن ٻيلن وارو ۽ غيرهموار جابلو ۽ انتهائي ڏکيو علائقو هو) وٽان حملو ڪري ڏنو ۽ ائين مهيني اندر، ڪنهن به وڏي نقصان کانسواءِ، فرانس جهڙي طاقتور ملڪ کي جرمني شڪست ڏئي ڇڏي."[187]

**سوويت يونين: وڏي ۾ وڏو جنگي دوکو**

سوويت يونين جهڙي طاقتور ملڪ کي تيزي سان شڪست ڏيڻ لاءِ هٿيارن، جهازن، ٽينڪن ۽ تعداد ۾ برتري ته لازم هئي پر اهم ڳالهه جنگ جي فن ڪان ڪم وٺڻ جي به هئي. جرمني پنهنجي جنگي فن جي ڪمال جون جهلڪيون پولينڊ، بيلجيم، ناروي، هالينڊ، فرانس، آفريڪا ۽ برطانيه سان ٿيل مختلف لڙائين ۾ ڪري چڪو هو. جيئن ته ڪنهن ويڙهه ۾ دشمن کي دوکو ڏيڻ جا مختلف دائرا ۽ سطحون ٿين ٿيون جن ۾ لڙائي (سيڪٽر سطح) مهم (وڏي محاذ) ۽ جنگ (سڄي محاذ) تي دوکي سان حملو ڪرڻ شامل آهن. سوويت يونين تي ٿيل حملو بنيادي طور تي جنگي حملو هو جيڪو سڄي جي سڄي محاذ تي 30 لک فوج ۽ بي شمار هٿيارن سان ڪيو ويو. انهيءَ منصوبي کي ڪاميابي سان عمل ۾ آڻڻ لاءِ عيار هٽلر انتهائي رازداريءَ سان وڏي جنگي دوکي جي تياري ڪئي. لکن جي تعداد ۾ جرمن فوج ۽ جنگي سامان (هٿيار، توبون، گاڏيون، آرٽلري وغيره) کي جرمني، فرانس ۽ پولينڊ جي علائقن مان گذاري سوويت سرحد ڏانهن منتقل ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم هو. ان دوکي کي راز رکڻ لاءِ ڪيتريون ئي اٽڪلون ۽ حرفتون ڪيون ويون جيڪي هيٺين ريت هيون:

- ظاهري طور تي سوويت يونين سان اتحاد وارو تاثر پيدا ڪرڻ لاءِ جرمني طرفان Non-Aggression Pact ڪيو ويو.

- هڪ طرف جنگ جون تياريون پئي ڪيون ويون تہ ٻئي طرف سفارتي طور تي اهو تاثر ڏيارڻ لاءِ تہ سوويت يونين ۽ جرمني جي وچ ۾ سفارتي تعلقات پنهنجي معمول مطابق هلي رهيا آهن ان لاءِ روسي ۽ جرمن پرڏيهي وزيرن ۾ مسلسل ملاقاتون پڻ ٿينديون رهيون.
- برطانيہ خلاف هلندڙ جنگ کي مڙئي ظاهري طور وقفن وقفن سان جاري رکيو ويو تہ جيئن اهو تاثر ملي تہ جرمني، حقيقت ۾، برطانيہ سان جنگ ۾ مصروف آهي. نتيجي طور، ٻاڙهي فوج جي هاءِ ڪمانڊ کي اها پڪ ٿي وڃي تہ "جرمني هڪ ئي وقت ٻن محاذن تي ٻن وڏين طاقتن سان جنگ نہ وڙهندو."
- اوڀر يورپ (سوويت يونين طرف) محاذ تي لکين جرمن فوجن جي موجودگي، چرپر ۽ سرگرمي کي اهو رنگ ڏنو ويو تہ يوگوسلاويا ۽ يونان سان ٿيندڙ جنگ سبب فوج جي نقل و حرڪت ڪئي پئي وڃي.
- سوويت يونين ۽ جرمني وچ ۾ تجارتي/واپاري معاهدا ڪيا ويا.
- جرمني جي پروپيگنڊا شعبي کي ڪم ڏنو ويو تہ اهو تاثر پيدا ڪري تہ جرمن هاءِ ڪمانڊ برطانيہ تي فوجي ڪاهہ ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو آهي. ان لاءِ ريڊيو، افواهون، فوج جي مختلف يونٽن ڏانهن موڪليل هدايتون، رياستي آدرياءُ ۽ اخباري بيانن ذريعي ان قسم جي راءِ عامہ پيدا ڪئي وڃي. جرمن فوجين کي انگريزي ٻولي سکڻ ۽ برطانيہ جي جاگرافي بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ جون هدايتون ڏنيون ويون. تہ جيئن جرمن فوج اهو سمجهي تہ برطانيہ تي حملو ڪرڻ پيا وڃون.
- فوجين جي نالن ۾ ريڊيو تان هلندڙ پروگرامن تي مشهور گانن جون فرمائشون ڪيون ويون تہ جئين اهو سمجهيو وڃي تہ جرمني جي اهم فوج اولهندي محاذ تي موجود آهي ۽ اتان ڪان فرمائشون موڪليون پيون وڃن.
- 25 مئي کان 22 جون تائين جرمني 75 ڊويزن فوج کي پولينڊ تائين پهچائي ڇڏيو هو، پر تصوير اها پيش ڪئي وئي تہ برطانيہ خلاف هلندڙ جنگ سبب خطرو آهي تہ متان سوويت يونين اسان تي حملو نہ ڪري. يعني سوويت يونين جي امڪاني جنگي خطري کي روڪڻ لاءِ فوجون موڪليون پيون وڃن.
- مختلف افواهون ڦهلايون ويون: مثال طور "اسٽالن چار هفتن جي آرام ۽ علاج لاءِ بيڊن (جرمني جو شهر) ايندو" ان جو تاثر اهو پيدا ٿيو تہ "سوويت يونين ۽ جرمني جا تعلقات ڪاميابي سان جاري آهن" ٻي افواهہ "ايندڙ هفتي اولهہ طرف

ريل گاڏيون نہ وينديون“ ۽ ان جو اثر اهو ٿيو جو ماڻهن سمجهيو ”مطلب تہ برطانيہ تي حملو ٿيڻ وارو آهي.“

- سوويت يونين سان ملندڙ سرحدي پٽيءَ تي جرمني (پنهنجي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾) تمام ٿورڙي فوج مقرر ڪئي. مثال طور لٿيانا جي 230 ڪلوميٽر سرحد تي پيادا فوج جون فقط چار ڊويزنون مقرر هيون، تہ جيئن ڳاڙهي فوج سمجهي تہ جرمني پرامن آهي.
- حملي کان صرف 12 ڏينهن اڳ بڪتربند فوج ۽ ٽينڪن کي آندو ويو، پيادا فوج ۽ بڪتربند ۽ ٽينڪ فوج کي رات جي اونداهي ۾ سفر ڪرايو ويندو هو ۽ فوجي ڏينهن جو فوجي ٻيلن ۾ آرام ڪندا هئا.
- حملي لاءِ ڏينهن ۽ وقت جي چونڊ پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو، ڇاڪاڻ تہ 22 جون آچر جو ڏينهن هو، ائين پهرين ڏينهن ئي جرمن فوج کي 18 ڪلاڪ ڏينهن جي روشني ۾ ڪارروائي ڪرڻ جو موقعو مليو ويو.[190]

ان سموري بندوبست کانپوءِ 22 جون، 1941 تي نازي جرمني ۽ سندس اتحادين (هنگري، رومانيہ، اٽلي) سوويت يونين خلاف 190 ڊويزن فوج، 4 هزار کان وڌيڪ توبن، اٽڪل 5 هزار جهازن ۽ 200 کن جنگي ٻيڙن جي گڏيل قوت سان، بالٽڪ کان ڪاري سمنڊ تائين، اٽڪل 930 ميل محاذ تي اچرج ۾ وجهندڙ جنگي حملو ڪيو. نازي فوج سوويت يونين جي بالٽڪ سمنڊ کان ڪارپيٿين جبلن تائين ڊگهي سرحدي پٽي تي ٽن هنڌن کان ٻوڏ وانگر ڪاهي پئي. هٽلر طرفان سوويت يونين مٿان ٿيل حملو جنگ جي تاريخ جي وڏي ۾ وڏي جنگي ڪاهہ هئي. اوچتي ۽ دوکي سان ڪيل حملي سبب اڳرائي ڪندڙ (نازي فوج) کي عارضي طور تي وڏي جنگي اڳڀرائي ملي ۽ ان پيشقدمي هٽلري فوج کي ان لائق بڻايو تہ سوويت يونين جي وڏن علائقن تي آساني سان قبضو ڪري سگهي نازي فوجن 22 جون کان 3 ۽ 4 ڊسمبر (1941ع) تائين روس جي تمام وڏي علائقي تي قبضو ڪري ورتو. هٽلر جي نظر ۾ باقي آخري جاءِ ماسڪو (روس جي گاديءَ جو هنڌ) بچيل هو جتي فيصلاڪن لڙائيءَ کانپوءِ جنگ پوري ٿي وڃي ها. ان کان اڳ هٽلري فوج پولينڊ، بيلجيم، ناروي، هالينڊ، فرانس، آفريڪا ۽ برطانيہ سان ٿيل مختلف لڙائين ۾ ناقابل شڪست قوت طور پاڻ مڃائي چڪي هئي. پر ماسڪو واري لڙائيءَ ۾ هٽلر سان بہ نيپولين جهڙو

حشر ٿيو، جيڪا هٽلر جي پهرين وڏي شڪست هئي، جڏهن ته فيصلاڪن ويڙهه اسٽالن گراڊ جي ميدان تي ٿي.

### اسٽالن گراڊ: اخلاقي سگهه جو شاندار مثال

اسٽالن گراڊ وٽ ڳاڙهي فوج جي فتح کي ٻي عالمي جنگ جي تاريخ ۾ اهم حيثيت حاصل آهي. اها لڙائي جنگي حڪمت عملي، اخلاقي سگهه، دوکي، حيرت، ڏکي رسد، انفرادي ويڙهه ۽ گهيري جي عنصرن جو مرڪب هئي. هن لڙائي ۾ حاصل ٿيل فتح ديرپا اثر ۽ وسيع تر فوجي ۽ سياسي نتيجا ڏنا. وولگا ندي وٽ ٿيل ان لڙائي نه صرف نازي جرمني خلاف سوويت يونين جي عظيم محب وطن جنگ، پر جنگ جي تاريخ ۾ پڻ سونهري ورقن ۾ جاءِ والاري.

نيپولين جو مشهور قول هو ته جنگ ۾ "اخلاقي سگهه جسماني طاقت کان ٽيڻ تي وڌيڪ طاقتور هوندي آهي." اها اخلاقي سگهه جائز مقصد ۽ فتح ۾ يقين مان جنم وٺندي آهي. اسٽالن گراڊ شهر ۾ ٿيل ويڙهه دوران سوويت فوج ۽ شهرين جنهن قسم جي اخلاقي سگهه جو مظاهرو ڪيو اهڙو مثال شايد جنگ جي سموري تاريخ ۾ ورلي ڪٿي ملي سگهي. ان ويڙهه جي شروعات 1942ع جي جولاءِ کان ٿي ۽ اٽڪل ڇهن مهينن تائين جاري رهي. ان ويڙهه هلندي جرمن جهازن اسٽالن گراڊ شهر مٿان ايترا بم ڪيرايا جو شهر جي زمين ائين پئي لڳي جڻ ته ان کي ٻه پيرا مڪمل هر ڏنو ويو هجي. شهر جون عمارتون پراڻي کنڊر جو ڏيک ڏيڻ لڳيون. اهڙي لڳ ڀڳ ڪانداريندڙ حالت ۾ عام انسان جو زنده رهڻ ناممڪن هو پر روزانو مسلسل بمباري هيٺ ڳاڙهي فوج نه صرف موجود رهي پر زبردست نموني وڙهندي به رهي. ايترڙي ننڍڙي علائقي ۾ ايڏي وڏي مقدار ۾ بارود، هٿيار ۽ فوج جو استعمال ڪيو ويو جنهن جو مثال شايد پهرين عالمي جنگ جي "وردن (Verdun) واري لڙائي" جي برابر ٿي سگهي جتي 1916ع جي ڇهن مهينن دوران اٽڪل 5 لک جرمن ۽ فرانسيسي فوجي قتل ٿيا.

ان دوران سوويت هاءِ ڪمانڊ طرفان هدايت ڪئي وئي ته "آخري سپاهي تائين هر حال ۾ ويڙهه ڪرڻي آهي" شهر اندر هر گهٽي، هر گهر ۽ هر پٽ لاءِ ڳاڙهي فوج، هر پيري جاءِ ۽ طريقا تبديل ڪندي، حملي پٺيان حملو، پوئتي هٽڻ ۽ وري واپس اچڻ، هڪڙي رنڊڪ پٺيان ٻي ۽ ٻي پٺيان ٽين رنڊڪ وجهڻ جو سلسلو جاري رکيو. ڳاڙهي فوج بدتر حالتن ۾ هينڊ گرنيڊن، پستلن، ڪوڏرن،

بيلچن ۾ تريڪر سان ۾ ڪڏن ۾ دشمن سان دوبدو ويڙهه ڪئي، جيئن ئي هڪڙي فوج ختم پئي ٿي تہ وري ٻي فوج پرتي ڪندي ويڙهه جاري رکي، ان دوران ڳاڙهي فوج جي وڙهندڙ سپاهين مان گهٽن کي اڳواٽ ئي پڪ هوندي هئي تہ ”24 ڪلاڪن کان وڌيڪ زنده نہ رهندا“ پر ڳاڙهي فوج جي تربيت ئي ڪجهہ اهڙي ٿيل هئي جو انهن لاءِ اها ڳالهہ ايتري اهم نہ هئي. 10 سپاهي هڪ پوري بٽالين وانگر ويڙهہ ڪندا هئا.

ڪيترائي ڀيرا نازي فوج شهر جي وڏي حصي تي قبضو بہ ڪري ورتو، پر مڪمل ريت قبضو نہ ڪري سگهيا. جيڪي علائقا ڏينهن جو جرمن فوجون قبضو ڪنديون هيون، تہ وري ڳاڙهي فوج اهي ساڳيا علائقا رات جو واپس کسي وٺندي هئي. ان سموري گولاباري، بمباري، توبن جي گونج ۾ نازي فوج جي انڌاڌند ڪارروائين باوجود ڳاڙهي فوج جي سپاهين طرفان وڙهڻ جو مثال جنگ جي تاريخ ۾ ورلي ملندو.

شهر ۾ اٽڪل ڇهن مهينن تائين مسلسل خونريزه ويڙهہ هلندي رهي. سرخ فوج آخري حدن تائين جنگ جاري رکندي، آخري برگيڊ فقط 19 ٽينڪن سان لڙائي ۾ لاٿي. جنهن مان صبح تائين فقط هڪڙي ٽينڪ اهڙي بچي جيڪا فائر ڪري سگهي پئي پر اها حرڪت نہ پئي ڪري سگهي ۽ تيسين برگيڊ ۾ باقي فقط 100 سپاهي بچيا هئا. وري (15 سيپٽمبر) 13 گارڊ رائفل ڊويزن پهتي ۽ ائين اسٽالن گراڊ ڍير ٿيڻ کان هڪڙي ڏينهن لاءِ بچي ويو. پر 24 ڪلاڪن ڪانپوءِ اها ڊويزن بہ ختم ٿي وئي. صورتحال وڃي اها بيٺي جو وڏين فوجن بدران سپاهين جي انفرادي ويڙهہ شروع ٿي وئي. سوويت نشاني بازن نازي فوج جون متيون منجهائي ڇڏيون، هنن کي تہ اهو بہ معلوم نہ پئي ٿي سگهيو تہ گولي ڪٿان آئي ۽ نشاني باز ڪيڏانهن ويو!!

## اچرج ۾ وجهندڙ لڳاتار حملا ۽ گهيرن مٿان گهيرا

اسٽالن گراڊ واري جنگ هلندي جرمن فوج لاءِ ڪيترائي مسئلا پيدا ٿي پيا ۽ سندن حڪمت عمليءَ ۾ ڪيترين ئي چڪون ظاهر ٿي پيون. ڪاڪاسس ڏانهن وڌندڙ جرمن فوج جي رسد جي قطار تمام ڏکي ٿي چڪي هئي. ٻيو تہ اسٽالن گراڊ ۾ ڪاڪاسس طرف وڙهندڙ جرمن فوجون هڪٻئي کان ايترو پري هيون جو اهي هڪٻئي جي مدد بہ نہ پئي ڪري سگهيون. ٽيون تہ سوويت گوريلا جٿن ڪارروائيون ڪري نازي فوج ۾ ڪمانڊ لاءِ ڏرتي ٽامو ٻٽائي ڇڏي

هئي. چوٿون، جرمن فوج جي جنگ جو طريقي ڪار موجب گڏيل آپريشن جي اصول تحت توبون، پيادا، انجنيئر، آرٽلري ۽ جهاز باهمي مشق ڪندا هئا. ان قسم جي گڏيل طاقتور حملي آور طريقن کي منهن ڏيڻ انتهائي مشڪل هو. ٽينهنڪري، سوويت ڪمانڊ نازي فوج کي ويجهڙائي کان وڙهڻ (ڀاڪر پائڻ) وارين تدبيرن تي عمل ڪيو. جنهن ڪري جرمن پيادا فوج يا ته پنهنجي رسڪ تي وڙهي مري يا پنهنجن جي فائرنگ جو ڪاچ بڻجي ۽ ائين آرٽلري ۽ فضائي مدد به نه پئي ٿي سگهي. پنجون، جديد دور جي لڙائي جي ميدان جا نقشا جيڪي ڪلوميٽرن جي مفاصلن جي حساب سان تيار ڪيا ويندا آهن، سي ميٽرن جي ماپ ۾ بدلجي ويا. جن ذريعي گهٽين، ڪنڊن ۽ الڳ الڳ عمارتن بابت سمجهاڻي ڏني ويندي هئي. ڇهون، جرمن ننڍڙي سطح جا حملا جاري رکيا، پر شهر هجڻ سبب توبن کي 30/20 جي ننڍين ٽولين ۾ استعمال ڪيو. اهڙي حالت ۾ ظاهري ڳالهه آهي ته توب مخالف هٿيارن کي فوقيت حاصل ٿيندي. هوائي فوج جي مدد گهٽجي وئي ۽ سمورو وزن پيادي فوج تي پيو. ستون، نازي فوج جيڪا هن مهل تائين هفتن ۾ سوين ڪلوميٽر جا علائقا قبضو ڪري وٺندي هئي اها هاڻي هڪڙي عمارت تي قبضو ڄمائڻ لاءِ ڏينهن جا ڏينهن وڙهڻ تي مجبور ٿي پئي. مطلب ته اهو طريقي ڪار نازي هاءِ ڪمانڊ جي طئي ڪيل جنگي هدفن ۽ رٿابندي سان بلڪل ٽڪراءَ ۾ هو. اٺون، نازي حملي آورن کي روزمره لڙائي ۾ ٿيندڙ نقصان سبب جرمن فوجن جي اخلاقي سگهه پڻ ڪمزور ٿي چڪي هئي. ٻهريائين، نازي جرمني پراڻي حڪمت عملي تي هلڻ جي قيمت ادا ڪئي ۽ پوءِ وري ان مدي خارج حڪمت عملي تي عمل نه ڪرڻ جي سزا پوڳي. انهن پهلوئن ۽ رخن جو جائزو وٺڻ ڪانپوءِ سوويت ڪمانڊ جو خيال هو ته ڳاڙهي فوج طرفان جوابي حملي لاءِ حالتون پچي راس ٿي چڪيون آهن.

پر ان هوندي سوويت يونين طرفان نومبر تائين اٽڪل 10 لک ڳاڙهي فوج جمع ڪئي وئي. ايتري وڏي تياري ڪيئن ڪئي وئي؟ اسٽالن گراڊ واري لڙائي جي فتح سوويت هاءِ ڪمانڊ جي جنگي فن ۽ سائنس جو بيمثال نمونو هئي. هن مهل تائين، جنهن قسم جي گهيرن واري حڪمت عملي تي نازي فوج عمل ڪندي رهي هئي اها الٽو کين ڳچي ۾ پئي. دوکي ڏيڻ ۽ اچرج ۾ وجهندڙ حملي ڪرڻ لاءِ لازم آهي ته دشمن کي غلط ڄاڻ ڏجي ۽ ڪوڙو ۽

سچو تاثر پيدا ڪجي. يعني اهڙي صورتحال پيدا ڪجي جو دشمن کي ڪجھ شيون حقيقت بہ لڳن ۽ ڪجھ تي اُن کي اعتبار نہ اچي. ان لاءِ سوويت ڪمانڊ هڪڙي جامع منصوبي جي تياري ڪئي.

ان منصوبي کي ايترو راز ۾ رکيو ويو جو مختلف محاذن ۽ فوجي گروپن جي ڪمانڊرن (ڪنسٽانٽن، روڪوسووسڪي ۽ اريمنڪو) کي پڻ آڪٽوبر جي وچ ۾ ٻڌايو ويو. ان دوران ڪين ڪنهن بہ قسم جي پيش قدمي ڪرڻ کان منع ڪيو ويو. ٻئي طرف، دشمن کي غلط چاڻ ڏيڻ لاءِ فوجن کي چيو ويو تہ دفاع جي تيارين ۾ جنبي وڃو، هنن خندقون کوٽڻ شروع ڪيون جنهن مان دشمن اندازو لڳايو تہ ڳاڙهي فوج حملي بدران دفاع لاءِ تياريون ڪري رهي آهي. پر ڪنهن بہ وڏي فوجي گروپ جي هيڊ ڪوارٽر کي لڪائڻ ڏکيو هو تنهنڪري جنرل وتوتن کي 28 آڪٽوبر تائين حملي جي ابتدا واري جاءِ تي نہ آندو ويو. دفاع جي تعميراتي ڪمن ۾، پنجين ٽينڪ فوج ڪانسواءِ، فقط هڪڙي فوج جي سپاهين حصو ورتو، باقي جيڪا بچت فوج هئي ان کي جاءِ واردات (اسٽالن گراڊ) کان 200 ميل پرتي رکيو ويو. ايتريقدر جو، پنجين ٽينڪ فوج کي اسٽالن گراڊ کان 500 ميل پري (ماسڪو جي پرسان) بيهاريو ويو جنهن کي ٽن هفتن دوران رات جي اونداهي ۾ 9 نومبر جي رات تائين اسٽالن گراڊ وٽ پهچايو ويو.

ٻئي طرف، يورنس آپريشن جي مدد لاءِ ماسڪو واري محاذ وٽ مرڪزي جرمن گروپ واري فوج خلاف ٻئي دوکي (آپريشن مريخ) جو بندوبست ڪيو ويو. جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ جنگي هٿيار ۽ فوجون جرمن مرڪزي گروپ خلاف جمع ڪيون ويون ۽ ان ذريعي اهو تاثر ڏنو ويو تہ اصل ۾ حملي جي تياري اوڏانهن ڪئي پئي وڃي، نہ ڪي ڏکڻ اولھ واري محاذ ڏانهن.

مريخ وارو منصوبو، صرف ڏيک ڏيڻ لاءِ حقيقي مڪمل آپريشنل حملي جي تياري جي روپ ۾ ڪيو ويو. مطلب تہ نازي ڪمانڊ لاءِ ٻنهي پاسي صورتحال اهڙي ٺٺائي وئي جو انهن لاءِ ڏکيو هو تہ ڪهڙي پاسي جي چونڊ ڪن. حقيقت ۾، سوويت ڪمانڊ مريخ وارو دوکو، ڌيان هٽائڻ (Diversionary) طور ڪتب آڻيندي دشمن کي منجهائي ڇڏيو. نازي ڪمانڊ لاءِ اها ڳالھ مڃڻ جهڙي نہ هئي تہ دشمن (ڳاڙهي فوج) آسان رستو (ماسڪو وارو محاذ) ڇڏي ان کان وڌيڪ

مشڪل رستو (اسٽالن گراڊ) وڃندو. چاڪاڻ ته جرمن ڪمانڊ جو خيال هو ته جنگي حوالي سان ماسڪو جي وڏي اهميت آهي تنهنڪري سوويت ڪمانڊ اسٽالن گراڊ جي ڀيٽ ۾ ماسڪو کي وڌيڪ ترجيح ڏيندي. ايتريقدر جو جرمن جاسوس اداري رپورٽ ڏني ته جيڪڏهن ڳاڙهي فوج حملو ڪيو ته به پهريائين مرڪزي فوجي گروپ (ماسڪو) خلاف ڪيو ويندو ۽ ان ڪانپوءِ ڏکڻ طرف هلان ٿي سگهي ٿي.

سوويت جنرل ويسلوسڪي ۽ زوڪوف، دشمن جي نرم جاين وٽ سوويت جوابي حملا ڪرڻ ۽ مختلف هنڌن تي زوردار ڌڪ هڻڻ جي لڳاتار سلسلي ذريعي دشمن جي بدتر حالتن کي بدترين بڻائڻ ۽ حڪمت عملي جي وڌيڪ فائديمند ۽ گهٽ ٽڪائيندڙ صورت تي عمل ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو. نفسياتي ۽ جنگي حوالي سان اٽسڏي حڪمت عملي اختيار ڪئي وئي.

19 نومبر جي صبح ساڍي ستين وڳي ڌاري، ڳاڙهي فوج آرٽلري ۽ مارٽرن جي برسات ڪانپوءِ پنجين ٽينڪ ۽ 21 هين ڳاڙهي فوج حملي جي ابتدا ڪئي. پر جيستائين ان حملي جي رپورٽ ڇهين جرمن فوج جي ڪماندر تائين پهتي تيستائين گهڻي دير ٿي چڪي هئي. ائين 3 لک جرمن فوج گهيري ۾ اچي وئي، جنهن گهيري جي جستجو نازي پاڻ ڪندا رهيا پر الٽو پاڻ اهڙي ئي گهيري ۾ ڦاسي پيا. جنهن ڪانپوءِ جرمن فوجن جي رسد واري لائين ڪٽجي وئي. نيٺ، ڪيترائي جرمن فوجي ڪاڌي جي کوٽ، شديد ٿڌ ۽ هٿيار نه هجڻ سبب مارجي ويا ۽ زخمي ٿيا. ۽ هٽلر جي حڪمن جي انحرافي ڪندي، نيٺ 31 جنوري (3 فيبروري) 1943 تي، جنرل پالس هٿيار ڦٽا ڪندي ڇهين فوج سميت پنهنجو پاڻ کي ڳاڙهي فوج وٽ پيش ڪيو. اٽڪل 99 هزار (22 ڊويزون) جرمن فوجي قيد ڪيا ويا جنهن ۾ 22 جنرل به شامل هئا.

اسٽالن گراڊ جي لڙائي سوويت فوجي هاءِ ڪمانڊ جي تنظيمي قابليتن ۽ جنگي هنر، سوويت سپاهين جي همت ۽ هيروازم جو هڪ بيمثال نمونو هئي. اسٽالن گراڊ جي ويڙهه نازي فوج جي زوال تي مهر هڻي ڇڏي. ان فتح اهو ثابت ڪيو ته ڪاميابي ان فوج کي ملندي جنهن وٽ اقتصادي ۽ افرادي قوت هوندي، جيڪا بهتر هٿيارن سان ليس ۽ تربيت يافته هوندي ۽ وٽس بلندترين اخلاقي سگهه هوندي ۽ جنگي فن هوندو.

**رسد ۽ دوکي جو اعليٰ مثال**

ال امين جي ٻي لڙائي جيڪا 23 آڪٽوبر کان شروع ٿي ۽ 5 نومبر 1942 تي پڇاڙيءَ تي پهتي. ان لڙائيءَ ۾ رسد، جاسوسيءَ، دوکي جي عنصرن اهم ڪردار ادا ڪيو.

ٻي عالمي جنگ دوران، هٽلر جو خيال هو تہ سوئز ڪينال، جيڪو اتحادي فوجن جي رسد لاءِ شهہ رڳ جي حيثيت رکندو هو، ان تي قبضو ڪرڻ لنڊن تي قبضي ڪرڻ کان وڌيڪ اهم آهي. ٻيو تہ ان سان تيل جي ذخيرن تي پڻ قبضو ٿي وڃي ها. ائين هٽلر سوويت يونين ۽ برطانيہ کي قابو ڪري سگهي ها. بهرحال، اولهہ جي معاشري جي زندگيءَ جو اهو تاريخي فيصلو اُتر آفريڪا جي سُنسان ريگستان ۾ ٿيو.

ال امين اهڙو علائقو هو جتي ٻئي ڏريون هڪٻئي جي سامهون هيون، اُتي ٻنهي ڏرين جي پاسن تي حملو نہ پئي ٿي سگهيو. زمين تمام سخت هئي. ان جنگ ۾ ڪاميابي ان ڌر کي ملي ها جيڪا رسد جو مسئلو حل ڪري سگهي ها. مثال طور، برطانيہ جي (انين) فوج جي صرف هڪ بڪتربند ڊويزن لاءِ روزانو 70 هزار گيلن پيٽرول، سادا ٽي سو ٽن گولا بارود ۽ 50 ٽن واڌو (فالتو) پرزا گهربل هئا. برطانيہ کي هڪڙو فائدو اهو هو تہ پيئڻ جي تازي پاڻيءَ جا آبشار برطانيہ جي مقبوضہ علائقي ۾ هئا جڏهن تہ جرمن فوج کي پاڻي کڻڻ لاءِ بہ گهڻو پري وڃڻو ٿي پيو. ال امين واري جنگي ميدان تي موجود جرمن فوج کي رسد پهچائيندڙ سامونڊي اڏو اٽڪل 6 سو ميل پري هو ۽ برطانوي فوج جي رسد سوئز ڪينال کان ٿيندي هئي جيڪو اٽڪل 2 سو ميل پري هو.

هڪڙي پاسي انگريز جنرل منٽگمري هو ۽ ٻئي پاسي جرمن جنرل روميل هو. منٽگمري کي مشيني جنگ جي فن تي مهارت حاصل هئي جڏهن تہ فيلڊ مارشل ارون روميل ”ريگستاني جنگ“ ۾ ڪمال ڏيکاري پنهنجي لاءِ ”ريگستاني لومڙ“ جو لقب ماڻي چڪو هو. جرمن فوج ۽ ايتريقدر جو دشمن بہ هن جو احترام ڪندا هئا. ال امين واري لڙائيءَ لاءِ روميل جيڪو نقشو تيار ڪيو اهو اڳرائي ڪرڻ ۽ ڪجهہ دفاعي انتظام ڪرڻ تي مشتمل هو. هن ڪنڊيدار تارون ۽ بارودي سرنگهون وڇايون. پر اهي دفاعي قسم جون تياريون ڪنهن مخصوص وقت لاءِ ڪيون ويون. جيڪڏهن هن وٽ هڪ هزار گيلن پيٽرول هجي ها تہ هُو لڙائي شروع ڪري ڇڏي ها. هن جي فوج ٿڪجي چڪي

هئي پر انهن جو حوصلو بلند هو. روميل جي ويڙهه جو طريقي ڪار اهو هو تہ دشمن ڪي آرام سان ويهڻ جو موقعو نہ ڏيڻ ۽ اوچتو حملو ڪرڻ. ال امين واري ميدان جنگ ۾ بہ هن جلدئي سئز ڪينال تائين پهچڻ پئي چاهيو. ساڳئي ريت، منٽگمري بہ لڙائيءَ جو نقشو تيار ڪري ڇڏيو هو پر هي ڪنهن بہ چرپر کان اڳ ۾ جنگي ساز سامان ۾ برتري حاصل ڪرڻ ضروري سمجهندو هو.

هاڻي "ريگستاني لومڙ" کي چڪما ڏيڻ جون اٽڪلون شروع ٿي ويون. وڏو حملو اتر کان ڪرڻو هو پر منٽگمري اهڙا ڪم ڪيا جن مان روميل کي اهو ڪوڙو تاثر مليو تہ اتحادي فوج ڏکڻ کان حملو ڪندي. اُتر واري پاسي گڏ ٿيندڙ فوج کي لڪائڻ لاءِ هرممڪن قدم کنيا ويا. ٽينڪن جي اصل صورت لڪائي رات جي اونداهيءَ جو فائدو وٺي وڏي تعداد ۾ ڳريون ٽينڪون جمع ڪيون ويون. جڏهن تہ ڏکڻ پاسي وري ڪوڙا انبار لڳايا ويا، هٿرادو ڪوڙيون ٽينڪون ۽ جهاز پري پري تائين رکيا ويا، تہ جيئن روميل جي جاسوس جهازن کي اهو تاثر ملي تہ هن طرف (ڏکڻ) کا وڏي تياري پئي ٿئي. هزارين ماڻهو رسد جو سامان لاهڻ ۾ مصروف هئا. هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن ڊوڙن پيا.

بهرحال، جنگي نمائش جو اهڙو بندوبست ڪيو ويو جو دوکو ڪامياب ٿي ويو. ٻئي طرف، جرمن هاءِ ڪمانڊ، روميل کي پڪ ڏياري تہ اٽڪل ڇهہ هزار ٽن پيٽرول اچي پيو (جيڪو ڪڏهن بہ نہ پهتو) پر ان آسري تي روميل حملو ڪري ڏنو. موٽ ۾، برطانوي فوج جوابي ڌڪ هڻندي جهازن ذريعي روميل جي فوج کي نشانو بڻائڻ شروع ڪيو ائين روميل جي فوج منٽگمري جي ڪوڙڪي ۾ ڦاسي پئي. انگريز جنرل ٻيو اهو ڪيو تہ روميل تائين اهڙا جاگرافيائي نقشا پهچايا جن مان واضع ٿيو پئي تہ اوسي پاسي جي زمين ٽينڪن جي استعمال لاءِ موزون آهي. جڏهن روميل جون ديوقامت ٽينڪون اُتي پهتيون تہ نرم ريگستان ۾ ڦاسي پيون. ائين ٽن ڏينهن تائين وڙهندي وڙهندي، پوئتي هٽڻ تي مجبور ٿي ۽ پنهنجي جان بچائي. نيٺ، آهستي آهستي اتحادي ٽينڪن ۽ جهازن جرمني ۽ اٽليءَ جي فوجن کي آفريڪا مان ڪڍي ڇڏيو. جنهن کانپوءِ برطانيہ لاءِ جنگ ڦيرو کائڻ شروع ڪيو.

**نارمنڊي: جاسوسي ۽ جوابي جاسوسي**

فرانس جي ساحلي پٽي، نارمنڊي، وٽ انگريز ۽ آمريڪي فوجن طرفان 6 جون 1944 تي ڪيل حملي ۽ ان جي نتيجي ۾ جاسوسي ۽ جوابي جاسوسي جو اهم ڪردار هو.

ٻي عالمي جنگ دوران نازي فوج جي قبضي هيٺ آيل فرانس تي حملو ڪرڻ لاءِ اتحادي فوج طرفان نارمنڊي (علائقي جو نالو) ۾ فوجون لاهڻ جو منصوبو ٺاهيو ويو. جنگ جي تاريخ ۽ خاص ڪري ٻي عالمي جنگ ۾ اهو منصوبو هڪ ئي وقت گهٽ۾ دوڪن ڪي ڪمال سان سرانجام ڏيڻ جو شاهڪار نمونو آهي. اصل ۾ فوجون فرانس جي ساموندي ڪناري نارمنڊي وٽ لاهڻيون هيون پر ان اصل حملي کي لڪائڻ لاءِ هنن اهڙا بندوبست ڪيا جو جرمن ڪمانڊ کي يقين ٿي ويو تہ دشمن ناروي تي ڪاهہ ڪندو ۽ ساڳئي وقت ٻي پڪ اها ٿين تہ فرانس تي اصل حملو نارمنڊي (ساموندي ڪناري) ڪان نہ پر پاس ڊي ڪلاس (ساموندي ڪناري) کان ٿيندو. اهڙي دوکي ڏيڻ جو مقصد اهو هو تہ جرمني پنهنجي فوج جو گهڻو حصو نارمنڊي واري محاذ تي مقرر نہ ڪري ۽ ٻين علائقن ڏانهن اماڻي جتي هن کي خطري جو يقين ڏياريو وڃي. ان قسم جي دوڪن ڪانسواءِ اهو آپريشن ڪامياب ٿي نہ ٿي سگهي ها ڇاڪاڻ تہ فرانس جي ساحلي پٽي تي جرمن فوج مضبوط دفاعي قطارون ٺاهي ڇڏيون هيون. تنهنڪري، برطانيہ ۽ آمريڪا جي فوجن لاءِ سمنڊ رستي ساحلي ڪنارن تي لکن جي تعداد ۾ فوج لاهڻ ۽ جنگي هٿيار ۽ سامان لاهڻ انتهائي ڏکيو عمل هو.



دشمن کي ڪوڙو تاثر ڏيڻ ۽ دوکي کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ ڪوڙيون ربڙ جون ٺهيل ٽينڪون، جهاز ۽ ٻيو جنگي سامان اصل جاءِ بدران ٻئي هنڌ رکيو ويو. غيرجانبدار ملڪن جي سفارتي چينلن ذريعي جاڻي واڻي جرمن ڪمانڊ تائين رازداريءَ سان ڪجهه سچي ۽ ڪجهه ڪوڙي معلومات موڪلي وئي. (مثال طور، غيرجانبدار سوئيڊن جي حڪومت سان برطانيه ڳالهيون ڪيون ته اسانجي جهازن کي پنهنجي ملڪي سرحدن مان لنگهڻ جي اجازت ڏيو ۽ انهن ۾ پيٽرول ڀرڻ جي به اجازت ڏيو. ان مان جرمني کي تاثر اهو مليو ته برطانيه ناروي واري پاسي حملي جون تياريون پئي ڪري.) وائرليس ٽريفڪ سميت مشهور شخصيتن کي عوامي ميڙاڪن سان گڏ ڏيکاريو ويو. پر انهن سڀني ڪان وڌيڪ اهم ۽ ڪارائتو ڪم ٻه طرفن جاسوسن (Double-Agents) ڪيو، برطانيه جرمن جاسوسن کي استعمال ڪري جرمن هاءِ ڪمانڊ تائين ڪوڙي معلومات پهچائي. پاس ڊي ڪلائس جنگي حوالي سان بهتر علائقو هو ڇاڪاڻ ته اهو برطانيه ۽ فرانس جي وچ ۾ تمام گهٽ مفاصلي تي واقع هو. نتيجي طور، جرمن فوج ائين پئي سمجهيو ته اتحادي فوجون اتان ضرور اينديون. ايتريقدر جڏهن نارمنڊي وٽ حملو ٿي چڪو هو تڏهن به جرمن فوج ائين پئي سمجهيو ته اهو ڪوڙو يا ڌيان هٽائڻ وارو حملو آهي اصل حملو ته پاس ڊي ڪلائس وٽان ٿيڻو آهي. جرمن فوج کي اها پڪ ان ڪري ٿي ڇاڪاڻ ته پاس ڊي ڪلائس جي بلڪل سامهون برطانوي ساحلي ڪنارن تي تمام وڏي تعداد ۾ ڪوڙيون ٽينڪون، جهاز ۽ ايتريقدر جو عمارتون به ڪڙيون ڪيون ويون هيون. وڏي ڳالهه ته ڳجهي ٻولي موڪلڻ ۽ پڙهڻ واري جرمن مشين جو توڙ برطانيه ڪڍي چڪي هئي جنهن سان هنن کي پڪ پئي ٿي ته جرمن ڪمانڊ کي اسانجن دوکن تي اعتبار اچي چڪو آهي.

نيٺ، 6 جون 1944ع تي اتحادي فوج طرفان حملو ڪيو ويو جنهن ۾ اٽڪل ست هزار جنگي ٻيڙين، 12 هزار جهازن، 10 هزار ٽن بم شامل هئا.[19] نارمنڊي واري لڙائيءَ ۾ ڪاميابي ڪانپوءِ هٽلر هڪ ئي وقت ٻن محاذن (اوڀر ۾ سوويت يونين ۽ اولهه ۾ فرانس، برطانيه ۽ آمريڪا سان) وڙهڻ تي مجبور ٿيو. جن اڳتي هلي نازي سلطنت جي محل کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو.

# جديد ايشيا ۾ جنگ جو فن

يورپ پنهنجي هڪ هزار سالا اونداهي دور گذرڻ کانپوءِ اٽڪل پنج صدين تائين پوري دنيا تي ڪاهون، حملا ۽ قبضا ڪندو رهيو آهي. اهو سلسلو اڄ تائين هلندو پيو اچي. تاريخي تناظر ۾ ڏسجي ته اها ويڙهه پڻ ڪمزور ايشيا ۽ طاقتور يورپ ۽ آمريڪا جي وچ ۾ گذريل پنج سو سالن کان ٿيندڙ لڙائي آهي. پر ان پنج صدين واري يورپي (بعد ۾ آمريڪي) بالادستي ۽ تسلط کي تباهه ڪرڻ جي ابتدا، خاص طور تي جاپان، بعد ۾ چين، ڪوريا، ويٽنام، انڊيا ۽ ٻين ايشيائي، آفريڪي، لاطيني آمريڪي ملڪن ۾ ٿي. ان تاريخي ويڙهه ۾ ڦهريون پيرو ڦيرو تڏهن آيو جڏهن 1905ع ۾ جاپان روس سان ويڙهه ڪري روس کي شڪست ڏني ۽ وري ٻي عالمي جنگ دوران ڪيترن ايشيائي ملڪن تان يورپي قبضا ختم ڪرائي پاڻ قبضا ڪيا. تنهن کانپوءِ، چين 1949ع ۾ يورپي ۽ آمريڪي سامراجين کي شڪست ڏئي پنهنجي حدن مان تڙي ڪڍي ڇڏيو. بعد ۾ ويٽنام به فرانس ۽ آمريڪا جهڙين خطرناڪ عالمي فوجي طاقتن کي ٽوٽا چٻائي پنهنجي گهرن ڏانهن واپس اماڻي ڇڏيو. ائين فقط چار پنج ڏهاڪن اندر ايشيا مٿان سڄي يورپي بالادستي ختم ٿيڻ شروع ٿي ۽ ڪيترائي ملڪ آزاد ٿيا. اصل ۾، ويهين صدي دوران يورپي بالادستيءَ جي عروج جي انتها به هئي ته ان صديءَ دوران ان جي تاريخي زوال جي ابتدا ٿي. پر ايشيا کي اڃان پنهنجن پيرن تي بيهڻ، ترقي يافته ۽ طاقتور خطو بڻجڻ ۾ وقت گهربل آهي. هن وقت به ايشيا جا تمام گهڻا ملڪ پنتي پيل آهن. پر ان سموري لقاءُ ۾ حيران ڪندڙ ڳالهه هيءَ آهي ته ايشيا جا ڪمزور، پنتي پيل ۽ سُجا ماڻهو يورپ ۽ آمريڪا جي طاقتور، ترقي يافته ۽ شاهوڪار ملڪن سان ڪيئن ٿا جنگيون ڪن!

جيترو جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ ايشيائي ماهرن ماضيءَ ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو هو ساڳئي طرح ويهين صديءَ ۾ به مائوزيتنگ، هوچي منهه، گياپ، ڪم ال سنگ، چيانگ ڪائي شيڪ، مصطفيٰ ڪمال اتاترڪ، لن پيائو، ياماموتو جهڙن جنگي جنرلن پنهنجين جنگي اٽڪلن، حرفتن ۽ طريقن جا نوان

مثال قائم ڪري مغربي فوجي ماهرن ۽ جنرلن کي پريشان ڪري ڇڏيو ۽ اهو ڪجھ ڪري ڏيکاريو جيڪو اُنهن جي وهم گمان ۾ بہ نہ هو. ماضيءَ ۾ عام روايتي جنگ وانگر ايشيا ۾ جاپان ۽ جديد انقلابي جنگ جي فن ۾ مهارت ۽ ڪمال جي باقائده ابتدا پڻ چين کان ٿي.

**جاپان**

اولھ جي 500 سالا تاريخي تسلط ۽ هڪ هنيءَ کي پهريون سنڌائتو ڌڪ 1905ع ۾ لڳو جڏهن جاپان ۽ روس جي وچ ۾ بحري ويڙھ ٿي. توڙي جو ان وقت، روس هڪ وڏي بحري طاقت هو. روس وٽ ست پهرين درجي جا جنگي ٻيڙا، نو ڪروزر ۽ ٻيڙا تباھ ڪندڙ 25 بحري جهاز ۽ جاپان وٽ ڇھ جنگي ٻيڙا، اٺ ڪروزر ۽ ٻيڙا تباھ ڪندڙ 19 بحري جهاز هئا. جڏهن تہ ٻنهي جي زميني فوج ۾ وڏو فرق هو، روس وٽ اٽڪل ساڍا چار لک ۽ جاپان وٽ پوڻا ٽي لک فوجي هئا. پر ڏور اوڀر واري علائقي ۾ روس وٽ فقط هڪ لک 38 هزار سپاهي هئا. روسي فوج سان وڏو مسئلو مفاصلي جو هو، ڇاڪاڻ تہ روسي فوجين کي ڏور اوڀر واري محاذ تائين پهچڻ ۾ مهينو لڳي ويندو هو. تعداد جو فرق زميني جنگ ۾ فيصلاڪن هوندو آهي پر بحري جنگ ۾ فيصلاڪن اهميت سائنس ۽ مشيني اوزارن کي هوندي آهي. ان حوالي سان روس جي بحري طاقت، جاپان جي ڀيٽ ۾، برتر ۽ فيصلاڪن هئي. جاپاني جن کي ”ننڍا زرد پولڙا“ سمجهيو ويندو هو، ان جي حيثيت ڪنهن بہ ريت يورپين سان نہ ڀيٽ لائق نہ هئي.

روس، ان دور جي ٻين يورپي قوتن وانگر هڪ وڏي ڪالونيل طاقت هو، ان چين جي علائقي منچوريا تي قبضو ڪرڻ پئي چاهيو. پهريائين تہ هن چيني علائقي (منچوريا) مان ريلوي لائين جي لنگهہ لاءِ رعايت ورتي ۽ بعد ۾ ليائو تنگ پيننسوليا جي ڊگهي مدي واري ليز ورتي، جتي روس بحري اڏو تعمير ڪرڻ پئي چاهيو. جڏهن تہ ٻئي طرف، خود جاپان ڪوريا ۾ اک وجهيو ويٺو هو. ان تڪرار جي نبيري لاءِ ٻنهي جي وچ ۾ ڳالهيون هلندڙ هيون تہ ان وچ ۾ روس، چين جي اجازت سان، منچوريا ۽ ڪوريا جي سرحد وٽ پنهنجيون فوجون لاٿيون. تنهن ڪانپوءِ ان ردعمل ۾، 8 فيبروري، 1904ع ۾ جاپاني بحري فوج، ايڊمرل ٽوگو جي سربراهيءَ ۾، پورٽ آرٿر وٽ روسي ٻيڙين تي حملو ڪري ڏنو. جاپاني فوج سان وڙهڻ لاءِ روس پنهنجي جنگي ٻيڙن جي پرتي

ڏور اوپر واري محاذ ڏانهن رواني ڪئي جيڪا ان کان اڳ جو تمام ڊگهو ۽ ڏکيو سفر ڪري، ڏورانهين پورٽ آرٿر تائين پهچي روسي فوج کي ڇوٽڪارو ڏياري ها، سو اُها اجا (10 مارچ تائين) مدگاسڪر وٽ ئي مس پهتي هئي، ته ان وچ ۾ 2 جنوري تي مڪدن وٽ روسي فوجين هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيا هئا ۽ جڻ ته جنگ ته ختم ٿي چڪي هئي پر روسي جنگي سربراهه، روزونسڪي، کي رستو تبديل ڪرڻ جا آرڊر ئي نه ملي سگهيا. جنهن ڪري هي ساڳيو رستو وٺي اڳتي وڌيو.

جاپاني ايڊمرل ٽوگو ته روسي بحري ٻيڙن جي تاڙ ۾ ويٺو هو. روسي جيئن ئي جاپان ۽ ڪوريا جي وچ واري سشيما سوڙهي لنگهه ۾ داخل ٿيا ته روزونسڪي، پنهنجي جنگي ٻيڙن کي هڪ ڪالم جوڙڻ بدران هڪٻئي سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي سڌي قطار ٺاهڻ جو حڪم ڏنو ته جيڪڏهن جاپاني ٻيڙن جي ڪالم سان ٽڪر ٿئي ته هي سڀ ڦري دشمن کي پاسن کان آتش بازي ڪري سگهن. (ان اٽڪل کي بحري تدبيرن جي حوالي سان "ڪراسنگ ٽي" سڏيو ويندو هو. جنهن مطابق دشمن جنگي ٻيڙا، جيڪي هڪٻئي جي پٺيان ڪالم جي صورت ۾ ايندا آهن، انهن جي مهڙ واري ٻيڙي کي نشانو بڻائي سگهبو آهي ۽ جيڪي ان مهڙ واري ٻيڙي جي پٺيان ٻيا ٻيڙا هوندا آهن اُهي فائر نه ڪري سگهندا آهن. ان وچ ۾ جيڪڏهن ڪو وڏو جنگي ٻيڙو ڪالم ٽپي ويندو هو ته اُهو هرهڪ ٻيڙي کي آسانيءَ سان هدف بڻائي سگهندو هو.) پر روسي فوج هڪ سڌي قطار بدران به ڪالم ٺاهي سگهي. جاپانين به سڌيءَ ريت انهن ڏانهن وڌڻ بدران پاسن کان رسائي ڪئي. 27 مئي جي منجهند 1.40 منٽن تي، مکيه جنگي ٻيڙن جو هڪٻئي سان مقابلو شروع ٿيو ۽ انهن هڪٻئي خلاف فائر کولي ڇڏيا. ان وقت روسين جي ستن جنگي ٻيڙن ۽ نو (9) ڪروزرس جي پيٽ ۾ جاپانين وٽ چار جنگي ٻيڙا ۽ اٺ ڪروزر هئا. پر روسي ٻيڙن تي ڪارو ۽ پيلو رنگ ٿيل هو تنهنڪري انهن کي آسانيءَ سان ڏسي سگهجي پيو، جڏهن ته جاپاني ٻيڙن تي ڀُورو رنگ ٿيل هو. ٽوگو پنهنجي تيز رفتاريءَ جو فائدو وٺندي روسي ڪالم کي پار ڪندي ڏهن ٻيڙن کي گڏائي مهڙ وارن ٻن روسي ٻيڙن تي فائر ڪري ڏنا. هڪ روسي ٻيڙو ته يڪدم تباهه ٿي ويو، باقي ٻيو 20 منٽن ڪانپوءِ ذرا ذرا ٿي ويو. ان مان هڪ تي

سوار روسي سربراهه زخمي ٿيڻ ڪري بيهوش ٿي پيو ۽ جڏهن هوش آيس ته جاپاني اسپتال ۾ پيو هو

اُن جنگ ۾ ست روسي ٻيڙن مان پنج ته ٻُڏي ويا، ٽي ڪروزر فلپائين ڀڄي ويا. روس کي ڪُل ملائي 37 ٻيڙن مان اٽڪل 34 ٻيڙن جو نقصان پهتو. 4,830 روسي فوجي مارجي ويا، 5,917 پڪڙيا ويا ۽ 1,862 ٻين جاين تي ڦاسي پيا. جڏهن ته فقط 110 جاپاني فوجي مارجي ويا، ۽ ٽن ڪروزرس کي نقصان پهتو ۽ ٽي تارپيڊو ٻڏي ويا. ٽوگو ۽ ان جي سپاهين يورپي ڪاڪاشين جي برتريءَ واري تاريخي حيثيت کي پورا پورا ڪري ڇڏيو. 1905ع ڪانپوءِ، جاپاني ۽ آمريڪي بحري فوجن هڪٻئي کي اکيون ڏيکارڻ شروع ڪيون. نيٺ، 1941 ۾ جاپان ۽ آمريڪا هڪٻئي خلاف اعلانِ جنگ ڪيو.

**خودڪش حملا**

ٻي عالمي جنگ وقت يورپ ۽ اتر آمريڪا کان ٻاهر فقط جاپان ئي هڪ سڌريل صنعتي ملڪ هو. پر سماجي طور تي جاپان جاگيردار معاشرو هو جنهن ۾ واپارين ۽ تجارتڪارن جي ڀيٽ ۾ ويڙهاڪن کي وڌيڪ پسند ڪيو ويندو هو. ايتريقدر جو، اڄ تائين، شهنشاهه کي خدائي مخلوق سمجهيو ويندو آهي. بهرحال، اُتي فوج جي بالادست حيثيت هئي، جيڪا ڌارين جي سخت خلاف هئي. جيڪا سموري اوڀر ايشيا ۽ خاص ڪري چين تي پنهنجي بالادستي قائم ڪرڻ جي خواهشمند هئي. 1929ع واري معاشي بحران ان خواهش کي وڌيڪ تقويت بخشي. انهيءَ سلسلي ۾ 1931ع کان وٺي جاپان اڳرائي ڪندي منچوريا تي حملو ڪيو ۽ وري 1937ع ۾ چين تي قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ڪمزور چينن جي گوريلا جنگ هن کي منجهائي ڇڏيو جنهنڪري جاپان چين جي رسد بند ڪرڻ لاءِ ڏکڻ پاسي (برما) رخ ڪيو. ان دوران جاپاني ايڊمرل ياماموتو، آمريڪي بحري اڏي، پرل هاربر، تي اچرج ۾ وجهندڙ حملي جو منصوبو جوڙيو. جيتوڻيڪ، ان وقت آمريڪا، برطانيه، نيدرلينڊ ۽ فرانس (۽ انهن جون ڪالونيز انڊيا، آسٽريليا، چين، ملايا، فلپائين وغيره) ۽ ٻئي طرف جاپان جي جنگي ٻيڙن ۽ جهازن جو تعداد ذري گهٽ برابر هو. پر اهم فرق مقدار جو نه پر معيار جو هو. جاپاني فوج کي ساموندي ڪنارن، جهنگن ۽ راتين ۾ وڙهڻ جي تربيت مليل هئي ۽ انهن جي هوائي جهازن جو معيار بهتر هو. 1941 جي 7 ڊسمبر جي صبح، جاپاني بحري فوج هوائي جهاز کڻي ويندڙ

چھن ٻيڙن جي مدد سان آمريڪي بحري اڏي پرل هاربر تي حملو ڪري ڏنو، جنهن ۾ ننڍن ٻيڙن سميت اٽڪل چار وڏا جنگي ٻيڙا ٻُڏي ويا، چار ٻيڙن کي سخت نقصان پهتو ۽ 188 جهاز تباهه ٿيا ۽ اٽڪل ساڍا ٽي هزار آمريڪي فوجي زخمي ٿيا ۽ مارجي ويا. ان اوچتي حملي دنيا کي ڇرڪائي ڇڏيو ڇاڪاڻ ته ان وقت ايتري ڊگهي مفاصلي تائين جهازن جي اُڏام انتهائي ڏکيو ڪم هو. ان هڪ ڌڪ ڪانپوءِ، جاپان لاءِ برطانيه، آمريڪا ۽ ڊچ جي قبضي هيٺ آيل علائقن تي لڳاتار حملا ڪرڻ لاءِ رستو صاف ٿي ويو. ڏسندي ڏسندي جاپان فقط ٽن مهينن اندر هانگ ڪانگ، ملايا، فلپائين، بورنيو ۽ سيليبيس، سينگاپور، جاوا، برما ۽ ٿائيليند سميت ڪيترن ننڍن وڏن ٻيٽن مان ڌارين کي تڙي ڪڍيو، عارضي طور تي يورپي غلاميءَ مان نجات ڏياري پر پاڻ قبضو ڪري ويهي رهيو.

ٻي عالمي جنگ ۾ جاپاني فوج جنهن جنون، ڇريائپ ۽ جوش سان ويڙهه ڪئي ان آمريڪين ۽ انگريزن کي ڏندين آڱريون ڏياري ڇڏيون. ٻي عالمي جنگ تائين هوائي جنگي سائنس ۾ ٺُز نشاني تي حملو ڪرڻ ڏکيو هو. ٿلهي ليکي مخصوص دائري اندر ڪيترائي فائر ڪيا ويندا هئا يا بم ڪيرايا ويندا هئا جن ۾ ڪجهه نشاني تي لڳندا هئا ته ڪجهه نه لڳندا هئا. پر جاپاني پائليٽ پاڻ کي جهاز سميت وڃي بحري ٻيڙي مٿان ڪيرائيندا هئا.

آمريڪا اتر پيسفڪ سمنڊ جي ننڍڙن اليشن ٻيٽن (اتو ۽ ڪسڪا) مان جاپانين کي ڪڍڻ لاءِ جنگ ڪري قبضو ڇڏايو پر ٻئي درجي جي اهميت رکندڙ انهن ٻيٽن کي حاصل ڪرڻ لاءِ آمريڪا کي تمام ڳري قيمت ادا ڪرڻي پئي. 11 مئي 1943ع تي آمريڪي فوج اتو (Attu) جي علائقي ۾ لٿي جنهن کي ٽن جنگي ٻيڙن جي سپورٽ هئي. ٻن هفتن جي سخت لڙائيءَ ڪانپوءِ جاپاني فوج جبلن ۾ لڪي وئي ۽ بعد ۾، جاپانين ڇا ڪيو ته آمريڪي چونڪين کي تباهه ڪرڻ لاءِ خودڪش حملا ڪري ڏنا. وري آمريڪا ڪسڪا جي ٻيٽ تي قبضو ڪرڻ لاءِ هوا، زمين ۽ سمنڊ رستي اڍائي هفتن تائين بمباري ڪئي ۽ پنجن ڏينهن تائين پوري ٻيٽ ۾ جاپانين جي ڳولا ڪئي ۽ جڏهن ڪين پڪ ٿي ته هاڻي هتي هڪڙو به جاپاني ناهي تڏهن سڪون جو ساهه کنيو. انهن ٻن ٻيٽن کي خالي ڪرائڻ لاءِ وڏي هوائي ۽ بحري فوج سميت اٽڪل هڪ لک آمريڪي فوج استعمال ڪئي وئي. آئوو جيما (Iwo Jima) جو ٻيٽ جيڪو اٽڪل چار ميلن تي پکڙيل آهي، آمريڪي فوج جي خيال ۾ اهو آسان هدف هو. جتي اٽڪل 25

هزار جاپاني فوج، لکل غارن ۾ هڪبئي سان ڳنڍيل سرنگهن جو ڄار وڇائي ڇڏيو هو. پئسفڪ سمنڊ ۾ ٽيل سمورين لڙائين کان وڌيڪ ڏکي بمباري ان بيٽ تي ڪئي وئي پر ان جو ڪوبه فرق نه ٿيو جيئن ئي آمريڪي بحري فوج (19 فيبروري جي) صبح جو بيٽ تي لهڻ جي ڪوشش ڪئي ته جاپانين مٿن سخت گولي باري ڪري ڏني. تنهن ڪانپوءِ آمريڪي فوج آهستي آهستي، هڪ هڪ فٽ، رڙهندي اڳتي وڌندي رهي. پنجن هفتن جي سخت ويڙهه ۾ اٽڪل 26 هزار سپاهين جو نقصان پوڳڻ ڪانپوءِ آمريڪا بيٽ حاصل ڪري ورتو. پر ننڍا ننڍا جاپاني ٽولا اينڊڙ ٻن مهينن تائين وڙهندا رهيا. نيٺ، جاپان ڏانهن ويندڙ آخري رڪاوٽ، اوڪينوا جو بيٽ (Okinawa) جيڪو 60 ميل ڊگهو ۽ 8 ميل ويڪرو هو، اتي 1 اپريل تي ويڙهه شروع ٿي، جيڪا جاپانين جي سخت مزاحمت سبب ٽي مهينن تائين هلي جنهن دوران جاپانين اٽڪل ڏهه پيرا سوين خودڪش جهازن (Kamikaze) ذريعي سوين آمريڪي بيڙا ۽ جهاز تباهه ڪيا ۽ آمريڪا کي اٽڪل 49 هزار فوجين جو نقصان پهتو. ان تڪليف ڏيندڙ تجربي کي ڏسي آمريڪا کي اچي ڊپ لڳو ته جيڪڏهن جاپان تي حملو ڪيوسين ته ڇا ٿيندو؟ ٻئي طرف، سوويت يونين جرمني کي هارائي چڪو هو ۽ اهو جاپان سان ويڙهه ڪرڻ لاءِ آزاد ٿي چڪو هو. آمريڪا انهن ٻنهي خطرن جو حل ائٽم بم ۾ ڳوليو.

حيران ڪندڙ ڳالهه هيءَ آهي ته آمريڪا، برطانيه، فرانس ۽ چين جهڙن طاقتور ديون کي پتڪڙي جاپان، عارضي طور تي، زبردست شڪستون ڏنيون. پر اڳتي هلي پنهنجي پتڪڙي وجود جي ڪري جنگ هارائي ويو. ڇاڪاڻ ته اهو پتڪڙو وجود پنهنجن وڏن مقصدن ۽ محدود وسيلن سبب ڳري بند هينان دٻجي ويو. جاپاني سلطنت اصل ۾ سامونڊي سلطنت هئي جنهن جو گهڻو دارومدار ٻاهرين رسد تي هو ۽ انهن پنهنجي گنجائش کان وڌيڪ پکيڙ ڪري ڇڏي هئي. جاپان جي شڪست جو هڪ اهم ڪارڻ چين ۾ ٽيل جنگ به هئي.

**چين ۾ مائوزيتنگ** (1893_1976ع)

نيپولين چيو هو ته "چين کي سمهڻ ڏيو. جڏهن اهو اٿندو ته دنيا کي ڏاڍو ڏک ٿيندو." جيتوڻيڪ، "مهذب" يورپي قبضاگيرن چين ۾ آفيم موڪلي پوري چين کي نشي جو عادي بنائڻ لاءِ (پهريائين 1839 کان 1842 تائين ۽ پوءِ 1856 کان 1858ع تائين) "آفيمي جنگيون" به ڪيون ۽ لکين ماڻهن کي موت جو کاڄ به

بڻايو. جڏهن تہ اندروني طور تي 1644ع کان چين ۾ منچو گهراڻي جي بادشاهت هئي. انهن ٻنهي قسمن جي عذابن مان جان ڇڏائڻ ۽ چين کي ننڊ مان جاڳائڻ لاءِ ابتدائي ڪوشش تائي پنگ جي بغاوت (1850ع) ۾ ٿي. پر ”مهذب“ يورپي حڪمرانن شاهي گهراڻي منچو جي حمايت ڪري ان بغاوت کي ڪچلي ڇڏيو. انهن ڏينهن دوران مارڪس لکيو هو تہ ”ٻي دُنيا کان مڪمل طور تي ڪٽيل هجڻ ڪري پراڻو چين اجاتائين ساڳي حالت ۾ آهي. پر انگريزن جي معرفت اها صورتحال بدلجي ويندي، جيئن هڪ محفوظ ٿيل پراڻي ممي کي کليل هوا ۾ آڻبو تہ اُها ڀُري پوندي، تيئن انگريزن چين ۾ اهو انقلاب آندو آهي. تنهنڪري هاڻي سوال اهو آهي تہ اُهو (چين) انگليند ۽ انگليند جي معرفت يورپ تي، پنهنجو ردعمل ڪيئن ٿو ڪري. انگليند جي تجارت جي ڪري پيدا ٿيل معاشي حالتن کي ڏسي چئي سگهجي ٿو تہ چيني انقلاب موجوده صنعتي نظام جي پريل ڪاڻ ۾ چڻنگ اڇلائيندو ۽ ڊگهي عرصي کان تيار ٿيل عام بحران ۾ ڌماڪو ڪندو جيڪو ملڪ کان ٻاهر تائين ڦهلجي ويندو ۽ ائين پوري کنڊ ۾ سياسي انقلاب ايندا.“[192]

بعد ۾ (1911ع) سن يات سين انقلاب آڻي بادشاهي راڄ کي ختم ڪيو. جنهن جا اثر يورپ تي بہ پيا. تنهن کانپوءِ ان زرد ديو چين کي اُٿارڻ جو ڪم مائوزيتنگ سرانجام ڏنو. مائو اهو شخص هو جنهن دنيا جي سڀ کان گهڻي آباديءَ واري پنڻي پيل، نيم نوآبادياتي، نيم جاگيردار ملڪ، چين ۾ هڪ ڊگهي جنگ ڪري پورهيت انقلاب آندو. جيڪو ڪيترن ئي ٻين ملڪن ۾ ڪميونسٽ تحريڪ لاءِ اتساهہ جو سبب بڻيو. مائو کي ويهين صديءَ دوران سڀ کان وڌيڪ اثرانداز ٿيندڙ سياسي ۽ فوجي رهنمائن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. مائوزيتنگ هڪ گهڻ رخي ۽ تاريخ ساز شخصيت هو. هي نہ فقط هڪ فوجي جنرل هو پر ان سان گڏ جنگي نظريدان بہ هو تہ سياسي رهنما بہ هو ۽ سياسي نظريدان بہ هو. فلسفي بہ هو تہ اديب بہ هو، حڪمت عمليءَ جو ماهر بہ هو تہ فن ۽ ثقافتي هٿيارن کي استعمال ڪرڻ جو بہ ماهر هو. نہ فقط هڪ انقلابي هو پر باغي بہ هو. فقط ڳالهيون نہ ڪيون پر انهن کي هن عمل ۾ بہ آڻي ڏيکاريو. استاد، مفڪر ۽ عوامي تعليم جو ماهر بہ هو.


مائوزيتنگ

مائو جو تعلق هڪ هاري خاندان سان هو. هن چين ۾ بادشاهت خلاف 1911ع ۾ ٿيل بغاوت ۾ حصو ورتو. بعد ۾، هن لائبريري ۾ ڪم ڪيو جتي مارڪس ۽ اينگلس سميت ڪيترن ٻين عظيم مفڪرن جي علمن کي پڙهيو. هي 1922ع ۾ چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جو بنياد وجهندڙن ۾ شامل هو. 1923ع ۾ چيني ڪميونسٽ پارٽي ڪومنتانگ سان اتحاد ڪيو جيڪو 1927ع ۾ ٽٽي ويو. نتيجي طور، چين ۾ گهرو ويڙهه شروع ٿي وئي. بعد ۾، جڏهن جاپان حملو ڪيو ته هنن وري پاڻ ۾ اتحاد ڪيو ۽ جڏهن ٻي عالمي جنگ پڇاڙيءَ تي پهتي ۽ جاپان هٿيار ڦٽا ڪيا ته وري هنن ۾ گهرو ويڙهه شروع ٿي وئي. جيڪا 1949ع ۾ ختم ٿي ۽ چين ۾ پورهيت انقلاب اچي ويو. پر ان سموري تاريخ ۾ چيني ڪميونسٽ پارٽي اٽڪل 23 سال مسلسل جنگ ڪندي رهي ۽ ان جنگ ۾ ڪاميابيءَ جو سهرو سرخ فوج ۽ ان جي سربراهه مائوزيتنگ ڏانهن وڃي ٿو.

مائوزيتنگ جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ نوان واڌارا ڪري "عوامي جنگ" جي سائنس جا بنياد وڌا. جنهن ۾ هن ٻڌايو ته "ڪيئن هڪ ڪمزور ڌر طاقتور ڌر کي شڪست ڏئي سگهي ٿي؟" مائو جي جنگي نظريي کي سائنسي نظريو ان ڪري چئي سگهجي ٿو ڇاڪاڻ ته هن پنهنجن جنگي اصولن جي بنياد تي چين ۾ هڪ ڪمزور ڌر هٿان طاقتور دشمن کي شڪست ڏئي ان جي سچائي ثابت ڪئي ۽ سوپ ماڻي ۽ پوري ملڪ کي بدلائي ڇڏيو ۽ ان کانپوءِ ٻين ملڪن (خاص ڪري ڪوريا ۽ ويٽنام) ۾ به هن جي جنگي نظريي کي بنياد بڻائي جنگيون ڪٽيون ويون. صدين تائين آڳاٽن جنگي نسخن تي جيئن جو تيئن مشيني انداز سان سمجهڻ ۽ لاڳو ڪرڻ تي زور ڏنو ويندو رهيو آهي. مائوزيتنگ کان اڳ وارن خالص جنگي نظريدانن جامد، مشيني ۽ دائمي اصولن جي پوئواري ڪئي. جڏهن ته مائو جنگ جي سائنس کي جدلياتي انداز سان پيش ڪيو. مائو جي انقلاب بابت نظريي ۾ (1) فوجي طاقت جو فيصلاڪن ڪردار (2) ٻهراڙي جي فوجي اڏن جي اهميت ۽ (3) ڊگهي جدوجهد جهڙا اهم اصول شامل آهن.

جنگ ڇا آهي؟ جنگ ۽ سياست جو پاڻ ۾ ڪهڙو تعلق آهي؟ انهن سوالن جي جواب ۾ هن لکيو ته "جنگ خونريزه سياست آهي ۽ سياست خونريزيءَ کانسواءِ جنگ آهي." جنگ سياسي گروهن، رياستن، قومن، يا طبقن جي وچ ۾، تضادن کي حل ڪرڻ لاءِ طبقاتي جدوجهد جي سڀ کان اعليٰ ترين صورت

آهي."[193] پر ان جو هرگز اهو مطلب ناهي تہ مائوزيتنگ جنگ کي دائمي ۽ قطعي لقاءَ طور ڏسي ٿو. دنيا جي ٻين جنگي جنرلن ۽ نظريدانن جي پيٺ ۾ مائو وٽ جنگ جو مقصد ڪنهن ٻئي علائقي تي قبضو ڪرڻ، بدلو وٺڻ، پنهنجو اثر رسوخ وڌائڻ وغيره ناهي پر هن جي خيال ۾ "جنگ جو مقصد جنگ جو خاتمو ڪرڻ آهي."[194] جيتوڻيڪ، اهو متضاد تصور آهي پر جيئن لوھ لوھ کي ڪٽيندو آهي ساڳئي طرح جنگ کي جنگ ذريعي ئي ختم ڪري سگهجي ٿو. توڻي جو اهو ڪو آخري ۽ حتمي طريقو ناهي پر طريقي جو دارومدار دشمن جي ڪردار، حالتن ۽ وقت تي منحصر ڪري ٿو.

عام روايتي خالص فوجي نقطہ نظر بدران مائو جنگ کي سماج جي ٻين شعبن کان الڳ، ڪٽيل ۽ قطعي فيصلاڪن طاقت جي حيثيت ۾ نٿو ڏسي. هن جي خيال ۾ "جنگ ۾ فتح ۽ شڪست جا فيصلا، مکيہ طور تي ٻنهي ڌرين جون، فوجي، سياسي، معاشي ۽ فطري حالتون طئي ڪنديون آهن. فقط اهي بہ نہ پر ان لاءِ هر ڌر جي موضوعي قابليت بہ فيصلاڪن هوندي آهي." هي جنگ کي سياست جي ماتحت ۽ خود جنگي سرگرميءَ لاءِ سياست کي ضروري بہ سمجهي ٿو "سياسي ڪم ئي اسانجي فوج جي شھ رڳ آهي."[195] مائو فوج کي فقط جنگي قوت طور ڪتب نہ آندو پر ان کي سياسي مقصدن لاءِ بہ استعمال ڪيو. ان حوالي سان مائو جو جنگي اصول هو تہ "عوام کي متحد، منظم ڪرڻ ۽ تعليم ڏيڻ لاءِ فوج کي چڙوچڙ ڪريو، دشمن تي حملو ڪرڻ لاءِ انهن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪريو." عوام جي نجات لاءِ خود عوام کي ئي ويڙھ ڪرڻي پوندي. تنهنڪري انقلاب ۽ عوامي جنگ ان ملڪ جي عوام کي ئي وڙهڻي پوندي. پر ان عوامي فوج جي رهنمائي ڪميونسٽ پارٽي ڪندي تہ نجات ملي سگهندي. مائو جي خيال ۾ عوام ۽ فوج کي سياسي بنيادن تي ڳنڍيو وڃي.

مائوزيتنگ "پاڻ کي بچائڻ ۽ دشمن کي تباھ ڪرڻ" جي عمل کي جنگ جو بنيادي اصول سمجهي ٿو. هن جي خيال مطابق "جنگي آپريشنس جا سمورا رهنما اصول ان (اصول) مان ڦٽي نڪرن ٿا. انقلابي جنگ ۾ اهو اصول سڌي طرح بنيادي سياسي اصولن سان ڳنڍيل آهي. مثال طور جاپان خلاف چيني مزاحمتي جنگ جو بنيادي سياسي اصول آهي تہ جاپاني سامراج کي نيڪال ڏيڻ ۽ هڪ آزاد، خودمختيار ۽ خوشحال نئون چين تعمير ڪرڻ. جنگي حوالي

سان ان اصول جي معنيٰ ٿيندي هٿياربند فوجن کي استعمال ڪري پنهنجي مادر وطن کي بچائڻ ۽ جاپاني حملي آورن کي نيڪالي ڏيڻ. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هٿياربند فوج، هڪ طرف پنهنجو پاڻ کي بچائيندي ۽ ٻئي طرف دشمن کي تباهه ڪندي. هر جنگ هڪ قيمت گهري ٿي، ڪڏهن ڪڏهن ڳري قيمت ادا ڪرڻي پوندي آهي. ڇا ان ۾ تضاد ناهي تہ قيمت بہ ادا ڪجي ۽ "پاڻ کي بچائجي بہ"؟ اصل ۾، قرباني ۽ پنهنجو بچاءُ ٻئي هڪٻئي سان متضاد بہ آهن ۽ هڪٻئي سان ڳنڍيل بہ آهن. نہ صرف دشمن کي تباهه ڪرڻ لاءِ پر پنهنجو پاڻ کي بچائڻ لاءِ بہ قرباني لازم ٿيو وڃي جيڪو جزوي ۽ عارضي طور "عدم بچاءُ" هوندو، اها (جزوي قرباني، يا قيمت) مستقل ۽ عام بچاءَ خاطر ضروري آهي. ان بنيادي اصول مان ٻيا جنگي رهنما اصول ڦٽي نڪرن ٿا. مثال طور گولي هلائڻ آهي تہ جيئن پنهنجو بچاءُ ڪري سگهجي ۽ دشمن کي ماري سگهجي. سمورا ٽيڪنيڪل، تدبيري ۽ حڪمت عمليءَ وارا اصول ان بنيادي اصول جي لاڳو ٿيڻ جو عملي اظهار ڪن ٿا. پنهنجو پاڻ بچائڻ ۽ دشمن کي تباهه ڪرڻ جو اصول سمورن جنگي اصولن جو بنياد آهي.[196]

عام طور، جنگ جي تاريخ ۾ "ڊگهي جنگ" کي نقصانڪار ويڙهه سمجهيو ويندو آهي. مثال طور سن زو لکيو هو تہ "اهڙي هڪ بہ ملڪ جو مثال نٿو ملي جنهن کي ڊگهي جنگ مان فائدو مليو هجي."[197] جيئن تہ جنگ ترت ٽڪائيندڙ ۽ تباهہ ڪن عمل آهي جيڪا ڪنهن ملڪ جي معيشيت تي وڏو بار هجي ٿي. تنهنڪري سن زو "مختصر ۽ تڪڙي جنگ" جي فائدي ۾ هو. پر مائو جي خيال ۾ "طاقتور دشمن سان وڙهڻ لاءِ هڪ ڪمزور ڌر کي ڊگهي جنگ ڪرڻي پوندي جنهن کي توڙ تائين پهچڻ ۾ سال لڳي ويندا." چين ۾ ان قسم جي ڊگهي جنگ وڙهڻ جا ڪهڙا سبب هئا؟ مائوزيتنگ لکيو تہ "چيني انقلابي جنگ جون مکيہ خصوصيتون چار آهن: (1) چين هڪ وسيع ايراضي وارو، نيم نوآبادياتي ملڪ آهي جتي نيم جاگيردار ۽ ڪمزور سرمائيدار معيشيت هڪ ئي وقت وجود رکن ٿيون، تنهنڪري هتي سياسي ۽ معاشي طور تي غيرهموار ترقي ٿي آهي ۽ چين 1924ع ۽ 1927ع وارن انقلابن مان گذري چڪو آهي. اها خاصيت اسانجي جنگي (۽ سياسي) حڪمت عمليءَ ۽ تدبيرن جو تعين ڪري ٿي. (2) دشمن وٽ وڏي ۽ طاقتور فوج آهي ۽ سڄي ملڪ ۾ ان جو سياسي اقتدار آهي. (3) سرخ فوج ننڍي ۽ ڪمزور آهي، ان جا

هٿيار سادا آهن ۽ اسانجو سياسي اقتدار ڇڙوڇڙ ۽ جابلو علائقن ۾ آهي جنهن کي ٻاهرين مدد ملڻ مشڪل آهي. (4) زرعي انقلاب ۽ ڪميونسٽ پارٽي جي قيادت جو هجڻ.[198] ٻين ۽ ٽين خاصيت مان اهو نتيجو نڪري ٿو ته چيني سرخ فوج لاءِ تيزيءَ سان وڌڻ ۽ دشمن کي جلدي ۾ شڪست ڏيڻ ناممڪن آهي. ٻين لفظن ۾، جنگ ڊگهي هوندي ۽ ايتريقدر جو هارائي به سگهجي ٿي جيڪڏهن ان کي صحيح نموني نه هلايو ويو.“ مائو ”ڊگهي جنگ“ جي وڪالت ان ڪري به ڪئي ڇاڪاڻ ته هن کي اهو به خدشو هو ته ڪٿي اسين هارائي نه وڃون. تنهنڪري هن جو گهڻو زور پنهنجي بچاءَ ۽ ثابت قدميءَ سان مقصد کي ڇهڻيو رهڻ تي هو.

جنگ جي سموري تاريخ ۾ مختلف جنگي جنرل ۽ نظريدان حملي کي دفاع تي ترجيح ڏيندا رهيا آهن ۽ پنتي هٽڻ بدران هميشه اڳتي وڌڻ ۽ حملي آور ٿيڻ تي گهڻو زور ڏيندا رهيا آهن. ايتريقدر جو مارڪس ۽ لينن جو به خيال هو ته ”هڪ انقلاب يا هٿياربند (جنگي) بغاوت جي نوعيت حملي آور هوندي آهي“ پر ان تي تبصرو ڪندي مائوزيتنگ لکيو ته مڪمل طور تي درست اصول هي آهي ته ”هڪ انقلاب يا هڪ انقلابي جنگ حملي آور عمل هوندو آهي پر ان ۾ دفاع ۽ پنتي هٽڻ به شامل هوندا آهن. دفاع ڪجي ته جيئن حملو ڪري سگهجي، پنتي هٽجي ته جيئن اڳتي وڌجي، پاسن ڏانهن وڃجي ته جيئن سامهون وڃي سگهجي، ۽ ڦيرو ڏجي ته جيئن سڌو وڃي سگهجي، (جنگ ۾) اهو اٽر عمل آهي.“[199] مائو پنهنجي ”ڊگهي جنگ“ واري حڪمت عمليءَ ۾ ان جنرل کي ترجيح ڏني جنهن ۾ ”پنتي هٽڻ جي جرائت“ هجي. جنگ جي سموري تاريخ ۾ ايتري ڊگهي عرصي ۽ مفاصلي تائين پنتي هٽڻ جو مثال ڪٿي به نٿو ملي جيترو چين جي انقلابي جنگ ۾ ملي ٿو.

جنگ جي تاريخ ۾ چيني انقلابي جنگ ٻين لڙائين کان ڪيئن مختلف هئي؟ ان بابت هن لکيو ته ”چيني گهرو جنگ ۾، ٻين سمورين، اڳاٽين ۽ جديد، جنگين وانگر، ويڙهه جون فقط ٻه صورتون پئي رهيون آهن، حملو ۽ دفاع. چين جي گهرو ويڙهه جي خاص ڳالهه اها آهي ته ان ۾ ڊگهي مدي لاءِ ”گهيرا ڪرڻ ۽ چيڀاٽڻ“ وارين مهمن ۽ جوابي مهمن جو لڳاتار ورجاءُ ٿيندو رهيو آهي جنهن ۾ وڏي جنگي منتقلي (لانگ مارچ) به شامل هئي جيڪا ڏهه هزار ڪلوميٽرن کان وڌيڪ مفاصلي تي مشتمل هئي.[200] ان لاءِ هن سن زو جي اصول ”جڏهن طاقتور هجو ته حملو ڪريو ۽ جڏهن ڪمزور هجو ته پنتي هٽو“ تي عمل

ڪيو. جڏهن چيانگ ڪائي شيڪ، پنهنجي طاقتور فوج جي مدد سان، سرخ فوج خلاف لڳاتار چار ڀيرا ”گهيرا ڪرڻ ۽ چيڀاٽڻ“ لاءِ حملا ڪيا. نيٺ، 1934ع ڌاري جڏهن چيانگ ڪائي شيڪ جي فوجن سرخ فوج کي چوڌاري گهيرو ڪري ڇڏيو تڏهن مائو پنتي هٽي پنهنجي فوج کي مڪمل طور تي تباهه ٿيڻ کان بچائي ورتو. ائين سرخ فوج اٽڪل 10 هزار ڪلوميٽر ڊگهو مارچ (لانگ مارچ) ڪيو، ان سفر ڪانپوءِ فقط چند هزار سرخ فوج سلامت بچي نڪتي. پر تيسين اها سرخ فوج تجربي ڪار، آزمايل ۽ مضبوط فوج بڻجي چڪي هئي. جنهن اڳتي هلي چين ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو.

مائو ٻيو اهم ڪارنامو اهو هو ته نيم جاگيردار ۽ نيم نوآبادياتي ملڪ چين جنهن جي آباديءَ جو اسي سيڪڙو هاري هجن، جن تي سامراجين، جاگيردارن ۽ بيوروڪريٽ چيني سرمائيدارن جو ٽه طرفو عذاب هجي ۽ جن کي باقائده ڪابہ تعليم ۽ فوجي تربيت مليل نہ هجي، تہ پوءِ اُهي طاقتور ڏر سان ڪيئن ويڙهہ ڪن؟ ۽ سو بہ وري ”ڊگهي عرصي تائين جنگ“ ڪيئن وڙهن؟ مائو لکيو تہ، چين ۾ عوامي جنگ ڪٽڻ لاءِ لازمي ۽ مکيہ طور تي هارين تي ڀاڙڻو پوندو، جيئن تہ ”هڪ انقلابي جنگ عوامي ذميواري آهي، ان ۾ اڪثر ڪري ڀيريائين سکڻ ۽ پوءِ ڪرڻ وارو معاملو نہ، پر ڀيريائين ڪرڻ ۽ پوءِ سکڻ وارو عمل هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪو ڪم ڪرڻ بذات خود سکڻ بہ آهي. اسانجو مکيہ طريقو آهي جنگ ذريعي جنگ سکڻ.“[201] تنهنڪري هن ”وسيع تر عوام کي متحرڪ ڪرڻ، منظم ڪرڻ ۽ هٿياربند ڪرڻ جي ضرورت“ تي زور ڏنو.

عام طور تي ڪابہ جنگ ڪٽڻ لاءِ ڀيريائين ان ملڪ جي مرڪزي ۽ اهم علائقن (شهرن) تي قبضو ڪرڻ ضروري سمجهيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ تہ انهن مرڪزي علائقن ۾ ڪنهن بہ ملڪ جي رابطي (ٽپال، ٽيليفون، ٽيليگرام وغيره)، آمدرفت (روڊ رستا، گاڏين ۽ ريلن جا مرڪز)، حڪومتي ۽ انتظامي مرڪز هوندا آهن ۽ انهن کي ڪسڻ يا قبضو ڪرڻ سان سموري حڪومت (يا رياستي مشينري) تي قبضو ڪرڻ آسان ٿي پوندو آهي. ڪلازيوٽز پڻ ان قسم جي اصول جي وڪالت ڪئي جنهن کي هن ”ڪشش جو مرڪز“ سڏيو آهي. ڪنهن بہ ملڪ جا اهم مرڪز ان جا شهر هوندا آهن. پر مائو ٽيون اهم تصور اهو پيش ڪيو تہ ”ٻهراڙيءَ وارن علائقن ۾ فوجي اڏا ناهي شهرن جو گهيرو ڪري قبضو ڪيو وڃي.“ اهو سڀ ڪجهہ تڏهن ئي ممڪن ٿي سگهندو جڏهن ڊگهي جنگ ڪئي وڃي. ان جي ڀهرين مرحلي ۾ گوريلا جنگ کي اهميت ڏني وڃي

۽ فائديمند حالتن ۾ آهستي آهستي ننڍن ننڍن فوجي جٿن مان باقائده فوج ناهي گشتي جنگ ڪئي وڃي ۽ ساڳئي وقت گوريلا ڪارروائيون بہ جاري هجن، بعد ۾، ان باقائده فوج مان مستقل وڏي روايتي فوج ناهجي جيڪا دشمن سان باقائده روايتي جنگ ڪري ان کي شڪست ڏئي.“

جنگ جي تاريخ ۾ ”گوريلا جنگ“ کي عام جنگ ۽ وڏي فوج جي ثانوي يا مددگار ڪارروائي طور ڏٺو ويندو رهيو آهي. ڪلازيوٽز بہ ان کي وڏي فوج جي مددگار قوت طور پيش ڪيو هن جي خيال ۾ انهن گوريلن جي ڪا ٺوس جسماني حيثيت نہ پر هڪ دنڌلي صورت هجي. ايتريقدر جو مارڪس ۽ اينگلس جو خيال هو تہ گوريلا جٿا ننڍا هوندا تڏهن ئي ڪامياب ٿي سگهندا. گوريلا جنگ فقط عام وڏين فوجن جي جوڙ (ڳانڍاپي) سان ئي ڪامياب ٿي سگهندي. لينن لکيو تہ گوريلا جنگ جدوجهد جو مکيہ طريقو ناهي. ان کي ٻين طريقن جي ماتحت هجڻ گهرجي. پر مائوزيتنگ ”گوريلا جنگ“ کي حڪمت عمليءَ جي سطح تائين پيش ڪيو. ان حوالي سان مائو لکيو تہ ”گوريلا جنگ ۾ حڪمت عمليءَ جو سوال ان ڪري پيدا ٿئي ٿو جو چين نہ ڪو ننڍو ملڪ آهي ۽ نہ ئي سوويت يونين وانگر طاقتور آهي، پر چين هڪ وسيع ايراضي وارو ۽ ڪمزور ملڪ آهي... ان تي هڪ ننڍي ۽ طاقتور ملڪ (جاپان) طرفان حملو ڪيو پيو وڃي... جاپان وڏي ايراضيءَ تي قبضو ڪيو آهي پر اهو گهٽي فوج مهيا نٿو ڪري سگهي ۽ ان کي ڪجھ وٿيون ڇڏڻيون پونديون. تنهنڪري جاپان خلاف اسانجي گوريلا جنگ ۾ (عام فوجن جي وڏين مهمن ۾ مدد لاءِ) نہ صرف اندروني قطارن ۾ آپريشنس شامل آهن پر ان کي آزاداڻي نموني ٻاهرين قطارن ۾ بہ آپريشنس ڪرڻا پوندا. تنهنڪري اسانجي جاپان مخالف گوريلا جنگ اصل ۾ وڏي سطح جي جنگ آهي. تنهنڪري، ان کي حڪمت عمليءَ جي نقطہ نگاھ کان ڏسڻ جي ضرورت آهي. اهڙي وڏي پيماني جي ۽ ڊگهي گوريلا جنگ، جنگ جي سموري تاريخ ۾ بلڪل نئين شي آهي.“[202] (پر ان باوجود مائو جي خيال ۾ سموري چيني جنگ ۾ گوريلا جنگ جي اهميت بنيادي ۽ اولين ناهي فقط مخصوص وقت ۽ حالتن اندر ان جي حيثيت اولين آهي.)

مائو جي نظر ۾ گوريلا جنگ جو بنيادي اصول حملي آور هجي ٿو، ۽ گوريلا جنگ عام جنگ کان وڌيڪ حملي آور نوعيت جي هوندي آهي. توڙي جو گوريلا جنگ جو ڪردار ڇڙوڇڙ هجي ٿو پر دشمن تي حملي ڪرڻ وقت ”وڌ کان وڌ

فوج گڏ ڪرڻ“ واري اصول تي عمل ڪرڻ ضروري آهي. مائو گوريلا جنگ جي چالن ۽ اٽڪلن جي وضاحت هن ريت ڪئي آهي ته ”دشمن حملو ڪري ته پٺتي هٽو، دشمن ڪيمپ هٽي ته ان کي پريشان ڪريو، دشمن ٿڪجي پوي ته حملو ڪريوس، دشمن پٺتي هٽي ته پيڇو ڪريوس.“ هن ويڙهه جا ڪيترائي سادا ۽ صاف طريقا تخليق ڪيا جن ۾ ”جهرڪيءَ (Sparrow) واري جنگ“ (جهرڪين وانگر تيزيءَ سان اوچتو ئي ظاهر ٿيڻ ۽ دشمن کي زخم رسائي يا ماري وري غائب ٿي وڃڻ) ”بارودي ڪاٽيون“ ”سرنگهن (Tunnel) جي جنگ“ ”پيچ ڊاهه ڪرڻ (Sabotage) ۽ ”ڍنڍن ۽ دريائن ۾ گوريلا جنگ“ شامل آهن.

مائو جي نظر ۾ ”گوريلا جنگ ۾ پاڻ بچائڻ ۽ دشمن کي تباهه ڪرڻ جي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺين مکيه اصولن تي عمل ڪرڻ جي ضرورت آهي: (1) دفاعي نوعيت جي جنگ اندر حملي آور پيش قدمي، لچڪداريت ۽ رٿابنديءَ جو انتظام ڪرڻ، ڊگهي جنگ اندر تڪڙي فيصلي واريون لڙائيون، ۽ اندروني قطارن وارن آپريشنس اندر ٻاهرين قطارن وارا آپريشنس ڪرڻ (2) باقائده جنگ سان لاڳاپو (3) فوجي اڏن جو قيام (4) جنگي حڪمت عمليءَ جي سطح جو دفاع ۽ حملو (5) گوريلا جنگ جو گشتي جنگ ۾ واڌارو ۽ (6) ڪمانڊ جي وچ ۾ درست لاڳاپي، جهڙا ڇهه ڪم آهن جيڪي جاپان خلاف گوريلا جنگ ۾ پاڻ بچائڻ ۽ دشمن کي تباهه ڪرڻ جا ذريعا آهن.[203]

هن جو جنگي اصول هو ته ”ويڙهه تڏهن ڪرڻ گهرجي جڏهن ڪاميابيءَ جي پڪ هجي.“ ۽ ”جڏهن پڪ نه هجي ته پٺتي هٽي وڃجي.“ ”پٺتي هٽڻ جي معنيٰ آهي وڏيڪ قوت گڏ ڪري دشمن تي ڀيهر حملو ڪرڻ.“ مائو بي خوف شاندار جواريءَ کان وڏيڪ فتح جي ضمانت ۽ عددي برتري کي ترجيح ڏني. مائو جو شاندار جنگي اصول هو ته ”ڏهن جي مقابلي ۾ هڪ“ اسانجي حڪمت عملي آهي ۽ ”هڪ خلاف ڏهوڻ“ جي قوت استعمال ڪرڻ اسانجي تدبير آهي. (مثال طور: دشمن جي ڪُل فوج 2 لک آهي ۽ چيني فوج جو تعداد 25 هزار آهي ته اها ٿي ”ڏهن جي مقابلي هڪ“ ۽ وري ڪنهن مهم يا لڙائيءَ ۾ ”دشمن جي فوج 6 هزار هجي ۽ چيني فوج 60 هزار هجي ته اهو ٿيو ”هڪ خلاف ڏهن“ جو استعمال.) مائوزيتنگ ان کي ”دفاعي جنگ اندر حملي آور لڙائي“ (Offensive within Defensive) واري حڪمت عملي جي اصطلاح ۾ پيش ڪيو آهي. ان مان مراد آهي ته مجموعي دفاعي صورتحال جي دائري اندر رهندي اڳرائيون ۽

حملا ڪرڻ جي حڪمت عملي. پر مائوزيتنگ چيو تہ اهو بہ تڏهن جڏهن حالتون فائديمند هجن تہ ”دفاعي جنگ اندر حملي آور لڙائيون“ ڪرڻ گهرجن. مائوزيتنگ انقلابي جنگ ۽ روايتي جنگ جي فرق تي تفصيلي روشني وڌي آهي. پر هيٺ ڏنل ٽيبل ۾ فقط ان جو تت بيان ڪيو ويو آهي.

| روايتي جنگ | انقلابي جنگ |
|---|---|
| فوج پنهنجي لاءِ نہ پر سندن آقائن لاءِ وڙهندي آهي | فوج پنهنجو پاڻ لاءِ وڙهندي آهي |
| مقصد ناجائز هوندو آهي ان ڪري اها غيرمنصفاڻي جنگ هوندي آهي | جائز مقصد هجڻ ڪري اها منصفاڻي جنگ هوندي آهي |
| وسيع تر عوام جي حمايت کان محروم هجڻ سبب اها جنگ غيرمقبول هوندي آهي. | وسيع تر عوامي حمايت سبب مقبول عوامي جنگ هوندي آهي |
| استحصال ۽ ڦرلٽ کي برقرار رکندڙ | استحصال ۽ ڦرلٽ جو خاتمو آڻيندڙ |
| جنگ کي برقرار رکڻ | جنگ جو خاتمو ۽ امن قائم ڪرڻ |
| گهٽي قدر هٿيارن ۽ فوج جي طاقت تي ڀاڙيندڙ | هٿيارن، فوج سان گڏ اخلاقي سگهہ تي ڀاڙيندڙ |
| پگهاردار يا ڀاڙتو فوج | عوامي فوج |
| فقط جبري ضابطو | شعوري ۽ جبري ضابطو |
| ٽڪڙن نتيجن وارين جنگين تي زور ڏيڻ | ٽڪڙي ۽ ڊگهي جنگ |
| فقط فوج | پوري قوم ۽ عوام |
| حڪمران طبقي جي مفادن لاءِ | عوام جي مفادن لاءِ |
| عوام کي دوکو ڏيڻ | عوام کي حقيقتن کان آگاهي ڏيڻ ۽ تعليم ڏيڻ |
| اها جنگ بي پاڙي هوندي آهي | انقلابي جنگ جون پاڙون عوام ۾ ڪتل هونديون آهن |

مائوزيتنگ ڊگهي جنگ ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ حملي آور هوندي اُڀهرائي، دفاع ڪندي رجعت پرستي، منتقلي وقت ويڙهہ، گوريلازم، ٽڪڙي فيصلي واري حڪمت عملي، طئي ٿيل صفن ۽ باقائده جنگ، هڪ ئي وقت ٻن رخن ۾ ڌڪ هڻڻ، قطعي مرڪزيت ۽ ڊاڙيلن وارن طريقن جي سخت مخالفت ڪئي ۽ جنگي

آپريشنس ۾ گوريلا ڪردار، ڏگهي جنگ ۽ تڪڙين مهمن، لچڪدار لائين ۽ گشتي جنگ، هڪ وقت هڪ رخ ۾ ڏڪ هڻڻ، نسبتا مرڪزي ڪمانڊ ۽ سخت سياسي ضابطي جي وڪالت ڪئي.

ٻي عالمي جنگ ڪانپوءِ چين ۾ مائوزيتنگ جي ڪاميابيءَ ڪي ڏسندي عوامي جنگين ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا ۾ زور ورتو شروع ڪيو. ڪوريا، ويٽنام، لائوس، ڪيوبا، انڊونيشيا، الجيريا ۽ ٻين ملڪن ۾ بہ سامراجيت خلاف عوامي جنگيون شروع ٿيون. (جيتوڻيڪ، هر هنڌ انهن عوامي جنگين جي اڳواڻي ڪندڙ طبقا ساڳيا نہ هئا.)

**جنرل جياپ** (1912 (ويٽنامي جنرل)

جاپاني، فرانسيسي ۽ آمريڪي سامراجي فوجن ۽ پنهنجي ملڪ جي عوام دشمن حڪمرانن جي سمورين ڪوششن ۽ سازشن باوجود، جديد گوريلا جنگ جي ماهر جياپ سوشلسٽ جمهوريہ ويٽنام کي متحد ڪيو ۽ ان کي آزادي ڏياري. انتهائي طاقتور دشمن سان وڙهڻ لاءِ گياپ جا جنگي آپريشن ترقي پذير ملڪن ۽ قومن لاءِ مثالي نمونو پئي رهيا آهن.



گياپ جو تعلق هاري خاندان سان هو. ماستري دوران هي تاريخ جو موضوع پڙهائيندو هو. قانون جي تعليم پڻ ورتائين. 1934ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿيو. ان دوران هن جنگ جي تاريخ ۽ فلسفي جو مطالعو ڪيو. جڏهن فرانس ڪميونسٽ پارٽي تي بندش وڌي تہ هي چين ڀڄي ويو. جتي هن مائوزيتنگ جي رهنمائي هيٺ گوريلا جنگ جو علم حاصل ڪيو. هن جي زال، ٻار، پيءُ، بہ ڀينرن ۽ خاندان جي ٻين ڀاتين کي سزائون ڏئي قتل ڪيو ويو.

بعد ۾ هوچي ۽ گياپ ويٽ منهہ (Victminh) محاذ جوڙيو. گياپ 1944ع ۾ ويٽنام واپس موٽي آيو. ٻي عالمي جنگ جي خاتمي وقت جڏهن جاپان هٿيار ڦٽا ڪيا تہ هوچي منهہ جي سربراهي ۾ هنائي ۾ حڪومت قائم ٿي. پر وري هوچي ۽ گياپ کي جهنگن ۾ گوريلا ويڙهہ ڪرڻي پئي ڇاڪاڻ تہ فرانس جي سامراجي حڪمرانن ٻيهر ويٽنام تي قبضو ڪيو. ايندڙ اٺن سالن دوران گياپ اهڙي سياسي ۽ جنگي حڪمت عملي ٺاهي جو آخرڪار فرانس، بعد ۾ آمريڪا ۽

ڏکڻ ويٽنام جهڙين جديد ۽ طاقتور فوجن کي شڪستون نصيب ٿيون. آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ گياپ، هوچي جي مدد سان، ٽن مرحلن ۾ جدوجهد جو منصوبو ناهيو. پهرين مرحلي ۾ گوريلا ڪارروائيون ڪرڻ، ٻئي مرحلي ۾، گوريلا فوج کي باقائده فوج ٺاهي حڪومتي چونڪين تي حملا ڪرڻ ۽ ٽئين مرحلي ۾، وڏي تعداد ۾ فوج کي مضبوط ڪرڻ ۽ وسيع تر عوام کي انقلاب جي حمايت ۾ اٿي کڙو ڪرڻ وارا مرحلا شامل هئا. پهريان ٻئي مرحلا ڪامياب ٿيڻ کانپوءِ، گياپ 1950ع ۾ جلدئي ٽئين مرحلي تي عمل ڪندي باقائده روايتي جنگ ڪئي پر فرانس ان کي شڪست ڏئي ڇڏي. نتيجي طور، وري گياپ جهنگن ۽ جبلن ڏانهن رُخ ڪيو. گياپ کي ڪنهن وڏي لڙائيءَ ۾ ڦاسائڻ لاءِ فرانس ٽن سالن تائين ڪوششون ڪندي رهي. نيٺ، فرانس ڊين بين ڦو وٽ مضبوط فوجي اڏو قائم ڪيو ۽ فرانس جي جنرلن سمجهيو ته اڏي جي چوڌاري موجود جبل ان جو بچاءُ ڪندا باقي ان جي رسد لاءِ جهاز ڪتب آندا ويندا. فرانس جا حڪمران اها اميد ڪيو ويٺا هئا ته گياپ کي ان ۾ ڦاسائيندا سين. بهرحال، فرانسيسن پنهنجي فيصلاڪن لڙائي لاءِ ميدان ته حاصل ڪري ورتو پر ويڙهه جي انهيءَ طريقي تي عمل نه ٿي سگهيو جيئن هنن منصوبو ناهيو هو. ان لڙائيءَ ۾ گياپ پاڻ کي شاندار بندوبست ڪندڙ (Logistician) جي ماهر طور پاڻ مڃايو. هن اهو ڪجهه ڪري ڏيکاريو جيڪو دشمن جي وهم گمان ۾ نه هو. ويٽنامي فوجي، فرانسيسي ڇانوڻيءَ کي نظرانداز ڪندي پنهنجي توبخاني ۽ جهاز مخالف هٿيارن کي مختلف حصن ۾ ورهائي جبلن تي مٿي کڻي ويندا هئا. ڊگهي گهيري کي برقرار رکڻ لاءِ هزارين ماڻهو سائيڪلن جي مدد سان، ڪيترائي ٽن رسد ۽ بارود پهچائيندا رهيا. 80 هزار فرانس جي فوج جي مقابلي ۾ گياپ اٽڪل 70 هزار فوج گڏ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. سڀ کان وڏي ڳالهه ته ويٽنامي فوجين فرانسيسي جهازن کي نشانو ٺاهي اڏي جي رسد کي، جڙ ته، روڪي ڇڏيو. ويٽنامي فوجي سرنگهن ۽ خندقن ۾ لڪندا وڙهندا رهيا. نيٺ، 7 مئي، 1954ع ۾ فرانس جي فوج هٿيار ڦٽا ڪيا. فرانس ويٽنام کي ٻن حصن ۾ ورهائي پاڻ واپس روانو ٿي وئي. اتر ويٽنام ۾ ڪميونسٽ حڪومت قائم ڪئي وئي.

1959ع ۾ وري اُتر ويٽنام، ڏکڻ ۾ ورهندڙ ڪميونسٽ گوريلن (ويت ڪانگ) جي مدد ڪرڻ شروع ڪئي. گياپ 1968ع ۾ ڊين بين ڦو وانگر ٽئين مرحلي تي

عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر آمريڪا ۽ ڏکڻ ويٽنامي حڪومت ان کي ناڪام بڻائي ڇڏيو. وري 1972ع ۾ ڪوشش ڪئي وئي پر اُهو حملو بہ ڪامياب نہ ٿيو. جنهن ڪري گياپ کي ان جي ڪمانڊ تان هٽائي دفاع جي وزارت جي ذميواري ڏني وئي. نيٺ، 1975ع ۾ ڏکڻ ويٽنام ۾ ڪميونسٽ ڪامياب ٿيا ان جي پنيان گياپ جي جنگي حڪمت عملي هئي پر گياپ نہ هو.

گياپ ڪڏهن بہ فوجي رهنما وانگر تربيت حاصل نہ ڪئي. تنهن باوجود ٽن وڏين طاقتور سامراجي طاقتن کي شڪست ڏني. هن جون جنگي اٽڪلون بلڪل ساديون هيون. هن کي ويٽنام ۾ "قومي هيرو" طور سڃاتو ويندو آهي ۽ پوري دنيا ۾ گوريلا جنگ جي ماهر طور سڃاتو ويندو آهي. هن جنگي فن ۾ اهو ڪمال ڪري ڏيکاريو تہ "ڪيئن هڪ ڪمزور ڌر پاڻ کان وڏيڪ طاقتور ڌر کي شڪست ڏئي؟" هن مشهور جديد جنگي تصور "عوامي جنگ، عوامي فوج" کي منظم صورت ڏني. گياپ فقط فوجي جنرل نہ هو پر ان سان گڏ هڪ سياسي رهنما بہ هو. ان حوالي سان گياپ چيو تہ "اسان فقط جنگ جي ميدان تي نہ پر سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي ميدانن تي بہ وڙهيا آهيون."

جنرل جياپ لکيو تہ "سوويت يونين، چين ۽ ويٽنام جي انقلابي جنگ جون بنيادي خاصيتون ساڳيون هيون، انهن جي نوعيت انقلابي ۽ عوامي جنگين واري هئي ۽ اهي جائز مقصدن لاءِ وڙهيون ويون. پر جيئن تہ سوويت فوج سوشلسٽ انقلاب جي دائري اندر، روس جهڙي هڪ آزاد ۽ هڪ حد تائين صنعتي ملڪ، اندر ويڙهہ ڪئي. چين ۾ قومي جمهوري انقلاب جي دائري اندر هڪ نيم نوآبادياتي ۽ نيم جاگيردار وسيع ايراضي ۽ گهڻي آبادي رکندڙ ملڪ، ۾ ٿيندڙ ويڙهہ هئي. جڏهن تہ ويٽنامي انقلابي جنگ پڻ قومي جمهوري انقلاب جي دائري اندر وڙهي وئي پر هڪ نوآبادياتي، ننڍي ايراضي واري ۽ گهٽ آباديءَ واري ملڪ ۾ ٿيندڙ ويڙهہ هئي. جنهن وٽ نہ ڪا وڏي ايراضي هئي ۽ نہ ئي ڪا باقائده فوج هئي.[204]

هن لکيو تہ ويٽنام جي فوج بلڪل نئين قسم جي سادن هٿيارن سان مسلح آهي ۽ ان وٽ ڪوبہ تجربو ناهي. جڏهن تہ دشمن هڪ سامراجي طاقت آهي جنهن کي ٻين سامراجي قوتن جي مدد حاصل آهي. تنهنڪري، اسانجي جنگ "سخت ۽ ڊگهي" هوندي. اسان لاءِ تڪڙي فتح حاصل ڪرڻ ناممڪن آهي. ضروري آهي تہ هزارين ننڍيون ننڍيون فتحون حاصل ڪري، آهستي

طاقت جي توازن ۾ تبديلي آڻي، وڏي سوپ ماڻجي. عوامي جنگ ۽ ڊگهي جنگ دوران ٽن مرحلن ۾ ويڙهه ڪجي. ڪاميابيءَ جي پڪ هجي ته حملو ڪجي. ويڙهه دوران نئي پنهنجي طاقت پيدا ڪجي.[205] ڊگهي عوامي جنگ لاءِ، ابتدا ۾، مناسب ويڙهه جي صورت گوريلا جنگ آهي. "گوريلا جنگ اقتصادي طور تي پٺتي پيل ملڪ جي وسيع تر عوام طرفان انتهائي طاقتور هٿيارن سان مسلح ۽ تربيت يافته دشمن فوج خلاف وڙهڻ واري جنگ آهي. جنهن جون ڪي به طئي ٿيل حدبنديون نه هونديون آهن، جتي به دشمن هوندو اهوئي محاذ هوندو. جنهن ۾ هر رهواسي فوجي هوندو، هر ڳوٺ قلعو هوندو، هر پارٽي سيل ۽ ڳوناٽي انتظامي ڪميٽي ان جو فوجي اسٽاف هوندو. اها گوريلا جنگ آهستي آهستي گشتي جنگ جي صورت وٺندي."[206] جياپ وڌيڪ لکيو ته "دشمن جي هٿيارن ۽ شين جي برتريءَ کي پنهنجي فوج جي سورهيائي سان شڪست ڏيڻي پوندي." عام نعرو اهو هجي ته "جيتري وڌيڪ ٻڌي، اوتري وڏي فتح" فوج لاءِ عوام ائين آهي جيئن مڇيءَ لاءِ پاڻي. عوامي فوج فقط هڪ ويڙهاڪ فوج ناهي پر اها پورهيو ڪندڙ فوج آهي.[207] جيڪڏهن بغاوت هڪ فن آهي ته ان فن جو مکيه تت اهو ڄاڻڻ ۾ آهي ته جدوجهد کي ڪهڙي صورت ڏجي جيڪا ان مرحلي جي سياسي صورتحال لاءِ مناسب هجي.[208]
جياپ جي خيال ۾ "دشمن جون طاقتون اسانجون ڪمزوريون آهن ۽ اسانجون طاقتون هُن جون ڪمزوريون آهن پر دشمن جون طاقتون عارضي آهن ۽ اسانجون ديرپا آهن. تنهنڪري دشمن جي جنگي حڪمت عملي تڪڙي فتح حاصل ڪرڻ آهي. جيترو جنگ ڊگهي ٿيندي اوترو هن جون طاقتون ڪمزور ٿينديون وينديون."[209] تنهنڪري اسان کي ڊگهي جنگ جي حڪمت عملي ئي ڪاميابي ڏياريندي. "جنگي حوالي سان ويٽنام جي آزاديءَ جي عوامي جنگ ثابت ڪيو آهي ته هڪ عوامي فوج، جيڪا پوري طرح مسلح نه هجي، اُها جائز مقصد ۽ مناسب حڪمت عمليءَ ۽ اٿڪلن سان، جديد جارح سامراجي فوج کي شڪست ڏئي سگهي ٿي."[210]
"ويٽنام جي آزاديءَ واري جنگ" جي ڪاميابي جا مکيه عنصر ڪهڙا هئا؟ ان بابت جنرل جياپ لکيو ته "اها جنگ جائز جنگ هئي جنهن ڪري وسيع تر عوام ان ۾ شرڪت ڪئي ۽ عوام هر قسم جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو، ٻيو ته سورهيه ويٽنامي عوامي فوج هئي جنهن کي سياسي ڪم، ڊگهي جنگ جي

حڪمت عملي ۽ اٽڪلن توانائي پئي بخشي، ٽيون، هڪ وسيع قومي متحده محاذ هو جيڪو پارٽيءَ جي قيادت هيٺ هليو، جنهن جي تنظيم ۽ رهنمائي پورهيت طبقي جي پارٽي (ويٽنامي ورڪرز پارٽي) ٿي ڪئي، چوٿون، اها پارٽي مارڪسزم ۽ ليننزم جي اصولن جي روشنيءَ ۾ هلي پئي.“[211]

## ويٽ ڪانگ: ”سرنگهن وارا ڪُئا“

زميني، بحري ۽ هوائي ميدانن ۾ جنگيون ۽ لڙائيون ته صدين کان ٿينديون پيون اچن ۽ انهن ٽنهين ميدانن ۾ جنگي حوالي سان ڪمال جي اٽڪلن، حرفتن ۽ سائنسن جنم ورتو آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن ڪمزور ڌر، جنهن جو دشمن انتهائي طاقتور ۽ خطرناڪ هٿيارن سان مسلح هجي، جيڪو زمين، پاڻي ۽ هوا جي ميدانن تي قبضو ڪيو ويٺو هجي، ته پوءِ اهڙي صورتحال ۾ ڪير وڙهي ته ڪيئن وڙهي ۽ ڪٿي وڙهي؟ ان جو ٽوڙ ويٽنامين ڪڍيو. جڏهن آمريڪا هنن لاءِ سمورا گس ۽ پيچرا بند ڪري ڇڏيا، جڏهن دريا، جهنگ، زرعي ميدان، جبل، آسمان، سمنڊ ويٽنامن لاءِ بند ٿي ويا، تڏهن هنن زير زمين 20 کان 30 ڪلوميٽر ڊگهيون سرنگهون کوٽي جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ ڪمال ڪري ڇڏيو ۽ خطرناڪ ۽ طاقتور آمريڪي فوج جون وايون بتال ڪري ڇڏيو.

ڏکڻ ويٽنام جي ڪو چي (Cu Chi) جي جهنگن ۾ زيرزمين ويٽ ڪانگ جي فوجي اڏن جي حقيقت هيءَ هئي ته زير زمين، گهٽ ۽ ٻوسٽ واريون سوڙهيون اونداهيون سرنگهون، جتان فقط هڪڙو ماڻهو ريڙهيون پائي لنگهي سگهيو ٿي، جن جا دروازا لڪل، جتي ٿورڙو به غلط موڙ ورتو ته ماڻهو موتمار بانس جي تهيل نيزن جي کوڙڪي (سرڪڻ) ۾ ڦاسي پئي. سرنگهن جو اهو ڄار اٽڪل 250 ڪلوميٽرن تائين پکڙيل هو. ويٽنامي فوجي سرنگهون هٿن سان کوٽيندا هئا. انهن سرنگهن ۾ هٿيارن جا اسٽور، رڌڻا، اسپتالون، بم کان بچاءَ جا نڪاڻا ۽ ايتريقدر جو سياسي ڊراما پيش ڪرڻ لاءِ ٿيٽر به ٺهيل هئا.

انهن سرنگهن جي مدد سان ويٽنامي فوجي آمريڪي فوجي اڏن جي هيٺان ئي هيٺان ڇرپر پيا ڪندا هئا، اوچتو ٻاهر نڪري حملو ڪري وري تيزيءَ سان غائب ٿي ويندا هئا. جنهن ڪري آمريڪي انهن فوجين کي ”سرنگهن وارا ڪُئا“ سڏيندا هئا. اهي رضاڪار سپاهين جا ٽولا هوندا هئا جيڪي بهادر ۽ اهم ڳالهه ته قد جا ننڍا هوندا هئا. انهن




"ڪُئن" وٽ سادي قسم جا هٿيار هوندا هئا. ٽيڪنالاجي جي حوالي سان دنيا جي انتهائي ترقي يافته ويڙهاڪ قوت سان وڙهڻ لاءِ انتهائي غريب هاري فوج دشمن سان هٿو هٿ ويڙهه ڪئي.

آمريڪي فوجي هر وقت پريشان هئا ته دشمن ڏڪ هڻڻ ڪانپوءِ ڪيڏانهن گم ٿي وڃي ٿو؟ جيڪڏهن اُهي سرنگهن ۾ گهڙن پيا ته ڪين خبر نه ٿي پئجي سگهي ته اها سرنگهه ڪيڏانهن پئي وڃي ۽ اڳيان ڇا آهي؟ فقط هڪ سپاهي ئي ان قسم جي سوڙهي سرنگهه مان لنگهي سگهندو هو. پر انهيءَ سرنگهه هينيان وري ٻي سرنگهه به هوندي هئي جتي ڪو ويٽنامي سپاهي ۽ سپاهڻ خنجر يا ڀالو کڻي تاڙ ۾ ويٺو يا ويٺي هوندي هئي. هڪڙو آمريڪي فوجي جيڪو اندر داخل ٿيو وري اهو موٽيو ئي ڪونه ته مٿي (سرنگهه کان ٻاهر) بيٺل ٻيا فوجي اندر وڃن ته ڪيئن وڃن؟

# سرد جنگ ۽ جنگ جو مستقبل

ٻي عالمي جنگ کان پوءِ سوويت يونين جي ٽٽڻ تائين واري عرصي کي سرد جنگ (Cold War) جو دور سڏيو وڃي ٿو. ٻي عالمي جنگ جي خاتمي کانپوءِ دنيا تي ٻن وڏين طاقتن جو غلبو هو. هڪ طرف سوويت يونين هئي ته ٻئي طرف آمريڪا هو. سرد جنگ دوران سڀ کان وڏو خوف جيڪو هر وقت پوري دنيا مٿان لامارا ڏيندو رهيو ته جيڪڏهن ڪا نئين جنگ لڳي ته نيوڪليئر بمن سان پوري دنيا تباهه ٿي ويندي. ٻئي ڌريون ڪجهه لمحن اندر زمين، سمنڊ ۽ هوائن ۾ هڪٻئي کي آسانيءَ سان نشانو بڻائي سگهن ٿيون. تنهنڪري ان سموري عرصي دوران جنگيون ٿيون پر مکيه ڌرين (آمريڪا ۽ سوويت يونين) جي وچ ۾ نه ٿيون. دنيا جي نقشي تي وڏا گهڻ ملڪي فوجي اتحاد نمودار ٿيا. جيتوڻيڪ اهو پهرين عالمي جنگ ۽ ٻي عالمي جنگ جي ڀيٽ ۾ پُرامن دور هو. پر ان هوندي به ان عرصي ۾ اٽڪل پنج ڪروڙ انسان انهن نئي جنگي هٿيارين جو ڪاج بڻيا.[212] جنهن ۾ الجيريا، ويٽنام، ايٿوپيا، ڪمبوڊيا، لبنان، عراق، ايران، ڪوريا، فلسطين سميت ٻيا ملڪ به شامل هئا.

ان سرد جنگ واري دور ۾ سوويت يونين جي پاليسي هئي ته "اسان پهريائين اڳرائي نه ڪنداسين." ۽ سوويت يونين طرفان دنيا ۾ امن امان قائم ڪرڻ ۽ ڪنهن ٽين عالمي جنگ کان بچڻ لاءِ "پرامن باهمي بقا" جو نظريو پيش ڪيو ويو. جنهن تي چيني ڪميونسٽن تمام گهڻي سخت تنقيد ڪندي چيو ته عالمي سامراج جو گهيرو ڪري ان سان ويڙهه ڪرڻ گهرجي ۽ اها "پرامن باهمي بقا" واري پاليسي بنيادي طور تي عالمي پورهيت انقلاب سان غداري آهي.

ان سموري عرصي (سرد جنگ ۽ ان کانپوءِ) دوران عالمي سامراج فقط جنگ جي اوزار کي استعمال نه ڪري رهيو آهي پر عظيم حڪمت عملي تي پڻ عمل ڪندو رهيو آهي. ان جو وڏو مثال خود سوويت يونين جو ڊهڻ به آهي. آڪٽوبر انقلاب کانپوءِ سمورين سامراجي ڌرين اُن کي شڪست ڏيڻ جون ڪيتريون ئي پرتشدد ڪوششون ڪيون، ايتريقدر جو، هٽلر کي تيار ڪري ٻي

عالمي جنگ بہ ڪرايائون. پر اُن وقت سوويت يونين فاشسٽ حملي آورن کي هارائي ڇڏيو. اُن ڪانپوءِ عالمي سامراجي ڏرين گڏجي سوويت يونين جي ڇوڏاري هڪڙو ڪڙو چاڙهيو، اُن جي پاڙيسري مُلڪن کي پنهنجي جنگي، اقتصادي ۽ سياسي بلاڪن سان ڳنڍيو، اُنهن ملڪن (خاص ڪري افغانستان ۽ پاڪستان ۾ فوجي اڏا بہ ٺاهريائون) سوويت يونين کي اڪيلو ڪري ۽ چين ۽ سوويت يونين جي وچ ۾ ڦوٽ وڌائون، اُن جا سمورا رستا ۽ گهٽيون بند ڪري اُن کي ڍير ڪرايائون.

عظيم حڪمت عملي جي حوالي سان ڏسبو تہ ٻي عالمي جنگ ڪانپوءِ، خاص ڪري 70 کان 90ع وارن ڏهاڪن دوران، پوري دنيا ۾ گهرو ويڙهيون ٿينديون رهيون آهن، پر جيڪڏهن اُنهن جو گهرائي سان جائزو وٺبو تہ انهن گهرو تڪرارن جي گهڻائي ايشيا، آفريڪا، لاطيني آمريڪا ۾ ٿي آهي. جڏهن تہ يورپ ۽ آمريڪا ۾ بنهہ گهٽ ٿيا آهن. مطلب تہ يورپي آمريڪي سامراج پنهنجي ناجائز ڦرلٽ کي برقرار رکڻ لاءِ ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي مختلف ملڪن ۾ گهرو تڪرار ڪرائي اُنهن کي اُتي ئي منجهائي، ڦاسائي ۽ فالج زده ڪري رکيو آهي. جنهن کي اڻسڌي حڪمت عملي بہ چئي سگهجي ٿو. (مثال طور: ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ دهشتگردن طرفان قتل عام ڪيو ويو پر عالمي برادري ۽ ملڪ جي اصل اقتداري ڌرين بہ انهن جو بچاءُ ڪيو ڇاڪاڻ تہ اهو ملڪ ۽ خاص ڪري سنڌ جي نڪ ۾ نوڙي طور سامراجين کي ڪم ايندو رهندو.) اُن ۾ ٿلهي ليکي عالمي سامراج جو مقصد هي آهي تہ ٽين دنيا جي ننڍين ۽ وڏن مُلڪن کي اڳتي وڌڻ ناهي ڏيڻو.

ان دور ۾ بہ سامراج مختلف خطن ۾ جنگيون ڪندو ۽ ڪرائيندو رهيو آهي. مثال طور عرب_اسرائيل جنگ، آمريڪا_ويٽنام جنگ، هندستان- پاڪستان بہ جنگيون، عراق_ايران جنگ وغيره. هن وقت بہ سامراج (سوويت يونين جي ٽٽڻ ڪانپوءِ پاڻ کي اڪيلو طاقتور سمجهي) عراق، افغانستان ۽ لبيا ۾ سڌي جنگ ڪري رهيو آهي. (جيتوڻيڪ آمريڪي سامراج عراقي ۽ افغاني عوام جي مزاحمت، عالمي اخلاقي ۽ سفارتي دٻاءُ ۽ مالي گهوٽالي سبب پوئتي هٽڻ تي مجبور ٿيو آهي پر ساڳئي وقت جنگ سميت ٻيا طريقا (پُرامن ڦرلٽ وارا اقتصادي، سياسي ۽ انتظامي) استعمال ڪري رهيو آهي.)

سامراج جو دنيا جهان، دين، ايمان ۽ خدا بہ منافعو ۽ پيسو هجي ٿو ۽ ان جو هر عمل (پرامن کان پرتشدد تائين) بنيادي طرح ناجائز منافعي حاصل ڪرڻ لاءِ هجي ٿو، ان جون خير خيراتون ۽ چڱايون پڻ ان ناجائز منافعي کي لڪائڻ ۽ ڍڪڻ (ان کي جائز بنائڻ لاءِ) هجن ٿيون. عالمي سامراج هن دنيا کي هڪ عالمي مارڪيٽ سمجهي ٿو، جنهن ۾ مختلف طريقن سان ڪاروبار ڪري ٿو ۽ ايتري حد تائين جو جنگ کي بہ ڪاروبار ئي سمجهي ٿو پر هن وقت ڪنهن ملڪ تي ابتدائي طور سڌو حملو ڪرڻ تمام مشڪل ٿي پيو آهي ۽ نتيجي طور ان مارڪيٽ ۾ پکڙيل ئين اقتصادي ڦرلٽ ڪئي وڃي ٿي ۽ ان کانپوءِ سياسي بالادستي، ان کانپوءِ اخلاقي برتري ۽ اهڙي طرح ٻين طريقن سان منافعي بخش ڌنڌا ڪري ٿو ۽ انهن ڌنڌن ۾ جيڪڏهن ڪا رڪاوٽ آئي يا ٻاڙائي ٿي تہ پوءِ جنگي حملا بہ ڪري ٿو.

پهرين ۽ ٻين عالمي جنگين کانپوءِ دنيا جي سامراجي طاقتن دنيا جي مظلوم عوام جي ڦرلٽ ڪرڻ لاءِ سڌو سنئون جنگ ڪرڻ کي مهانگو سودو سمجهيو ۽ اڻسڌي جنگ (بغير ويڙهہ جي) ڪرڻ کي ترجيح ڏني. ان جا بنيادي سبب ڪجهہ هن ريت آهن. (1) جنگ جو ڳاٽي ٽوڙ خرچ (2) جنگ جون تباهہ ڪاريون (3) سڀ کان اهم سبب خرچ جي ڀيٽ ۾ منافعو گهٽ ملڻ (4) جنگين سبب سامراجي ملڪن وٽ جيڪي ڪالونين جي صورت ۾ ملڪ هئا، سي بہ کسجي ويا (پهرين عالمي جنگ کان اڳ دنيا ڏري گهٽ ڇهہ وڏين سلطنتن ۾ ورهايل هئي ۽ ٻين عالمي جنگ کان اڳ پڻ دنيا چند وڏين سلطنتن جي قبضي هيٺ هئي ۽ جنگين کانپوءِ دنيا جي نقشي تي ڪيترائي نوان نقشا ظاهر ٿيا. مثال طور برطانيہ جهڙي وڏي سلطنت جنهن تان ڪڏهن بہ سج نٿي لٿو، اها وڃي صرف پنهنجي ننڍڙي ايراضي واري ملڪ ۽ ڪجهہ علائقن تي وڃي بچي) (5) اهم سبب اهو هو تہ ڪجهہ ملڪن ۾ وري سامراج مخالف ۽ عوام دوست انقلاب (روسي ۽ چيني سوشلسٽ انقلاب وغيره) اچڻ ۽ نتيجي طور دنيا ۾ عوام دوست سوشلسٽ بلاڪ جي موجودگي سامراج لاءِ جنگ ۾ ڪاميابي ماڻڻ کي تمام ڏکيو بڻائي ڇڏيو هو. (6) جيئن تہ دنيا ڏينهون ڏينهن وڏيڪ ننڍڙي ٿي رهي آهي، تنهن ڪري ڪنهن بہ ملڪ يا علائقي ۾ جنگ جي منعيٰ ان خطي يا پوري دنيا ۾ جنگ ڪرڻ ٿيندي. (7) هن وقت دنيا ۾ تهذيب ۽ تمدن جي حوالي سان پڻ ترقي ٿي رهي آهي جديد دور جي عالمگير ٽيڪنالوجي ۽

چاڙ اربين انسانن کي منظم ۽ باشعور بڻائي ڇڏيو آهي، جيڪي پنهنجن توڙي ٻاهرين سامراجي ملڪن ۽ حڪمرانن کي مختلف صورتن ۾ للڪارين ٿا. تازو عراق ۽ افغانستان جنگ جي ردعمل ۾ لکين ماڻهن يورپ ۽ آمريڪا ۾ احتجاج ڪيا ۽ هن وقت بہ جدوجهد جاري آهي.

9. ٻئي طرف نيوڪليئر ٽيڪنالوجي پڻ جنگ کي ڏکيو بڻائي ڇڏيو آهي. هڪ تہ دنيا ڏينهون ڏينهن عالمگير بڻجندي پئي وڃي، جنهن ڪري عالمي سامراجي قوتون سمجهن ٿيون تہ ڪنهن بہ وڏي جنگ جي ٻي معنيٰ هڪ نئين عالمگير جنگ ٿيندي. ۽ ٻيو تہ نيوڪليئر بم صرف سامراجي ملڪن وٽ ناهن پر ٻين ننڍين ۽ ڪمزور ملڪن (پاڪستان، ايران، ڪوريا وغيره) وٽ بہ موجود آهن جنهن ڪري اهو خطرو موجود رهندو تہ ڪوبہ ڪمزور ملڪ، بغير ڪنهن وڏي ۽ ڊگهي جنگ جي، جيڪڏهن چاهي تہ هڪ طاقتور ملڪ کي ائٽم بم ذريعي تمام گهڻو نقصان رسائي سگهي ٿو. موجوده صورتحال ۾ عالمي سامراج لاءِ سڌي جنگ ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم ٿي پيو آهي.

مٿين سڀني سببن باوجود عالمي سامراج جنگ کي مڪمل طور ترڪ نہ ڪيو (نہ ئي ڪري سگهيو پئي ڇاڪاڻ تہ جنگ (سڌي يا اڻسڌي جنگ) سندس بقا جو لازمي حصو هجي ٿي.)

انهن سڀني سببن کي آڏو رکندي عالمي سامراج قومن کي غلام بڻائڻ جي فن جا نوان طريقا دريافت ڪيا آهن، جن کي اڻسڌا طريقا چئجي ٿو. انهن مان ڪجهه هيٺين ريت آهن.

- مختلف ملڪن (خاص ڪري ٽين دنيا) کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ ۽ انهن اندر خانہ جنگيون (گهرو ويڙهہ) ڪرائڻ ۽ موٽ ۾ انهن کي هٿيار ۽ ٻيون شيون وڪرو ڪرڻ ۽ دنيا جي مختلف اهم جڳهين تي سامراجي فوجون مقرر ڪرڻ
- جديد دور جي جنگين ۾ نفسياتي ۽ سياسي جنگ بنيادي ۽ انتهائي اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. جديد دور جا مغربي جاسوسي ادارا الزام تراشين، دماغ خالي ڪرڻ ۽ پلائڻ، پڙڪائڻ، تضادن ۽ اختلافن کي استعمال ڪري هوا ڏيڻ، تضادن کي وڌائي چڙهائي پيش ڪرڻ، مخالفن خلاف بهتان بازي ۽ ڏوهہ ڪرائي مخالفن کي ڏوهاري ٺهرائڻ سميت ٻين ڪيترين اٽڪلن کي جديد (نفسياتي ۽ سياسي) جنگ ۾ استعمال ڪن ٿا.

- ٻين ملڪن کي عالمي امن لاءِ خطرو ڄاڻائي انهن تي جنگ مڙهڻ يا مٿن اقتصادي ۽ سياسي پابنديون وجهڻ
- اقتصادي طرح مختلف ملڪن کي ڪنگال بڻائڻ ۽ مستقل قرضي بڻائڻ (آءِ ايم ايف ۽ ورلڊ بئنڪ ذريعي).
- انهن ملڪن کي سياسي (خاص ڪري وڏيرڪين جمهوريتن، بادشاهي ۽ آپيشاهي وغيره) ذريعي ماتحت بڻائڻ يا ڪٿي ڪٿي فوجي آمريتن جي پالنا ڪرڻ
- انتظامي طرح انهن ملڪن جي بيوروڪريٽس جي تربيت (Training) ڪرڻ، پنهنجي مرضي جا ٻاهر وينل ماڻهو انهن ملڪن اندر مقرر ڪرڻ.
- پرنٽ ميڊيا (اخبارن، رسالن، ڪتابن) ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا (فلم، ڊراما، موسيقي، رقص، نيوز چينل، انٽرنيٽ ۽ موبائيل فون وغيره) ۽ اشتهاربازي جي ٻين هزارين طريقن سان ماڻهن کي موجود بدتر حالتن ۾ صبر ۽ تحمل سان گذارو ڪرڻ سان گڏوگڏ انهن ۾ افواهون ڦهلائڻ، خوف ۽ دهشت پيدا ڪرڻ، راءِ عامہ جوڙڻ، مايوسي ڦهلائڻ وغيره شامل آهن.

بهرحال، سوويت يونين ۽ آمريڪا جي وچ ۾ ٽين عالمي جنگ تہ ڪانہ لڳي. تازو آمريڪي سامراج پنهنجي ڪوڙي نيوڪليئر پاليسي جو اعلان ڪيو آهي تہ "انهن هٿيارن جو مقصد ڪنهن نيوڪليئر حملي کي روڪڻ يا جواب ڏيڻ آهي." سرد جنگ جي خاتمي ڪانپوءِ دنيا ۾ آمريڪي سامراج جي هڪ هٿي آهي. جيڪو هن وقت "ڊجيٽل انقلاب" ذريعي انساني زندگين کي گهٽ کان گهٽ هاڃو رسائڻ ۽ ٽُڙ جاين تي حملا ڪرڻ جي نمائشي وڪالت ڪري رهيو آهي.

هاڻي انتهائي طاقتور، ڀيانڪ هٿيارن سان مسلح، ڪٿي بہ ۽ ڪنهن کي بہ نشانو بڻائڻ جي ٽيڪنالوجي رکندڙ آمريڪي سامراج سان مقابلو ڪرڻ لاءِ ڪمزور ڌريون وڙهن تہ ڪيئن وڙهن؟ ان صورتحال ۾، آئرش ريپبلڪن آرمي، حزب الله، ڪُرد ۽ القائده افغانستان ۽ عراق ۽ ٻين علائقن جي عوام آمريڪا جي جديد فوجن جون وايون بتال ڪري ڇڏيون آهن. سامراج مخالف فرد ۽ گروهہ لڪي لڪي ۽ ڪٿي ڪٿي انفرادي طور تي حملا ڪن ٿا. موجوده دور جي باغي قوتن کي عام روايتي جنگي انداز سان منهن ڏيڻ ڏکيو ٿي پيو آهي. ڇاڪاڻ تہ هنن وٽ نہ ڪو وڏيون فوجون آهن جن کي دشمن نشانو بڻائي سگهي، نہ ئي ڪا رسد جي قطار آهي، ۽ نہ ئي ڪي فوجي ڇاڻيون اٿن جن تي

دشمن بمباري ڪري سگهي، نہ ئي ڪي هيڊڪوارٽر اٿن ۽ نہ ئي ڪي علائقا اٿن جن تي هنن جو قبضو هجي، ۽ نہ ڪا مخصوص ڊريس اٿن جنهن ذريعي انهن کي سڃاڻي سگهجي. ويڙهہ جي صورتحال اها آهي تہ دشمن جي ڪا خبر ناهي تہ ڪيڏي مهل ڪٿان ۽ ڪيتري عدد ۾ اچي حملو ڪندو. هي گوريلا عام شهرين جي وچ مان اوچتو نڪرن ٿا دشمن کي نقصان پهچائين ٿا ۽ انتشار ڦهلائين ٿا. پر ان سڄي صورتحال ۾ انتهائي خطرناڪ ٽيڪنالوجي سان مسلح آمريڪي ۽ يورپي فوجي نفسياتي طرح ڏينهن رات ذهني دٻاءَ، ڊپ ۽ خوف ۾ ورتل آهن. هي جديد دور جي عجيب ويڙهہ آهي تہ دشمن نظر ئي ڪونہ ٿو اچي.

پر ان کان وڌيڪ خطرناڪ خودڪش بمبار آهن. جنهن کي منهن ڏيڻ سامراجي فوج لاءِ وڏو مسئلو ٿي پيو آهي. موجوده عرب دنيا ۾ وڙهندڙ انتهاپسند مذهبي ڌريون پڻ خودڪش بمبار حملن جي اٽڪل کان ڪم وٺي رهيون آهن. جنهن جديد دور جي سڀ کان وڌيڪ طاقتور ۽ خطرناڪ هٿيار رکندڙ آمريڪي فوج کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي. ڇاڪاڻ تہ ان قسم جي اٽڪل هنن جي سمورن هٿيارن (بندوقن، ٽينڪن، جهازن، بمن، گاڏين، ميزائلن) کي، جڻ تہ، ناڪارا بڻائي ڇڏيو آهي. آمريڪي فوجي سڄو ڏينهن فقط پنهنجين فوجي ڇانوڻين تائين محدود رهجي ويا آهن. ڪنهن وڏي آپريشن يا ڪنهن وڏي تياري ڪانسواءِ ٻاهر نڪرڻ هنن لاءِ مسئلو ٿي پيو آهي.

جيتريقدر جنگ جي مستقبل جو تعلق آهي تہ تاريخ ۽ خاص ڪري جنگ جي تاريخ جو مختصر جائزو وٺڻ سان ان ڳالهہ جي خاطري ٿي ويندي تہ ڪو وقت هو تہ دنيا ۾ جنگ نالي ڪا شي ڪانہ هئي ۽ ڪو وقت اهڙو ايندو جڏهن جنگ مڪمل طور تي ختم ٿي ويندي. پر ان سان گڏ اها پڪ آهي تہ جنگ جو مستقبل اهڙو نہ هوندو جهڙو ماضي ۾ رهيو آهي. ابتدائي دور زميني جنگ جو هو ان ۾ بحري قوت جي حيثيت ثانوي يا پرتي واري ۽ رسد پهچائڻ واري هئي. بعد ۾ بحري جنگ جو دور آيو، اُن ۾ زميني جنگ بہ ٿيندي رهي پر برتر ۽ طاقتور ڌر اها ثابت ٿي جنهن وٽ برتر بحري قوت هئي. پهرين عالمي جنگ تائين، انهن ٻنهي طريقن جي حاڪميت قائم رهي، پر ان جنگ جي جمود کي ٽوڙڻ لاءِ ٽينڪ ڪتب آندي وئي جنهن جنگ جي سائنس ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. جنهن ڪانپوءِ هوائي جنگ جو دور شروع ٿئي ٿو. جنهن جي باقائده ابتدا ٻي عالمي جنگ کان ٿي جيڪا اڄ ڏينهن تائين هلندي پئي اچي. اڄ جي دور ۾

سافٽ ٽيڪنالوجي ۽ خلائي طاقت جي اهميت وڌي رهي آهي ايندڙ دور سافٽ ٽيڪنالوجي، موسمي هٿيارن ۽ خلائي جنگ جو دور هوندو. هن وقت ترقي يافته ملڪن طرفان پنهنجن دشمنن ۽ مخالفن کي ڪمزور ڪرڻ ۽ شڪست ڏيڻ لاءِ سڀ کان خطرناڪ ٽيڪنالوجي کي انتهائي رازداريءَ سان ڪتب آندو پيو وڃي. اها آهي موسمي هٿيارين ذريعي ٻين علائقن ۽ قومن کي تباهه ڪرڻ جي ٽيڪنالوجي. موسمي هٿيارن جي استعمال سان هٿرادو ٻوڏون، ڏُڪار، برساتون، سوڪهڙو، زلزلا، سوناميون، طوفان، برفباري، هوائن جو رخ موڙڻ سميت ڪيترين ئي هٿرادو مصيبتون پيدا ڪيون وڃن ٿيون.

ايندڙ دور جون جنگيون عالمي سطح جون هونديون. جنهن جا ٽارگيٽ مخصوص هوندا ۽ بنياد خلائي طاقت هوندي، نهايت ئي تيزي سان هڪ علائقي کان دنيا جي ٻئي علائقي ڏانهن سفر ڪندڙ جهاز هوندا، اڪثر سپاهي بندوق بدران ڪمپيوٽر کڻندا، فوج جو تعداد ڏينهون ڏينهن گهٽ ڪري معياري اسپيشلسٽ (Specialists) ۽ ماهر ڀرتي ڪيا ويندا جيڪي تمام گهٽا ڪم هڪ ئي وقت ڪري سگهن. ويجهي مستقبل ۾ ٿي سگهي ٿو ته وڏيون ٽينڪون، ڪيميائي جنگ ۽ سڀ وڏيون موبائل بندوقون ۽ بمبار جهاز ختم ڪيا وڃن. روشني جيتري تيز رفتار ميزائلن ۽ اوزان ذريعي دشمن جي هٿيارن کي رستي تي ئي ناڪام بڻايو وڃي يعني فوج کي روبوٽائيز ۽ ميڪنائيزڊ ڪيو پيو وڃي.

جديد دور ۾ جنگ فقط جنرلن ۽ فوج جو معاملو ناهي رهي، فقط حڪمرانن جي فيصلن جو به معاملو ناهي، اُن ۾ صنعت، سياست ۽ سفارتڪاري سان گڏ سڀ کان اهم عنصر وسيع تر عوام جي اخلاقي حمايت حاصل ڪرڻ هجي ٿو. اڄُ جي دور ۾ عوام جو وسيع تر حلقو شعور جي ان سطح تي پهچي چڪو آهي جو هروڀرو ڪنهن ٻئي ملڪ تي قبضي ڪرڻ کي ڏوهه سمجهي ٿو. مثال طور، آمريڪي فوج هٿان ويٽنام ۾ ٿيل تباهي خلاف ويٽنامي ته وڙهيا ئي وڙهيا پر سياسي طور خود آمريڪي شهرين به پنهنجي حڪومت جي خلاف وڙهڻ شروع ڪيو. جديد دور ۾ آمريڪا جهڙي ملڪ، جنهن جي آبادي اٽڪل 35 يا 40 ڪروڙ ۽ هندستان جهڙو ملڪ جنهن جي آبادي اٽڪل سوا ارب آهي، اهڙي ملڪ طرفان ڪنهن به ٻئي ملڪ سان جنگ ڪرڻ کان اڳ انهن ملڪن جي وسيع تر آباديءَ کي جنگ جي حمايت ڪرڻ ۽ اخلاقي جواز مهيا ڪرڻ

لازمي هجن ٿا. ٻي صورت ۾ اُها جنگ گهڻو وقت جٽاءُ نہ ڪري سگهندي. ۽ ٻيو تہ هن وقت دنيا عالمي ڳوٺ ٿي چڪي آهي تنهنڪري هڪڙي مُلڪ طرفان ڪنهن ٻئي ملڪ سان جنگ اُن (حملي آور ڌر) کي عالمي برادري کان الڳ ڪري سگهي ٿي. تنهنڪري، دنيا جون سڀ کان طاقتور رياستون، خاص ڪري آمريڪا، بہ پنهنجي عوام جو ساٿ حاصل ڪرڻ ۽ عالمي برادري کي مطمعن ڪرڻ لاءِ ڪوڙ، نڳي ۽ دوکي کان ڪم وٺڻ تي مجبور هجن ٿيون. مثال طور: آمريڪا پهرين عالمي جنگ ۽ ٻي عالمي جنگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ وڏيون اٽڪلون ڪيون. ايتريقدر جو (7 ڊسمبر 1941ع تي) پنهنجي بحري اڏي پرل هاربر کي پڻ جاپان هٿان تباھ ڪرايائون.
انساني تاريخ جي اڪثر سامراجي جنگين ثابت ڪيو آهي تہ ڪاميابي حاصل ڪرڻ ايڏو وڏو مسئلو ناهي، جيڏو وڏو مسئلو ان فتح کي برقرار رکڻ. مثال طور ويٽنام جتي دنيا جي جديد ٽيڪنالاجي سان هٿياربند فوج هڪ پاسي هئي تہ ٻئي پاسي ننڍڙين شين، ڏنڊين، ڪانين ۽ بندوقن سميت آڳاٽن هٿيارن سان مسلح ڪمزور فوج هئي پر پوءِ بہ شڪست آمريڪي فوج جو مقدر بڻي. چاڪاڻ تہ ويٽنامي ۽ آمريڪي عوام آمريڪي سامراج سان گڏ نہ هو. اڄ جو افغانستان، عراق توڙي فلسطين ان جا وڏا ثبوت آهن. چاڪاڻ تہ هٿيارن جي زور تي ڪڏهن بہ ڪو حڪومت ناهي ڪري سگهيو، پوءِ اهو هٽلر هجي يا چنگيز خان يا هلاڪو هجي، فتح وري بہ سچ جي ٿي آهي. جيڪو سچ اڄ کان هزارين سال پهريائن سقراط چيو، جيڪو اڪيلو هو، مارڪس، جيڪو شروعات ۾ اڪيلو ۽ ٻي هٿيار هو، پوءِ اها ئي مارڪس جي سوچ ڪروڙن غريب مزدورن ۽ هارين جو هٿيار بڻي. مارڪس وٽ طاقت صرف قلم جي هئي نہ ڪي فوج. نيپولين چيو تہ دنيا ۾ ٻن قسمن جون طاقتون رهيون آهن، تلوار ۽ دماغ. پر ڊگهي نظر سان ڏسبو تہ "تلوار کي هميشہ دماغ هٿان مار ملي آهي."
حق ۽ ناحق، ظالم ۽ مظلوم، بدحالي ۽ خوشحالي، آزادي ۽ غلاميءَ سميت مجموعي طور نئين ۽ پراڻي سماجي نظام جي وچ ۾ ٿيندڙ ويڙھ جي ٻين سوين صورتن مان جنگ فقط هڪ صورت آهي. چاڪاڻ تہ تاريخ جي سموري سفر ۾ جنگي جنرلن ۽ نظريدانن سميت سائنسدانن، سياستدانن، فلسفين، مفڪرن ۽ فنڪارن تمام وڏا اثر ڇڏيا آهن جن جا هٿيار انهن جون ايجادون، اوزار، تقريرون، لفظ، ڪتاب، آواز ۽ تصويرون پئي رهيا آهن. جن ۾ حضرت

عيسيٰ، گوتم ٻڌ، ڪنفيوشس ۽ مهاوير جين جهڙن پيغمبرن ۽ مُبلغن، ٿاليس، سُقراط، افلاطون، ارسطو، هيگل، مارڪس ۽ اينگلس جهڙن فلسفين، ڇاپي خاني جي موجد جوهن گٽن برگ، طبعيات جي ڪشش ثقل واري قانون جي دريافت ڪندڙ نيوٽن ۽ جديد ارتقا جي نظريي جي خالق چارلس ڊارون، آئن اسٽائين، لوئي پاسچر ۽ گليلو جون سائنسي دريافتون، جديد نفسيات جي ابي سگمنڊ فرائڊ، آمريڪا کي ڳولي لهندڙ ڪرسٽوفر ڪولمبس، مارڪوپولو، جديد اقتصاديات جي ماهر ايڊم سمٿ سميت ميڪياولي، روسو، گانڌي، هومر، شيڪسپيئر، مائيڪل اينجلو ۽ ليونارڊ ڊاونسي جهڙا سياح، مفڪر، سياستدان، شاعر ۽ مصور شامل آهن. اهڙن فردن لاءِ سن زو جون هي سٽون بلڪل ٺهڪي اچن ٿيون ته بهترين سپہ سالار اهو آهي جيڪو بغير ڪنهن ويڙهه، تشدد ۽ ماڻهو مارائڻ جي جنگ کٽي وڃي. جنگين جي خاتمي جي حوالي سان مائوزيتنگ لکيو ته ”جڏهن انساني معاشرو ان منزل تي پهچندو جتي طبقا ۽ رياستون ختم ٿي وينديون، تڏهن ڪي بہ، جائز ۽ ناجائز، انقلابي ۽ انقلاب دشمن، جنگيون نہ رهنديون ۽ اهو انسانذات لاءِ مستقل امن جو دور هوندو.“

# جنگ جي سائنس ۽ هٿيارن جي ٽيڪنالوجي

جن ايجادن، طريقن ۽ نظرين جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيا انهن ۾ ٽيڙي فوجي ترتيب، لچڪدار منظم لشڪر، گهوڙي سوار فوج، ڏگهو نيزو، تيراندازي، قديمي ڳرن هٿيارن سان مسلح فوج، بندوق، بندوقچي، ڏگهي ڪمان، وڏين فوجن جي الڳ الڳ ڊويزنن جي تنظيم ۽ ترتيب، ميزائل، بم، ٽينڪ، جهاز، وچ جي تيزيءَ وانگر زميني (ٽينڪ فوج) ۽ فضائي فوج طرفان الڳ الڳ تيزيءَ سان دشمن جي علائقن اندر داخل ٿيڻ وغيره شامل آهن

صدين ڪان ٻن قسمن جون جنگيون ٿينديون رهيون آهن جن کي ٻن درجا بندين ۾ ورهائي سگهجي ٿو، هڪ گهرو ويڙهه ۽ ٻيو ٻاهرين جنگ. سمورين جنگين جي کهڙي به نوعيت هجي پر انهن کي ٽن قسمن جي صورتن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، باقائده ويڙهه، گشتي ويڙهه ۽ گوريلا ويڙهه. عام جنگيون انتهائي طاقتور ۽ منظم فوجن ۽ گوريلا جنگيون ڪمزور ۽ ڇڙوڇڙ منظم ننڍن جٿن جي صورت ۾ وڙهيون وينديون آهن. اهي ٻئي هڪ ئي وقت هلي سگهن ٿيون. انهن کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ زميني، بحري ۽ فضائي فوجون هونديون آهن جيڪي ويڙهه، ٻُڪ ۽ دهشت ذريعي دشمن تي جسماني، معاشي ۽ اخلاقي طور تي حملا ڪنديون آهن. ائين دشمن جي مزاحمت کي ٽوڙي ان ڪان پنهنجي مرضي مڃرائڻي آهي

هڪ هٿياربند هجوم، يا ماڻهن جو ميڙ، ڀلي انهن وٽ ڪيترا به خطرناڪ هٿيار ڇو نه هجن، پر اُهو هڪ فوج ڪان وڌيڪ طاقتور ثابت نه ٿيندو. ڇاڪاڻ ته هڪ فوج ۾ ضابطو هوندو آهي، اها منظم هوندي آهي ۽ اها ڪنهن اختياري جي ڪنٽرول ۾ هوندي آهي. جنهن جو هيٺان ڪان مٿي تائين (سپاهي، ڪمپني، بٽالين، رجمنٽ، ڊويزن ۽ ڪور) هڪڙو تنظيمي ڍانچو هوندو آهي.

پٿر واري دور ۾، عورتن ۽ ٻارن ڪانسواءِ، سمورن مخالفن کي قتل ڪيو ويندو هو. شڪار واري دور ۾ سمورا قبيلا هڪٻئي سان وڙهندا هئا. پر زراعتي معاشري پوک ڪنڌڙن ۽ جنگجوئن جي وچ ۾ پورهيي جي ورچ کي

جنم ڏنو. بعد ۾ وري وڏي اهم ڳالهه هيءَ ٿي ته اڳ ۾ جن قيدين کي قتل ڪيو ويندو هو، بعد ۾ غلامداري واري دور ۾، انهن هارايل فوجين کي غلام بڻايو ويو يا وري غلامن جي پڙين ۾ کپايو ويندو هو. آڳاٽين شهري رياستن ۾، فقط شهرين کي ئي فوج ۾ ڀرتي ڪيو ويندو هو. جڏهن ته غلام انهن جا نوڪر هوندا هئا. بعد ۾، جاگيرداري نظام سردارن ۽ انهن جي نوڪرن ۽ خدمتگذارن جي رشتن کي پيدا ڪيو. مطلق العنان بادشاهن جي دور ۾ مذهبي جنگين شدت سان سموري ايشيا ۽ يورپ ۾ تباهي ۽ بربادي آندي يورپ ۾ ان جو نقطه عروج ٽيهه سالا جنگ (1618_1648ع) ۾ ٿيو. قرون وسطىٰ واري دور ۾ فوجي سربراهه ٺيڪيدارن وانگر ڪم ڪندا هئا جن لاءِ جنگ هڪ دنتو هوندو هو جنهن ۾ ڀاڙي تي فوجي ڀرتي ڪيا ويندا هئا ۽ انهن لاءِ جنگ جو جاري رهڻ ضروري هوندو هو. تنهن ڪانپوءِ جديد دور جي پگهاردار مستقل فوج جي ابتدا ٿي.

ڪابه فوج تيسين انتهائي منظم نه سمجهي ويندي جيسين اها دشمن کي ڳولڻ، ان کي ڏک هڻڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي ڏک لڳڻ کان بچائڻ جي قابل نٿي هجي. ڳولڻ، ڏک هڻڻ ۽ بچائڻ لاءِ پيادا، ٽينڪون، جهاز ۽ بحري بيڙن جا هٿيار استعمال ڪيا ويندا آهن جيتوڻيڪ، هٿيار بدلجندا رهندا آهن پر پنهنجي ڳر ۽ جوهر ۾ اهي سڀ هزارين سال پراڻن هٿيارن وانگر ئي آهن. مثال طور پيادا، گهوڙي سوار ۽ تيرانداز جي جاءِ تي بندوق، جهاز، ٽينڪون ۽ بڪتربند گاڏيون اچي ويون آهن. پر پراڻن هٿيارن جي ڀيٽ ۾ اجوڪي دور جي جديد هٿيارن ۾ حملي، بچاءَ ۽ جاچ ڪرڻ جون ٽئي خاصيتون هڪ ئي وقت موجود آهن. مثال طور جهاز، حملا به ڪن ٿا، رسد (هٿيار، بارود، فوجي) به پهچائين ٿا، ۽ بين زميني هٿيارن جو بچاءُ به ڪن ٿا. ٽينڪ ۾ هڪ ئي وقت حملي ۽ دفاع جي خاصيت آهي. جنگ جي سموري تاريخ ۾ هٿيارين جي ترقي ڪهڙا مرحلا طئي ڪندي رهي آهي ان جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو.



تير ڪمان کي سڀ کان آڳاٽو هٿيار سمجهيو وڃي ٿو جيڪو اٽڪل 50 هزار سال قبل مسيح ۾ به ملي ٿو. آڳاٽين قبرن منجهان مليل انساني لاشن سان گڏ جست جا ٽوپلا، جنگي ڪهاڙيون پڻ هٿ آيون آهن. ڪنجهي ۽ پتل واري پهرين دور ۾ خنجر ۽ بعد ۾ تلوار جو واڌارو ٿيو. پوءِ اها تلوار صدين تائين ويڙهه لاءِ ڪتب

ايندي.

**قديمي ڳرن هٿيارن سان مسلح منظم فوجي دستا**

قديمي منظم فوجي دستا phalanx جن کي ڪاٺ جي ٺهيل ڍال (Shield) سان گڏ پتل جو حفاظتي ٽوپلو، زرهه (سينو بند)، ٽنبڻ لاءِ نو فُٽ ڊگهو نيزو، بچت طور رکيل، هڪ ننڍي تلوار، پهريل هوندا هئا جيڪي سپاهين لاءِ حملي جا هٿيار به هئا ته بچاءَ جا ذريعا به هئا.



انهن منظم آڳاٽن جٿن جي اچڻ کان اڳ ۾، جنگ، هڪ طرف اشرافيه جي ويڙهاڪن ۽ ٻئي طرف غيرمنظم هجومن جي وچ ۾ ٿيندي هئي. ان طريقي جي پيٽ ۾، منظم جٿن سان ڪجهه نفسياتي فائدا به ٿيا. جيتوڻيڪ، اهڙن ڳتيل جٿن جي هلڻ جي رفتار آهستي هوندي هئي پر مخالف غيرمنظم ڌر لاءِ چرڪائيندڙ به هئا. پر ان لڙائيءَ ۾، فقط مهڙ وارين ٻن قطارن جا سپاهي ئي پنهنجا هٿيار آزاديءَ سان استعمال ڪري سگهندا هئا ۽ انهن کي وري پٺين قطارن وارا سپاهي ڌڪي اڳتي ڪندا ويندا هئا. پر اهڙي صورتحال ۾، فردن جي هنر ۽ بهادري جي پيٽ ۾ گروهه جي ضابطي جي وڌيڪ اهميت هئي.



ان منظم فوجي دستي اصل ۾ يوناني شهري رياستن جي جمهوري روايت جي عڪاسي ڪئي پئي. قرون وسطىٰ جي ڊگهي ڪمان واري ٽيڪنالوجي 1480ع ڌاري تيز رفتار تيراندازي جي متعارف ٿيڻ ڪانپوءِ پڄاڻيءَ تي پهتي.

**قرون وسطيٰ: ڳري گهوڙي سوار جانباز فوج**

يورپ ۽ ايشيا ۾ هزارين سالن تائين پيادا فوج مکيه ڪردار ادا ڪيو. بعد ۾، گهوڙي سوار فوج جي اچڻ سان پيادا فوج جي اهميت گهٽجي وئي. يونان، مصر، ايران، انڊيا، چين سميت آڳاٽن ملڪن ۾ رٿ (chariot) اهم شي هئي

جيڪا ٻن گهوڙن ۽ ٻن ڦيٿن جي مدد سان هلندي هئي ۽ ان تي هڪ گاڏي هلائيندڙ ۽ ٻيو تيرانداز ۽ ٽيون ڍال ڪٽي ان جو دفاع ڪندڙ سپاهي سوار هوندا هئا



اها رٿ ان دور ۾ طاقت ۽ جنگي هٿيار جي علامت ۽ حملي جي مکيہ ڪنجي هئي. 15 صدي ق م دوران ايشيائي جنگجو گهوڙن ۽ رٿن تي سوار ٿي تير ڪمان سان ويڙهہ ڪندا هئا. چيو وڃي ٿو تہ ڪازڪستان جي ميدانن ۾ پهريون ڀيرو گهوڙن کي پالتو جانور طور ڪتب آندو ويو. جنهن آمدرفت ٽرانسپورٽ ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو ۽ جنگ جي تاريخ ۾ وڏيون تبديليون آڻي ڇڏيون. فقط 20 صدي ۾ تيز رفتار آتشي هٿيارن (جهڙوڪ، مشين گن) ڪانپوءِ فوجن گهوڙن جو سهارو وٺڻ ڇڏي ڏنو.

گهوڙي سوار فوج حملي لاءِ ڪم ايندي هئي ۽ پيادا فوج، وڏي تعداد ۾، ان جي پٺيان هوندي هئي، ان ۾ ڳرن ۽ هلڪن هٿيارن سان مسلح فوج مختلف جٿن ۾ ورهايل هوندي هئي، جن وٽ ميزائل جهڙا آڳاٽا هٿيار، تيرڪمان ۽ ڪانياٽي، نيزا ۽ تلوارون هونديون هيون. بهرحال، يورپي ۽ ايشيائي جنگي ميدانن ۾، هزارين سالن تائين، گهوڙن، هاٿين ۽ انن تي لڙائيون ڪيون



وينديون رهيون ۽ ساڳئي ريت، تيرڪمان، تلوار، نيزا ٻه، آتشي هٿيار جي متعارف ٿيڻ تائين، هزارين سالن کان مکيہ هٿيار پئي رهيا آهن.

يورپ ۾ جاگيرداري نظام جنم ورتو، جنهن ڪانپوءِ، معاشي سرگرمي گهڻي فقط زمين (هارپي) تائين محدود ٿي وئي، دولت جو ذريعو فقط زمين ئي هئي. سردار، ذاتن جي ٺهيل زره بند پهريل هوندا هئا. آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ درجي وار سماجي نظام جي نتيجي ۾ اهڙين ئي جنگي خاصيتن جنم ورتو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو قرون وسطيٰ ۾ معتبر ٿيڻ چاهيندو هو تہ ان ڪي پاڻ وٽ زمين هئڻ ضروري هوندي هئي، ۽ اهائي زمين ان جي آمدني جو ذريعو هوندي هئي جيڪا هڪ جنگي سردار ڪي گهربل هٿيار ۽ سامان وٺڻ ۽ نوڪرن ڪي ڪارائڻ لاءِ ڪتب ايندي هئي. اهڙن اشرافيائي جنگجوئن يورپي جنگي ميدانن تي، نائين کان چوڏهين صديءَ تائين، راڄ ڪيو. انهن ڪي ويڙهه ۾ مکيہ فائدو گهوڙن جي ڪري هو جن تي اهي سواري ڪندا هئا.

### آتشي هٿيار ۽ قلعي بنديون

کهاڙن، ڀالن، نيزن، تيرن، تلوارن ڪي آتشي هٿيارن مات ڏئي ڇڏي ۽ ان سان سموري ويڙهه جو طريقو ئي بدلجي ويو. جنهن ڪانپوءِ، گهوڙي سوار جٿا فقط جاسوسي ڪرڻ ۽ شڪست کاڌل دشمن جو پيڇو ڪرڻ تائين محدود ٿي ويا جيڪي 20 صدي تائين پنهنجو ٿورو گهڻو ڪم ڪندا رهيا. چينن ڪيترين صديون اڳ (اٽڪل 250 ق م)، تيڏي ڪمان واري تير اڇلائيندڙ ڪاٺ جي بندوق ايجاد ڪري ورتي هئي. اٽڪل 8 کان 13 صدي عيسوي دوران چين ۾ بارود ايجاد ڪيو ويو. جنهن سان وڏا ڌماڪا ڪرڻ ممڪن ٿي پيا. "باهه وارو تير" پهريون راڪيٽ هو. اٽڪل 6 کان 16 صدي دوران مسلمانن آتشي هٿيارن جي حرفت (ٽيڪنالوجي) ڪي تمام گهڻي ترقي وٺرائي ۽ مصر جي سپاهين پهريون پيرو هٿن سان



گوليبازي (ڪينن) ۽ ٻين ننڍن هٿيارن جو استعمال ڪيو. چين جي منگ شهنشائيت دوران آتشي هٿيارن جي ٽيڪنالوجي ۾ تمام گهڻي ترقي ٿي. بعد

۾ اٽڪل 1750 ۽ 1800ع دوران، انديا ۾ فتح علي ٽيپو برطانوي فوج مٿان ڪاميابيءَ سان راڪيٽ توبخانو جو استعمال ڪيو. جنهن جو انگريزن نقل ڪيو. 1803ع ۾ برطانيہ شيل متعارف ڪرايو جيڪو ان ڪان اڳ چينن ايجاد ڪيو هو. 1836ع ڌاري آمريڪي سائنسدان ريوالور ايجاد ڪيو جنهن ڪي بين آتشي هٿيارن جي پيٽ ۾ تيزيءَ سان پري (لوڊ) سگهجي پيو ۽ اهو اڄ ڏينهن تائين مشهور آهي. 1851_1861ع دوران ڦهريون پيرو مشين گن ظاهر ٿي.
يورپ ۾ 13 صدي ڪانپوءِ، ڦهريون پيرو بندوق متعارف ٿي ۽ ايندڙ چار صدين تائين، آهستي آهستي ڪليل ميدان ۾ جنگ جي طريقي ڪار ڪي ئي بدلائي ڇڏيائين. ان پيادا فوج جي طاقت ۾ اضافو ڪيو ۽ انهن هٿيارين جي درست استعمال لاءِ تربيت ۽ ضابطي تي وڌيڪ زور ڏنو ويو. ان جي ڪري جنگ جي سائنس ۾ هڪ نئين شعبي، توبخاني، جنم ورتو، جنهن سان وڏن ۽ مضبوط قلعن جي ديوارن ڪي ٽوڙيو ويندو هو. قرون وسطيٰ وارن قلعن جو پٿيون آتشي هٿيارن آڏو بيهي نہ سگهيون. تنهنڪري، قلعي بندين لاءِ ننڍيون ۽ ٿلهيون ديوارون ناهيون ويون. قلعن جا گهيرا ڪرڻ واري جنگ ۾ ڪامياب ٿيڻ انتهائي ڏکيو ڪم هو. بهرحال، اهستي آهستي قلعي بنديءَ جي اهميت بہ گهٽجندي وئي.
اينگلس آتشي هٿيارين جي تاريخي اهميت بيان ڪندي لکيو تہ "چوڏهين صديءَ جي شروعات ۾، بندوق جو بارود عربن ڪان اولهہ يورپ ۾ آيو (۽ جيئن تہ اها ڳالهہ اسڪول ۾ پڙهندڙ هر ٻار بہ ڄاڻي ٿو) تہ ان سان جنگ جي طريقن ۾ مڪمل طور تي انقلاب اچي ويو. بارود ۽ آتشي هٿيارن ڪي الڳ قوتون ناهن پر صنعت ۽ معاشي ترقي جو نتيجو آهن. صنعت صنعت ئي رهي ٿي، پلي پوءِ اها شين جي پيداوار ڪري يا انهن ڪي تباهہ ڪري. آتشي هٿيارن نہ فقط جنگ جي انتظام ۾ پر بالادست ۽ زيردست جي سياسي رشتن ۾ بہ انقلاب آڻي ڇڏيو."[213]

## بحري طاقت جو دور

ٻيڙين جو استعمال تہ آڳاٽي زماني ڪان ٿيندو پيو اچي. پر جنگ جي معاملي ۾، ڦهريائين، اُهي فقط رسد لاءِ استعمال ٿينديون هيون. بعد ۾، انهن ٻيڙن تي لڙائيون بہ ڪيون ويون پر اهي ڍگهين قطارن جي صورت ۾ وڙهندا هئا.

چاڪاڻ تہ انهن ٻيڙن ۾ ويڙهہ لاءِ گهربل تيزي ۽ آزاديءَ سان چرپر ڪرڻ جي خاصيت نہ هوندي هئي.



اڳتي هلي، توبن کي ٻيڙن ۾ لڳائي بحري جنگيون ڪيون ويون. انهن ئي بحري فوجن ۽ بحري جنگي اوزارن ذريعي يورپ پوري دنيا تي قبضو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ۽ پوءِ انهن ئي ٻيڙن ذريعي يورپي حڪمرانن تجارت ۽ صنعت کي بہ هٿي وٺرائي. 1775ع ڌاري پهريون ڀيرو آمريڪي ماهرن آبدوز ايجاد ڪئي.

**آپريشنل فن**

هڪ انفرادي سپاهيءَ کان وٺي پوري فوج تائين، سڀ جو سڀ ميدان تي وڙهن ٿا. عام طور تي فوج جي مهڙ پنهنجين پاسرائين ۽ پُٺڙ کان وڌيڪ مضبوط هوندي آهي. اها فوج حرڪت بدران بيٺل حالت ۾ وڌيڪ سگهاري هوندي آهي. پر ان جو دارومدار وري رسد ۽ رابطي وارين قطارن (لائينز) تي هوندو آهي جيڪي جيتريون ڊگهيون ٿينديون وينديون اوتريون وڌيڪ ڪمزور ۽ گهٽ موثر ٿينديون وينديون آهن. انهن فائدن ۽ نقصانن کي منهن ڏيڻ ۽ انهن جو بندوبست ڪرڻ واري ڪم کي ”آپريشنل فن“ سڏيو وڃي ٿو. انهن جنگي اٽڪلن کان ڪم وٺندي، فائديمند علائقي، دشمن جي ڪمزور جاءِ يا ان جاءِ تي حملو ڪرڻ جتي دشمن کي توقع نہ هجي، دشمن جي ڪمزور فوج تي مضبوط ۽ سگهاري فوج سان حملو ڪرڻ لاءِ فوج گڏ ڪرڻ جهڙا ڪم ان جي دائري ۾ اچن ٿا. بهرحال، اهو ڪم ايترو آسان ناهي. چاڪاڻ تہ هر جنگي ميدان ۾ لڙائي ڪيترن ئي رازن ۽ غيريقيني حقيقتن ۾ ويڙهيل هوندا آهن. جنگ کي جرمن جنگي ماهر، ڪلازيوٽز ”جنگ جي ڊنڊلائپ مونجهارو“ سڏيو. هن جي خيال موجب جنگ ۾ اتفاق ٿيڻ اٽڪر آهن. لڙائيءَ دوران تمام ننڍڙي غلطي بہ وڏا نقصان ڏئي سگهي ٿي. ان قسم جي ”آپريشنل هنر“ کي بهترين انداز سان جيڪڏهن ڪو يورپي ڪمانڊر سرانجام ڏئي سگهيو تہ اهو هو نيپولين بوناپارٽ. پر ان کي بہ سندس مخالفن 1815ع ۾ واٽرلو جي ميدان تي شڪست

ڏني چاڪاڻ تہ اُهي پڻ نيپولين جي ويڙهہ جو فن سکي چڪا هئا. جنهن جو اصول هي هو "تمام وڏين ۽ آزاد فوجن کي، اڪيلن ۽ تيزيءَ سان حرڪت ۾ آڻي، فيصلائتي وقت تي فيصلائتو ڌڪ هڻڻ لاءِ ان فوج کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ"

## جنگ جي صنعتڪاري

جتي صنعتي انقلاب پوري سماجي، سياسي ۽ معاشي ڍانچي ۾ وڏيون اٿلون پٿلون آڻي انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. اُتي ئي جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ پڻ وڏيون تبديلين کي جنم ڏنو. زراعتي دور پنهنجي پيداواري جوڙجڪ سبب محدود پيماني تي ۽ مخصوص علائقن ۾ جنگ ڪري سگهيو پئي ۽ صنعتي دور جي پيداوار وسيع هجڻ سبب جنگ بہ وڏي تباهي آڻيندڙ ٿي پئي. جاگيرداري نظام هيٺ فوجن جي وچ ۾ ويڙهہ ٿيندي هئي. سرمائيداري نظام رائج ٿيڻ ڪانپوءِ نہ فقط فوجن پر سموري آبادي کي نشانو بڻايو ويو. جنهن جو وڏي ۾ وڏو مثال هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ڪيرايل ائٽم بم هئا.

جاگيرداري نظام هيٺ انساني آباديون ڇڙوڇڙ ۽ ڏورانهن مفاصلن ۾ آباد هونديون آهن، انهن مان جيڪڏهن هڪ حصي کي نشانو بڻايو وڃي تہ ٻين حصن تي ڪوبہ اثر نہ پوندو، پر عالمي سامراج جي دور ۾، سموري دنيا ان جي دائري ۾ اچي وڃي ٿي ۽ تباهي پڻ عالمگير ٿي وڃي ٿي. ريلوي رستن جي متعارف ٿيڻ انساني آمدرفت ۽ فوجن کي تيزيءَ سان هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ گڏ ٿيڻ، ڳرو جنگي سامان ۽ هٿيار وغيره کڻي وڃڻ ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. آتشي هٿيارن ۽ بجلي واري ٽيليگراف جنگ جي محاذ ۽ پٺتي جي رشتن کي ئي بدلائي ڇڏيو. فوجي اڪيڊمين ذريعي سپاهين ۽ آفيسرن جي تربيت ۽ امتحان جو نظام متعارف ڪيو ويو. نون هٿيارن، آبدوزن، ٽينڪن ۽ جهازن جنگ کي مشيني بڻائي ڇڏيو.



صنعت ڊرامائي انداز سان هٿيارن ذريعي قتل عام جي طاقت ۾ اضافو ڪري ڇڏيو ۽ انهن هٿيارن کي لاتعداد مقدار ۾ پيدا ڪرڻ جا ذريعا بہ ميسر ڪري

ڏنا. جهڙي ريت، پيداواري نظام ۾ پورهيتن جا منظم لشڪر ڪم ڪندا هئا ته ساڳئي ريت پوري يورپ ۾ زبردستي فوج ۾ پرتيءَ واري نظام جنگ جي شدت ۽ تباهيءَ ۾ بيٺو اضافو ڪري ڇڏيو. ان جو وڏو مثال يورپي ميدان تي ٿيل پهرين عالمي جنگ هو، جتي لکين فوجون، نون ۽ خطرناڪ هٿيارين سان مسلح، خندقن ۾ لڪندي ۽ نڪرندي، چار سالن تائين، چند ميٽرن جي مفاصلي ۾، هڪبئي جو قتل عام ڪنديون رهيون. پهرين عالمي جنگ ۾ سڀ کان وڌيڪ توبخاني جي هٿيار کي استعمال ڪيو ويو ۽ اٽڪل 70 سيڪڙو ٿيل موت جو سبب پڻ اهو هٿيار هو. ان جي موتمار اثر جو سبب ان جي استعمال جي نئون طريقو هو، (ان توبخاني ذريعي اٽڪل اڌ ٽن وزني آتشي گولي کي 10 کان 15 ڪلوميٽر پري تائين اڇلائي سگهبو هو.) جنهن سان خود توبخانو هلائيندڙ سپاهي به پنهنجي هدف کي ڏسي نه سگهندا هئا. چاڪاڻ ته ڪنهن جاءِ تي مخالف فوج جي موجودگيءَ بابت ڪجهه ڪلاڪ يا ڏينهن اڳ ۾ جاسوسن يا هوائي جائزي ذريعي معلومات ورتي ويندي هئي. پر ساڳئي وقت، اهڙا ڳرا هٿيار جتي ڪرندا هئا اُتي وڏا کڏا پيدا ڪري ڇڏيندا هئا جنهن سان زمين غيرهموار ٿي ويندي هئي ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ مليل موقعي مان فائدو به نه وٺي سگهبو هو. ان خندقي جنگ ٻنهي ڌرين کي ٿڪائي ٽڪائي ساهه ڪڍي ڇڏيو. نيٺ، زهريلي گئسن وارا هٿيار ڪتب آندا ويا، پر وري ٿوري عرصي کانپوءِ ان قسم جا هٿيار دشمن وٽ به هئا. ائين سمورو وقت وڙهه وڙهان ڪندي بي حال يورپي جنگي سائنس ۾ نئين ايجاد جي ضرورت پيدا ٿي. انهن ۾ ٽينڪ، رابطي جي نيٽ ورڪ، پري کان دشمن بابت ڄاڻ حاصل ڪندڙ اوزار، فائر ڪندڙ جديد متحرڪ ۽ گشتي اوزار ايجاد ڪيا ويا.

## ٽينڪ

پهرين عالمي جنگ دوران پهريون ڀيرو برطانيه طرفان ٽينڪ متعارف ڪرائي وئي. جيڪا پهرين عالمي جنگ جي خندقي جنگ (Trench Warfare) ۾ ٿيل تعطلي کي ٽوڙڻ جو ذريعو ثابت ٿي. جنهن جنگ جي سائنس


ٽينڪ جو پهريون نمونو

۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ ٽينڪ ۾ هڪ ئي وقت دفاع ۽ حملي جون خاصيتون آهن ۽ پٽن تي هلڻ سبب اها غيرهموار زمين تي آسانيءَ سان هلي سگهي ٿي. پر اُن شروعاتي ٽينڪ جي ماڊل ۾ خرابيون گهڻيون هيون. پهرين عالمي جنگ دوران استعمال ٿيل ٽينڪ تمام آهستي هلندي هئي (ان جي پيٽ ۾ هڪ فوجي وڏيڪ تيز ڊوڙي سگهيو پئي)، اها ٽينڪ پنهنجي سائيز سبب توبخاني هٿان آسانيءَ سان نشانو بڻجي وئي، ٽينڪ پاڻ بہ ڳري هئي ۽ وري ڪوبہ سامان کڻي نہ پئي سگهي، انجڻ جي گرمائش، گوڙ ۽ سوڙهہ سبب ٽينڪ جي اندر حالت صفا ناقابل برداشت هئي، ٽينڪ ڪنهن کي ٽُڙ نشانو نہ پئي بڻائي سگهي. جيڪڏهن دشمن ان جي پٽن کي ٽوڙي ڇڏي تہ سڄي ٽينڪ ناڪارا ٿيو وڃي. ٽينڪ جي متعارف ٿيڻ ڪانپوءِ ”بڪتربند جنگ“ (Armoured Warfare) جي تصور جنم ورتو جنهن جو اظهار ٻي عالمي جنگ دوران ٿيو. پهرين ماڊل جي پيٽ ۾ ٻي عالمي جنگ دوران استعمال ڪيل ٽينڪ وڏيڪ اثرائتي هئي. سوويت يونين جي ٽينڪ (T-34) سموري جنگ ۾ سڀ کان بهترين ثابت ٿي. جرمنيءَ ”وڄ جي تيزيءَ“ واري حڪمت عملي تحت پيادا فوج ۽ فضائي فوج جي مدد سان ٽينڪن جي وڏي تعداد کي استعمال ڪري دشمن جي محاذ کي ٽوڙي اندر گهڙي ان کي شڪست ڏيڻ جا مثال قائم ڪيا.

## هوا ۾ جنگ



جهاز جي ايجاد ٿيڻ کان گهڻو اڳ بہ فضائي جنگ جا تصور ۽ خيال موجود هئا. چون ٿا تہ ليوناردو ڊاونچي اڏامندڙ جنگي مشينن جو منصوبو ٺاهيو هو، پر هن ان کي راز ۾ رکيو متان ان قسم جي ڄاڻ جا خطرناڪ نتيجا نہ نڪرن. 1780ع ڌاري فرانسيسين ڦوڪڻن جي مدد سان اڏامڻ جو تجربو ڪيو. انهن تجربن کي ڏسندي 1908ع ۾ ايڇ جي ويلز دنيا کي هڪ نئون ناول ”فضا ۾ جنگ“ ڏنو جنهن ۾ هن نيويارڪ شهر کي، هڪڙي ڪنڌ کان ٻئي ڪنڌ تائين مار ڪندڙ هوائي حملن ذريعي تباهہ ٿيندي ڏيکاريو آهي.

پر ساڳئي وقت، جن جنگ جي نظريدانن ۽ جنگي جنرلن کي پهرين عالمي جنگ جو ٽڪائيندڙ، جامد ۽ غيرمتحرڪ ويڙهه جو تجربو ۽ مشاهدو هو انهن کي فضائي جنگ ۾ بهترين حل نظر آيو، جنهن سان دشمن جي رابطي وارين قطارن، لاجسٽڪس، بچت ۾ رکيل فوج ۽ سامان ۽ ٻين شين تي حملو ڪرڻ آسان ٿي پيو.

ڪجهه جنگي ماهرن وري ان فضائي هٿيار کي الڳ جنگي شعبي جي حيثيت ڏيئي دشمن جي شهري آبادين ۽ اقتصادي ڍانچي (روڊ رستا، ٽنيا، عمارتون وغيره) کي نشانو بنائڻ تي زور ڏنو. بهرحال، ان جنگي سائنسي دريافت جنگ ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. پهرين عالمي جنگ ۾ جهازن جو استعمال ٿيو پر اهو فقط دشمن جي جاچ پڙتال ۽ جاسوسي ڪرڻ تائين محدود هو.

اٽليءَ جي جنرل Giulio Douhet جو خيال هو تہ مستقبل جون جنگيون هوا ۾ ڪٽيون يا هارائيون وينديون. فضائي فوج جو ڪردار حملي آور هوندو ۽ زميني فوجون فقط دفاعي قسم جي ويڙهه ڪنديون. جهازن ذريعي دشمن جي شهرن، صنعت ۽ آمدرفت کي تباهه ڪري بہ پوري جنگ ۾ شڪست ڏئي سگهجي ٿي. ان جو ڪامياب تجربو ٻي عالمي جنگ دوران جرمني ۽ جاپان طرفان ڪيو ويو. خاص ڪري، جرمن جنگي جهازن يورپي کنڊ جي ڪيترن ملڪن کي ڏسندي ڏسندي ڪجهه ڏينهن ۾ فتح ڪري ورتو. ان جو وڏو سبب ٽينڪ ۽ جهازن جو درست استعمال هو. جيتوڻيڪ، اهي ٻئي هٿيار جرمنن ايجاد نہ ڪيا هئا پر هنن انهن هٿيارن کي جنگ جي عملي تجربي ۾ شاندار ڪمال تائين پهچايو. مثال طور، پولينڊ جي فوج جو وڏو حصو گهوڙي سوار فوج تي مشتمل هو، جيسيتائين گهوڙي سوار فوج حرڪت ۾ اچي ها تيسين جرمن ٽينڪن ۽ جهازن اڌ پولينڊ تي قبضو بہ ڪري ورتو هو. جرمني طرفان جهاز، بڪتربند، ٽينڪ جي برتري، هوائي ۽ بڪتربند فوج جي گڏيل استعمال ذريعي گشتي جنگ ڪرڻ جو طريقي ڪار هو. جرمني وٽ ٽينڪ ۽ جهاز، ان دور جي حوالي سان ٻين سيني قوتن کان برتر هئا.

**نيوڪليئر بم**

1942ع ڌاري آمريڪا پهريون نيوڪليئر ائٽم بم ناهيو. نيوڪليئر ٽيڪنالوجي کي پهريون ڀيرو جنگي ميدان ۾ استعمال ڪرڻ جو تجربو آمريڪا ڪيو.

1945ع جي آگسٽ ۾ آمريڪا جاپان جي ٻن شهرن هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي بم ڪيرائي سڄي مهذب دنيا کي ڏندين آڱريون ڏئي ڇڏيون.



اڳ ۾ جنگ ۽ لڙائين ۾ استعمال ٿيندڙ هٿيار فقط فوجين کي يا ڪجهه عام آبادين کي نشانو بڻائيندا هئا پر ائٽم بم هن قسم جو پهريون هٿيار هو جنهن ايڏي وڏي سطح تي عام شهرين توڙي فوجين کي نشانو بڻايو. هي جنگ جي سائنس ۾ سڀ کان وڏيڪ تباهي ڦهلائيندڙ پهريون وڏو ۽ خطرناڪ هٿيار هو. هن وقت مفاد پرست سامراجين نيوڪليئر توانائيءَ کي ان درجي تائين پهچائي ڇڏيو آهي جو اها پوري دنيا کي باهمي تباهي جو شڪار ڪري سگهي ٿي. بعد ۾، 1952ع ۾، هائڊروجن بم ايجاد ڪيو ويو.

**مستقبل جا هٿيار**

دنيا ڏينهون ڏينهن عالمگير ڳوٺ بڻجندي پئي وڃي ۽ جديد دور ۾ اڳوڻي زماني وارا ڊگها ۽ ڏورانهان مفاصلا ڪا رڪاوٽ ناهن رهيا. خلائي ٽيڪنالوجي سبب ڪنهن به ڌر جو ٻي ڌر کان لڪڻ تمام ڏکيو بڻجي ويو آهي، ليزر ٽيڪنالوجيءَ جي مدد سان انتهائي تيز رفتار ۽ خطرناڪ هٿيار ٺاهيا ويا آهن جيڪي اڌ ڪلاڪ ۾ دنيا جي ڪنهن به ڪنڊ تائين پهچي سگهن ٿا ۽ ايتريقدر جو، نيورو (دماغي) سائنس جي مدد سان سپاهين جي اهليت کي وڌائڻ لاءِ پڻ تجربا ڪيا پيا وڃن ۽ هن وقت سڀ کان اهم ۽ خطرناڪ ٽيڪنالوجي جا پڻ تجربا ڪيا ويا آهن اها آهي موسمي هٿيارين جي ٽيڪنالوجي. موجوده دور ۾ ۽ مستقبل ۾ پائليٽ کان بغير هلندڙ جهاز ۽ گاڏيون، موثر، درست ۽ ٺڙ هدفن کي نشانو بنائيندڙ اوزار ۽ روبوٽ فوج ذريعي ڪمپيوٽرائيزڊ جنگ ٿي سگهي ٿي.

# کمزورن هٿان طاقتورن کي شڪستون

عام طور تي اهو ٻڌندا آهيون ته ”فلاڻا (دهشتگرد، فوجي جنرل، جاگيردار، سرمائيدار يا عالمي سامراج) ايڏا طاقتور آهن جيئن چون ٿا تيئن ٿئي ٿو“ ”انهن سان ڪٿي ٿا وڙهي سگهون!“ ”اسين ته آهيون ئي ڪمزور!“ اهڙا خيال ڇو ٿا پيدا ٿين؟ پٺتي پيل سماجن، محروم ۽ ڪمزور طبقن ۽ قومن، تنظيمن ۽ فردن ۾ صدين جي غلامي، احساس محرومي ۽ ڪمتريءَ ۽ جهالت سبب سوچڻ جو انداز، لاشعوري طور تي، منفي ٿي ويندو آهي. اهڙن ماڻهن جي عادت ٿي ويندي آهي ته اڪثر ڪري دشمن جي طاقتور پهلوئن ۽ پنهنجن ڪمزور پاسن تي وڌيڪ ڌيان ڏيندا آهن، ويڙهه کان اڳ ۾ ئي شڪست جون اڳڪٿيون ڪندا آهن ۽ ان کي بنياد بڻائي ان مان قطعي ۽ حتمي نتيجا ڪڍي مات ڪري ويهي رهندا آهن. پر سوال آهي ته ڇا ڪمزور سدائين ڪمزور هوندا آهن؟ ڇا اهو ازلي ۽ ابدي قانون آهي ته طاقتور هميشه طاقتور رهندو آهي؟ ڇا طاقت ڪمزوريءَ ۾ ۽ ڪمزوري طاقت ۾ نٿي بدلجي سگهي؟ ڇا طاقتور جون ڪمزوريون نه هونديون آهن ۽ ڪمزور جون طاقتون نه ٿينديون آهن؟ ڇا ڪمزور طاقتورن کي شڪستون ڏئي سوڀارا نٿا ٿي سگهن؟

هن سموري مختصر تجزئي مان، ٻين پهلوئن سميت، اهو نقطو هي ثابت ڪرڻو هو ته ڪمزور ڌريون، جن وٽ وسيلن، هٿيارين، ماڻهن ۽ جنگي سائنس ۽ فن وغيره مان هڪ يا ڪجهه عنصرن جي کوٽ هجي يا بلڪل اڻهوند هجي ته اهي ڌريون پاڻ کان وڌيڪ طاقتورن ڌرين کي شڪست ڏئي فاتح ڪيئن ٿين؟ نيپولين چيو ته ”مون وٽ هڪ لک فوج جي کوٽ هئي، مون (جنگي) فن جي رازن مان اهڙي شي ڳولي ورتي جنهن اهڙا اضافي وسيلا مهيا ڪيا جن منهنجي لاءِ هڪ لک سپاهين وارو ڪم ڏنو.“

هينري جومني لکيو ته ”هڪ فوج جي ڪمتري خالص فوج جي تعداد تي منحصر نٿي ڪري، سندن جنگي معيار، سندن اخلاقي سگهه ۽ سندن ڪمانڊر جي قابليت پڻ انتهائي اهم عنصر آهن.“[214] هن جي خيال ۾ هڪ جاءِ تي

وڙهندڙ ٻہ فوجون جنهن مان هڪ جو تعداد 20 هزار آهي پر اُن جي اخلاقي سگهہ بلند آهي ۽ ٻي فوج جيڪا 40 هزار آهي پر ان جي اخلاقي سگهہ بلڪل ڪمزور آهي تہ ان ڪي 20 هزار فوج ماري ويندي. چين جي جنگي ماهر، وو قي کان بادشاهہ پڇيو تہ "جيڪڏهن دشمن جي تعداد گهڻو هجي ۽ اسان ٿورڙا هجون تہ پوءِ اهڙي صورتحال کي ڪيئن منهن ڏجي؟" وو قي ٻڌايس تہ "اتي اسانکي مضبوط رٿن يا گهوڙن جي ضرورت ناهي پر هڪ سياڻي ماڻهوءَ جي رٿابنديءَ واري قابليت جي ضرورت پوندي." ۽ "دشمن کي منجهائڻ، اڇرج ۾ وجهڻ ۽ دوکي ڏيڻ جي ضرورت پوندي."[215]

مطلب تہ حڪمت عملي ۽ جنگ جي فن کان ڪم وٺي ڪمزوريءَ کي، عارضي يا ديرپا طور تي، گهٽائي يا ختم ڪري سگهجي ٿو. جنگ جي سموري تاريخ ۾ اڪثر ڪري باقائده جنگ (Positional/Regular Warfare) واري طريقي تي عمل ڪيو ويو آهي. جديد دور ۾ جيڪا جنگ ٿئي ٿي اُن کي "گشتي جنگ" (Mobile warfare) سڏيو وڃي ٿو. ٽين طريقي کي "گوريلا جنگ" چيو وڃي ٿو. مائوزيتنگ لکيو تہ جنگ جا ٽي مرحلا ٿين ٿا. سموري جنگ انهن ٽن مرحلن (1) حملي (2) توزان ۽ (3) جوابي حملي ۽ ساڳئي وقت، ٻي ڌر طرفان (1) دفاع (2) توازن ۽ (3) جوابي حملي، جي ڦيٽي ۾ ڦري ٿي. جوابي حملو تڏهن ڪيو ويندو آهي جڏهن موضوعي ۽ معروضي حالتون پڇي راس ٿي ويندیون آهن. انهن ٻنهي عنصرن کي پوري ريت نہ سمجهڻ سبب غلط فيصلا ڪيا وڃن ٿا.

جنگ کي آسانيءَ سان سمجهائڻ لاءِ اُن کي هڪ گاڏيءَ سان ڀيٽ ڏئي سگهون ٿا. مثال طور هڪ ڌر جون گهٽيون گاڏيون، وسيع ميدانن (گهٽن رستن) تان گذري ڪنهن مخصوص هدف ڏانهن وڃن ٿيون، انهن گاڏين ۾ پيٽرول بہ آهي، گاڏين جي انجڻون بہ سٺيون آهن، انهن جا ٽائر بہ ٺيڪ آهن، ڊرائيور بہ ڀلا هجن، سڀ شيون بهتر اٿس. انهن سڀني شين جو واسطو سائنس سان آهي. جيڪي شيون اڳواٽ يقيني ڪري سگهجن انهن معاملن کي سائنس منهن ڏيندي آهي. مثال طور: فوج، تربيت، تنظيم، وسيلا، هٿيار، بارود ۽ صنعت وغيره. پر انهن سڀني شين هجڻ ۽ بهتر ڊرائيور هجڻ باوجود اها پڪ تہ ناهي تہ سامهون ايندڙ گاڏين (دشمن فوج) جا ڊرائيور نشي ۾ ناهن، انهن جو دماغ خراب ناهي، يا اُهي سٺا ڊرائيور ناهن. جيتوڻيڪ، عام روڊن تي اهڙا حادثا روز ٿين ٿا پر هتي اهو لقاءُ اتفاقي ناهي، پر سامهون گاڏي وارو (دشمن فوج)

اوهانکي لازمي طور تي ڏک هٽي تباهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو. اُهو اوهان سان رعايت نہ ڪندو، پلي ڪٽي اوهين ڪيڏا بہ سُنا ڊرائيور چونہ هجو. جنگ اها آهي. پر رڳو سامهون وارو نہ پر پنيان ايندڙ، ڪابي ۽ ساڄي پاسي کان ايندڙ گاڏيون (دشمن فوجون) بہ اوهانکي نيست ۽ نابود ڪرڻ چاهين ٿيون. يعني هي اُها ڊرائيونگ آهي جنهن ۾ دشمن چوطرف کان، ڪٿان بہ، ڪيڏي مهل بہ، ڪنهن بہ طريقي سان اوهانکي مارڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ نہ صرف دشمن جي حملي کان بچڻو آهي پر اُن کي شڪست بہ ڏيڻي آهي. ان شڪست ۽ فتح جي باري ۾ اڳواٽ بندوبست ڪرڻ ۽ مستقبل ۾ ٿيندڙ صورتحال کي منهن جنگ جي سائنس ڏئي ٿي، پر اُن کي عمل ۾ آڻڻ جو فن جنگ جو فن سيکاري ٿو جيڪو ان ڊرائيوار ۽ گاڏيءَ کي بچائي ٿو. ان حوالي سان لڊل هارٽ لکيو تہ جنگ اهڙي سائنس آهي جيڪا عمل ۾ اچڻ لاءِ فن تي منحصر ڪري ٿي.[216]

جنگ جي سموري علم ۽ تجربي کي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪ جنگ جا عام اصول، ٻيو جنگ جا اوزار ۽ ٽيون جنگ جون حالتون. پهريائين جنگ جا بنيادي اصول طئي ڪيا ويندا آهن جيڪي سمورين جنگي مهمن مان اخذ ڪيا ويندا آهن، ٻيا آهن اورزار (فوج ۽ هٿيار وغيره) جن کي استعمال ڪيو ويندو آهي، اهي وقت بہ وقت بدلجندا رهندا آهن، ۽ ٽيون آهن حالتون، جنهن ۾ اسانکي پنهنجا اوزار (فوج ۽ هٿيار) جنگ جي اصولن مطابق استعمال ڪرڻا هوندا آهن پر اهي مخصوص حالتون ساڳيون نہ هونديون آهن. تنهنڪري، جنگ ۾ مخصوص حالتن جو اڳواٽ اندازو لڳائڻ سڀ کان ڏکيو ڪم هوندو آهي. جيتوڻيڪ، اهو بہ معلوم ڪري سگهجي ٿو تہ دشمن ڪهڙي جاءِ تي جنگ ڪندو پر اهو ان جاءِ تي ڇا ڪندو؟ اها اڳڪٿي ڪرڻ ذري گهٽ ناممڪن هوندو آهي. بهرحال، جنگ جي سائنس ۽ فن کي سمجهڻ لاءِ سڀ کان پهريائين حڪمت عمليءَ جو جائزو وٺڻ ضروري آهي.

**حڪمت عملي** (Strategy)

سن زو چيو آهي تہ "دشمن جي فوج نہ پر ان جي حڪمت عمليءَ تي حملو ڪريو." جديد جنگي نظريي جو ابو، ڪلازيوٽز جنگي حڪمت عمليءَ کي "جنگ جي مقصد تائين پهچڻ لاءِ لڙائين جي استعمال" جي وصف طور بيان ڪري ٿو. هينري جومني جي نظر ۾ "حڪمت عملي جنگ جي ميدان يا

آپريشن جي زون جي اهم جاءِ تي هڪ فوج جي سپاهين جو گهٽي ۾ گهٽو حصو آڻڻ جو فن آهي.“ لڊل هارٽ ان کي ”پاليسيءَ جي پورائيءَ لاءِ جنگي ذريعن جي ورڇ ڪرڻ ۽ انهن کي عمل ۾ آڻڻ جو فن“ سڏي ٿو. جي ايف سي فلر لکيو تہ حڪمت عملي، فوجن کي ميدان جنگ ڏانهن اهڙي نموني وٺي وڃڻ جو فن آهي جو جڏهن لڙائي ٿئي تہ سڀ کان گهٽو لاڀ (فائدو، موقعو) حاصل ٿئي.[217] يعني حڪمت عملي رٿابندي جو بڻ بنياد آهي جيڪا فوجي جنرل جي مکيہ ذميواري هوندي آهي. حڪمت عمليءَ جي تقاضا آهي تہ هڪ فوج کي چرپر ۽ آرام دوران ڪاڌو ۽ ٻي رسد سهي نموني مسير ٿئي، تنهنڪري، آمدرفت جو قطارون جيڪي رسد واري اڏي سان ڳنڍيل هونديون آهن، انهن جو بچاءُ ڪرڻ بہ حڪمت عمليءَ جي دائري ۾ اچي ٿو ساڳئي ريت، دشمن فوج لاءِ بہ رسد پهچڻ انتهائي ضروري هوندي آهي تنهنڪري دشمن جي انهن رسد وارين قطارن کي ٽوڙڻ يا ان لاءِ خطرو پيدا ڪرڻ پڻ ان جي رٿابنديءَ جو حصو هوندو آهي ڇاڪاڻ تہ ڪنهن فوج کي شڪست ڏيڻ جو سڀ کان آسان ترين ۽ سستو ترين طريقو ويڙهہ ڪرڻ نہ پر ان کي پيٽ پرڻ کان روڪڻ آهي. حڪمت عملي جي گهرج آهي تہ حڪومت جو بہ بچاءُ ڪيو وڃي ڇاڪاڻ تہ حڪومت ئي قوم جي جنگي دماغ جي نمائندگي ڪندي آهي. وليمسن موري ۽ مارڪ گرمسلي چيو تہ ”حڪمت عملي، هڪ اهڙي دنيا جتي امڪان، غيريقينت ۽ ابهام جي حاڪميت هجي، اتي بدلجندڙ حالتن ۽ واقعن مطابق مستقل تبديليءَ وارو هڪ عمل آهي.“[218]

حڪمت عملي جي جامع وصف مائوزيتنگ هن ريت بيان ڪئي آهي تہ ”حڪمت عملي هڪ جنگ جي سموري صورتحال جي قانونن جي مطالعو ڪري ٿي.“ ”حڪمت عمليءَ جي سائنس جو ڪم آهي تہ انهن قانونن جو مطالعو ڪري جيڪي جنگ جي سموري صورتحال کي هلائين ٿا.“[219] ”مختصر لفظن ۾ اصول هي آهي تہ اسانکي انهن اهم ڪڙين تي ڌيان ڏيڻ گهرجي جيڪي جُملي صورتحال تي اثرانداز ٿين. پر اها مجموعي صورتحال اکين سان ڏسي نٿي سگهجي، ان لاءِ سخت سوچ ويچار ڪرڻ جي ضرورت آهي. ان ۾ اسان ۽ دشمن جي وچ ۾، مختلف جنگي مهمن يا آپريشنل مرحلن جي وچ ۾، جُزن ۽ ڪُل جي وچ ۾، ان مجموعي صورتحال جي اهم خصوصيتن جي وچ ۾، محاذ ۽ پٺڙ جي وچ ۾، نقصان ۽ پرتين، ويڙهہ ۽ آرام، گڏجڻ ۽ ڇڙوڇڙ

ٽيڻ، حملي ۽ دفاع، اڳتي وڌڻ ۽ پٺتي هٽڻ، لڪل ۽ کليل، مکيہ ۽ مددي حملن، ڊگهي جنگ ۽ تکڙي فيصلي واري جنگ، باقائده جنگ ۽ گشتي جنگ، هيٺين سطح ۽ مٿين سطح، فتح ۽ شڪست، فوجي ۽ سياسي ڪم، حال ۽ مستقبل، طئي ٿيل ۽ لچڪدار محاذن، گهرو جنگ ۽ قومي جنگ، هڪ تاريخي مرحلي ۽ ٻئي مرحلي وغيره جي وچ ۾ تعلق تي خاص غورويچار ڪرڻ گهرجي. انهن مان حڪمت عمليءَ جو ڪوبہ مسئلو اڪين سان نہ ٿو ڏسي سگهجي."[220]

حڪمت عملي طئي ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهريائين ٻن ملڪن (خطن) جي وچ ۾ سياسي، اقتصادي، فوجي، جاگرافيائي عنصرن جي توازن کي ڌيان ڏنو ويندو آهي. نيپولين بونا پارٽ جو چوڻ هو تہ "حڪمت عملي ۽ رٿابندي ڪرڻ وقت ڪابہ شي اتفاق تي نہ ڇڏي وڃي." جيڪڏهن هڪ ڌر جي طاقت جو توازن سندس فائدي ۾ آهي ۽ ٻي ڌر ڪمزور آهي تہ ان صورت ۾ طاقتور ڌر جي جنگي حڪمت عملي حملي آور هوندي ۽ ڪمزور ڌر دفاعي حڪمت عملي تي عمل ڪندي. (پر جنگ دوران ٻئي ڌريون مختلف مرحلن ۽ مختلف محاذن تي، سموري جنگ، ڪنهن هڪ يا ٻن مهمن يا لڙائين ۾ حملي آور ۽ دفاعي صورت ۾ بہ ويڙهہ ڪن ٿيون.) دنيا ۾ ٿلهي ليکي حڪمت عملي کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو هڪ حملي آور ۽ ٻي دفاعي حڪمت عملي. انهن ٻنهين ۾ تضاد ۽ اتحاد بہ آهي، ٻئي ويڙهہ جا متضاد پهلو آهن، جيڪي هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن هر حملي آور حملي وقت پنهنجو بچاءُ بہ ڪندو آهي ۽ هر دفاع ڪندڙ ويڙهہ ڪندي حملو بہ ڪندو آهي. ٻيون سموريون جنگي حڪمت عمليون بنيادي طور تي انهن ٻنهي جون مختلف صورتون هجن ٿيون. مثال طور: پٺتي هٽڻ (Withdrawal)، ٿڪائي ٿڪائي مارڻ (Attrition)، مڪمل تباهي (Annihilation)، ڍلي (دير ڏي مائل) (Dilatory)، ۽ ويڙهہ کان ٽارڻ (Fabian/Evasion)، وچ جي تيزي (Blitzkrieg) وغيره. پر اهو ضروري شرط ناهي تہ اڳرائي ڪندڙ ۽ بچاءُ ڪندڙ ڌريون هميشہ حملي آور ۽ دفاعي حڪمت عملي تي عمل ڪنديون رهنديون. جيئن جيئن طاقت جو توازن بدلجندو تيئن تيئن حڪمت عمليءَ ۾ تبديلي ايندي رهندي. حڪمت عمليءَ مان مراد آهي سموري جنگ کي ڌيان ۾ رکڻ، اُن جي ڪنهن هڪ مهم، لڙائي جيڪي اُن جا جُزُ آهن، سميت سموري جنگ جي مختلف عنصرن، پاسن ۽ حقيقتن کي آڏو رکي جنگي حڪمت عملي طئي ڪبي آهي.

جيڪڏهن ڪا ڏر جنگي حڪمت عمليءَ جي حوالي سان صاف ۽ چٽي نہ هوندي تہ اُها ڏر هڪ، ٻہ يا ڏهہ لڙائيون ۽ مهمون شايد کٽي ٻہ وڃي پر پوري جنگ هارائي ويندي. مثال طور: ٻي عالمي جنگ ۾ سوويت يونين ابتدائي طور تمام گهٽيون مهمُون ۽ لڙائيون هارايون پئي ۽ نازي فوجن سوڀون پئي ماڻيون. اُن وقت تائين، ڪن مهمن ۽ لڙائين ڪانسواءِ سوويت حڪمت عملي دفاعي صورت ۾ هئي. اُن جنگ ۾ ماسڪو ۽ اسٽالن گراڊ جي لڙائي وڏو ڦيرو آڻي ڇڏيو. اسٽالن گراڊ جي هڪ لڙائي ۾ هٽلري فوجن جي شڪست کين پوري جنگ ۾ ئي شڪست ڏياري ڇڏي. ان کانپوءِ سوويت حملي آور حڪمت عملي ۽ نازي دفاعي حڪمت عملي تي عمل ڪرڻ شروع ڪيو. ڇاڪاڻ تہ اسٽالن سمجهيو پئي تہ هٽلر جيترو گرهہ هنيو آهي اُهو هن کان هضم نہ ٿيندو. اسٽالن گراڊ واري لڙائي کانپوءِ جرمن فوجون واپس جو ٿيون تہ ويندي برلن تائين پنتي هٽڻ وارو عمل روڪي نہ سگهيون. ان حوالي سان نيپولين بونا پارٽ طرفان روس تي ڪيل ڪاهہ ٻہ ان جو مثال آهي. جيتوڻيڪ، نيپولين جنهن ڪيتريون ئي فتحون حاصل ڪيون اُهو نيپولين واٽرلُو جي جاءِ تي هڪڙي لڙائيءَ ۾ هارائڻ کانپوءِ سموري جنگ هارائي ويو. ٽيون مثال ويٽنام جو آهي جتي ڊين بين ڦو جي هڪڙي لڙائي سموري جنگ جي حڪمت عمليءَ ۾ ئي ڦيرو آڻي ڇڏيو ۽ فرانسيسي قابضن کي پوري جنگ ۾ شڪست نصيب ٿي. پر انهن لڙائين کي مقدار جو معيار ۾ تبديل وارو عمل چئجي ٿو.

بهرحال، پنهنجي هدف (مقصد) ۽ پنهنجن ذريعن ۾ مطابقت رکڻ گهرجي. مقصد جو تعين ڪرڻ وقت، چٽي نظر ۽ ٿڌي دماغ سان تخمينو ۽ ڳڻپ ڪرڻ گهرجي. "پنهنجي چٻائي سگهڻ جي گنجائش کان وڏيڪ گرهہ هڻڻ" بيوقوفي ٿيندي. گاڏيءَ ۾ جيترو تيل هجي اوتري مفاصلي جو تعين ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن هڪ ليٽر ۾ 20 يا 30 ڪلوميٽر گاڏي ڊوڙي سگهي ٿي تہ ان مطابق ئي رٿابندي ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ، گاڏيءَ جي تيل ۽ انساني زندگيءَ ۾ بنيادي فرق ٻہ آهي تہ انسان مقصد جي سچائي، آخري فتح تي ايمان، همت ۽ سمجهداريءَ سان پنهنجي موجوده سگهہ کي عارضي طور تي وڌائي ٻہ سگهي ٿو. جڏهن تہ تيل ۾ موجوده امڪاني توانائيءَ کي وڌائي نٿو سگهجي. پر انساني امڪاني سگهہ فقط هڪڙو پاسو آهي جيڪڏهن معروضي حقيقتن سان

نهڪندڙ نہ هوندي تہ نقصان ڪائيندي. تنهنڪري، حقيقتن ڪي منهن ڏيڻ سڪجي. معروضي ۽ موضوعي حالتن جو جائزو وٺي هدف مقرر ڪرڻ گهرجي.
حملي آور دفاعي حڪمت عمليءَ جا فائدا بہ آهن تہ نقصان بہ آهن. حملي جي صورت ۾ دشمن ڪي (1) اچرج ۾ وجهڻ جو موقعو ملي ٿو (2) حملي آور جي اخلاقي سگهہ بلند رهي ٿي (3) حملي جو شڪار ٿيندڙ ڊر دهشت زده ٿي سگهي ٿي ۽ (4) حملو ڪندڙ ڌر مڪمل طور تي تياري سان اچي ٿي. جڏهن تہ حملي آور حڪمت تي عمل ڪرڻ جا نقصان هي ٿين ٿا: (1) جيئن جيئن اڳتي وڌندو تيئن تيئن ڪمزور ٿيندو ويندو (2) علائقي ڪان اڻواقفيت هوندي (3) پنتي هٽڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي.
دفاع جو مطلب حملي لاءِ انتظار ۽ موقعي جي تلاش ڪرڻ آهي. دفاعي حڪمت عمليءَ جا فائدا ۽ نقصان هن ريت آهن: (1) فوجي اڏن (قلعن) سان ويجهڙائپ (2) علائقي ڪان واقفيت (3) جوابي حملي جي تياري ڪري اچرج ۾ وجهڻ ۽ (4) ڪجهہ عرصو ويڙهہ ڪانپوءِ، دشمن (حملي آور) جي حڪمت عملي، تدبيرن، فوج، هٿيار ۽ ويڙهہ جي طريقن بابت آگاهي ملي وڃي ٿي وغيره. پر اُن جا نقصان بہ ٿين ٿا جهڙوڪ (1) ٿڪجي پوڻ ۽ (2) وسيلا گهٽجڻ (3) ڪمزور اخلاقي سگهہ (4) فوج، هٿيار، بارود جو نقصان گهٽو ٿئي ٿو ۽ علائقي تي قبضو (5) اڻ تيار ٿيل حالت.

**چالون (رمزون)** (Tactics)

جنگي حڪمت عملي ٿلهي ليکي نگراني ۽ رهنمائي ڪندي آهي جڏهن تہ تدبيرون اُن ڪي هيٺين سطح ۽ ٺوس صورت ۾ عمل ۾ آڻين ٿيون. چالون (رمزون) لڙائيءَ جي سطح جو فن آهن، جنهن بابت سوچڻ اڳواڻ جو ڪم آهي. ان ۾ ٿلهي ليکي ٽي عنصر بچاءُ، چُرپر ۽ حملي آور طاقت، يا ٻين لفظن ۾، تحفظ، حرڪت ۽ ڌڪ هڻڻ، شامل آهن. اهي ٽئي عنصر ٻن ماڻهن جي وچ ۾ ٿيندڙ ويڙهہ ۾ بہ هوندا آهن ۽ ٻن فوجن جي لڙائي ۾ بہ هوندا آهن. جهڙي ريت، هڪ ٺونشي باز (باڪسر) پنهنجو بچاءُ بہ ڪندو آهي، ۽ اهڙي نموني حرڪتون ڪندو آهي تہ پاڻ ڪي ڌڪ لڳڻ ڪانسواءِ دشمن ڪي ضرب هڻڻ جو ٻُل حاصل ڪري سگهي. جنهن ۾ هن جو مقصد مقابلي واري ماڻهوءَ جي جسم جي اهڙي نازڪ ۽ اهم جاءِ (جاڙيون، پيٽ، متو، اکيون) تي ڌڪ هڻي تہ جيئن اُهو ڪري پئي چاڪاڻ تہ ٻين عضون تي ڌڪ هڻڻ سان ان ڪي زخمي ڪري سگهجي ٿو پر ان جي ذهني توازن ڪي ڪجهہ نہ ٿيندو. ساڳئي ريت، هڪ فوج

جو دماغ ان جي ڪمانڊ (جنرل) ۾ هوندو آهي ۽ ان کي ڏک هٽڻ يا منجهائڻ سان سمورو منصوبو بيڪار بڻائي سگهجي ٿو. مطلب ته چالن (رمزن) جو ڪم حڪمت عمليءَ جي هيٺين سطح تي ادائگي هوندو آهي. ان حوالي سان مائوزيتنگ لکيو ته ”مهمن ۽ لڙائين (چالن، اٽڪلن) جي سائنس انهن قانونن جو مطالعو ڪري ٿي جيڪي هڪ جنگ جي جزوي صورتحال کي هلائي ٿي.“

## جنگ جي فن جا اصول

جيتري قدر جنگ جي سائنس جو تعلق آهي ته ان جي دائري ۾ اندروني ۽ بيروني حالتون، ملڪ جي سياسي، سماجي ۽ معاشي صورتحال، اخلاقي سگهه، رٿابندي، فوج، تربيت، تنظيم، وسيلا، هٿيار، بارود ۽ صنعت وغيره اچي وڃن ٿا. پر هڪ طاقتور ڌر جي پيٽ ۾ ڪمزور ڌر جيڪا گهڻ هوند يا اٿهوند جو شڪار هوندي آهي ان لاءِ اهم معاملو جنگ جي فن کان ڪم وٺڻ جو آهي. حڪمت عمليءَ جا اصول ٿورا ۽ سادا آهن. جيڪي هڪ هفتي اندر ڪير به سکي سگهي ٿو. جن کي مختلف نقشن جي مدد سان آسانيءَ سان سيکاري سگهجي ٿو. پر اهڙي ڄاڻ ڪنهن ماڻهوءَ کي نيپولين، هيني بال، سن زو يا چنگيز خان وانگر فوج جي اڳواڻي ڪرڻ نٿي سيکاري سگهي، جيئن گرامر جي ڄاڻ ڪنهن کي گبن وانگر شاندار لکڻ نٿي سيکاري سگهي. انهن اصولن کي صحيح طرح سمجهڻ، سکڻ ۽ عمل ۾ آڻڻ لاءِ ضروري آهي ته سڪندر، هيني بال، جوليس سيزر، چندرگپت موريا، محمد (صلعم)، حضرت عُمر، طارق بن زيد، اشوڪ ، چنگيز خان، ويلنگٽن، فريڊرڪ، نيپولين، روميل، چرچل ۽ هٽلر، زوڪوف، روڪوسووسڪي، مائوزيتنگ ۽ گياپ جهڙن دنيا جي وڏن جنرلن جي تجربن کي پڙهجي ۽ ڏسجي ته انهن جنگ جي سائنس ۽ فن جي اصولن کي ڪيئن ڪتب آڻي سوڀون ماڻيون؟ ڪهڙي نموني ويڙهه ڪئي؟ ۽ انهن ڪهڙن اصولن کان ڪم ورتو؟ ساڳئي وقت، دنيا جي عظيم جنگي ماهرن ۽ نظريدانن، جهڙوڪ: سن زو، ڪوتليا چانڪيه، ابن خلدون، ميڪياولي، مارشل ڊي سيڪس، ڪلازيوٽز، جومني، مولٽڪ، فريڊرڪ اينگلس، ماهن، لينن، مائوزيتنگ، جي ايف سي فلر، لڊل هارٽ ۽ تاريخ نويسن ٿائيڊس، زينوفون، پوليبس، پلوٽارڪ، بخاري ۽ تبري ۾ قلمبند ٿيل علم کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ذريعي به سکي سگهجي ٿو جن جنگ جي نظريي ۽ عمل جي تاريخ کي قلمبند ڪيو آهي.

جنگ جا اُصول ڪي "آسماني لفظ" ناهن هوندا پر انساني تجربي ۽ ذهن جي پيداوار هوندا آهن. هڪ اصول مختلف حقيقتن جي عموميت جي نالو آهي. (عموميت مان مراد آهي مختلف حقيقتن مان عام قانون جو نتيجو ڪيڻ). ٿي شيون آهن جيڪي هر جنگ ڪي ڪنٽرول ڪنديون آهن. هڪ، عظيم حڪمت عمليءَ وارو (سياسي) مقصد ۽ دشمن جي ارادي ڪي تباهه ڪرڻ. مطلب تہ ان جي حڪومت ڪي جنگ ڦٽو ڪرڻ لاءِ مجبور ڪرڻ. ٻيو، حڪمت عمليءَ وارو مقصد، جيڪو دشمن جي جنگي منصوبي ڪي تباهه ڪندو آهي تہ جيئن دشمن پنهنجي خيالن ۽ فوج جي ترتيب ۽ تنظيم ۾ ڦيهر ردوبدل ڪري ۽ پنهنجي فوج ڪي ذهني ۽ جسماني انتشار ۾ اڇلائي ڇڏي. ٽيون، تدبيري سطح جو مقصد جيڪو دشمن جي فوج ڪي تباهه ڪري حڪمت عمليءَ واري مقصد ۽ ان ذريعي سياسي مقصد ڪي سرانجام ڏيڻ جو ڪم ڪندو آهي. اهي اصول هڪ مشين جي مختلف پرزن وانگر گڏ ڪم ڪن ٿا. جنگ جي فن جا اهي بنيادي ۽ عام اصول جيڪي جنگين ۾ ڪاميابين ۽ ناڪامين جو سبب بڻجندا رهيا آهن انهن جو مختصر جائزو هيٺ ڏجي ٿو.

**دوکو** (Deception): جنگ انتهائي ڳنڀير، خطرناڪ، مشڪل ۽ جوکم وارو ڪم آهي جنهن ۾ ٿيل ننڍي غلطي بہ تمام وڏا نقصان ڏئي سگهي ٿي. ان ڪري هر ڌر پاڻ گهٽ کان گهٽ نقصان پوڳڻ ۽ دشمن ڪي وڌ کان وڌ هاجو رسائڻ لاءِ انتهائي رازداريءَ سان هڪٻئي ڪي دوکو ڏيڻ جو بندوبست ڪري ٿي. ونسٽن چرچل چيو هو تہ جنگ جي وقت، سچائي ايتري قيمتي هوندي آهي جو ان ڪي هميشہ ڪوڙن جي حفاظت ۾ رکيو ويندو آهي. توڙي جو ٻين سرگرمين ۾ دوکي (ٺڳيءَ) ڪي حقارت جهڙو ڪم سمجهيو ويندو آهي پر جنگ جي انتظام ۾ اهو قابل تعريف ۽ شاندار ڪم آهي. جيڪو ماڻهو دشمن ڪي طاقت بدران (دوکي) ٺڳيءَ ذريعي شڪست ڏئي ٿو ان جي وڏيڪ ساراهہ ڪئي وڃي ٿي. دوکي ڏيڻ مان مراد آهي ڄاڻي واڻي حقيقت جي غلط تصوير پيش ڪري فائدو حاصل ڪرڻ. دوکي ڪي عمل ۾ آڻڻ لاءِ مختلف عنصرن جو هڪڙو چار وڇايو ويندو آهي جنهن ۾ (1) راز ۽ اُن جو ڍڪُ (2) راز جي ابتڙ تاثر جوڙڻ (3) حقيقت شامل ڪرڻ (4) دوکو.

سن زوُ چيو آهي تہ جنگ جو فن دوکي تي منحصر ڪري ٿو. دشمن ويجهو هُجي تہ اُن ڪي تاثر ڏجي تہ اوهين ان کان پري آهيو، جتي ڪمزور هُجو، اُتي

طاقتور هجڻ جو ڏيک ڏيو، (عام طور تي ماڻهو چوندو عجيب ڳالهه آ، جيڪڏهن اسين طاقتور آهيون ته پوءِ دشمن کي اهو ڏيک چونه ڏيون. پر سن زو چوي ٿو ته) جتي طاقتور هُجو اُتي ڪمزور هُجڻ جو ڏيک ڏيو. (ڇاڪاڻ ته دشمن اُن جاءِ کي ڪمزور سمجهي حملو ڪندو پر اصل ۾ اها جاءِ مضبوط هوندي آهي، تنهنڪري جيئن ئي دشمن حملو ڪندو ته اوهانجي جي مضبوط علائقي ۾ ڦاسي پوندو ۽ اُن کي شڪست ڏيڻ آسان ٿي پوندي. مطلب ته دشمن کي دوکو ڏيڻ ڪانسواءِ جنگ ۾ ڪاميابي نٿي حاصل ڪري سگهجي.) جتي دشمن توقع ڪري اُتي حملو نه ڪريو پر اُتي ڪريو جتي هُن جي وهم گمان ۾ به نه هجي."[221]

دوکي واري اُصول تي عمل ڪرڻ سان اهو فائدو ٿئي ٿو ته دشمن تياري واري حالت ۾ نه هوندو ۽ اوهين مڪمل تياريءَ سان حملو ڪري سگهندا. دوکي کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ لازمي آهي ته دشمن کي اهڙو ڏيک ڏجي جو هُو ائين سمجهي ته اوهين پڪ سان ائين ڪرڻ وارا آهيو جيئن دشمن سمجهي ٿو. تنهنڪري، هر دوکي ۾ 70 کان 80 سيڪڙو سچائي شامل ڪرڻي پوندي آهي. مثال طور: جيڪڏهن اوهين ڪنهن مخصوص جاءِ (الف) تي حملو ڪرڻ وارا هُجو ته ساڳئي وقت ٻي جاءِ (ب) تي به سچ پچ لڙائي ڪريو يا اهڙا بندوبست ڪريو جو دشمن سمجهي ته اصل حملو هن جاءِ (ب) تان ٿيڻ وارو آهي. يا وري هڪ ئي وقت گهڻين جاين تان حملا ڪجن ۽ اُنهن مان هڪ تي اصل ۾ گهڻي طاقت استعمال ڪجي ۽ اُن کي لڪائڻ لاءِ ٻين جاين تي به حملا ڪيا وڃن ته جيئن دشمن پريشان ٿي وڃي. اُن جا ڪيترائي مثال ملن ٿا. مثال طور: سڪندر طرفان پورس سان ڪيل ويڙهه، ٻي عالمي جنگ ۾ جرمني طرفان سوويت يونين تي ڪيل حملو.

**حيرت ۾ وجهڻ** (Surprise): حيرت ۾ وجهڻ مان مراد آهي ڪنهن غيرمتوقع وقت ۽ جاءِ تي حملو ڪرڻ. حيرت ۾ وجهڻ وارو اصول دوکي، تيزيءَ ۽ حرڪت جي آزاديءَ وارن عنصرن سان ڳنڍيل هوندو آهي. ڇاڪاڻ ته دوکي جي عملي صورت حيرت ۾ ئي وجهي ٿي ۽ تيزيءَ متوقع وقت کان اڳ پهچائڻ ۾ مدد ڏئي ٿي. اچرج ۾ وجهڻ واري اُصول تي عمل ڪرڻ سان دشمن جي فوج کي نفسياتي طور تي وائڙو ڪري سگهجي ٿو. اڳ ۾ روايتي تصور هي هو ته "جيستائين ڪاميابي يقيني ناهي تيسين حملو نه ڪريو" بعد ۾ نئون اصول

پيش ڪيو ويو تہ ”حيرت ۾ وجهڻ ڪانسواءِ حملو نہ ڪريو.“ حيرت ۾ وجهڻ واري حملي جا مثال هيني بال جون ڪيل لڙائيون آهن.

حيرت ۾ وجهڻ واري اصول جي اهميت بيان ڪندي لڊل هارٽ لکيو تہ فطري رڪاوٽون، ڪيٽريون ئي پيانڪ چو نہ هجن، پر اهي ويڙهہ واري خطري کان گهٽ خطرناڪ هونديون آهن. سمورين حالتن جو حساب ڪتاب لڳائي سگهجي ٿو ۽ سموريون رڪاوٽون قابل عبور آهن سواءِ انساني مزاحمت جي. جنگ ۾ انساني ارادي کي ڳٽپ ۾ نٽو آٽي سگهجي، جنهن جو اظهار مزاحمت جي صورت ۾ ٿيندو آهي. حڪمت عمليءَ جو مقصد مزاحمت جي امڪان کي گهٽائڻ آهي ۽ اها ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ حرڪت ۽ اچرج وارن عنصرن کي استعمال ڪري ٿي.

**گڏ ٿيڻ ۽ ڇڙوڇڙ ٿيڻ** (Concentration & Dispersion of Forces): دنيا جي وڏي جنرل نيپولين بونا پارٽ جو چوڻ هو تہ جنگ جو فن بنيادي طور تي تيزيءَ سان گڏجڻ ۽ ڇڙوڇڙو ٿيڻ جو اصول آهي. جنهن ڏر ۾ اها خوبي ناهي اُها جنگ نہ کٽي سگهندي.[222] ڪلازيوٽز جنگ جي فن جي ٻئي اهم اصول بابت لکيو تہ ” وڌ کان وڌ طاقت ان مکيہ جاءِ تي گڏ ڪرڻ گهرجي جتي مکيہ ڌڪ هڻڻا هجن ۽ ٻين جاين تي پلي نقصان ڪٽجن تہ جيئن اسانجي ڪاميابيءَ جا موقعا ان فيصلاڪن جاءِ تي وڏي سگهن.“ وڏو جنرل اهو آهي جيڪو دشمن جي فوج کي ڇڙوڇڙ ٿيڻ تي مجبور ڪري ۽ پوءِ واري واري سان ان جي هرهڪ حصي تي وڌ کان وڌ پنهنجي فوج استعمال ڪري ان کي شڪست ڏئي. اهو أصول ڪنهن فيصلاڪن نتيجي لاءِ اهم ڪردار ڪري ٿو، ان سان اضافي سگهہ، دوکو ۽ اچرج ۾ وجهڻ کي ممڪن بڻائي سگهجي ٿو. دشمن جي ڪمزور جاءِ کي نيست و نابود ڪري سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ ائين نہ ٿو ٿي سگهي ٿي تہ ڪابہ طاقتور ۽ ڪمزور ڌر هر وقت ۽ هر هنڌ ڪمزور يا طاقتور هجي. ڪن وقتن ۽ جاين تي دشمن وڌيڪ طاقتور هُجي ٿو ۽ ساڳئي طرح ڪن وقتن ۽ جاين تي اوهين ڪمزور هُجو ٿا. تنهنڪري، جڏهن دشمن ڪنهن مخصوص جاءِ ۽ وقت تي طاقتور هُجي تہ أتي ڇڙوڇڙ ٿي پنهنجي سموري فوج کي بچائڻ ضروري هجي ٿو يا ان فوج جي ڪجهہ حصي جو نقصان برداشت ڪري وڏي حصي کي بچائي سگهجي ٿو ۽ ائين دشمن ڪجهہ عرصو ويڙهہ ڪرڻ سبب يا تہ پنهنجا گهٽا وسيلا کپائي چڪو هوندو يا ٿڪجي چڪو هوندو، ۽ جڏهن ۽ جتي دشمن

ڪمزور هُجي، يا جيڪڏهن اُن جو تعداد گهٽو نہ هجي تڏهن اوهين پنهنجين قوتن کي تيزيءَ سان گڏائي مٿس برتر قوت سان حملو ڪريو.

**لچڪداريت** (Flexibility): اهو ڪڏهن بہ نہ وسارڻ گهرجي تہ جيڪو بہ منصوبو توهان ناهيو ٿا دشمن ان کي ناڪام بڻائي سگهي ٿو يا روڪي سگهي ٿو تہ اهڙي صورتحال ۾ متبادل منصوبي تي عمل ڪري مسئلي کي منهن ڏئي سگهجي ٿو. عام طور تي آزمايل طريقن ۽ روايتن تي جيئن جو تيئن عمل ڪرڻ جو رجحان هوندو آهي. پر سن زو جنگي چالن ۾ پاڻياٺ وانگر چرپر ڪرڻ تي زور ڏنو آهي. هن جي خيال ۾ جنگ جي فن جي معاملي ۾ جيئن پاڻي پنهنجو رستو لهوارين جاين تان ڳولي لهي ٿو تيئن هڪڙي فوج کي بہ عمل ڪرڻ گهرجي. خاص ڪري، جنگي اٽڪلن ۽ تدبيرن جي سطح تي ان اصول تحت عمل ڪرڻ گهرجي. لڊل هارٽ لکيو تہ ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ جي پڪ لاءِ متبادل مقصد بہ هجڻ گهرجي. اهو حملو جيڪو ڪنهن هڪ نقطي (جاءِ) تي گڏجي ۽ ساڳئي وقت ٻئي کي نشانو بنائڻ جي بہ اهل هجي. فقط هدف (مقصد) جي لچڪداريءَ سان ئي جنگ جي غيريقيني عمل کي منهن ڏئي سگهجي ٿو. لچڪداريت جو قانون جنگ ۾ فوج جي بچاءَ جو قانون آهي جيئن زندگيءَ ۾. غيرمتوقع عمل ڪاميابيءَ جي ضمانت نٿو ڏئي پر اهو ڪاميابيءَ جو بهترين موقعو ڏئي ٿو.

**تيزي** (Rapidity): تيزي ڪنهن بہ فوج جي طاقت کي ضرب جي صورت ۾ وڌائي ٿي، اُن جو وقت بچائي ٿي، ۽ اُن اصول تي عمل ڪرڻ سان "گڏجڻ ۽ ڇڙوڇڙ ٿيڻ" واري اُصول کي درست نموني عمل ۾ آڻي سگهجي ٿو. تيزي واري اصول ۾ حيرت ۾ وجهڻ وارو عنصر شامل هُجي ٿو. نيپولين بونا پارٽ چيو تہ منهنجي ڪاميابيءَ جو راز بنيادي طور تي تيزيءَ جي اصول تي عمل ڪرڻ آهي. يعني ان دور ۾ ٻيون فوجون هڪ منٽ ۾ 70 قدم هلنديون هيون تہ نيپوليني فوج 120 قدم هلندي هئي. نيپولين جا سپاهي چوندا هئا تہ "اسانجي جنرل جيڪا جنگ ڪئي اُها بندوقن سان نہ پر اسانجي ٽنگهن سان ڪئي." ڪلازيوٽز لکيو تہ "تيسين وقت ضايع نہ ڪرڻ گهرجي، جيسين سستيءَ مان ڪي اهم فائدا حاصل نہ ٿين. ضروري اهو آهي تہ ترت ڪم شروع ڪيو وڃي. ان تيزيءَ سان، دشمن جا سوين اُپاءَ بيڪار بڻائي سگهجن ٿا ۽ عوامي راءِ کي بہ تيزيءَ سان پنهنجي پاسي ڪري سگهجي ٿو."

**آزاد نقل و حرڪت** (Mobility): حرڪت جي آزاديءَ جي ڪري ڪنهن به فوج جي هٿيارن جي طاقت ۾ ضرب وانگر ٽيٽو ۽ چوٽو وزن وڌي وڃي ٿو. هلڪن هٿيارن واري فوج ڳرن هٿيارن واري فوج کي ماري سگهي ٿي جيڪڏهن انهن وٽ حرڪت جي آزادي هُجي. حرڪت جي آزادي ڪنهن به هٿيار يا دفاعي بندوبست کان بهتر تحفظ مهيا ڪري ٿي. ڪنهن به لڙائي يا جنگ ۾ جيڪڏهن ڪا فوج يا ڪمانڊ آزاديءَ سان چرپر نہ ڪري سگهي ۽ ان جا سمورا گس بند هُجن تہ اها صورتحال ان فوج جي موت برابر هوندي. ڇاڪاڻ تہ اُن ڪانپوءِ اوهانجي حڪمت عملي ۽ فيصلا اوهين طئي نہ ڪري سگهندا پر دشمن جنهن وقت ۽ جاءِ تي ويڙهہ ڪرڻ چاهيندو توهان اُن تي عمل ڪرڻ لاءِ مجبور هوندا. ان جو وڏو مثال پهرين عالمي جنگ ۾ ملي ٿو. ڇاڪاڻ تہ پهرين عالمي جنگ کي "خندقن واري لڙائي" بہ سڏيو ويندو آهي. جنهن ۾ ٻئي ڌريون مهينن جا مهينا چند ميٽرن جي مفاصلن تي هڪٻئي سامهون خندقن ۾ لڪيون وينيون هونديون هيون. فقط هڪ يا ٻہ ميٽر ايراضي اڳتي وڌڻ ۾ بہ هزارين انساني جانيون ۽ لاتعداد بارود استعمال ڪرڻو پيو. نيٺ اڳتي هلي، ٽينڪ ايجاد ڪئي وئي جنهن حرڪت جي آزاديءَ کي ممڪن بڻايو ۽ جنگ جي سائنس ۽ فن ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. زينوفون لکيو تہ جنگ جو فن بنيادي طور تي آزاد حرڪت ڪرڻ جي صلاحيت تي منحصر ڪري ٿو.[223] نيپولين بہ ان اصُول کي وڏي اهميت ڏني آهي. آزادي سان چرپر ڪرڻ سان فوجن کي هڪ هنڌ مرڪوز ڪرڻ، دشمن جي ڪمزور جاءِ تي تيزيءَ سان ڳڌڻ ۽ گوهيون گتون هٽڻ ۾ آساني ٿئي ٿي.

**تحفظ** (Security): جيڪڏهن ڪنهن ڌر جا فوجي اڏا/قلعا (Base Areas) يا رسد پهچائڻ وارا رستا ۽ جايون محفوظ نہ هونديون تہ اُها فوج بہ گهڻو وقت ويڙهہ نہ ڪري سگهندي. ڇاڪاڻ تہ ان سان انهن کي کاڌ خوراڪ، هٿيارن، بارود، ۽ فوج جي تازي پرتي واري رسد بند ٿي ويندي. رسد جي لائين ڪنهن بہ فوج جي وجود لاءِ ايتري ئي اهم آهي جيئن انساني زندگيءَ لاءِ رت پهچائيندڙ دل. اهڙي طرح، ڪوبہ ڪمانبر، جنهن جي رابطي جي لائين کي اوچتو خطرو ٿي پوي تہ ان فوج لاءِ شڪست معمولي قسم جي نہ هوندي سموري فوج جي تباهي طرف وٺي ويندي. جنگ جي تاريخ ۾ ٻي عالمي جنگ دوران اسٽالن گراڊ ۽ آفريڪا ۾ ال امين جي ميدان تي جرمن فوج کي مليل شڪستون، ڊين

بين ڦو جي لڙائيءَ ۾ فرانسيسن کي مليل شڪست، هيني بال ۽ سپيو آفريڪانس جي وچ ۾ ٿيل لڙائين، سڪندر طرفان ايراني فوج کي رسد پهچائيندڙ ساموندي اڏن کان ڪٽڻ، نيپولين طرفان روس سان ڪيل جنگ، پهرين ۽ ٻي عالمي جنگ ۾ برطانيہ طرفان جرمنيءَ جي ناڪابندي ڪرڻ وغيره جا مثال ملن ٿا.

**رُخ** (Direction): ويڙھ جي معاملي ۾ هميشہ اهو سوال طئي ڪرڻو پوندو آهي تہ ابتدائي طور تي ۽ مرحليوار حملي جو رُخ يا اڳتي وڌڻ جو گس ڪهڙو هجڻ گهرجي؟ سڌو، اٽسڌو، گول يا وروڪڙن وارو. اڳ ۾ هيئن ٿيندو هو تہ هڪڙي فوج هڪڙي پاسي تہ ٻي فوج ٻئي پاسي آمهون سامهون ويڙھ ڪنديون هيون. جديد دور جون جنگيون گشتي ويڙھ جي طريقي تي عمل ڪن ٿيون. ان ۾ مخصوص محاذ جي جاءِ لچڪدار محاذ والاري آهي. سڌو مهڙ واري محاذ تي حملو ڪرڻ بدران گوهيون گتون هٽي دشمن جي پاسن کان يا پٺيان وڃي ڏک رسائڻ تي زور ڏنو وڃي ٿو. جديد دور جي جنگي ماهرن جو گهڻو زور اٽسڌي رسائي تي آهي. اٽسڌي حملي مان مُراد آهي مکيہ هدف کي سڌو نشانو نہ بنائڻ پر اُن جي اتحادي يا رسد واري قطار تي حملو ڪري اُن کي ٽوڙي ڇڏڻ. اٽسڌو حملو فوج کي نفسياتي طور دوڪو ڏيڻ ۽ اُن کي ٻي ترتيب ۽ اصل رُخ کان ٽڙائڻ جو ڪم ڪري ٿو. اٽسڌي حملي ۾ تيزي ۽ اچرج ۾ وجهڻ وارا عمل شامل هجن ٿا. جنگين ۾ گهڻو ڪري سامهون واري ڏر سان وڙهڻ کان پهريائين ان جي رسد واري قطار کي نشانو بڻايو ويندو آهي، تہ جيئن ان جي سامان (بارود، هٿيار، کاڌ خوارڪ، نئين ڀرتي وغيره) کي روڪي سگهجي يا پوئتي هٽڻ جا گس بند ڪري ڇڏجن. نفسياتي طور تي اهڙي فوج مونجهاري جو شڪار ٿيندي. اهڙي فوج ان ساڳئي جذبي ۽ روح سان ويڙھ نہ ڪري سگهندي.

**ڄاڻ (جاسوسي)** (Intelligencc): جنگ جهڙي اهم معاملي ۾ مٿيان سمورا عنصر تيستائين ناممڪن آهن جيستائين جاسوسيءَ جو بهتر انتظام نٿو ڪيو وڃي. وڏي ڳالھ تہ جاسوسيءَ جو تعلق فقط هلندڙ جنگ سان نہ هوندو آهي جنگ کان اڳ ويڙھ جي تياري بہ وڏي رازداري هيٺ ڪئي ويندي آهي. سن زو جاسوسيءَ جي اهميت بيان ڪندي لکيو تہ "جيڪڏهن اوهين دشمن بابت ڄاڻو ٿا ۽ پنهنجو پاڻ بابت ڄاڻ رکو ٿا، تہ توهانکي سو (100) لڙائين جي نتيجن کان

ڊڄڻ جي ضرورت ناهي. جيڪڏهن اوهين پنهنجو پاڻ کي سڃاڻو ٿا پر دشمن کي نٿا سڃاڻو، تہ پوءِ، هر فتح ڪانپوءِ اوهانکي هڪ شڪست کي منهن ڏيڻو پوندو.“ ”دشمن جي حالت بابت اڻڄاڻائي سبب جنگ ۾ تمام گهڻا وسيلا ضايع ۽ فوج جو نقصان ٿئي ٿو. تنهنڪري، ان نقصان کان بچڻ لاءِ دشمن بابت اڳواٽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ضروري هجي ٿي اها ڄاڻ ئي هجي ٿي جيڪا هڪ ڪمانڊر کي دشمن کي سنڌائتو ڌڪ هڻڻ ۽ سوڀ ماڻڻ جي لائق بڻائي ٿي. تنهنڪري، جنگ ۾ جاسوسن جي حيثيت انتهائي اهم هجي ٿي، ڇاڪاڻ تہ هڪ فوج جي مارچ ڪرڻ جي اهليت انهن تي دارومدار رکي ٿي.“[224] جاسوسيءَ ذريعي دشمن جي اينڌڙ حڪمت عملي، هٿيارن، بارود، فوج جي تعداد ۽ جاءِ، صنعت جي صورتحال وغيره بابت ڄاڻ حاصل ڪئي ويندي آهي ۽ ان قسم جي ڄاڻ ڪانسواءِ جنگ ڪرڻ جي معنيٰ ٿيندي اونڌه ۾ لنيون هڻڻ. جاسوسي ۽ دوکي ذريعي دشمن کي منجهائڻ ۽ شڪست ڏيڻ جو شاندار مثال (ٻي عالمي جنگ جي مشهور لڙائي) نارمنڊي واري لڙائيءَ ۾ ملي ٿو.

**فوجي قيادت** (Command): هزارين لکين فوجي چند سربراهن جي پنيان هلندا آهن جيڪڏهن ڪمانڊ سمجهدار ۽ قابل هوندي تہ نيڪ ۽ جيڪڏهن اُها ئي ڏڏُ، ڪمزور ۽ نااهل هوندي تہ سموري فوج بہ ناڪارا بڻجي ويندي. مٿين سمورن فني ۽ سائنسي عنصرن جي ڪاميابي ۽ ناڪاميءَ جو دارومدار جنگي قيادت تي هجي ٿو جيڪا ايڏي وڏي تعداد جي فوج، هٿيار، بارود، کاڌ خوراڪ ۽ تحفظ جو بندوبست ڪري ٿي، انهن جي ورڇ ۽ مقرري ڪري ٿي ۽ جنگي حڪمت عملين، اٽڪلن ۽ چالن کان ڪم وٺي ٿي. اها فوجي قيادت هوندي آهي جيڪا پنهنجي هدف کي حاصل ڪرڻ لاءِ ان وٽ موجود وسيلن کي استعمال ڪندي آهي. نيپولين چيو تہ ”گالس (Guals) کي رومي ليجن (فوج) نہ پر سيزر (فوجي سربراهہ) فتح ڪيو. هيني بال کان اڳ، ڪارٿيج جا سپاهي روم کي نہ ڏڪائي سگهيا هئا. اهي مقدوني منظم فوجي دستا نہ هئا پر سڪندر هو جيڪو انڊيا پهتو. اها فرانسيسي فوج نہ هئي پر اهو تيوريني (Turenne) هو جيڪو (Weser & Inn) تائين پهتو. يورپ جي ٽن خطرناڪ طاقتن اڳيان ستن سالن تائين جرمني، جرمن فوجين جي ڪري نہ پر فريڊرڪ جي ڪري پنهنجو دفاع ڪري سگهي.“[225] جيتوڻيڪ، تاريخ ۾ فردن جو ڪردار اهم هوندو آهي پر نيپولين جو اهو خيال هڪ طرفو ۽ اڌورو آهي. جيڪڏهن مٿين جنگي جنرلن وٽ اهي تاريخي،

پيداواري ۽ سياسي حالتون نہ هجن ها، اهي فوجون نہ هجن ها، تاريخي دشمنيون ۽ دوستيون نہ هجن ها، جيڪڏهن ڪي معاشي، سياسي ۽ سماجي تضاد نہ هجن ها، جيڪڏهن ان قسم جون مادي حالتون نہ هجن ها تہ اهي (فوجي جنرل) هوندي بہ ڪجھ نہ ڪري سگهن ها. اڳ ۾ انفرادي طور تي فقط بادشاهہ، شهنشاهہ، نواب ۽ سردار جنگي جنرل هوندا هئا پر جديد دور ۾ گڏيل قيادت، جنرل اسٽاف، ذريعي جنگ بابت فيصلي سازي ڪري ٿي.

لڙائيءَ ۾ سموري فوج، هٿيارين ۽ بارود جو مقابلو ڪري انهن کي شڪست ڏيڻ ڏکيو ۽ مهانگو ڪم هوندو آهي تنهنڪري، سڀ کان سستو ترين طريقو اهو آهي تہ انهيءَ فوج جي دماغ (فوجي قيادت) کي منجهائڻ، مٺو بنائڻ، ڏڪ رسائڻ ۽ دوکي ڏيڻ جي ڪوشش ڪجي. جيڪڏهن فوجي قيادت ئي مونجهاري جو شڪار ٿي ويندي تہ پوءِ لکين فوجي، هٿيار ۽ بارود بہ ناڪارا ٿي ويندا. چين جي جنگي ماهر لي چنگ (571 ق_م) جو خيال هو تہ ”حملي جو فقط اهو مطلب ناهي تہ دشمن جي قلعن يا ميدان تي بيٺل فوج تي هلان ڪجي، پر ان حملي ذريعي دشمن جي دماغي توازن تي هلان ڪرڻ بہ شامل هجي ٿو.“

جرمن جنرل هيلمٿ وون مولٽڪ چيو تہ ”فوجي ڪمانڊر هڪ قوم جي تقدير هوندو آهي.“ تنهنڪري، ڪنهن قوم جي تقدير جو بچاءُ ڪندڙ فوجي قيادت ڪهڙي هجڻ گهرجي ۽ ان ۾ ڪهڙا گڻ هجڻ گهرجن؟ ان حوالي سان سڪندر چيو هو تہ ”آءُ شينهن جي فوج کان نٿو ڊڄان، جيڪڏهن انهن جي اڳواڻي رڍ وٽ آهي. پر آءُ رڍن جي ان فوج کان ڊڄان ٿو، جن جي اڳواڻي هڪ شينهن ڪري رهيو آهي.“ حضرت عمر چيو تہ ”هيءَ جنگ آهي، ۽ جنگ لاءِ فقط اهڙو پُرسڪون ماڻهو معقول آهي، جيڪو اهو ڄاڻي ٿو تہ ڪيڏي مهل موقعي جو فائدو وٺجي ۽ ڪيڏي مهل پنهنجو پاڻ کي روڪي وٺجي. جيستائين هر شي صاف نہ هجي تيستائين جنگ ۾ تڪڙ (اُبهرائي) ڪرڻ تباهي ٿيندي.“[226]

نيپولين جو خيال هو تہ هڪڙي ڪمانڊر کي پنهنجن سپاهين سان ويجهڙائپ رکڻ گهرجي ۽ هُو ٿڌي دماغ وارو هجي. بدترين حالتن ۽ نتيجن بابت سوچڻ گهرجيس. نيپولين چيو تہ مون جنگيون ان ڪري کٽيون ڇاڪاڻ تہ مان جنگ ۾ ناڪاميءَ ڪانپوءِ ڇا ٿيندو ان بابت اڳواٽ ئي سوچي ڇڏيندو آهيان.“ هينري جومني لکيو تہ ”هڪ جنرل ۾ پهريائين تہ اخلاقي جرائت هجي، ثابت قدم ۽ پُرعزم هجي، ٻيو تہ جسماني همت هجيس جيڪا ڪنهن بہ خطري کي ڪاٽي ۾

نہ آٽي، اهي ٻئي انتهائي اهم صفتون آهن. هن جي ڄاڻ ڀلي محدود هجي پر اها ڪامل هجي ۽ هن کي جنگ جي فن جي بنيادي اصولن جي زبردست ڄاڻ هجي. ذاتي طور تي، ٻانڪو، عادل، محڪم ۽ ٻين جي خوبين ڪان ساڙ بدران انهن جي احترام ڪرڻ جي صلاحيت هجيس. بدقسمتيءَ سان، روايتي ذهن رکندڙ ماڻهو ساڙوڻا ٿيندا آهن ۽ پنهنجي چوڌاري گهٽ اهليت رکندڙ ماڻهن جي گهيري هيٺ رهڻ ڏانهن مائل هوندا آهن."[227] ڪلازيوٽز لکيو تہ فوجي سربراهہ ۾ ڏاهپ ۽ همت ضروري آهي. اهو ڪڏهن بہ نہ وسارڻ گهرجي تہ ڪوبہ جنگي رهنما بهادريءَ کانسواءِ عظيم نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن هن وٽ وڏي مقصد سان گڏ جرئت ۽ ارادي جي قوت آهي تہ سمورين رڪاوٽن باوجود هي پنهنجي منزل تي پهچي ويندو. ان حوالي سان، انتهائي ضروري هجي ٿو تہ اسانکي پنهنجي فوجي سربراهن تي اعتماد ۽ ڀروسو هجي. ان لاءِ اسانکي اهڙي ماڻهوءَ جي چونڊ ڪرڻي پوندي جنهن تي اسين ڀروسو ڪري سگهون ۽ ٻيون سموريون سوچون پاسي تي رکون."

سن زو چيو تہ "فوجي سربراهہ ۾ بزدلي، ڪاوڙ، ترس، ذاتي مان مرتبو ۽ ابهرائپ جهڙا اوگڻ نہ هجن ۽ ڏاهپ، سچائي، سختي ۽ بهادريءَ جون خوبيون هجن. فوج جو سربراهہ عوام جي قسمت جو امين هوندو آهي، هي اهو ماڻهو آهي جنهن تي منحصر ڪري ٿو تہ قوم امن ۾ هجي يا خطري ۾." چين جي جنگي ماهر، وو قي چيو تہ "جڏهن بہ هڪ جنرل جي خاصيتن بابت ڳالهہ ٿيندي آهي تہ همت جو ذڪر ٿيندو آهي. بهرحال، همت بہ اهم آهي پر اها خاصيت هڪ جنرل جي ڪيترين ٻين خاصيتن مان هڪ آهي. هڪ جنرل جيڪو فقط بهادر آهي اُهو لاپرواهيءَ سان لڙائيءَ ۾ هليو ويندو. گهڻ طرفي تورتڪ کانسواءِ لڙائيءَ ۾ پوڻ قابل قبول ناهي."[228] مائوزيتنگ لکيو تہ "حقيقي زندگي ۾، اسان "هميشہ فاتح ٿيندڙ جنرل" جو مطالبو نہ ٿا ڪري سگهون، جيڪي تمام ٿورڙا ۽ تاريخ ۾ ڪڏهن ڪڏهن نظر اچن ٿا. اسين ڏاهي ۽ بهادر جنرل جي توقع ڪري سگهون ٿا. اهي ٻئي خاصيتون، ڏاهپ ۽ بهادري، حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي هڪ طريقي ڪار سکڻو پوندو. اهو طريقو ڇا آهي؟ پاڻ پنهنجي ۽ دشمن جي مجموعي صورتحال جي سمورن پاسن کان واقف هجون، ٻنهي ڌرين جي عملن کي هلائيندڙ قانونن کي دريافت ڪريون ۽ انهن قانونن کي پنهنجن آپريشنس ۾ استعمال ڪرڻ جو طريقو سکون."[229]

جنگ جي سموري تاريخ ۾ ڪمزورن ۽ طاقتورن جي وچ ۾ ٿيل لڙائين جي فتح ۽ شڪست ۾ دوکي، اچرج، تيزي، لچڪداريت، گڏجڻ ۽ چڙوچڙ ٿيڻ، آزاد چرپر، جاسوسي ۽ قيادت جهڙا عنصر فيصلاڪن ڪردار ادا ڪندا رهيا آهن. مثال طور، جڏهن ايراني فوج يوناني فوجن سان ويڙهه ڪئي تڏهن يوناني فوجون عددي حوالي سان ڪمتر هيون پر عددي طور تي برتر ايراني فوج کين شڪست نہ ڏئي سگهي. سڪندر جڏهن ايراني سلطنت خلاف ويڙهه ڪئي تڏهن هن جي فوج ۾ ڪُل 30 هزار سپاهي هئا جڏهن تہ ايراني فوج ۾ اٽڪل ہہ لک فوج هئي. پر فاتح سڪندر ٿيو. ڊراڙ چندرگپتا ۽ پنڊت ڪوتليا جهڙن ڪمزور ماڻهن طاقتور نندا بادشاهہ ۽ قابض يونانين کي هندستان مان تڙي ڪڍيو. جڏهن هيني بال رومي سلطنت خلاف ويڙهه جي ابتدا ڪئي تہ هن جي فوج ۾ ڪل 40 هزار سپاهي هئا پر انهن مان ٽي حصا تہ جابلو پٽي مان گذرڻ سان ئي مري ويا. وري ٻي فوج ناهي هي دشمن سان وڙهيو. محمد (صلعم) جي اڳواڻي ۾ وڙهندڙ مسلمان فوجون (بدر، خندق، خيبر ۽ مڪي وارين لڙائين ۾) عددي حوالي سان ڪمتر هيون. ”صليبي جنگين“ ۾ سموري يورپ جا بادشاهہ، شهنشاهہ ۽ پادري گڏجي فقط هڪڙي مُلڪ شام سان اٽڪل ہہ سو سالن تائين ويڙهه ڪندا رهيا پر اُن کي شڪست نہ ڏئي سگهيا. منگولن جي فتحن جو سبب عددي برتري نہ هئي پر هنن جي حيران ڪندڙ تيز ڪاميابين جي تسلسل جو راز معياري برتري هئي. ڊگها مفاصلا اُڪارڻ ۽ ڏورانهن علائقن کي شڪست ڏئي سگهڻ جي مکيہ سببن ۾ سخت ۽ لچڪدار تنظيم، جنهن ۾ تيزيءَ سان گڏجڻ جي صلاحيت هئي، ڪُکن ڪان ڏک هٽڻ، تفصيلي طور تي اڳواٽ رٿابندي ڪرڻ، اچرج ۾ وجهڻ، تيستائين ڪوڙ ڪري پنتي هٽڻ جيستائين دشمن ٽڪجي نہ پوي، آزاد چرپر ڪرڻ ۽ دشمن کي مڪمل طور تي نيست نابود ڪرڻ جهڙيون جنگي اٽڪلون ۽ فن شامل هئا. 1704ع ۾ جڏهن مارلبرگ يورپ ڏانهن پيش رفت ڪئي تہ هن پاڻ کان برتر قوت کي دوکي ۽ گوهين گتن سان شڪست ڏئي وڏيون فتحون حاصل ڪيون. طاقتور ۽ فيل مست يورپي بادشاهتون (آسٽريا، پرشيا، سارڊينا، نيپلز، اسپين، ننڍين جرمن رياستن، انگلينڊ، هالينڊ ۽ پورچوگال (First Coalition) گڏجي) هڪڙي ڪمزور ملڪ فرانس سان (7 کان 8 سالن تائين) ويڙهنديون رهيون پر اُن کي هارائي نہ سگهيون. وري ڪمزور نيپولين طاقتور برطانيہ، آسٽريا، پرشيا، روس ۽

اسپين جي گڏيل وڏين فوجن سان وڙهيو ۽ ابتدائي عرصي ۾ سوپون ماڻيائين. وري بعد ۾ ڪمزور اسپيني ۽ روسي گوريلن طاقتور نيپولينِي فوج کي شڪستون ڏنيون. 1905ع ۾ عدد ۽ حرفت جي حوالي سان ڪمزور جاپاني ”زرد پولڙن“ تاريخي طور تي ناقابل شڪست سمجهي ويندڙ طاقتور ۽ فيل مست روسي فوج کي بحري جنگ ۾ هارائي 500 سالا يورپي هڪ هٽي ۽ تاريخي تسلط کي سنڌائتو ڌڪ هنيو. 1917ع ۾ جڏهن لينن روس ۾ هٿيار بند بغاوت ڪري حڪومت تي قبضو ڪيو ۽ بعد ۾ گهرو ويڙهه ۾ طاقتور دشمنن کي شڪست ڏني تڏهن به لينن جي قوت عددي طور تي دشمن کان ڪمزور هئي. 1930 ۽ 1933ع جي وچ ۾ مائوزيتنگ چيانگ ڪائي شيڪ جي چار جنگي مهمن کي ناڪام بڻايو جيڪي سرخ فوج کي ختم ڪرڻ لاءِ وڙهيون ويون. ان ويڙهه ۾ چيانگ ڪائي شيڪ جي قوت مائو کان ڏهوڻ تي وڌيڪ هئي پر مائو درست وقت جي چونڊ ۽ گوهين گتن ذريعي پنهنجو بچاءُ ڪيو ۽ اڳتي هلي فتح ماڻي. ٻي عالمي جنگ ۾ جرمن فوج 1940ع جي مئي ۾ اردينز وٽان حملو ڪري هالينڊ، بيلجيم، فرانس ۽ برطانيه جي برتر تعداد کي مسلسل پنڌي هٽائي شڪستون ڏنيون. وري 1941ع جي مئي ۾ ڪريٽ جي جزيري تي پيراشوٽ فوجن سان وڏي ۾ وڏو هوائي حملو ڪيو جنهن ۾ جرمني ڪل 17 هزار فوجون لاٿيون جڏهن ته اتحادين وٽ اٽڪل 40 هزار فوج هئي پر ان باوجود نازي فوج فقط ڏهن ڏينهن ۾ اهو جزيرو اتحادين کان کسي ورتو. 1941ع جي ڊسمبر ۾ جاپان 60 هزار سپاهين سان ملايا تي ڪاهه ڪئي جتي برطانيه (انڊيا ۽ آسٽريليا) جي اٽڪل هڪ لک 39 هزار فوج هئي. 1954ع جي مئي ۾ ويٽنامي فوج فرانسيسين کي ڊين بين ڦو جي لڙائي ۾ شڪست ڏني. توڙي جو تعداد ذري گهٽ برابر هو پر توبن، ٽينڪن، پيراشوٽس، جهازن وغيره ۾ فرانس کي وڏي برتري حاصل هئي. جنگ جي تاريخ ۾ اهي ۽ اهڙا ٻيا ڪيترائي مثال ۽ تجربا موجود آهن جن ۾ ڪمزورن طاقتورن کي شڪستون ڏنيون.

انهن جنگين ۽ لڙائين ۾ ڪمزور ۽ طاقتور هجڻ جو بنياد فقط عدد (تعداد) جي برتري نٿي ٿي سگهي. عدد سان گڏ ٽيڪنيڪل ۽ جنگ جي فن ۾ برتري به اهم هجي ٿي پر اهي ٻئي عنصر خالص جنگ سان واسطو رکن ٿا پر خود جنگ ڪا الڳ ۽ آزاد شي ناهي اها ان ملڪ يا علائقي جي سماجي، معاشي، سياسي،

اخلاقي ۽ تاريخي حالتن سان ڳنڍيل هجي ٿي. انهن عنصرن ۾ عارضي يا ديرپا برتري جي بہ پيٽ ڪرڻ گهرجي. تنهن ئي ڪمزوري ۽ طاقت جو صحيح اندازو لڳائي سگهبو.

چيو ويندو آهي تہ جيڪي قومون معاشي طور تي خوشحال ۽ طاقتور هونديون آهن اهي ئي دنيا تي حاڪميت ڪنديون آهن ۽ اهي ئي فتحون حاصل ڪنديون آهن. اها ڳالهہ بلڪل درست آهي. پر ان سان گڏ اهو بہ اضافو ڪجي تہ معاشي طور تي ڪمزور ۽ بدحال قومون، طبقا يا گروهہ پنهنجن وطنن، ماڳن ۽ ماڻهن جي تحفظ ۽ پنهنجين زندگين جي بچاءَ لاءِ انهن آخري حدن تائين وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن جن لاءِ خوشحال قومن جا فرد تيار نہ هوندا آهن ۽ ايتريقدر جو ان قسم جي حالتن جو هُو تصور بہ نہ ڪري سگهندا آهن. جنهنڪري معاشي طور تي بدحال قومون بہ سوڀون ماڻينديون آهن. ان جو وڏو تاريخي مثال منگولن ۽ عربن جون ڪاهون آهن جيڪي ان دور جي سمورين شاهوڪار سلطنتن ۽ تهذيبن ڪان پنتي پيل ۽ بدحال هئا پر جڏهن اهي اٿيا تہ دنيا جي وڏي حصي تي سلطنتون قائم ڪيائون. ساڳئي ريت، پهرين عالمي جنگ دوران شاهوڪار ۽ سڌريل ملڪن جي پورهيتن بدران روس جي بي حال پورهيت طبقي بغاوت ڪري دنيا کي ڏندين آگريون ڏئي ڇڏيون. وري ٻي عالمي جنگ دوران پڻ سوويت يونين جي شهرين ۽ سرخ فوج آخري حدون ڪري ڇڏيون. جيڪي برطانيہ، فرانس، اٽلي، جرمني ۽ آمريڪا جهڙن شاهوڪار ملڪن جي فوجن جي تصور ۾ نہ هيون. بعد ۾ ويٽنامي فوجن ڪاٺين، ڏينڀن، ڪڏن، سرنگهن ۽ سائيڪلن جهڙن اڳاٽن هٿيارن ۽ وسيلن سان جديد هٿيارن سان مسلح هڪ نہ پر ٽن طاقتور ملڪن (فرانس، جاپان ۽ آمريڪا) کي شڪستون ڏنيون.

جيتوڻيڪ، اقتصادي حالت بنيادي ڪردار ادا ڪندي آهي، پوءِ اها معاشي حالت بهتر هجي يا بدتر. ٻنهي صورتن ۾ اها مکيہ طاقت هوندي آهي يا محرڪ مهيا ڪندي آهي. پنتي پيل ۽ ڪمزور سماجن، قومن، طبقن، گروهن، تنظيمن ۽ فردن وٽ مادي وسيلن جي کوٽ هجڻ لازمي هوندي آهي. پر اقتصادي طاقت سان گڏوگڏ سياسي، ثقافتي، اخلاقي ۽ نظرياتي طاقتون پڻ، تاريخ جي مخصوص دورن ۽ مرحلن ۾، بنيادي ڪردار ادا ڪنديون آهن.

اينگلس پنهنجي دوست جي بلاڪ (J. Bloch) ڏانهن لکيو تہ ”تاريخ جي مادي نقطہ نظر مطابق، حقيقي زندگيءَ جي پيداوار ۽ ان جي ٻيهر پيدا ٿيڻ وارو عمل، تاريخ ۾ آخري (Ultimately) طور تي (determining) فيصلاڪن (حدون طئي ڪندڙ) عنصر آهي. نہ مارڪس ۽ نہ ئي مون ڪڏهن بہ ان کان وڌيڪ دعوىٰ ڪئي آهي. هاڻي جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان کي توڙي مروڙي اهو چوي ٿو تہ فقط اقتصادي عنصر ئي فيصلاڪن (حدون طئي ڪندڙ) آهي تہ پوءِ اهو ماڻهو ان اصول کي بي معنىٰ، تجريدي ۽ بي عقلاڻي تصور ۾ بدلائي ٿو. معاشي صورتحال بنياد آهي پر سياست، آئين، عدليہ، فلسفياڻا نظريا، مذهبي خيال پڻ تاريخي جدوجهد تي پنهنجا اثر ڇڏين ٿا، ڪيترين معاملن ۾ تہ انهن جي صورت گيريءَ ۾ بہ (ٻي ڪنهن شيءِ کان) وڌيڪ اهميت رکن ٿا.“[230]

پنتي پيل ۽ ڪمزور سماج، قومون، طبقا، گروهہ، تنظيمون ۽ فرد جيڪڏهن، عارضي طور تي يا گهٽ عرصي تائين، پنهنجي معاشي حالت کي بهتر نٿا ڪري سگهن تہ اُهي پنهنجي سياست کي ايترو طاقتور بڻائي سگهن ٿا جو اها تاريخ تي اثرانداز ٿي سگهي. (خود مارڪس ۽ لينن بہ انقلاب لاءِ پورهيتن کي ٻهريائين سياسي طاقت حاصل ڪرڻ جو تصور ڏنو آهي.) جيڪڏهن ڪمزور پنهنجي طاقتور دشمن کي طاقتور هٿيارين سان شڪست نٿا ڏئي سگهن ٿا تہ اهڙن هٿيارين کان ڪم وٺي سگهن ٿا جن جو توڙ دشمن وٽ نہ هجي. جيڪڏهن عارضي طور تي يا گهٽ عرصي تائين ڪاميابيون نٿا حاصل ڪري سگهن تہ دشمن کي بہ سوپارو ٿيڻ نہ ڏين ۽ ان کي ٻوڙائي ٻوڙائي ٿڪائي ڇڏين. جيڪڏهن، عارضي طور تي يا گهٽ عرصي تائين، وسيلا حاصل نٿا ڪري سگهن تہ نون ۽ سادن هٿيارين، شعور ۽ ضابطي واري فوج ۽ طاقتور حڪمت عملين، چالن، دوکي، اچرج، تيزي، لچڪداريت، ڪمانڊ ۽ چاڻ جهڙن عنصرن سان ان کوٽ کي پورو ڪري فتح حاصل ڪري سگهجي ٿي. ان حوالي سان ابن خلدون لکيو تہ ”جنگ ۾ فتح جي ڪابہ پڪ ناهي، ڀلي پوءِ ڪٺي هٿيار ۽ عددي برتري حاصل ڇو نہ هجي جيڪي (عام حالتن هيٺ) سوڀ جو سبب بڻجندا آهن. جنگ ۾ فتح ۽ برتري ڀاڳ ۽ موقعي مان جنم وٺي ٿي. ڇاڪاڻ تہ ڪيترائي عنصر گڏجي برتريءَ کي پيدا ڪن ٿا مثال طور سپاهين جو تعداد، هٿيارن جو معيار، فوجن جي هنرمنداڻي ترتيب، درست چالون ۽ ٻيا ظاهري عنصر وغيره. تنهن کانپوءِ، ڳجها عنصر بہ هجن ٿا جن ۾ انساني

اٽڪلون، دوڪا، افواهون، اچرج ۽ جاسوسي وغيره جيڪي رازداريءَ ۾ ڪم ڪندا آهن. عرب ڪهاوت آهي ته "هڪ چال، پوري قبيلي کان وڌيڪ، قدر ۽ اهميت واري آهي." جنگ ۾ برتري، ٻاهرين عنصرن جي ڪري نه پر اندروني لڪل سببن مان جنم وٺندي آهي. لفظ "ياڳ" مان مراد اهڙن موقعن جو ملڻ آهي.[231]

ويڙهه ۽ جنگ جي سموري تاريخ اهڙن مثالن سان ڀري پئي آهي. جنگ جي تاريخ ۾ ڪمزورن جي جنگ اڪثر ڪري گوريلا صورت ۾ ڪئي وئي آهي. گوريلا جنگ اقتصادي طور تي پنتي پيل ملڪ جي وسيع تر عوام طرفان انتهائي طاقتور هٿيارن سان مسلح ۽ تربيت يافته دشمن فوج خلاف وڙهڻ واري جنگ آهي.

ڪمزورن هٿان هڪ نه ٻن ٻن طاقتورن کي هڪ ڀيرو نه پر ڪيترائي ڀيرا شڪستون ڏيڻ جو سموري جنگي تاريخ جو وڏي ۾ وڏو مثال ويٽنام جي آزاديءَ واري ڏکي جنگ ۾ ملي ٿو. ويٽنام جنگ بابت هينري ڪسنجر معنيٰ سان ڀرپور تجزيو هنن لفظن ۾ ڪيو ته "اسان هڪ فوجي جنگ وڙهياسين، اسانجا مخالف هڪ سياسي جنگ وڙهيا. اسان انهن جي جسماني طاقت کي ختم ڪرڻ جي تلاش ڪئي، هنن اسانکي نفسياتي طور تي ٿڪائڻ جي مقصد جي پوئواري ڪئي. ان عمل ۾، اسان گوريلا جنگ جي هڪ اهم اصول کي وساري ويهاسين ته "گوريلا جيڪڏهن هارائين نه ٿا ته اهي کٽين ٿا. جڏهن ته عام فوج جيڪڏهن اها کٽي نه ٿي ته اها هارائيندي آهي." مطلب ته گوريلا فوج جا مکيه مقصد ٻه هوندا آهن هڪ ته دشمن کي جنگ ۾ ڪامياب ٿيڻ نه ڏيو ۽ پاڻ کي برقرار رکبو. ان جي ڪري وڏي ۽ طاقتور روايتي فوج وڙهي وڙهي ٿڪجي پوندي ۽ کين جيڪڏهن ڪا وڏي ڪاميابي نه ملي ته اها فوج ساڻي ٿي پوندي. جڏهن ته گوريلا ٻلي ڪا لڙائي يا جنگ نه کٽين پر اهي مڪمل طور تي هارائي نه وڃن اهائي هنن جي وڏي ڪاميابي ٿيندي. گوريلا، عارضي طور تي، ڪنهن علائقي تي قبضي لاءِ نه ٿا وڙهن پر دشمن کي به قبضو ڪرڻ نٿا ڏين. گوريلا جنگ هٿيارن، فوجن ۽ بارود جي حوالي سان سستي هجي ٿي پر انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ وڏي فوج، تمام گهڻا هٿيار ۽ بي شمار بارود خرچ ٿئي ٿو. گوريلن جو مقصد دشمن کي فوج، هٿيار ۽ رسد جو نقصان ڏيڻ ۽ ان

کي امن سان حکومت ڪرڻ نہ ڏيڻ ۽ وڏي ڳالھ تہ وقت حاصل ڪرڻ ھجي ٿو جنھن دوران وڏي پيماني جي جنگ لاءِ تياري ڪئي ويندي آھي.

جنگ جي سموري تاريخ مان سبق ملي ٿو تہ مٿي بيان ڪيل انھن مثالن ۽ فتحن جو بنيادي سبب ھي رھيو آھي تہ ڪمزور ڌريون جيڪي اڳتي ھلي فاتح ٿينديون آھن، اھي طاقتور ڌر سان اھڙن طريقن ۽ حالتن ھيٺ وڙھنديون آھن جن لاءِ طاقتور ڌر تيار نہ ھوندي آھي، يا منظم نہ ھوندي آھي يا ڪين اھا تربيت مليل نہ ھوندي آھي. جنھنڪري اھڙين حالتن ۾ طاقتورن جا جنگي تصور ۽ اصول بي اثر، ناڪارا ۽ معذور ٿي وڃن ٿا.

بھرحال، تاريخ جا سبق ھضم ڪرڻ ڏکيا ھوندا آھن، ان جي ڪري نہ جو انھن کي سمجھڻ مشڪل ھوندو آھي، پر ڇاڪاڻ تہ اُھي اسانکي پاڻ بابت، پنھنجين قابليتن بابت، اسانجي پرتشدد ۽ قابل شڪست نوعيت بابت، اسانجن وسيلن بابت ۽ حالتن کي سمجھڻ ۽ حاصل ڪرڻ جھڙن مقصدن جو تعين ڪرڻ واري اسانجي قابليت بابت، حقيقت پسند ٿيڻ جو سبق ڏين ٿا. جنگ توڙي زندگيءَ ۾ ڪاميابيءَ ڏانھن ويندڙ رستي بابت اڳاٽي زماني کان ھڪ سادو اصول مڃيو ويندو رھيو آھي جيڪو جنگ جي فن جي ماھر سن زو ٻڌايو ھو "پنھنجو پاڻ ۽ دشمن کي سڃاڻو."

**Endnotes**

---

[1] The Art of Warfare in the Age of Napoleon, Gunther E. Rothenberg, p, 9
[2] Conditions and Prospects of a War of the Holy Alliance Against France in 1852, by Engels (MECW Volume 10, p. 542)
[3] The Military Programme of the Proletarian Revolution, by Lenin, Collected Works, Vol 23, p, 80
[4] The Decisive Wars of History, A Study in Strategy, by B. H. Liddell Hart, p, 1 (Reprinted 1954)
[5] Art of War, by Sun Tzu, p, 63
[6] Great Captains Unveiled, by Liddell Hart, p, 44 (Books for Libraries Press, Inc. New York, 1928-67)
[7] The Military Programme of the Proletarian Revolution, p. 78
[8] Ibid, p. 82
[9] Correspondence between Marx-Engles, p, 81(Progress Publishers, Moscow, 1965)
[10] Art of War, by Sun Tzu, p, 6
[11] The Decline & Fall of the Roman Empire, by Edward Gibbon, Vol-1, p, 85
[12] Correspondence, Engels to N. Danielson, 24 Feb, 1893
[13] Das Capital, Karl Marx, Vol I, p, 193-204-532
[14] Selected Writings, by Mao tze Tung, Vol I, p, 183 (Foreign Language Press, Peking, 1965)
[15] Anti-Duhring, by Engels, p, 194-95 (Progress Publishers, Moscow, 1969)
[16] Aristotle Works, Ed by W. D. Rose, p, 2776
[17] Marxism on War, Progress Publishers (1972), p, 19
[18] Anti-Duhring, by Engels, p, 217
[19] The Art of War in the World History, Ed by, Gerard Chaliand, p, 10-12 (University of California Press, 1994)
[20] British Rule in India, by Marx, MECW Volume 12, p. 125
[21] The Art of War in the World History, by Gerard Chaliand, p, 16
[22] The Art of War, Martin van Creveld, p, 20-21-22 (First Published by Cassell & Co, 2000)
[23] The Art of War, by Sun Tzu, p, 4
[24] Ibid, p, 15
[25] The Military 100, by Lt Col (ret) Michael Lee Lanning, p, 92-94
[26] Wu Zi's Art of War, Trns by Ooi Kee Beng, (Chinese Strategists, Beyond Sun Zi's Art of War) p, 19
[27] Ibid, p, 40-41
[28] A New History of India, by Wolpert, p, 59 (penguin book 79)
[29] Marx-Engels Selected Correspondence, p, 80-81
[30] Chandragupta Maurya, by Purushottam Lal Bhargava, p, 30

[31] Mahavanaa Tika, trslt by Turnour in his introduction to Mahavanaa, pp, LXXVI-XI
[32] Invasion of India by Alexander, by McCrindle, p, 311
[33] Chandragupta Maurya, p, 113
[34] Invasion of India by Alexander, by McCrindle, p, 327-8 (Justin)
[35] Ibid, p, 156
[36] Chandragupta Maurya, p, 55
[37] Invasion of India by Alexander, by McCrindle: Megasthenes and Arrian, p, 70: Arthasastra (Book 1, Ch 21)
[38] Akbar the Great Mogul, by Dr. Vincent Smith, p, 896
[39] Kautilya's Arthashastra, Trans by, R. Shamasastry, p, 371
[40] Ibid, 12.2: 462
[41] Ibid, 2.33.9: 180
[42] Ibid, 9.1.1: 406
[43] Arthshastra, p, 285
[44] Ibid, 10.3.1-2: 438
[45] Ibid, 7.11.16: 356
[46] Ibid, 7.14.18-19: 368
[47] Ibid, 8.1.29-30: 387
[48] Kautilya's Arthashastra, Trans by, R. Shamasastry, p, 540
[49] Ibid, p, 525-539
[50] Kautilya's Arthastra on War & Diplomacy in Ancient India, by Boesche, Roger, (Journal of Military History, Vol 67, No1, Jan, 2003, pp, 9-37)
[51] Arthasastra, Book 1, Ch 19
[52] Arthasastra, Book III, Ch 2
[53] Kautilya's Arthashastra, Trans by, R. Shamasastry, p, 224
[54] Ibid, 260
[55] With Arrow, Sword and Spear,.A History of Warfare in the Ancient World, by Alfred S. Bradford, p, 127
[56] Age of the Nandas & Mauryas, by K. A. Nilakanta Sastri, "Asoka & His Successors" in Sastri, p, 202-48
[57] Ibid, p, 235
[58] Asoka & Decline of the Mauryas by Thapar, p, 70-152-180-158
[59] Ancient India, by McCrindle: Megasthenes and Arrian p, 209
[60] Marx-Engels Selected Correspondence, p, 82
[61] Muhammad (pbuh): Islam's First Great General, by Richard A. Gabriel, p, 3-5, Published by the University of Oklahoma Press, Norman, 2007
[62] Selected Correspondence between Marx-Engles, p, 81
[63] Ibid, p, 81
[64] Muhammad (pbuh): Islam's First Great General, by Richard A. Gabriel, p, xviii-xix

[65] The Muqaddimah, by Ibn Khaldun, Trns by Franz Rosenthal, p, 350
[66] Muhammad (pbuh): Islam's First Great General,, p, 43-48
[67] Ibid, p, 49
[68] Ibid, p, xx-xxi
[69] History of Arabs, by Philip K. Hitti, p, 142 (Palgrave Macmillan, 1937-70)
[70] Ibid, p, 149-50
[71] Ibid, p, 173-4
[72] The Military 100, p, 232-34
[73] Great Captains Unveiled, by Liddell Hart, p, 6-7
[74] Ibid, p, 11-15
[75] The Military 100, p, 18-21
[76] Great Captains Unveiled, by Liddell Hart, p, 28-29
[77] 50 Battles That Changed the World, by William Weir, New Page Books, 2001
[78] Alexander the Great, Lessons from History's Undefeated General, by Bill Yenne, p, 6 (Palgrave Macmillan, 2010)
[79] Ibid, p, 10
[80] The Greeks at War, from Athens to Alexander, by Philip de Souza, Waldemar Heckel p, 7-8
[81] Alexander the Great, by Bill Yenne, p, 3-5
[82] The Decisive Wars of History, by B. H. Liddell Hart, p, 25
[83] Roman Warfare, by Adrian Goldsworthy, p, 24-25 (Smithsonian Books, 1999- Cassell & Co 2002)
[84] Ibid, p, 32-33
[85] Ibid, p, 115-16
[86] Hannibal, Ancient World Leaders, by Clifford W. Mills, p, 15-18 (Chelsea House, 2008 by Infobase Publishing)
[87] Decisive Wars of History, by B. H. Liddell Hart, p, 29-30
[88] Ibid, p, 31
[89] Battle BC, Hannibal: The Annihilator, History Channel Documentary
[90] The Military 100, p, 117
[91] Ibid, p, 132-3
[92] The Decisive Wars of History, by B. H. Liddell Hart, p, 34-35
[93] Ibid, p, 37-38-39
[94] Ibid, p, 39
[95] Ibid, p, 41
[96] Ibid, p, 44
[97] The Military 100, p, 23-24
[98] The Decisive Wars of History, by B. H. Liddell Hart, p, 45
[99] The Art of War, War & Military Thought, by Martin van Creveld, p, 17-50
[100] The Decisive Wars of History, by B. H. Liddell Hart, p, 55

[101] Makers of Modern Strategy, p, 15
[102] The Prince, Machiavelli, p, 73
[103] Ibid, p, 43
[104] Makers of Modern Strategy: Military thought from Machiavelli to Hitler, p, 17, Ed by, Edward Mead Earle (Princeton University Press 1952)
[105] The Prince, Machiavelli, p, 87
[106] Discourses on the First Decade of Titus Livius, by Machiavelli, p, 476
[107] Ibid, p, 63
[108] The Art of War, War & Military Thought, by Martin van Creveld, p, 67
[109] The Military 100, p, 25-27
[110] Great Captains Unveiled, by Liddell Hart, p. 40-66
[111] Conditions and Prospects of a War of the Holy Alliance Against France in 1852, by Engels
[112] The Art of Warfare in the Age of Napoleon, Gunther E. Rothenberg, p, 32
[113] Ibid, p, 11
[114] Ibid, p, 34
[115] Ibid, p, 35
[116] Conditions and Prospects of a War of the Holy Alliance Against France in 1852, by Engels
[117] The Decisive Wars of History, by B. H. Liddell Hart, p, 91
[118] The Conduct of War, by J. F. C. Fuller, p, 46 (First Published in 1961 & Reprinted 1979 by Methuen & Co Ltd)
[119] The Conduct of War, p, 42
[120] The Art of Warfare in the Age of Napoleon, Gunther E. Rothenberg, p, 46
[121] Revolutionary Spain, by Karl Marx (MECW Volume 13, p. 389)
[122] Conditions and Prospects of a War of the Holy Alliance Against France in 1852, by Engels
[123] Napoleon's Invasion of Russia, by R. G. Burton, p, 225-31(George Allen & Company, Ltd. New York 1914)
[124] The Military 100, p, 9-13
[125] Conditions and Prospects of a War of the Holy Alliance Against France in 1852, by Engels
[126] The Conduct of War (1789-1961), by J. F. C. Fuller, p, 42-58
[127] Ibid, p, 50
[128] The Conduct of War, p, 47
[129] The Ghost of Napoleon, by B. H. Liddell Hart, p, 102, First published in 1933 by Faber & Faber Limited & Greenwood Press Inc 1980
[130] The Art of War, by Baron Henri de Jomini, p, 5
[131] Ibid, p, 36
[132] Ibid, p, 165
[133] Ibid, p, 183

[134] Ibid, p. 166
[135] Ibid, p. 167
[136] Ibid, p. 167
[137] The Military 100, p. 102-4
[138] On War, by Clausewitz, Vol I, p. 39 (Translated by Colonel J. J. Graham, Barnes & Noble, Inc, New York, 1962)
[139] Ibid, Vol I, p. 13
[140] Ibid (Book 4, Ch II) p. 260
[141] Ibid, Vol-I, p. 245
[142] Ibid, Vol-I, p. 10
[143] Ibid, Vol-II, p. 134-5
[144] The Military 100, p. 85-87
[145] On War, by Clausewitz, Volume I, p. 30
[146] The Conduct of War, by J. F. C. Fuller, p. 75-76
[147] Makers of Modern Strategy, by Edward Mead Earle, p. 83
[148] The Conduct of War, by J. F. C. Fuller, p. 76
[149] The Decisive Wars of History, by B. H. Liddell Hart, p. 91-92
[150] Marx & Engels, Collected Works, Volume 40, p. 241
[151] Correspondence between Marx-Engels, p. 97
[152] Anti-Duhring, by Engels, p. 214
[153] Ibid, p. 216
[154] Ibid, p. 220
[155] Karl Marx, Capital, Vol-I, p. 751 (Eng Ed, Foreign Language Publishing House, Moscow, 1954)
[156] Engels, "Possibilities & Perspectives of the War of the Holy Alliance Against France in 1852" (CW, Vol-7, 1956, p. 509)
[157] Conditions and Prospects of a War of the Holy Alliance Against France in 1852, by Engels
[158] Revolution and Counter-Revolution in Germany, (Ch 17) by Marx & Engels, Selected Works, Volume I, p. 300-88
[159] Correspondence, Engels to August Bebel, 19 Sep. 1891
[160] Marx-Engels, Collected Works, Vol-42, p. 258
[161] Anti-Duhring, by Frederick Engels, p. 212-19
[162] Guerrilla Warfare, by Lenin, CW, Vol 11, p. 213-223
[163] Lenin, CW, Vol. 11, p. 189-93
[164] Guerrilla Warfare, by Lenin, CW, Vol 11, p. 213-223
[165] Ten Days that Shook the World, by John Reed (Ch: 2)
[166] The Crisis Has Matured, by Lenin, CW, Vol 26, pp. 74-85
[167] Makers of Modern Strategy, p. 326
[168] Memoirs of a British Agent, by R. H. Bruce Lockhart, pp. 239-40
[169] Lenin, CW, Vol 31, p. 17-118

[170] Lenin, CW, Vol 26, pp. 22-27
[171] The Decisive Wars of History, by Liddell Hart, p, 146
[172] Lenin, Collected Works, Vol 26, p, 179
[173] Lenin, CW, Vol 23, p. 77-87
[174] Lenin, CW, Vol 31, p, 70
[175] The Art of War in the World History, Ed by Gerard Chaliand, (Vol I-II), p, 921-25
[176] The Military 100, p, 139-40
[177] Lectures on Field Service Regulations II by J. F. C. Fuller, p, 30
[178] History of Second World War, by Liddell Hart, (Published by Cassell & Company Ltd, 1970)
[179] Decisive Wars of History, by Liddell Hart
[180] ibid, p, 150
[181] Ibid, (2nd Ed) p, 298
[182] Ibid, p, 147-57
[183] Strategic Culture & Ways of War, An Historical Case, p, 1
[184] Decisive Wars of History, by Liddell Hart, p, 141-5
[185] Art of War, by Sun Tzu, p, 7-11
[186] Panzer Leader, by Heinz Guderian, p, 39-46 (London, Michael Joseph, New York, Dutton, 1952)
[187] Decisive Wars of History, by Liddell Hart, (2nd Ed) p, 292
[188] Ibid, p, 294
[189] History of Second World War, by Liddell Hart, p, 71-75
[190] Strategic Military Deception, p, 195 Ed by, Donald C. Daniel & Katherine L. Herbig (1981)
[191] Strategic Military Deception, p, 224-30
[192] Revolution in China and In Europe, by Karl Marx in New York Daily Tribune, June 14, 1853 (Collected Works: Vol 12, p, 93)
[193] Selected Works, by Mao Tze Tung , p, 180
[194] Ibid, (Vol I) p, 182
[195] Ibid, (Vol I) p, 188
[196] Ibid, (Vol II) p, 82
[197] Art of War, by Sun Tzu, p, 5
[198] Selected Works, by Mao Tze Tung, (Vol I) p, 196-99
[199] Ibid, (Vol I) p, 204
[200] Ibid, (Vol I) p, 202
[201] Ibid, (Vol I) p, 190
[202] Ibid, (Vol II) p, 78-9
[203] Ibid, (Vol II) p, 82
[204] People's Army, People's War, by Vo Nguyen Giap, p, 45 (Foreign Language Publishing House Hanoi, 1974)

[205] Ibid, p. 30-31
[206] Ibid, p. 56-57
[207] Ibid, p. 142
[208] Ibid, p. 86
[209] Ibid, p. 112-13
[210] Ibid, p. 33
[211] Ibid, p. 37-38
[212] A History of Warfare, by John Keegan, (Hutchinson, Britain, 1993) p. 56
[213] Anti-Duhring, by Frederick Engels, p. 212
[214] The Art of War, by Baron Henri de Jomini, p. 65
[215] Wu Zi's Art of War, Trns by Ooi Kee Beng, (Chinese Strategists, Beyond Sun Zi's Art of War) p, 55
[216] Decisive Wars of History, by Liddell Hart, p, 189
[217] Lectures on F.S.R II by J. F. C. Fuller, p. 1
[218] Clausewitz in the Twenty First Century, Ed by Hew Strachan & Andreas Herberg Rothe, p, 143
[219] Selected Works, by Mao Tze Tung, (Volume I), p, 183
[220] Ibid, p, 186
[221] Art of War By Sun Tzu
[222] Conduct of War Since 1789, by J. F. C. Fuller
[223] The Art of War in World History, by Gerard Chaliand
[224] Art of War, by Sun Tzu
[225] The Military 100, p, xii
[226] The Muqaddimah, by Ibn Khaldun, Trns by Franz Rosenthal, p, 350
[227] The Art of War, by Baron Henri de Jomini, p, 29
[228] Wu Zi's Art of War, Trns by Ooi Kee Beng, (Chinese Strategists, Beyond Sun Zi's Art of War) p, 39
[229] Selected Works, by Mao Tze Tung, (Volume I) p, 187
[230] Selected Correspondence, by Karl Marx & Engels, p, 417
[231] The Muqaddimah, by Ibn Khaldun, Trns by Franz Rosenthal, p, 349-51

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)